# ڳالهيون ڪتابن جون

(جلد ٻيو)

( 1961 - 2003 )

محمد ابراهيم جويو



سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت
حيدرآباد، سنڌ
2003ع

# ڳالهيون ڪتابن جون

## (جلد ٻيو)

”هوءَ جا ٺمڪي باهڙي“ سلسلي جو چوٿون ڪتاب

( 1961 - 2003 )

# ڳالهيون ڪتابن جون

## (جلد ٻيو)

”هوءَ جا ٺمڪي باهڙي“ سلسلي جو چوٿون ڪتاب
( 1961 - 2003 )

محمد ابراهيم جويو

سهيڙ ۽ مهاڳ
از
سنگرام



سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت
حيدرآباد، سنڌ
2003ع

| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : | **ڳالهيون ڪتابن جون - جلد ٻيو** (1961 کان 2003ع) |
| مصنف | : | محمد ابراهيم جويو |
| سهيڙ ۽ مهاڳ | : | سنگرام |
| ڪمپوزنگ | : | **سنگم پبليڪيشن** |
| | | سچل ڳوٺ، ڪراچي. فون : 8143379 - 8014429 |
| پبلشر | : | سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت، حيدرآباد، سنڌ. |
| پرنٽنگ | : | وفائي پرنٽنگ پريس ڪراچي |
| ڇاپو پهريون | : | آگسٽ 2003ع |
| قيمت | : | 200 روپيا |



| | | |
|---|---|---|
| *Name of the Book* | : | *About Books: Prefaces, Vol:2 (1961-2003)* |
| *Author* | : | *Muhammad Ibrahim Joyo* |
| *Compilation & Introduction by* | : | *Sangram* |
| *Composing By* | : | *Sangam Publicaion* |
| | | *Sachal Goth, Karachi. Ph: 8143379* |
| *Composed and layout by* | : | *Saqib Ali Abro* |
| *Publishers* | : | *Sindhi Adiban Ji Sahkari Sangat .* |
| | | *Sindh Education Trust, Hyderabad, Sindh.* |

# ارپنا

سدا جيئندڙَ

سنڌي زبانَ، سنڌي اديبَ ۽ سنڌي پڙهندڙَ

جي

جيءَ جيار نالي

# فهرست

# مهاڳ

## سُرڳ روپي سنڌ جي سپني جي
## ساپيان لاءِ جاڪوڙيندڙ مانجهي مرد

ڏاها انهيءَ ڳالهه ۾ ڪي ٻه ٻه رايا نٿا رکن ته انسان جي سڀ کان عظيم ايجاد "لفظ" آهي. اڄ جي زندگيءَ کي جيڪو ڪمال حاصل آهي، سو "لفظن" جو ئي ڪرشمو آهي. اها لفظن جي ئي ايجاد هئي، جنهن اوائلي دور جي انسان کي ٻئي مخلوق کان اَعليٰ ۽ افضل پَدَ تي پهچايو - ٻين لفظن ۾، انسان کي حقيقي معنيٰ ۾ انسانُ بنايو.

اُهي "لفظ" ئي هئا، جن انسانن کي هڪٻئي جي ويجهو آندو، دلين کي ڳنڍيو، انسانن جي ٽڙيل پکڙيل گروهن کي سرسبز ۽ شاداب وادين جي وسندين ۾ آباد ڪيو، تصوراتي سفر جون نيون راهون کوليون ۽ زندگيءَ جي وسعت ۽ مفهوم کي ڪشادگي بخشي. ....... ۽ ائين انسانَ هڪ نئين ۽ ڪڏهن ختم نه ٿيندڙ ذهني سفر جي شروعات ڪئي. هزارين سالن کان جاري انسان جو اهو ذهني سفر، اڄ جي جديد ايڪيهين صديءَ ۾، ڪمپيوٽر جي حيرت انگيزَ ايجاد کان پوءِ، نين ۽ ڪڏهن نه کٽندڙ وسعتن طرف جاري آهي، جنهن ۾ هيءَ دنيا ايتري ته ننڍي ٿي چڪي آهي، جو انسانُ اهو سوچڻ تي مجبور ٿي پيو آهي ته اِن کي "گلوبل وليج" يا "ڪائناتي ڳوٺَ" چئي، ڇا سمجهجي، ڪيئن سمجهجي، ۽ اِن ۾ ڪيئن هلجي چلجي، يا اِن سان ڪيئن پيش اچجي.

منهنجي هن مضمون جو تعلق لفظن جي اِن ڪرشمن جي ٻئي هڪ معجزي يعني ڪتاب يا ڪتابن سان آهي، ۽ اُنهن جي انساني فڪر ۽ عمل تي پيل يا پوندڙ اثرن ۽ سندن سرجڻهارن، انهن اعليٰ شخصن سان آهي، جن پاڻ جهڙن ئي ٻين انسانن جي ذهن ۾ وڏا ولوڙ پيدا ڪري، قومن جون قسمتون بدلائي ڇڏيون ۽ اُنهن لاءِ انقلابن جا درَ کولي ڇڏيا.

ڪتابَ انساني، فڪر ۽ عمل تي مسلسل گهرو اثر وجهن ٿا. اُهو اثر ڪن فردن، گروهن يا ڪنهن هڪ قوم تائين محدود نٿو رهي، پر اڳتي وڌي، اُهو سڄي عالم انسانيت تائين ڦهلجي وڃي ٿو.

ڪتاب ڪيترن ئي موضوعن تي لکيا وڃن ٿا، جيئن: مذهب، سائنس، فلسفو، سماجي علوم، وغيره وغيره. مذهبي ڪتابن بابت آءٌ نهروءَ جا هي لفظ حوالي طور لکندس، جيڪي هن (هندن جي مذهبي ڪتابن لاءِ) پنهنجي مشهور ڪتاب " هندستان جي کوجنا" (Discovery Of India) ۾ لکيا آهن:

"ڪو بہ اهڙو ڪتاب پڙهڻ مون لاءِ ممڪن ناهي، جنهن کي فقط آسماني سمجهي، اُن جي هر ڳالهہ کي بنا ڪجهہ ڪڇڻ پڇڻ جي، ڪنڌَ ڌُوڻِ ڪري، قبول ڪرڻ يا مڃڻ ضروري هجي .... اهڙن ڪتابن جي پڙهڻ جو لطف ۽ دلچسپي مون لاءِ فقط اِن صورت ۾ آسان تي سگهي ٿي جڏهن آءٌ اُنهن کي ڪنهن داناءَ ۽ ڏاهي انسانَ جو نتيجہ خيز فڪر سمجهان، جيڪو آفاقي خوبين هوندي بہ هڪ عام انسانُ هو، ڪوئي اوتار يا ديوتا نہ هو ۽ نہ ئي ڌرتيءَ کان مٿاهين ڪا ٻولي ٻولڻ وارو ....."

هتي آءٌ اهڙن ئي ڪن تاريخ ساز انسانن بابت ڪجهہ مثال پيش ڪندس:

پليوٽارچ جو مضمون "Child Education" (ٻارن جي تعليم) اِن موضوع تي يورپ لاءِ قديم زماني جي پهرين مڪمل تصنيف جي حيثيت رکي ٿو .... يورپ جي " نئين سجاڳيءَ" واري دور ۾ جيڪي بہ انسان دوست عالم ۽ سڌارڪ پيدا ٿيا، سي هن تحرير کان بيحد متاثر ٿيا..... يورپ جي تعليمي ترقيءَ جي هر تاريخ جو پهريون باب اڄ بہ ان مضمون جي حوالي سان شروع ٿئي ٿو.

روسو جي ڪتاب " The Social Contract" (سماجي معاهدو) انقلاب فرانس لاءِ سازگار حالتون بنايون. جڏهن فرانس جا ماڻهو هيبتناڪ ظلم، اُرهہ زورائيءَ ۽ انڌيرنگريءَ هيٺ پيڙجي ۽ پيسجي رهيا هئا، تڏهن هن ڪتاب ئي اُن جي مقابلي ڪرڻ لاءِ ڪين ڌونڌاڙي اٿاريو ۽ بيدار ڪيو..... نتيجي ۾ 1789ع ۾ فرانس ۾ بادشاهت جي جاءِ تي زراعتي پورهيت انقلاب برپا ٿيو، جنهن جا بنيادهئا: آزادي (Liberty)، برابري (Equality) ۽ ڀائيچارو.(Fraternity)

ٿامر پين (Tom Paine 1737-1809) جي ڪتاب " عامر سوچ" (Common Sense) جيڪو 10 جنوري 1776ع تي شايع ٿيو. تنهن جا ڪل ٽي ڪروڙ نسخا وڪرو ٿيا. هن ڪتاب جو آمريڪي آبادگارن تي اهو اثر ٿيو. جو اُهي مصلحت ۽ ٻُڌ تر واريءَ ڪيفيت مان نڪري، آزاديءَ جي جنگ وڙهڻ لاءِ تيار ٿي ويا. هن ڪتاب جي ڇپجڻ کان فقط ڇهہ مهينا پوءِ 4 - جولاءِ تي، تيرهن ڪالونين جي ڪانگريس جو اجلاس فلاڊيلفيا جي رياستي ايوان ۾ منعقد ٿيو، جنهن ۾ آمريڪا جي آزاديءَ جو اعلان ڪيو ويو. اُهو اعلان آزاديءَ جي تحريڪ جو هڪ تاريخ ساز واقعو هو. ان اعلان کان ڇهہ سال پوءِ آمريڪي ڪالونين پنهنجو پاڻ کي انگلستان جي بالادستيءَ کان بلڪل آجو ڪري ڇڏيو. سر جارج ٽريويلين (Georg Trevelyen)پنهنجي ڪتاب " آمريڪي انقلاب" ۾ لکي ٿو: "انسان جي لکيل ڪتابن مان ڪنهن بئي اهڙي ڪتاب جو نالو ڪٿڻ ڏکيو آهي، جنهن جو اثر ايتريقدر تڪڙو، ايتري قدر وسيع ۽ ايترو پائيدار ٿيو هجي."

آدم سمٿ (Adam Smith 1723-1790) جو ڪتاب "The Wealth Of Nations" (قومن جي دولت) کي " سڄي يورپي تهذيب جي تاريخ " سڏيو ويو. هن ڪتاب ۾ آدم سمٿ آزاد واپار جا اصول پيش ڪيا. جيڪي خاص طرح دنيا جي سرمائيداري سماج ۾ اڄ تائين رائج آهن. صنعتي ترقيءَ سان گڏوگڏ برطانيا جي واپارين ۽ عامر ماڻهن سمٿ جي اصولن تي عمل ڪندي، پاڻ کي دنيا جي سڀ کان شاهوڪار ترين قوم مڃرايو.

هينري ڊَيوڊ ٿوريو (......—1817ع) جي ڏينهن ۾ انسان جي غلاميءَ وارو مسئلو گرما گرم بحث جو موضوع بنيل هو. " ڀڳل غلامن جو قانون" تازو تازو لاڳو ڪيو ويو هو، جنهن جو ذڪر تن ڏينهين هر عام و خاص جي زبان تي هو. اهڙيءَ ڪيفيت ۾ هن " سِول نافرماني " (Civil non-obedience) نالي هڪ مضمون لکيو، جيڪو 1849ع ۾ ڇپيو. جنهن ۾ هن اُن ڪاري قانون تي سخت احتجاج ڪندي لکيو تہ " شهرين جو فرض آهي تہ اُهي هر قسم جي برائيءَ جي مزاحمت ڪن. ان سلسلي ۾ جيڪڏهن قانون جي ظاهر ظهور ۽ شعوري نافرماني ۽ خلاف ورزي ڪرڻي پوي تہ بہ روا آهي..... حڪومت جيڪڏهن اوهان کي ڪنهن بئي خلاف نا انصافي ڪرڻ جو هٿيو بڻائي ٿي، تہ آءٌ بہ چوان ٿو تہ اهڙي قانون جي خلاف ورزي ڪريو!" هو اڳتي چوي ٿو، " مون کي جو ڪجهہ ڪرڻو آهي سو اهو ئي آهي تہ آءٌ هر اُنهيءَ ڳالهہ جنهن کي آءٌ غلط سمجهان ٿو، تنهن کي نِنديان، ۽ برسر عام اُن جي

مذمت ڪريان. " ڪتاب ۾ بئي هنڌ هو ماڻهن کي اپيل ڪندي چوي ٿو، " هر شهري، حڪومت کي ٽئڪس ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏي ...... ائين ڪرڻ جي نتيجي ۾ جيڪڏهن سزائون ملن ته به انهن جي پرواهه نه ڪرڻ گهرجي، ڇو ته حڪومت حق ۽ انصاف جي تقاضائن کي پورو ڪرڻ جي ابتڙ انهن ماڻهن کي قيد ڪري ٿي، جيڪي حڪومت کان اها تقاضا ڪن ٿا. اهڙيءَ صورتحال ۾ هر انصاف پسند ماڻهوءَ لاءِ صحيح جاءِ جيل ئي آهي. ان ريت حڪومت جيڪڏهن سيني شهرين کي جيل ۾ قيد ڪري، اَن جي عيوضَ جنگ ۽ غلاميءَ تان هٿ ڪڻڻ جو اعلان ڪري، ته سودو مهانگو نه پانئجي، شهرين کي بنهي آزاديءَ يا ترمَ مان نيٺ به هڪ جي چونڊ ڪرڻ ۾ دير نه ڪرڻ گهرجي...... " هيءُ گوشه نشين درويش صفت شخص، " توريو " هڪ حقيقت پسند مفڪر هو. هن فرد ۽ مملڪت جي وچ ۾ ڪهڙو تعلق هئڻ گهرجي، جهڙن سوالن تي غور ۽ فڪر ڪيو. هن چيو ته " اسان کي سڀ کان پهرين انسانُ بنجڻ گهرجي، نه ڪنهن حڪومت جي رعايا ... " اهڙن نظرين ۽ ويچارن مان ئي سندس " شخصي آزاديءَ جو فلسفو " پيدا ٿيو، جنهن جي نتيجي ۾ " معاشري ۾ انسان جي حيثيت " بابت سندس خيالن کي شُهرت ملي. ...... هُن جابريت ۽ مطلق العنانيءَ کي هر شڪل ۾ رد ڪيو. سَندس ڪتاب " سول نافرمانيءَ" آمريڪا ۾ ته ڪو ايترو گهڻو اثر ڪونه ڪيو، جيتوڻيڪ اُن کي ڪيترن ئي ماڻهن پڙهيو هو. پر وقتَ پئي، " توريو " جي " سول نافرمانيءَ جي فلسفي" کي ويهين صديءَ ۾، مهاتماَ گانڌيءَ عملي جامو پهرايو. پهريائين 1914ع ۾ ڏکڻ آفريڪا ۾ پوءِ هندستان ۾ "ستيه گرهه" يعني " عدم تشدد "، " اهنسا " ، جي نالي سان هندستان جي آزاديءَ جي جدوجهد دوران.

هيرئيٽ بيچر اسٽووَ (Harriat Beacher Steve 1811 - 1896) جو ڪتاب "Uncle Tom's Cabin" (انڪل ٽامز ڪئبن) " ڀڳل غلامن جي قانون" خلاف هڪ ڀرپور احتجاج هو. جيڪو ٺهري قانونُ آمريڪا جي " نيو انگلنڊ" جي رياست لاڳو ڪيو هو، جنهن تحت اَن جي سيني ڏاکڻين رياستن جا آقا، ڀڳل غلامن جو پيڇو ڪندي، انهن رياستن ۾ به داخل ٿي غلامن جو پيڇو ڪري سگهيا ٿي، جتي غلامي اڳ ۾ ئي ختم ٿي چُڪي هئي. هن قانون هيٺ انهن رياستن جي انتظاميه لاءِ به اهو لازم ڪيو ويو هو ته اُهي غلاَمن کي ڳولي هٿ ڪرڻ ۾ غلامن جي آقائن جي مدد ڪنديون، ۽ جيڪي غلام اڳ ۾ ئي قانوني طور به آزادي وٺي چڪا هئا، تن کي به جهلي، سندن آقائن حوالي ڪرڻ ۾ مدد ڏينديون. هيءُ ڪتاب اُن ڪاري قانون ۽ خود غلاميءَ جي نظام

خلاف آمريڪي عوام ۾ ذڪار جو احساس پيدا ڪرڻ واسطي لکيو ويو هو. ۽ ايڏو تہ ماڻهن کي وڻيو هو، جو فقط هڪ سال اندر اُن جون 15 لک ڪاپيون برطانيہ ۽ اُن جي ڪالونين ۾ وڪاميون. ۽ اندازو لڳايو ويو تہ گهٽ ۾ گهٽ ٽي لک ڪاپيون فقط آمريڪا ۾ وڪاميون ۽ اُتان جي هر پڙهيل ڳڙهيل ماڻهوءَ ان کي هڪ ڀيرو ضرور پڙهيو. آمريڪا کان ٻاهر ٻين ملڪن ۾ تہ ان ڪتاب کي اڃا بہ گهڻي شهرت ملي. هن ڪتاب جو فوري اثر اهو ٿيو، جو "ڀڳل غلامن متعلق قانون" جو وڏيڪ رياستن ۾ لاڳو ٿيڻ ناممڪن بنجي ويو. ڪيترين ئي رياستن اِن قانون کي لاڳو ڪرڻ ۽ اُن تي عمل ڪرڻ جي سلسلي ۾ عملي طرح انڪار ڪري ڇڏيو. هن ڪتاب ماڻهن جي دلين ۾ غلاميءَ خلاف اُها ذڪار پيدا ڪئي، جو نوبت وڃي "گهرو ويڙهہ" تي پهتي. جنهن جو مُحرڪ ئي اِهو ڪتاب هو. 1862ع ۾ مسز اسٽووَ کي جڏهن وائيٽ هائوس (White House) ۾ دعوت ڏيئي گهرايو ويو، تڏهن آمريڪا جي صدر ابراهيم لنڪن سندس تعارف ڪرائيندي چيو: " هيءَ اُها عورت آهي، جنهن اُهو ڪتاب لکيو، جيڪو هن آمريڪا جي اتر رياستن ۽ ڏکڻ رياستن وچ ۾ وڏيءَ جنگ جو ڪارڻ بڻيو." اُن موقعي تي چارلس سمر (Charles Summer) وچ ۾ ڳالهائيندي چيو تہ، جيڪڏهن "انڪل ٽامز ڪئبن" ڪتاب نہ لکيو وڃي ها، تہ جيڪر ابراهيم لنڪن آمريڪا جو ڪڏهن بہ صدر بنجي نہ سگهي ها!

ان طرح جا ٻيا بہ ڪيترائي ڪتاب هوندا جن انساني سوچ ۽ لوچ تي تمام گهڻا ۽ گهرا اثر ۽ اڻ مٽ نقش ڇڏيا هوندا، انهن سڀني جو ذڪر ڪرڻ هتي ممڪن ڪونهي. مٿي ذَڪر ڪيل چند ڪتابن جي چونڊ مون اِن نقطي نگاهہ کان بہ ڪئي آهي تہ اِنهن ڪتابن جو تعلق دنيا جي ٻين قومن سان گڏ، سنڌيءَ يا اڻ سنڌيءَ طرح، ڪنهن نہ ڪنهن نموني، سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن سان پڻ آهي، ۽ آئنده بہ ٿي سگهي ٿو.

ڪتاب اڄ بہ لکجن پيا. هر قسم جا ڪتاب ۽ هر موضوع تي نہ فقط لکجن پيا، پر ڇپجن بہ پيا. ان کان علاوه اڳ ۾ لکيل ڪتابن جو جيڪو انبار موجود آهي، جن ۾ معياري ۽ غير معياري، هر قسم جا ڪتاب شامل آهن.مطالعي وقت اسين جيڪڏهن چونڊ کان ڪم نہ وٺون ۽ هر قسم جا ڪتاب پڙهڻ لڳون تہ ائين ڪرڻ سان نہ فقط اسان جو ذوق خراب ٿيندو پر سڀ کان وڏو نقصان اهو بہ ٿيندو، جو اسين اعليٰ پايي جا معياري، با مقصد، شاهڪار ۽ اهم ڪتاب پڙهڻ کان محروم ٿي ويندا سون. حقيقت اِها آهي تہ مطالعي جو شوق ۽

ذوق رکندڙ ۽ خاص ڪري ادب جو مطالعو ڪندڙن کي ته اِن معاملي ۾ ڪجهه وڌيڪ ئي ڌيان ڏيڻ جي ضرورت آهي. ڇو ته سنا ۽ بامقصدَ ڪتاب چونڊ ڪرڻ ڪو سولو ڪم نه آهي. ٻيو ته ادب ۾ اسان وٽ اڄ ايترو ته ڪلاسڪ ذخيرو ئي موجود آهي، جو جيڪڏهن اسين بازار ۾ موجود هر قسم جو لٽريچر ويهي پڙهڻ لڳنداسون ته دانشمنديءَ جي اُن نهايت ئي اهم ۽ قيمتي سرمائي تائين اسان جي رسائي ممڪن ئي نه سگهندي. شوپنهاور ته ائين به چوي ٿو ته " اسان وٽ ڪلاسڪس يعني اول درجي جا مجيل ڪتاب خود ايڏي جهجهي انداز ۾ موجود آهن، جو جيڪڏهن فقط انهن جو مطالعو ڪجي ته به جيڪر ٻين ڪتابن کي پڙهڻ جو اسان کي سڄي عمر وقت ئي نه ملي!" اڄڪلهه لڳ ڀڳ اڌ ڪان گهٽ لکجندڙ ادب ۾ سچو ڌيان هڪ بدترين نقل نگاريءَ کي ڏنو وڃي ٿو. اِن ريت نقل در نقل جو هڪ وڏو انبار اسان جي ذوقَ نظر کي اڳتي وڌڻ ڪان روڪي ٿو ڇڏي، ۽ هاڻي ته ان خوف اڃي ورايو آهي ته جيڪڏهن اسان جو ذهن ۽ اسان جون طبيعتون نقلي ۽ سطحي ڳالهين ڏانهن مائل ٿي ويون، ته پوءِ اعليٰ درجي جي معياري، فڪرانگيز ۽ مايه دار ادب مان اسان جي دلچسپي خود به خود ختم ٿي ويندي. اها ڳالهه ياد رکڻ گهرجي ته ڪوتاهه ذهنيت ۽ سطحپڻو هڪ اهڙي سماج کي جنم ڏئي ٿو، جيڪو بلند خيال ۽ بلند حوصلو رکندڙ آزاد قومن جي صف ۾ ڪڏهن به مانائتو مقام حاصل ڪري نٿو سگهي. تنهنڪري اعليٰ درجي جي معياري، فڪر انگيز ۽ مايه دار ادب جي چونڊ ۽ مطالعو وقت جي ضرورت بنجي وڃي ٿو. سائين جويو صاحب جن هڪ هنڌ لکن ٿا ته " جيتري قدر ٻولين جو نثر ۽ نظم فڪر ۽ معنيٰ جي لحاظ کان گهڻيرو ۽ مايه دار هجي ٿو، اوتري قدر اهي ٻوليون ۽ انهن جون ڳالهائيندڙ، لکندڙ ۽ پڙهندڙ قومون انساني دنيا ۾ مانُ ۽ مرتبو پائين ٿيون ۽ قبوليون وڃن ٿيون، ۽ امن ۽ خير ۾ رهن ٿيون ۽ اڳتي وڌن ٿيون ..... "

اسان وٽ سنڌ ۾ سائين جويو صاحب فڪر اُڀاريندڙَ اعليٰ نثر جو خالق سمجهيو وڃي ٿو. الهداد ٻوهيو چوي ٿو ته " جويو صاحب انهن چند عالمن مان آهي، جن کي سَنَدَ طور قبول ڪري سگهجي ٿو. هُو نثر جو ماهر استاد (Technocrat) آهي. " نه رڳو نثر پر نظم جي پرک ۽ سڃاڻپ ۾ به سائين جويو صاحب سَندَ جي حيثيت رکي ٿو. خود پاڻ جيتوڻيڪ ڪن ايڪڙ ٻيڪڙ نثري نظمن کان سواءِ، جن ۾ سندن مشهور طبعزاد نظم "او سنڌ! منهنجي جيجل سنڌ!" شامل آهي، نظم جي صنف ۾ گهڻي ڪا طبع آزمائي نه ڪئي اٿن، پر

تنهن هوندي بہ شاعريءَ جو قدر ۽ پرک جيڪا سائين جويي صاحب جن وٽ آهي، اُها پنهنجو مثال پاڻ آهي. شيخ اياز "ڪراچيءَ جا ڏينهن ۽ راتيون" ۾ لکي ٿو: " ابراهيم جويو، سنڌي شاعريءَ جو وڏو پارکو آهي، مان جڏهن بہ نئون شعر لکندو آهيان، تہ چاهيندو آهيان تہ اُن تي پهرين نظر سنڌ جي هن عظيم دانشور جي پوي، ۽ اُهو شعر ابراهيم کي پسند ايندو آهي تہ مون کي اُن جي امرتا جي پڪ ٿي ويندي آهي ....." اياز پنهنجي هڪ ٻئي ڪتاب " خط، انٽرويو ۽ تقريرون" ۾ جويي صاحب جو ذڪر ڪندي لکي ٿو: "..... هن ئي مون کي سيکاريو تہ شاعري زمهرير جي برف نہ آهي، جهنم جي آگ آهي ۽ جڏهن اُن جا شعلا تيز ٿي وڃن ٿا، تڏهن اوچتو جنت جا دروازا کلي پون ٿا." اياز " ساهيوال جي ڊائري" نالي ڪتاب ۾ لکيو آهي، " ابراهيم جويي مون لاءِ هڪ نئين دنيا جا تاڪ کولي ڇڏيا هئا. پراڻي دنيا جا سارا ٺوٺيون ٺنيا ڍهي ڍير ٿي پيا هئا ۽ مون لاءِ ماضيءَ جي هر زنجير کي ڇني، اڳتي وڌڻ لاءِ ڏگ کلي پيو هو ......" ساڳئي ڪتاب ۾ هو ٻئي هنڌ لکي ٿو، " او باغي، او راج دروهي، ۾ ڪم آندل ٻولي ابراهيم جي صحبت جو اثر هئي."

ڏاهن جو چوڻ آهي تہ بهترين ادب سڄي زندگيءَ جي تخليق ۽ تعمير ڪري ٿو، نوان خيالَ ۽ فڪرَ علم ۽ عمل جون نيون راهون متعين ڪن ٿا. بهترين ادب حياتيءَ جي حقيقتن مان ئي صحتمند ۽ سگهارا لاڙا ۽ خيال ڪڍي ٿو، جيڪي موٽَ ۾ زندگيءَ تي هاڪاري نموني اثر انداز ٿي، تاريخ جي عمل ۾ تيزيءَ جو ڪارڻ بڻجن ٿا. سائين جويو صاحب پنهنجي ڪتاب " هوءَ جا ٺمڪي باهڙي" ۾ لکن ٿا: ".... ادب ڪوڙ تان پردو لاهي ٿو، ڏاڍ ۽ هٺ - ڪَس جي خلاف دانهن ڪري ٿو ۽ هيٺن ۽ محڪومن کي پنهنجي سگهہ ۽ شان سان رهڻ جو سبق ڏئي ٿو ۽ اُن لاءِ انهن کي ٻئي ڪنهن تي نہ، پر خود پاڻ تي ڀاڙڻ ۽ ڀروسو رکڻ سيکاري ٿو - يعني انهن کي ٻڌائي ٿو تہ صحيح فڪر، تنظيم ۽ جدوجهد ئي سندن ڇوٽڪاري جا رستا آهن." ساڳئي ڪتاب ۾ هڪ ٻئي هنڌ پاڻ لکن ٿا: " ادب ٻوليائي هٿيار يا وسيلو يا اوزار آهي غلاميءَ مان آزادي حاصل ڪرڻ جو، ٻانهپ جي زنجيرن ٽوڙڻ جو، بيوسيءَ ۽ بندگيءَ جي هر صورت مان نجات حاصل ڪرڻ جو."

پنهنجي ٻئي ڪتاب " ادب – ٻولي – تعليم" ۾ هڪ هنڌ پاڻ لکن ٿا: "..... ادب ئي آهي، جو پڙهندڙن جي دلين ۾ جذبا ۽ اُمنگ اُڀاري، سندن ذهن کي صحيح سمجهہ ۽ شعور سان روشناس ٿو ڪري. ادب ئي آهي، جو پنهنجي آسپاس جي سمورين ڪمزورين ۽ ڪُڌاين، اوڻاين ۽ اڻنگاين تان پردا

لاهي، پڙهندڙن جي دلين ۾ انهن بڇڙاين سان پريل سماج کي نئين سر ترتيب ڏيڻ جا اُمنگ ۽ ارادا پيدا ٿو ڪري، ۽ سندن سامهون اهي رستا ۽ طريقا پڻ روشن ٿو ڪري. جن جي مدد سان هو پنهنجي زندگيءَ جي نظام ۾ دل گهري اصلاح ۽ درستگي آڻي سگهن ٿا."

ادب جي سماجي ڪارج بابت سائين جويو صاحب جن پنهنجي ڪتاب "هُوءَ جا تمڪي باهڙي" ۾ لکن ٿا:

"اديب هميشہ نجات ڏياريندڙ. ماڻهوءَ جي روح جي زنجيرن کي ٽوڙيندڙ هوندو آهي، تہ جيئن ماڻهو پاڻ سڄاڻي ۽ پنهنجي وَتَ محسوس ڪري ۽ اها ماڻي، ۽ رڳو هڪ استعمال ۾ اچڻ ۽ اُڇلائڻ جي شيءِ ٿي نہ رهي، پر پاڻ پنهنجي وجود جو ڏٺي ٿي، زنده رهي ۽ مري تہ بہ هڪ آزاد هستيءَ جيان مري. اديب ائين فردن جو ۽ پڻ قومن جو جيئاريندڙ ۽ بچائيندڙ اهي، انهن جي روحن جو مسيح آهي. جيڪو اديب ڪوبہ مقصد ان کان گهٽ درجي جو پنهنجي اڳيان رکي ٿو، اهو اديب نہ آهي، اديب ٿي نٿو سگهي....."

سائين جويو صاحب اديب جي اِن وصف تي ڪيترو پورو لهي ٿو، تنهن جو جائزو وٺڻ کان اڳ اسين سندن شخصيت جو جائزو وٺنداسين.

انساني تاريخ عجيب ۽ غريب ماڻهن، واقعن، مثالن ۽ ڪردارن سان پري پئي آهي.

"1300 سال اڳ چين مان هيونگ سانگ نالي هڪ سيلاني علم ۽ ڏاهپ جي ڳولا ۾ هندستان آيو هو. هن پلي مَنشَ سڄي هندستان جو سير ڪيو ۽ جتي جتي بہ ويو اتي آباد ماڻهن بابت جهجهي معلومات گڏ ڪيائين. هو جڏهن پنهنجي ديس واپس ويو تہ اتي پنهنجو سفر نامو لکيائين، جنهن ۾ هن ڏکڻ هندستان جي هڪ اهڙي ماڻهوءَ جو ذڪر ڪيو آهي، جيڪو پنهنجي پيٽ جي چوڌاري ٽامي جون پٽيون ٻڌي، مٿي تي هڪ ٻرندڙ مشعل سجائي، هٿ ۾ عصا کڻي، گهٽي خود خمار سان هلندو هو. جيڪڏهن ڪانئس ڪو ماڻهو انهيءَ جو ڪارڻ پڇندو هو تہ ڪِلي اُن تي هڪ جُوهَ پري نگاهہ وجهڻ کان پوءِ جواب ڏيندو هو، "مون ۾ ايتريَ تہ حڪمت پريل آهي جو مون کي ڊپ آهي ڪٿي متان منهنجو پيٽ ڦاٽي نہ پوي، تنهنڪري آءٌ پنهنجي پيٽ جي چوڌاري ٽامي جون پٽيون ٻڌان ٿو، ۽ جيئن تہ اوهين جهالت جي اونداهي ۾ رهو ٿا ۽ مون کي اوهان جي اِن حالت تي قياس اچي ٿو، تنهنڪري آءٌ هيءَ مشعل پنهنجي مٿي تي هر وقت روشن رکان ٿو."

آڳاٽي زماني جي ماڻهن جو خيال هوندو تہ: "علم پيٽ ۾ ٿي

سمائبو آهي". اُهي ذهن يا دماغ سان علم جي تعلق ڪان اجا واقف نہ ٿيا هئا. اڄ جي دور ۾ بہ اسان وٽ اها چوڻي مشهور آهي تہ "فلاڻي ماڻهوءَ جي پيٽ ۾ ڪا ڳالهہ ٽڪندي ناهي." متي ذڪر ڪيل همراهہ جهڙا ڪجهہ مثال شايد اسان کي هن دور ۾ بہ ملي وڃن، جيڪي اهڙي هام هڻندي اصل ٽڪبا بہ ڪين آهن، ليڪن عملي طرح پيٽ تي پٿيون ٻڌڻ ۽ متي تي مشعل ٻاري هلڻ هن دور ۾ انهن لاءِ اڄ ممڪن نہ رهيو آهي، جو اڄ جو دور گهڻو بدليل ۽ اڳتي وڌيل دور آهي.

اڄ هن دور ۾ ان مثال جي ٻنهہ ابتڙ اهڙا ماڻهو ملن ٿا، جيڪي حڪمت ۽ ڏاهپ جي لحاظ کان نهايت ئي اعليٰ پد تي پهتل آهن، پر پنهنجي سباجهائيءَ، نهٺائيءَ ۽ سدورائپ جي ڪري خود خماريءَ، شخصي تشهير ۽ وڏائيءَ جي ڪڏهن بہ اوڏو نہ آيا، چو تہ اهي ڄاڻن ٿا تہ " ميوي سا جهنجهيل وڻ هميشہ جهڪيل رهندو آهي."

سائين محمد ابراهيم جويو صاحب اهڙن آدميت جي اعليٰ آدرشي ڪردارن مان هڪ آهي، جنهن کي سراج چيچ جي دور جي اَن ٻوڏي پروهت سان ڀيٽيو آهي، جنهن جي حشمت ۽ ڏيا چيچ جا هوش خطا ڪري ڇڏيا هئا. سراج لکي ٿو: " ائين ٿو لڳي تہ اهي علم ۽ ڄاڻ جا پروهت جُوڻ مٽائي، هر دور ۾ ابراهيم جويي جهڙا ماڻهو بڻجيو پون ٿا."

شيخ اياز، سائين جويي صاحب کي شمس تبريز سان تشبيهہ ڏني آهي، جنهن روميءَ جي ڪتابن تي جڏهن نگاهہ وڌي هئي تہ انهن ۾ آڳ لڳي ويئي هئي. مون کي جويو صاحب ڀاڳوت گيتا جي هن شلوڪ جي عملي تصوير معلوم ٿيو، جنهن جو مطلب آهي: " نہ آءٌ عروج تي انهيءَ پَدَ جو طالب آهيان جتي مون کي اَٺ ئي ڪمالَ حاصل هجن ۽ نہ ئي آءٌ اهو چاهيان ٿو تہ ٻيهر جنم وٺان — آءٌ تہ صرف اهو چاهيان ٿو تہ سڀيءَ مخلوق جون تڪليفون ۽ مصيبتون پنهنجي ذمي ڪٽان تہ جيئن انهن کي رنج ۽ مصيبت کان نجات ملي سگهي."

محترم تاج جويي صاحب، سائين محمد ابراهيم جويي جي گهڻ پاسائين ۽ گوناگون شخصيت جو عڪس نهايت ئي ڪمال مهارت ۽ عالمانہ انداز ۾ هن ريت چٽيو آهي:

" سنڌ جي سموريءَ ادبي ۽ فڪري تحريڪ ۾، جن ماڻهن جو ڪردارُ ۽ قدُ بلند نظر اچي ٿو، انهن ۾ هڪڙو ماڻهو پنهنجي سباجهائيءَ، سادگيءَ،

حليم طبيعت، نرم رويءَ، وابستگيءَ (Commitment) ۽ ڪردار جي خيال کان قدآور، اڳرو ۽ ٻڙ جي گھاٽيءَ ڇانوَ وانگر. ڪالهه کان اڄ تائين ڌرتيءَ تي مظبوط ڄميو ۽ ڄميو بيٺو آهي. هيءُ سباجهو، سادو، حليم، نهٺو ۽ مٺو ماڻهو، ڏيکاءَ کان ڏور، نون لکندڙن کي همٿائيندڙ، پاڻَ پُنيان رهي، ٻين کي اڳيان ڪري، اتساهيندو ۽ اُپاريندو رهيو آهي. هيءُ ذات ۽ ڪردار ۾ ادبي انجمن ۽ فڪري اداري واري حيثيت رکي ٿو، جنهن ماڻهو ناهيا، بلڪ تخليق ڪيا آهن. هن، جو پورهيو ڪيو آهي، جو بہ ڪاپو ڪيو آهي، جو بہ سيبو ڪيو آهي، سچائيءَ، سُچيتائيءَ، اورچائيءَ، قومي وابستگيءَ ۽ قومي فرض جي احساس هيٺ ڪيو آهي. اهڙي ڪامل ڪردارَ ۽ مڪلمتا جي علامت ۽ اُهڃاڻ رکندڙ فردن لاءَ ئي شايد لطيف چيو آهي تہ

ڊِڪي اڱھاڙن ڪي، ڪين ڊِڪيائين پاڻ،
ٻيهر ڄاپي ڄاڻ، "اِبرَ" جي اوصاف ڪي."

ڪنهن ماڻهوءَ جي ڪم ۽ ڪردار جي وٿُ يا سَندس ڪارج جي ڪَٿَ ائين ڪري سگھبي آهي تہ هُن پنهنجي ديس ۽ پنهنجي ماڻهن جي ڪهڙي خدمت ڪئي، ۽ ڪهڙن آدرشن جي حاصلات لاءِ جاکوڙ ڪئي.

لينن چيو هو: " ماڻهوءَ جي پياري کان پياري ملڪيت زندگي آهي، ۽ جيئن تہ اُها هُن کي ماڻڻ لاءِ رڳو هڪ ئي ڀيرو ملي ٿي، آها هُن کي ائين گذارڻ کپي، جو ٻي مقصد سالن جي گذري وڃڻ جو هن کي ڪو ايذاءُ ڏيندڙ ارمان محسوس ڪرڻو نہ پوي، ائين گذارڻ کپي، جو ڪنهن ٻُزدل ۽ خسيس ماضيءَ جي شرمندگيءَ جا ڏنڀ هن کي سهڻا نہ پون، ائين گذارڻ کپي، جو مرڻ مهل هو چئي سگھي تہ سڄي منهنجي زندگي، سموري منهنجي طاقت دنيا ۾ بهترين مقصد لاءِ ڪم آئي — بني نوع انسان لاءِ آزاديءَ جي جنگ ۾ وڙهندي."

سائين جويي صاحب شايد لينن جي اِن قول سان ڄڻ تہ پرڻُ ڪيو هو ۽ پنهنجو پاڻ سان، پنهنجي زندگيءَ سان وچن ڪيو هو، جنهن کي هُو صاحب، "زندگيءَ سان سرَ سيتائي" سڏي ٿو - ۽ پنهنجي مادر وطن سنڌ ديس سان ساڪيات سچ تي ٻَڌل ڪو عهد ڪيو هو، تہ پاڻ پنهنجي سڄي ڄمار انهيءَ آدرش جي تڪميل لاءِ، پنهنجي ديس ۾ بني نوع لاءِ آزاديءَ جي جنگ ۾ وڙهندي ۽ اُن ۾ پورهيتن جي لوڪ راڄ جي قيام واسطي جاکوڙ لاءِ وقف ڪري ڇڏيندو.

اِن ئي نقطي کان سائين جويي صاحب جي زندگيءَ جي جدوجهد جي عملي شروعات ٿئي ٿي. اِن سلسلي ۾ پهرئين پهرئين قدم طور پاڻ 1947ع

۾ ”سنڌ بچايو — وڏو کنڊ بچايو“ (Save Sindh - Save The Continent) ڪتاب لکيائون. جنهن جي جزا طور کين سنڌ مدرسي جي نوڪريءَ تان ڪڍيو ويو. اُن ڪتاب ۾ هن دورانديش ڏاهي جن اڻ ڏٺل خطرن جي اڳواٽ نشاندهي ڪئي هئي، اڄ صديءَ جو تجربو انهيءَ ڳالهه تي مُهر هڻي ٿو تہ اُهي اڄ هڪ اٽل حقيقت طور سامهون ايري آيا آهن. اڄ اسان جو سماج سندن لفظن ۾ سچ پچ تہ، ” غلامن جي غلامن جو هڪ غلام سماج آهي.“

ساڳين ئي ڏينهن ۾ يعني جون 1947ع ۾ جڏهن سنڌ ليجسليٽو اسيمبليءَ جي اجلاس ۾ اِهو مسئلو بحث هيٺ آندو ويو تہ سنڌ جي آئنده حڪومت جو آئين:

1 - موجوده يعني هندستان جي آئين ساز اسيمبليءَ ۾ مُرتب ٿيڻ گهرجي،

يا

2 - نئينءَ ۽ جدا يعني پاڪستان جي آئين ساز اسيمبليءَ ۾ ٿيڻ گهرجي.

اديب جيئن تہ قومن جي روح جا همراز، قومن جا جيئاريندڙ ۽ بچائيندڙ هوندا آهن، تنهنڪري هُن پنهنجي ضمير جي آواز تي لبيڪ چوندي، پنهنجو فرض منصبي نهايت سچائيءَ، ذميواريءَ ۽ فرض شناسائيءَ سان نباهيو ۽ سنڌي عوام جي دلين جو ترجمان بنجندي، اُن وقت جي اسيمبلي ميمبرن ڏانهن هڪ بي خوف ۽ تفصيلي خط لکيو ۽ اسيمبليءَ جي احاطي ۾ پاڻ وڃي اُهو خط ميمبر صاحبان ۾ ورهايائون. اسيمبليءَ جي احاطي ۾ ساڻن اُهو ئي ورتاءُ ڪيو ويو، جيڪو ڪنهن انقلابي، آدرش واري ۽ سچي محب وطن سان تاريخ ۾ هميشہ ڪيو ويندو آهي....

چاليهہ واري اُن ڏهاڪي جي اوائلي سالن ۾ بمبئيءِ ۾ تعليم پرائڻ دوران سائين جويي صاحب جي زندگيءَ ۾ هڪ انقلابي واقعو رونما ٿيو، جنهن نہ فقط سندس ذهن جي ڪايا پلٽ ڪري ڇڏي، پر اُن ڪايا پلٽ جي سلسلي طور سياڳيءَ سنڌ کي بہ اُن مالا مال ڪري ڇڏيو. اهو انقلابي واقعو هو ايم - اين - راءِ سان مُڪا ميل ٿيڻ. راءِ هڪ زبردست، پرڪشش ۽ انقلابي شخصيت جو مالڪ هو، جنهن سائين جويي صاحب جي شخصيت تي اڻ مٽ ۽ ڏور رس اثر ڇڏيا. هن سان پنهنجي وابستگيءَ جو ذڪر سائين جويو صاحب پنهنجين ڪيترين ئي تحريرن ۾ ڪري چڪو آهي، تنهنڪري هتي اختصار کان ڪم وٺندي اُن جو ورجاءُ نٿو ڪيو وڃي. ايم - اين - راءِجي شخصيت جو هڪ فوري اثر سائين جويي صاحب تي اهو بہ ٿيو، جو Save Sindh ڪتاب ۾ پاڻ اُهي بنيادي رهنما اُصول

شامل ڪيائون جيڪي راءِ "ماڻهن جو لوڪ راڄ" (People's Democracy) نالي سان لکيل هندستان جي سياسي آئين جي مسودي ۾ ڪم آندا هئا.

مشهور ڏاهو پي - ڪي - شَهاڻي اڪثر چوندو هو تہ جويو صاحب پنهنجي همعصر ڏاهن ۽ سياستدانن کان سوچ ۾ 25 سال اڳيرو آهي. آءُ سرڳ واسي شَهاڻي صاحب جي ان ڳالهہ ۾ ٿوري ترميم ڪندي چوان ٿو تہ جويو صاحب انهيءَ کان گهڻو اڳيرو هو. چاليهن واري ڏهاڪي ۾ ايم - اين - راءِ انقلابي انسان دوستيءَ (Radical Humanism) جو نظريو ڏنو. سائين جويي صاحب نہ فقطاُهو قبول ڪيو، پر پوءِ هتي سنڌ ۾ هُو اُن جو وڏي ۾ وڏو حامي ۽ پرچارڪ بہ بڻيو. تن ڏينهن ۾ سنڌ ۾ ڪيترن ئي عقل جي اڪابرن کي ان نظريي ۽ اُن جي مفهوم جي، علمي طور، خبر نہ هئي. راءِ جيئن تہ بنيادي طَرح هڪ مارڪسسٽ ۽ ڪميونسٽ هو، تنهن پاران اِن نئين نظريي پيش ڪرڻ تي سوويت يونين ۾ سندس باز پُرس ٿي ۽ هندستان ۾ ڪميونسٽن کي پس پرده اها هدايت ڪئي ويئي تہ اُهي راءِ ۽ اُن جي نظريي کان پريرا رهن. دراصل سوويَت يونين مشرق جي هِن فڪر کان خائف ٿي چڪو هو. اڳتي هلي وقت ثابت ڪيو تہ راءِ درست هو ۽ سوويت يونين اڳتي هلي سندس اهو انقلابي انسان دوستيءَ وارو فڪر يا نظريو قبول ڪندي، ڪميونسٽ پارٽيءَ جي نظرياتي پاليسيءَ جو جُز بنايو.

رسول بخش پليجو پنهنجي جيل جي ڊائري "ڪوٺ لکپت جو قيدي" ۾ سائين جويي صاحب جو ذڪر ڪندي لکي ٿو: "...... هو بين کان گهڻ طرفو، گهڻ ڄاڻو ۽ گهڻ ڳڻو هو...... هُن جي سوچ جي دنيا اُن کان وڏيڪ ڪشادي، وڏيڪ پراسرار، وڏيڪ دلڪش ۽ نرالي ٿي لڳي. هُن جيڪي ڳالهيون ٿي ڪيون سي اسان مان ڪنهن جي خواب خيال ۾ بہ ڪونہ هيون......

"ڪاجا آندي ڪيچئين وٹڪاران وائي،
سُتي مون سائي، نيڻين ننڊ وِهُ ٿي."

شاهہ

محترم پليجو صاحب اڳتي لکي ٿو: " ائين ٿي لڳو تہ هي ڪنهن ٻئي پار جو مسافر آهي. اسان کي، اسان جي ملڪ کي، دنيا جي سمورن ماڻهن کي اوڏانهن وني وڃڻ ٿو چاهي. هندو ۽ مسلم جهيڙن کان اڳتي، وڏيرن، پيرن، سيدن جي راڄ کان اڳتي، اُن وقت جي سياستدانن سر غلام حسين، جي - ايم - سيد، کُهڙي ۽ سر عبدالله هارون، نواب بهادر يار جنگ، جناح، نهروءَ ۽ گانڌيءَ جي دنيا کان اڳتي........"

هُن ڪيڏانهن اڳتي وڌي وڃڻ تي چاهيو ۽ سندس ڏور رس نگاهه ڪٿي ڪمند تي هنيا!؟

گوربا چوف پرسترائيڪا ۾ لکي ٿو:

” بهترين ۽ اعليٰ انساني ذهن ۽ ايماندار ماڻهو، انساني سَڀيتا جي باري ۾ سوچين ٿا ۽ اُن جي حال ۽ آئندي جي باري ۾ ڳڻتي محسوس ڪن ٿا. اُهي پنهنجي اهليت، علم، صلاحيت، حاصلات ۽ جذباتي سگهه سيڙائي، هن دنيا کي وڌيڪ محفوظ بڻائڻ چاهين ٿا. هُو هڪ بهتر ۽ وڌيڪ انصاف تي ٻڌل دنيا جوڙڻ گهرن ٿا. پنهنجي حڪمت عمليءَ کي نئينءَ سوچ جي بنياد تي قائم رکندي، پاڻ کي رڳو انهن خيالن تائين محدود نہ رکندا آهن، جن جا عام ماڻهو عادي بنجي چڪا هوندا آهن.......“

سائين جويو صاحب پنهنجي لازوال تصنيف، ”شاهه - سچل - سامي“ ۾ لکن ٿا: ” اهي مها پرش ۽ اعليٰ انساني ذهن پنهنجي پنهنجي دور جا باغي بہ هوندا آهن. هُو پنهنجي دور جي مُروج ۽ تسليم ٿيل سرشتي ........ جو جز بنجڻ بدران پنهنجي ذات ۾ هڪ نئون ۽ انوکو ڪردار تي سامائبا آهن...... اهڙا..... عظيم شخص پنهنجي سماج ۾ نئين انسان طور ابرندا آهن — ۽ اُن ۾ نئين انسانَ جي پيدا ڪرڻ جا داعي هوندا آهن. ۽ ائين اُن ۾ نئون ساهه ۽ تازگي آڻڻ چاهيندا آهن. هُو ذاتي مفاد کي ڇڏي، عام مفاد لاءِ لڇندا آهن، پاڻ کان هٽي بين لاءِ جيئندا آهن — سڄي سماج لاءِ، وسيع ۽ عام خلق جي نئين زندگيءَ لاءَ ....“

سائين جويو صاحب سنڌي سماج ۾ اهڙي هڪ ”نئين انسان“ طور اُڀريو. هُن چاتو ٿي تہ هن ڌرتيءَ تي سُرڳ ناهڻ ۽ اُتي سچ، سونهن ۽ چڱائيءَ (سَتيم - شوَم - سُندرم) جون صفتون قائم ڪرڻ ئي ڪنهن انسان جو آدرشي رول ٿي سگهيو ٿي. هُن اِن آدرش جي پورڻتا ۾ ئي ماڻهوءَ جو اوچي کان اوچو شانُ ۽ ڪاميابي سمجهي ٿي. اِن اوچي آدرش ۽ اُتم ڪان اُتم پَد جا سرچشما ڪهڙا هئا، اچو تہ سندس پنهنجي ئي زباني ڪائنس ٻڌون:

”اسان جي اسڪولي ڏينهن ۾، ........ انگلنڊ جي تاريخ پاڙهبي هئي. تاريخ جي سلسلي ۾ اسان کي يورپ ۽ آمريڪا جي تاريخ، خاص طرح اٽليءَ، آئرلنڊ، جرمنيءَ، يونائيٽيڊ اسٽيٽس آف آمريڪا ۽ فرانس جي تاريخ جا اهي واقعا مثلن روشن خيالي (Enlightenment)، نئين جاڳرتا (Renaissance)، احتجاجيت (Protestantism) اصلاح مذهب (Reformation) ۽ آئرلنڊ جي

جدوجهد آزادي، آمريڪا جي جنگ آزادي ۽ فرينچ انقلاب - جيتريقدر انهن جو انگلنڊ جي تاريخ سان واسطو هو - ۽ خود انگلنڊ جي تاريخ جون وڏيون وڏيون ڳالهيون مثلن 1215ع جو بادشاهه "جان" کان حاصل ڪيل شخصي، انفرادي ۽ سياسي آزادين جو وڏو پروانو (Magna Charta) ۽ پوءِ پارليامينٽ جي بنيادي جمهوري اداري جي اوسر جي ڳالهه. فيوڊلزم (جهن کي نوابيت يا جاگيرداري چئي سگهجي ٿو. ۽ سنڌ جي حوالي سان مان "وڏيرا شاهي" سڏيان ٿو)، ۽ مرڪنٽلزم (تجارتڪاري)، ۽ ان کان پوءِ انڊسٽريلزم (صنعتڪاري) ۽ انگريز قوم جي عالمي حڪمرانيءَ جا ڪارناما ۽ سندن علم ۽ ادب ۽ فن جون ڳالهيون، ۽ انهن سڀني ۾ ماڻهوءَ ۽ ماڻهن جي پنهنجي ڪردار، محنت ۽ حوصلي جي سوال ۽ سندن وڏنڌڙ اجتماعي ۽ جمهوري شعور جون ڳالهيون - اهي سڀ اسان جا استاد ڏاڍي هيج ۽ ڏيان سان اسان کي پاڙهيندا ٻڌائيندا ۽ سمجهائيندا هئا. ڏاڍيون ڪي بنيادي ڳالهيون ۽ قدر انهن واقعن ۽ احوالن سان اسان جي آڏو ايندا هئا ۽ روشن ٿيندا هئا. آسماني علم جون ڳالهيون ۽ زميني علم جون ڳالهيون، خدائي اختيار جون ڳالهيون ۽ انساني اختيار جون ڳالهيون، آزاديءَ ۽ ذميداريءَ جون، حقن ۽ فرضن جون ڳالهيون ۽ هيڪلي جيءَ جي چڱائيءَ جون ۽ سڀني جي گڏيل چڱائيءَ جون ڳالهيون. پورهئي ۽ اپت ۽ انهن جي ورهاست ۽ کپت جون ڳالهيون، قومن جي عروج ۽ زوال جون، غلاميءَ ۽ آزديءَ جون ڳالهيون وغيره وغيره ۽ انهن سڀني ڳالهين جا بنيادي قدر - انساني قدر، جمهوري قدر - اسان جي ذهن جي آڏو اڀرندا هئا ۽ نروار ٿيندا هئا. اسين پنهنجي تاريخ جون ڳالهيون ۽ واقعا هيٺين درجن ۾ پڙهڻ کانپوءِ مٿين درجن ۾ ٻيهر پڙهندا ٿي رهياسين. اسان مان جن جن جو، جيڪو جيڪو، پنهنجي پنهنجي سماجي حالتن ۽ پس منظر جو ذاتي تجربو هو، ان جي روشنيءَ ۾ اسين هن سڄيءَ سکيا مان پنهنجا پنهنجا سبق وٺندا ۽ سکندا ٿي رهياسين.

"منهنجو پنهنجي سر هن سڄيءَ تربيتي اوسر ۽ هن سڄي تعليمي عمل جي دوران ذهني لاڙو هردم انهيءَ پاسي ڏانهن هوندو هو تہ هنن سمورين ڳالهين، هن سڄيءَ ڄاڻ، هنن سڀني قدرن ۽ فڪري ماڻن جو اسان جي پنهنجي تجربي ۾ آيل ڏک سور سان ۽ اسان جن پنهنجن مسئلن سان ڪهڙو لاڳاپو ٿي سگهيو ٿي ۽ اهي اسان لاءِ اُن سڄي دک جي لهڻ ۽ انهن مسئلن جي دفعي ٿيڻ ۾ ڪيئن ٿي ڪم اچي سگهيا....

"تہ مون پنهنجا اهي ڏک سور ۽ مسئلا ڏناتي ۽ اهي مون کي يورپ جي ان وچين اونداهي دور جي ڏکن سورن ۽ مسئلن جهڙا ئي لڳا ٿي. بلڪ هاڻي

بہ مون کي ائين ئي تو لڳي. رڳو مڪينن ۽ مڪان پٽي جو فرق آهي. بهرحال، يورپ جي سَو ڳالهين جي هڪ ڳالهہ. جا اسان جي حالتن سان، منهنجي نديڻ ۾ مون کي توڙي اڄ بہ مون کي پوري پوري نهڪندڙ لڳي تي سا آهي ان جي فرينچ انقلاب جي ڳالهہ. فرينچ انقلاب فرانس جي ۽ ان سان گڏ يورپ جي فيوڊلزم (نوابيت، جاگيرداريت) جي عمارت کي ڊانو، ۽ ان جي تاريڪ خياليءَ، آمريت ۽ اڻ برابريءَ کي ختم ڪرڻ جي دعوا ڪئي ۽ ان جي جاءِ تي آزادي (Liberty)، ڀائپي (Fraternity) ۽ برابري (Equaltiy) جا وڏي واڪ نعرا هنيا.

”......اسان سنڌ جي جيڪا واحد دنيوي تڪليف. هڪڙي ۽ هڪڙي بيمارين جي بيماري ڏني آهي، سا آهي ان جي ”وڏيرا شاهي“. جنهن ۾ ان جي سڄي انساني خلق بلڪ چوپائي مخلوق بہ ۽ ان جي سڄي ڌرتي ورتل آهي، ويندي ان جا خود وڏيرا بہ. اها اسان جي سنڌ جي ڳچيءَ کان جهليو ۽ گهٽيو بيٺي آهي. ان کي ساهہ کڻڻ نہ ٿي ڏئي.... هيءَ ”وڏيرا شاهي“. ڇاڪاڻ تہ انفرادي ۽ گروهي مفادن جي پاسبانيءَ جي چڪر ۾ ورتل آهي، انهيءَ ڪري ان جا قدر بہ انفرادي ۽ گروهي آهن - قدامت پسند، رجعت پرست، اقتدار دوست ۽ انقلاب دشمن. ۽ انهن جو اجتماعي قدرن - جدت پسند، ترقي مائل، اقتدار دشمن ۽ انقلاب دوست قدرن - سان ٽڪر لازمي آهي ۽ اٽل آهي، ۽ ان معرڪي ۾ اجتماعي قدرن جي سوڀ سان ئي مظلوم سنڌ جي مجبور ۽ محروم عام خلق پنهنجي ڇوٽڪاري ۽ بهتر زندگيءَ جا امڪان وابستہ ڏسي سگهي ٿي. جنهن محروم، مجبور ۽ مظلوم عام خلق سان ئي منهنجي پنهنجي ڄمڻ مرڻ جو واسطو رهيو آهي. هيءُ ازلي اَنگ آهي، جيڪو هر غير تمند، خوددار ۽ باعزت ماڻهوءَ کي نباهڻو پوي ٿو - ڪنهن کي ڪيئن، ڪنهن کي ڪيئن.

” سنڌي سماج، جيڪو گهڻي قدر هڪ زرعي سماج آهي، هڪ ڳالهئين محڪوم سماج آهي - هڪ ڪرندڙ وڏيرا شاهي، يڪ پيروشاهوڪار شاهي، بينڪي سماج - جنهن ۾... وڏيرا شاهي، پنهنجي عمر ڪايو، پنهنجي ئي ماڻهن جي خوف ۾ ۽ انهن کان پاڻ بچائڻ لاءِ، هر ڏاڍي، اندرئين توڙي ٻاهرئين، جي پيرن ۾ پناهہ وٺي ويٺي آهي ۽ ڪنهن نہ ڪنهن اهڙي ڏاڍي جي شَهہ تي پنهنجن ماڻهن تي سدائين الريو بيٺي آهي، ۽ انهن کي قبيلن ۾، ذاتين، ۽ دين ڌرم جي فرقن ۽ ويڇن ۾ ورهايو ۽ ويڙهايو، پست خيال، بي حس ۽ پنهنجي وجود جي قدر ۽ وزن کان بيخبر رکيو ويٺي آهي. تاريڪ خيالي آهي، جا سڄي عوام جي مغز کي دونهاٽيو ۽ ٻوساٽيو بيٺي آهي، بلڪ اسان جا علماءَ

ڪرام ۽ مشائخ عظام، يورپ جي ان انڌاهي دور جي مسيحي ڪليسا وانگر، پاڻ ٿي وڏا وڏيرا بڻيا... ميدان ۾ بيٺا آهن... اسين اهڙي سماج مان مطمئن نہ آهيون، اسين ان ۾ تبديل ڏسڻ چاهيون ٿا. اسان کي، اسان جي سماج کي، ان تبديل لاءِ ڇا جي ضرورت هئي، ۽ اڄ بہ آهي؟ رنيزانس جي، ربووليوشن جي - روشن خياليءَ جي، نئين جيوت جي امنگ جي، وڏي ڪنهن اعتراض ۽ وڏي ڪنهن احتجاج جي، ۽ انقلاب جي.

"سوال آهي تہ ڪهڙو انقلاب؟ اهو انقلاب جيڪو اسان جي هن ڏيهي قسم جي فيوڊلزم کي، هن وڏيرپ کي، هن وڏيرا شاهيءَ جي نظام کي ختم ڪري - ان جي جڙ، ٿڙ، ڏارن، ٽارين ۽ پنن سوڌو. اهو انقلاب جنهن مان اسان کي اسان جي قومي يڪجهتي ۽ قومي وقار ملي ۽ پورهيتن جو لوڪ راڄ ملي.

"..... اسين پنهنجو اجتماعي مستقبل سنوارڻ گهرون ٿا، پنهنجيءَ جيوت ۾ جوت آڻڻ گهرون ٿا. پنهنجي ڏکويل ۽ ڏتڙيل عوام لاءِ ۽ پنهنجي ايندڙ نسلن لاءِ، هن ڌرتيءَ تي جنت اڏڻ چاهيون ٿا......

"..... زندگيءَ سان منهنجي جا Commitment آهي، سر سيتائي آهي - سنڌ جي حوالي سان اجتماعيت ۾ جيڪا زندگي آهي ان سان Commitment تہ ان ۾ پورهيت جو لوڪ راڄ قائم ٿئي، جنهن ۾ ان جا لازمي توسيعي قدر - آزادي، اخوت ۽ مساوات - عمل ۾ هجن: سنڌ جي ڌرتيءَ تي اهڙي بهشت جي قائم ڪرڻ لاءِ روشن خياليءَ، احتجاج ۽ جدوجهد وسيلي، پورهيتن جو جمهوري انقلاب اَٿجي. سنڌ ۽ سنڌي سماج جي اها فوري ضرورت آهي. گهرج آهي، تقاضا آهي - مون کان، توهان کان، اسان سڀني کان: سنڌ ۽ سنڌي سماج جو اهو سڏ وقت جو سڏ آهي ۽ اهو اوهان ۽ اسان سڀني کي پرٿو آهي - ڇو تہ ان ۾ ئي اسان جي زندگي آهي."

اسان جو سڄاڻ سڄڻ، اسان سڀني کي اهو وقت جو سڏ، زندگيءَ جو سڏ، مستقبل جي سنڌ لاءِ عمل ۽ جدوجهد جو سڏ، ڏيئي رهيو آهي. جويو صاحب هڪ ارڏو ۽ آدرشي انسان آهي. مستقبل جي سنڌ، سندس خوابن جي سنڌ، هن ڌرتيءَ تي هتي سرڳ نما سنڌ بابت سندس ويچارن جو جائزو وٺڻ کان پوءِ اسين اهو ڏسنداسين تہ هن پاڻ ان عظيم مقصد جي حاصلات لاءِ ڪهڙي جدوجهد ڪئي آهي، ڪهڙي راهہ ۽ ڪهرو لائحہ عمل اختيار ڪيو آهي.

سائين محمد ابراهيم جويو صاحب سنڌ ۾ "نئين جاڳرتا" جو وڏي ۾ وڏو حامي ۽ پرچارڪ رهيو آهي - مستقبل جي سنڌ بابت تہ ان ۾ پورهيتن جو

لوڪ راڄ قائم ٿئي. جنهن ۾ ان جا لازمي توسيعي قدر - آزادي، اخوت ۽ مساوات- عمل ۾ هجن. اهي ويچار "فرينچ انقلاب" جا ماخذ آهن. سائين جويي صاح جي ذهني ۽ فڪري اوسر ۾ انهن ٻن لقائن جو وڏو عمل دخل رهيو آهي.

رنيزانس يورپ جي دماغ کي ڪيترن ئي زنجيرن کان آزاد ڪرائي ڇڏيو هو، جن ۾ اهو جڪڙيل هو. ۽ ڪيترن ئي انهن ذهني بتن کي ٽوڙي پورا پورا ڪري ڇڏيو هو، جن جي ڪڏهن پوڄا ڪئي ويندي هئي. سائين جويي صاحب کي اها ٻـ خبر آهي تـ اها نئين جاڳرتا جي ئي تحريڪ هئي جنهن جي نتيجي ۾ انسان جي عزت ۽ وقار وڌيو ۽ هو نهايت ئي احترام جوڳو ۽ عظيم سمجهيو وڃڻ لڳو. اهو سڄو ڪرشمو ۽ ڪارنامو پندرهين ۽ سورهين صديءَ جي اديبن جي مسلسل جاکوڙ جو نتيجو هو. جن انساني ترقيءَ جي پنڌ پيچرن ۽ پيـل سيني وڏين رڪاوٽن کي ختم ڪري، فرينچ انقلاب لاءِ ماحول ساز ڳار بنايو. سائين جويي صاحب جي ڏور رس نگاهـ انهيءَ سڄي جدوجهد ۾ ان جي ثمرات تي پيئي ۽ هن سنڌ ۾ عمل جي لاءِ ان ئي واٽ جي چونڊ ڪئي ۽ مختلف محاذن تان هڪ اڻٿڪ ۽ آورچ جدوجهد جو آغاز ڪيائين. هن پنهنجي ڏتڙيل، پيڙيل، ۽ مظلوم قوم جي پروقار آجپي لاءِ جديد فڪر ۽ خيالن جي هٿيار سان ليس هڪ نئين پيڙهي تيار ڪرڻ جي سلسلي ۾ جاکوڙ ڪئي. هو پنهنجي ان مشَن ۾ ايڏو تـ ڪامياب ٿيو، جو "انسان ساز ادارو" ۽ "انسان تراش انسان" جهڙا لقب سندس سڃاڻپ بڻجي ويا.

ائين بـ چيو ويو تـ "يونان جي افلاطون هڪ ارسطو پيدا ڪيو. پر اسان جو افلاطون (سائين جويو صاحب) هڪ پيڙهي تيار ڪرڻ جي ڪوشش ۾ رڌل آهي. اياز، رسول بخش پليجو ۽ سراج ميمڻ ۽ ٻيا ان پيڙهيءَ جي پهرين نمايان ڪردارن مان آهن.

ٻيو سڀ کان وڏو ڪارنامو جيڪو سائين جويي صاحب سرانجام ڏنو، سو هو سڄيءَ دنيا جي چونڊ ڏاهن جي شاهڪار ۽ انقلابي ڪتابن، مضمونن، ڊرامن، شاعريءَ، مطلب تـ هر انهيءَ امر حرف، هر انهيءَ امر لفظ جو، جنهن سان سنڌي ادب ۾ سنڌي ماڻهوءَ لاءِ اعليٰ ارادي ۽ اڏول حوصلي جي پيغام جو اضافو ٿئي، ۽ سنڌ جي ماڻهن ۽ سنڌي زبان کي پنهنجي ذهني سفر ۾ ٻـ قدم اڳتي آڻي سگهي، تنهن جا، تن جا، سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجما ڪرايا يا ڪرائڻ جو امنگ آڇيائين ۽ ڏس ڏنائين، ۽ ان لاءِ عالم انسانيءَ جا چا چا نـ ماڻهو سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ ۾ متعارف ڪرايائين.

ايم.اين. راءِ، لينن، ٽراٽسڪي، ٽالسٽاءِ، هينري جارج، ٽامس اليَٽ، ٿوريو، رسيل،والٽيئر، روسو، پليو ٽارچ، پاٽلوفراري، جارج پوليزر، اينڊ بلاٽن، برٽالٽ بريخت، هاورڊ موئر، اسٽيفن زويگ، رومان رولان، لارڊ بائرن، شيلي، برناردشا، ٿامر پين، ايمل ايرڪمئن ۽ اليگزاندر چيٽريان، نٽشي، پرنس ڪروپاٽڪن، البرٽ ڪامو، ڪهڙا نالا ڳڻي ڪهڙا ڳڻجن ۽ ڪهڙا نه ڳڻجن!

جهڙيءَ ريت فرانس ۾ والٽيئر هر زورآوريءَ ڏاڍ ۽ جبر خلاف هڪ زبردست احتجاج ٻڌجي اپريو ۽ پنهنجي قلم مان نڪتل ڪتابچن، رسالن ۽ پڙن جي اشاعت سان چوڌرف هڪ طوفان برپا ڪري ڏنو هو، تهڙيءَ ريت هتي اسان وٽ سنڌ ۾ سائين جويي صاحب سنڌ ۽ سنڌي قوم خلاف ٿيندڙ هر سازش، ويساهه گهاتيءَ، بي انصافيءَ، ڏاڍ ۽ جبر خلاف احتجاج جو آواز بلند ڪيو ۽ هر اهڙي موقعي تي ڪتاب، چوپڙيون، پترا ڇپرائي، پنهنجي عوام کي بيدار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

آءٌ نسوري آڳ، چرڪان، چرڪان سچ جيئن
ڏات ترارين ترورا، روميون رت جون راڳ
مانجهاندي جا ماڳ، لرزن منهنجيءَ لونءَ ۾

وڏم ڏکن ڏاڻ، سک نه سنبران سپرين،
سوچي هن سماج تي، ڪڏي جيئون جاڻ
ڏاهي ڪيون ڏير هي، بي معنيٰ ماناڻ
سچڻ اڄ مون ساڻ، ته اٿڪون اڄ انياءَ سان.

(اياز)

للڪار هئي والٽيئر جي قلم جي، آزاديءَ لاءِ لوچ ۽ پڪار هئي روسو جي قلم جي، مقصديت هئي ڪاموءَ جي قلم جي، احتجاجيت هئي ٿامر پين جي لکڻين جي، بغاوت هئي ٿوريو جي تحريرن جي، امنگ هئي خودشناسيءَ جي انتهائن تي پهچندڙ نٽشي جي. سنڌس تحريرن ۾ ڪٿي به شوپنهاور جي ياسيت يا قنوطيت جي جهلڪ نظر نه ايندي. هو باغي آهي پُرندڙ، ڪرندڙ ۽ مدي خارج وڏيرڪي نظام جو. هن پنهنجي اتساهه ڏياريندڙ لکڻين وسيلي جهالت، غفلت جي اگهور ننڊ ۾ ستل قوم کي بيدار ڪرڻ جا جتن ڪيا. خليل جبران چيو هو:

”هو مونکي چون ٿا:

جي تون ڪو غلام ستل ڏسين تہ ان کي نہ جاڳاءِ،

ممڪن آهي تہ هو آزاديءَ جو ڪو سپنو ڏسندو هجي!

آءٌ انهن کي چوان ٿو:

جي اوهين ڪو غلام ستل ڏسو، تہ ان کي جاڳايو،

۽ هن کي آزاديءَ جي ڳالهہ ٻڌايو!“

سائين جويو صاحب قلم جي سگهہ کان چڱيءَ ريت باخبر آهي. تنهنڪري هن ان کي پر اثر نموني استعمال ڪري، اجهاٽل ۽ ڪومائل دلين ۾ زندگيءَ جي حرارت پيدا ڪئي، بي رنگ زندگين ۾ اندلٺ جا سدا سهڻا رنگ پريا، مايوسين جي ڏٻڻ ۾ قاتل قوم لاءِ آس جون ڏياتيون روشن ڪيون. هن موت جا مرثيا پڙهندڙن کي زندگيءَ جي ساز تي رقص ڪرڻ جا ڏس ڏنا. جياپي ۽ آجپي جا امنگ، اتساهہ ۽ ولولا پيدا ڪري کين اڳتي وڌڻ ۽ ترقي ڪرڻ جا گس ۽ پيچرا ڏسيا. هن سنڌي قوم کي هڪ روشن خيال ۽ ترقي ڪندڙ قوم ۾ تبديل ڪري دنيا جي باوقار حوصلہ مند قومن جي صفن ۾ بيهارڻ جي ڪوشش ۽ جدوجهد ڪئي، جنهن جي نتيجي ۾ ڪشمور کان ڪارونجهر تائين، سنڌ جي هر ڳوٺ، هر شهر، هر وستيءَ، هر واهڻ ۾ انقلاب جا گيت ڳائجندي ٻڌا ويا.

”انقلاب! انقلاب! ڳاءِ انقلاب!

جيئن زمين آسمان،

جي ڪلي پئي زبان

ڪنڊ ڪنڊ، چوئنڪ چوئنڪ

شهر شهر، ڳوٺ ڳوٺ

جيئن ڏئي اتي جواب، انقلاب!...

(اياز)

سنڌ ۾ ڪيترائي اديب، دانشور، ڏاها ۽ عقل جا اڪابر موجود آهن پر سائين جويي صاحب جي شخصيت انهن سيني ۾ ائين آهي جيئن آڪاس منڊل جي وشال وسعتن ۾ ٽمڪندڙ بي انت تارن ۾ ڌرُو تاري جي آهي، جيڪو پنڌڪندڙن ۽ منزل جي ڳولائو متوالن کي سندن ماڳ ۽ دڳ جا ڏس ڏيندو آهي. آجپي جي آرزومندن لاءِ هو ائين اتساهيندڙ آهي جيئن آمريڪين لاءِ سندن

”آزاديءَ جو مجسمو“. نون ساهت پريمين لاءِ اها چڪ رکي ٿو جيڪا ان راهہ جي پانڌيئڙن لاءِ سرسوتيءَ جي مندر لاءِ هوندي آهي. اسان جي شاندار ۽ لازوال سڀيتا ۽ ان جي اعليٰ ثقافتي روايتن ۽ اسان جي منڙي سداچار مادري ٻوليءَ جو ائين محافظ آهي جيئن چين جي عظيم پت. هو پنهنجي ڪردار ۽ عمل ۾ اها عظمت رکي ٿو جيئن مهان، ناقابل شڪست، ۽ اوچو ڳاٽ رکندڙ هماليہ.

سائين محمد ابراهيم جويي صاحب جي هيءَ پيشڪش ”ڳالهيون ڪتابن جون، ٻيو ڀاڱو“، دراصل سندن چونڊ لکڻين جي پنجن جلدن تي ٻڌل ”هوءَ جا تمڪي باهڙي“ سلسلي جو چوٿون جلد آهي. هن رٿا تحت اهو طئي ڪيو ويو هو تہ سندن سيني چونڊ سنڌي لکڻين کي گڏ ڪري، مرحليوار ڪتابي صورت ۾ ڇپائي، سنڌي عوام آڏو آندو ويندو. ان رٿا جي ترتيب هن ريت هئي:

جلد پهريون: ”هوءَ جا تمڪي باهڙي“.

هن جلد ۾ مضمون ۽ ترجما شامل ڪيا ويا هئا جيڪي سائين جويي صاحب 1947ع کان 1993ع تائين واري عرصي دوران لکيا هئا. هيءُ ڪتاب نئين سنڌ اڪيڊمي، ڪراچيءَ، 1995ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو هو. هيءُ ڪتاب 410 صفحن تي مشتمل هو.

جلد ٻيو: ”ادب _ ٻولي _ تعليم“.

هيءُ جلد پنجن ڀاڱن تي مشتمل هو. ادب، ٻوليءَ ۽ تعيلم جهڙن موضوعن تي سائين جويي صاحب جي تحريرن جو مجموعو، 543 صفحن جو هيءُ ڪتاب، سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت، حيدرآباد، پاران 1998 ۾ پڌريو ڪيو ويو.

جلد ٽيون: ڳالهيون ڪتابن جون (پهريون ڀاڱو).

335 صفحن تي مشتمل هيءُ ڪتاب سن 2000ع ۾ سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت، حيدرآباد پاران ڇپايو ويو، ۽ ان جو هيءُ ٻيو ڀاڱو سلسلي جي چوٿين جلد جي صورت ۾، اوهان جي هٿن ۾ آهي جيڪو پڻ سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت، حيدرآباد، پاران پيش ٿي رهيو آهي.

جلد پنجون: ”منهنجا بزرگ، منهنجا دوست، منهنجا ساٿي.“

هيءُ ڪتاب ترتيب جي مرحلي ۾ آهي ۽ اميد تہ سگهوئي اوهان جي قدردان نظرن جي زينت بڻبو.

متي ذڪر ڪيل ڇپيل فڪر انگيز ۽ مايہ دار ڪتاب، پڙهندڙن جي دلين کي گرمائيندڙ لکڻين طور، پنهنجي علمي، ادبي، فڪري اهميت افاديت سبب سنڌ جي سيني سنجيده حلقن ۾ بيحد پسند ڪيا ويا.

زير نظر هيءُ ڪتاب "ڳالهيون ڪتابن جون _ ٻيو ڀاڱو" پنهنجي ۽ شيخ اياز جي ڪتابن کان سواءِ، انهن سنڌي لکيتن جو مجموعو آهي، جيڪي سائين جويي صاحب، ٻين ليکڪن ۽ شاعرن جي ڪتابن لاءِ لکيون. ڪتاب جي هِن ڀاڱي ۾ پروفيسر اسٽئنلي وولپرٽ جي انگريزي ڪتاب (Zulfi Bhutto of Paksitan) جي هڪ باب جي ترجمي کان علاوه مختلف اديبن، شاعرن، ناول نويسن، سياسي ڪارڪنن ۽ اڳواڻن پاران مختلف موضوعن تي لکيل ڪتابن جا مهاڳ، پيش لفظ، تعارف ۽ "ٻہ ٻہ اکر" شامل ڪيا ويا آهن. هن ڪتاب ۾ شاعريءَ جي صنف جي مختلف موضوعن تي 12 ڪتاب، ۽ نثر جي مختلف صنفن تي لکيل ڪتاب جهڙوڪ: افسانو، ناول، ناولٽ، ناٽڪ، ادبي تنقيد، آپ بيتي، آتم ڪهاڻي، لوڪ ادب وغيره کان علاوه برڪت علي "آزاد" پاران پرنس ڪروپاتڪن جي ڪتاب جو ترجمو "نوجوانن ڏانهن"، بنگالي ليکڪا ڪلپنا دت جي ڪتاب جو سنڌيءَ ۾ ترجمو "چٽا گانگ جا عظيم انقلابي"، امان شيخ پاران ترجمو ڪيل ايم.اين.راءِ جو ڪتاب "انقلابن جي تاريخ"، ۽ ويهين صديءَ جي چاليهن واري ڏهاڪي ۾ ڇپجندڙ روزانہ اخبار، "الوحيد" جي خاص اشاعت "آزاد سنڌ نمبر" جي ٻيهر ڇپائيءَ جهڙا ڪتاب شامل آهن. ان ريت هيءُ ڪتاب پنهنجي نوع جو هڪ منفرد، دلڪش ۽ مختلف موضوعن تي لکيل سنڌ اندر ۽ سنڌ کان ٻاهر جي دنيا جي ليکڪن، عالمن ۽ اڪابرن جي قلمي ڪاوشن جي تعارف جي هڪ دلچسپ، خوبصورت ۽ رنگبرنگي پيشڪش آهي، ۽ مون کي اها پڻ پڪ آهي تہ انهن اصلوڪن ڪتابن مان گهڻن لکڻ، سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرائڻ يا ڇپائڻ جو، محرڪ پڻ سائين جويو صاحب پاڻ ۽ سندس ذوق ئي هئا. جو تہ اسان سيني کي خبر آهي تہ پاڻ ان دائري ۾ ڪيترا نہ سرگرم رهيا آهن. سراج هڪ هنڌ لکيو آهي تہ: "... ڪيس (سائين جويي صاحب کي) اهو احساس ٿيندو هو تہ سندن ڪن دوستن ۾ لکڻ جي صلاحيت آهي ۽ محض سازگار مهل ميسر نہ اچڻ سبب ئي نٿا لکن تنهنڪري انهن سان حجت ڪري ڪانئن لکائيندو يا ڪتاب ترجما ڪرائيندو هو. ڳالهين ڳالهين ۾ اهري تہ حجت ڪري وجهندو جنهن کي ٽارڻ ڏاڍو ڏکيو ٿي ويندو هو... سندس رغبت ڏيارڻ جو انداز اهڙو تہ دل لڀائيندڙ هوندو آهي، جو ماڻهو سوچيندو تہ هن کي جواب ڏيڻ سان هن جي دل ٽٽي پوندي..."

مهاڳ جي صنف تي سنڌي ادب ۾ سائين جويي صاحب کان متي ڪو ٻيو عالم مون کي نٿو سجهي. اهو جويو صاحب ئي آهي. جنهن پنهنجي پر مغز تحريرن وسيلي مهاڳ جي صنف کي سنڌي ادب ۾ ڪامعنيٰ ڏني. پاڻ ان صنف کي محض هڪ نلهي روايت طور نہ پر عالمانہ فن ۽ ڏانوَ طور سجاتائون. ۽ جن بہ ڪتابن لاءِ مهاڳ لکيائون انهن ۾ شامل مواد کي پنهنجي تنقيدي مطالعي، تجربي، ۽ علمي سوچ جي بنيادن تي پرکي، ڇنڊي ڇاڻي، انهن جي، فڪري ۽ سماجي پهلوئن تي نوس دليلن سان تفصيلي بحث ڪري، اهڙا تہ پرمغز مهاڳ لکيائون جو ليکڪن جي فن ۽ فڪر کي سندن ڪمال جي لائق بلندين تي پهچائي ڇڏيائون. ڪتابن تي سندن لکيل مهاڳ انهيءَ ڪسوٽيءَ جي روشنيءَ ۾ بہ پرکي سگهجن ٿا.

هن ڪتاب جي مطالعي ۾ ڪل 38 ڪتاب شامل ٿيل آهن. هتي آءٌ انهن مان چند ۽ چونڊ ڪتابن تي پنهنجي راءِ پيش ڪندس.

”زير نظر پيشڪش ۾ شامل والٽيئر جي ناول ”ڪئنڊيڊ“ جي سنڌي ترجمي لاءِ سائين جويي صاحب 28 صفحن تي پکڙيل هڪ طويل ۽ جامع مهاڳ لکيو آهي، تنهنڪري ان تي مزيد پاڻان ڪا ٽيڪاٽپڻي ڪرڻ منهنجي لاءِ ائين ٿيندو جيئن چئبو آهي تہ ”سج کي ڏيئو ڏسڻ“. البت هتي آءٌ والٽيئر ۽ سائين جويي صاحب جي زندگين، جدوجهد، فڪر ۽ ڪم بابت هڪ محاصل جائزو لائق پڙهندڙن جي خدمت ۾ پيش ڪندس، جيڪو اميد تہ سندن دلچسپيءَ جو ڪارڻ ثابت ٿيندو. اهو حسن اتفاق ئي چئجي جو والٽيئر ۽ سائين محمد ابراهيم جويي صاحب جي شخصيتن، جدوجهد ۽ فڪر ۾ ڪافي هڪجهڙايون موجود آهن. ٻئي ڄڻا ننڍپڻ کان ئي ماءُ جهڙي مهربان هستيءَ جي ممتا ۽ شفقت کان محروم رهيا. والٽيئر لاءِ تہ ماءُ جو هڪ ئي ڏک هو تہ اها ڪيس جنم ڏيندي ئي گذاري ويئي پر جويي صاحب جو ڏک تہ ٻنهہ پيڙادائڪ ڏک هو. پاڻ جڏهن اڃا اڍائي سالن جا مس هئا تہ سندن والد جي اوچتي وفات کان پوءِ سندن امڙ زوريءَ نڪاحجي، ٻئي هڪ گهر اماڻي ويئي، جيڪو پڻ سندن ويڙهي ۾ ئي هو. هن واقعي جو تفصيلي ذڪر سائين جويي صاحب هن ڪتاب ۾ شامل نرنجن دوداڻيءَ جي شعري مجموعي ”اباڻي اڪير“ لاءِ لکيل تعارف ۾ لکيو آهي. ان واقعي سائين جن جي زندگيءَ تي جيڪو المناڪ اثر ڇڏيو، تنهن جو ڪجهہ اولڙو سندن پهرئين ادبي نوعيت جي مضمون ”پڃري ۾ بند پکي“ ۾ ملي ٿو. هن ڪتاب ۾ شامل يوسف بلوچ جي آپ بيتي ”جنم قيدي“ جي مهاڳ ۾ سائين جويو صاحب جن لکن ٿا تہ ”اهو مضمون مون ٻئي ڪنهن جي پڙهڻ لاءِ ڪو نہ

لکيو هو. اهو مون پنهنجي لاءِ لکيو هو، ۽ پاڻ اهو پڙهندو هوس ۽ وينو جهڄندو هوس. اهو مضمون مون ڇو لکيو؟ ڇاڪاڻ تہ ان وقت جنهن ڪي مون پياري ۾ پياري شيءِ سمجهيو ٿي، سا قيد ۾ هئي – بلڪ آءٌ پاڻ بہ ان لاءِ قيد ۾ هوس. اسين هڪبئي کي ڏسڻ لاءِ بہ پيا سڪندا هئاسين. بيوسي ايتري جو پنهنجي پنهنجي "بند" مان هڪ وک بہ ٻاهر نٿي کڻي سگهياسين. ان مضمون ۾ ٻاراڻي ڳالهہ مون ڏيکاري هئي تہ پڃري ۾ بند پکي، بيوس ۽ هيڻو، ٻاهر اچڻ لاءِ پڃري جي تيلن کي چهنبون هڻي هڻي رتجي پوي ٿو، ۽ آخر تائين انهن تي ائين چهنبون هڻندي هڻندي، هو پنهنجي جان ڏيئي ٿو ڇڏي. منهنجي اها پياري ۾ پياري شيءِ بہ ائين پوءِ بند ۾ اچلون ڪائيندي ڪائيندي، مري ويئي هئي. سڄي زندگي منهنجي دل تي اهو نقش قائم رهيو. . . . "

والٽيئر لاءِ چيو وڃي ٿو تہ هن 84 سال ڄمار ماڻي، ان سڄيءَ ڄمار ۾ هو سڄو وقت ڳهندو رهيو، وڙهندو رهيو ۽ لکندو رهيو. سائين جويو صاحب جن پنهنجي جيون جون 88 بهارون ماڻي چڪا آهن. اسين سندن طويل عمريءَ لاءِ هر وقت دعاگو آهيون. سندن سڄي زندگي والٽيئر جي زندگيءَ وانگر ٿي رهي. سائين جويي صاحب پنهنجي جيون ۾ جيڪي ڪشٽ، جيڪي ڪي دشواريون ۽ تڪليفيون سٺيون تن جون جهلڪون سائين جي ايم سيد جي ڪتاب "جنب گذاريم جن سين. ياڳو ٻيو" ، علي احمد بروهيءَ جي ڪتاب "ڄام – ڄاموٽ – ڄامڙا" ۽ رٻانيءَ جي ڪتاب "جهڙا گلا گلاب جا- ٻيو حصو" ۾ ملن ٿيون. رٻانيءَ جي لفظن ۾ "... هن پنهنجي خانگي زندگيءَ ۾ ڏاڍو ڏک ڏٺو آهي. ميران ٻائيءَ تہ زهر سان پريل هڪ ئي پيالو پيتو هو، سنڌ جي هن لائق فرزند اهڙا ڪيئي پيالا پيتا هوندا. . . . " سندن زندگي مسلسل جدوجهد جو هڪ اڻ مٽ، بي مثل ۽ لازوال داستان آهي.

فرانس جي مهان ڏاهي، وڪٽرهيوگو، هڪ هنڌ لکيو هو تہ "والٽيئر جي نالي ونڻ سان سڄي جي سڄي ارڙهين صديءَ جي ڪارڪردگي، معنيٰ ۽ مقصد، سامهون اچي وڃن ٿا": جيتوڻيڪ سائين جويي صاحب کي ڪنهن اهڙي اعليٰ پد جي مڃتا ملي نہ سگهي آهي، اهڙيءَ صورتحال تي ڪامريڊ سوڀو گيانچنداڻي خاموش نہ رهي سگهيو، ۽ چوي ٿو". . . . جي ايم سيد، شيخ اياز، رسول بخش پليجو ۽ مان پاڻ سڀ ۽ سنڌ جو سمورو اديب لڏو محمد ابراهيم جويي جا مقروض آهيون. . . . " رام- امرلعل پنجواڻي چوي ٿو تہ "ويهين صديءَ جي سنڌي سماج ۽ سنڌي ساهت جو ذڪر محمد ابراهيم جويي کان سواءِ هميشہ اڻپورو رهندو. سراج هڪ هنڌ لکيو آهي، "ابراهيم جويو هڪ دور آهي، هڪ

تاريخ آهي، هڪ وهندڙ درياءُ آهي.... هن سنڌ. سنڌي زبان ۽ سنڌي ادب جي جيڪا خدمت ڪئي آهي، ان کي گهيري ۾ آڻڻ ڏاڍو مشڪل آهي." علي احمد بروهي پنهنجي ڪتاب "ڄام - ڄاموٽ - ڄامڙا" ۾ لکي ٿو: "اڄڪلهه سنڌ اندر جي ٿوريون گهڻيون ادبي ڪنن گهڙيون ۾ ڪي ڏکيا ڏينهن درپيش اچي پئي سگهيا. سائين جويي صاحب انهن موقعن تي هڪ سچائي پسند ڏاهي دانشور طور پنهنجي عوام جي امنگن جو حقيقي ترجمان بڻجندي، نه فقط انهن کي چئلينج ڪيو، سخت احتجاج ڪيو. انهن خلاف جدوجهد ڪئي بلڪ اهڙن موقعن تي ڪتابچا، پترا، مضمون لکي، عام ماڻهن کي انهن بابت آگاهه ڪيو، سجاڳي پيدا ڪئي ۽ جدوجهد جو سڌ ڏنو ۽ اڪثر موقعن تي باطل قوتن سان مهاڏو اٽڪائيندي، اهڙين جدوجهدن جي سرواڻي به ڪئي. ننڍي ڪنڊ جي ورهاست وقت سنڌ جي مستقبل جو سوال هجي، يا اولهه پاڪستان ۾ بولين جو مسئلو، ون يونٽ جو جبر، ڏاڍ ۽ استبداد وارو دور هجي يا ون يونٽ ٽٽڻ کان فوري طور بعد ڪراچيءَ جي علحدگيءَ جو سوال هجي، ضياءَ جي مارشل لاءِ دور ۾ سنڌي ماڻهن خلاف کيل کلور هجن يا بعد واري دور ۾ پيدا ٿيل لساني جهڳڙا، سنڌ خلاف پاڻيءَ ۽ ناڻي جي ورڇ بابت ٿيل ويساهه گهاتيون هجن يا ڪالاباغ ڊيم جهڙا سنڌي قوم لاءِ زندگيءَ ۽ موت جهڙا مامرا هجن. جويو صاحب جدوجهد جي ميدان ۾ سيني کان اڳيرو نظر ايندو. غلام رباني آگرو لکي ٿو: ..سنڌ سان واسطو رکندڙ اجتماعي معاملن ۾ مون ڪڏهن به منجهس لچڪ ڪانه ڏٺي...."

والٽيئر لاءِ چيو ويندو آهي ته هو پنهنجي دور جو هڪ باغي ليکڪ هو. سائين جويي صاحب جو نهايت ئي ويجهو رفيق ۽ دوست غلام رباني آگرو چوي ٿو ته "محمد ابراهيم جويو پيدائشي باغي هو. سڄي عمر ان اصول تي ڪاربند رهيو ته

جس کيت سي دهقان کو ميسر نه هو روٽي،
اس کيت کي هر گوشئہ گندم کو جلادو!

(اقبال)

اهو جويي صاحب جو باغي ذهن ئي هو جنهن والٽيئر جهڙي ليکڪ کي جيڪو علم جي معاملي ۾ خالص عقل جي برتريءَ جو قائل هو، پهريون پيرو سنڌيءَ ۾ متعارف ڪرايو. آلبرٽ ڪاموءَ جي ڪتاب "The Rebel" جو باب "باغيءَ" جي نالي عنوان سان سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيائون، نٽشي جي "فوق البشر"

واري تصور جو نقيب. سندس شهره آفاق مقالو "New Idol" "نئون بُتُ" جي عنوان سان سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيائون. مارس ڪارنفرٿ جي ڪتاب "جدلياتي ماديت جي پهرئين جلد جو "با مقصد فلسفو" جي عنوان سان ترجمو ڪيائون. اها سندن پيدائشي بغاوت ئي هئي، جنهن ڪانئس "ايملي عرف تعليم"، "وحشي جيوت جا نشان"، "فڪر جي آزادي"، "فلسفي جو ابتدائي ڪورس"، "علم تدريس مظلومن لاءِ"، "فرينچ انقلاب" ۽ ان قسم جا ٻيا انيڪ ڪتاب، مضمون وغيره سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرايا.

والٽيئر جي زندگيءَ جو دل گرمائيندڙ داستان هن ڪتاب ۾ شامل "ڪئنڊيڊ جي تعارف" ۾ سائين جويي صاحب تفصيل سان درج ڪيو آهي. "انقلاب فرانس کان پوءِ 1791ع ۾ فتح سان سرشار انقلابين ان شخص جي هڏن کي لکين ماڻهن جي سلاميءَ سان جلوس جي شڪل ۾ آڻي پئرس ۾ دفن ڪيو. جنهن شخص جي لاش کي ان وقت جي ديني اختيارين اهو چئي مسيحي ڪفن ڏيڻ کان انڪار ڪيو هو تہ "هو ملحد هو" جلوس ۾ ويندڙ اُن تابوت تي هي لفظ لکيل هئا: "هن شخص جو انساني ذهن تي عظيم احسان آهي: هن ئي اسان کي آزاديءَ جو سبق سيکاريو."

سنڌ جي ڪرانتڪاريءَ لاءِ سائين جويي صاحب جيڪا جدوجهد ڪئي آهي تنهن جو ذڪر ڪندي شيخ اياز پنهنجي ڪتاب "خط_انٽرويو _ تقريرون" ۾ لکي ٿو: "....جڏهن سنڌڙيءَ لاءِ لڙيون، تڏهن ڪير چوندو تہ ان جو سارو لال لباس هن جي آڌاڻي ۾ اٽيل آهي! هي اهو آدي جڳادي الوپ ماڻهو آهي، جو نو ورنيءَ جي سينڌ ۾ ستارا سجائي، گم ٿي ويندو آهي...."

زير نظر ڪتاب ۾ شامل هڪ ٻئي ڪتاب "انقلابن جي تاريخ" جي مهاڳ ۾، موضوع جي لحاظ کان، هڪ پوري دنيا جي وسعت موجود آهي. ايم اين راءِ جي ان ڪتاب جو سنڌيءَ ۾ ترجمو جڏهن مون پهريون ڀيرو پڙهيو تہ اهو اهڙو تہ وڻيو، جو آءٌ هڪدم ڪنهن ڪتاب گهرتي ويس ۽ اتي موجود ان ڪتاب جون ڏهاڪو کن ڪاپيون خريد ڪري آيس ۽ پنهنجي دوستن کي سوکڙيءَ طور پڙهڻ لاءِ ڏنيم. جنهن بہ دوست اهو ڪتاب پڙهيو، تنهن اُن جا ڳڻ ڳايا. هڪ تمام جامع موضوع کي نهايت ئي مختصر پر ڀرپور انداز ۾ ۽ پراثر تحرير وسيلي جهڙيءَ ريت سوليءَ ۽ سرل ۽ عام فهم ٻوليءَ ۾ پيش ڪيو ويو هو، سو بذات خود هڪ ساراهہ جوڳو ڪم هو. هن ڪتاب جي مطالعي کان پوءِ ئي آءٌ "پڳوان" جي صحيح ۽ حقيقي مفهوم کان واقف ٿيس. تنهن کان پوءِ راءِ جي ٻين ڪتابن کي پڙهڻ جو شوق جاڳيو ۽ گهڻو پوءِ سائين جويي صاحب کان Men I Met ۽ راءِ

جي چوندڊ لکڻين جي مجموعن "Selected works" Volumes I and II پڙهيم، جن منهنجي سوچ جي وسعت ۾ اضافو ڪيو.

ڪامريڊ ايم .اين.راءِ ڪي سائين جويو صاحب جيڪڏهن سنڌ ۾ متعارف نہ ڪرائي ها، تہ اڄ سنڌ ۾ شايد ئي ڪو ماڻهو سنڌس نالي کان واقف هجي ها!

ڪامريڊ راءِ جي ڪرشمائي شخصيت ۽ سندس انقلابي فڪر جو سائين جويي صاحب جي زندگيءَ ۽ سوچ تي نهايت ئي گهرو اثر رهيو آهي، جنهن جو تفصيلي ذڪر سائينءَ جي مختلف لکڻين ۾ ملي ٿو.

نجي رهاڻين ۾ بہ سائينءَ جن راءِ جو ذڪر ڪندي نهايت ئي خوشي محسوس ڪندا آهن. ڪامريڊ ايم اين راءِ هڪ ڪميونسٽ اڳواڻ هو. سندس نظرياتي وابستگي ۽ پنهنجي پارٽيءَ لاءِ سندس گرانقدر خدمتون رڪارڊ تي موجود آهن. تنهن هوندي بہ پنهنجي ديس جي غريب حاليءَ ۽ محڪوميت کي ڌيان ۾ رکندي، ننڍي کنڊ جي مسئلي جي حل لاءِ هن پنهنجي هڪ الڳ فڪري راهہ جوڙي، جنهن جو مول مقصد هو تہ "قومي آزاديءَ کي مقصد نہ پر مقصد جو هڪ لازمي وسيلو سمجهي، اصل مقصد جي حاصلات طور، هندستاني سماج ۾ بنيادي اٿل پٿل آندي وڃي. جنهن کي جمهوري اٿل يا جمهوري انقلاب چئجي ٿو... جنهن جي سياسي صورت هيءَ هجي تہ ماڻهو رياست جي اقتدار جا مالڪ بڻجن، ڌارين توڙي ملڪي اميرن جي حڪومت جي جاءِ تي نمائنده حڪومت يعني جمهور جي حڪومت جمهور جي هٿن ۾ (عوام جي حڪومت عوام جي هٿن ۾) قائم ٿئي!"

سائين جويو صاحب 1940ع ۾ بمبئيءَ ۾ پنهنجي تدريسي تعليم پرائڻ دوران ڪامريڊ راءِ جي ان فڪر کان متاثر ٿيو، جيڪو جناح ۽ گانڌيءَ ۽ ٻين سياسي ڌرين پاران هندستان جي مسئلي جي باعزت ۽ پرامن حل لاءِ اڳيل سياسي ايجنڊائن کان گهڻو اڳيرو ۽ جديد دور جي تقاضائن سان هم آهنگ هو. سن 1941ع ۾ بمئيءَ مان واپسيءَ کان پوءِ سائين جويو صاحب سنڌ ۾ ان فڪر جو سڀ کان وڏو حمايتي ۽ پرچارڪ رهيو. هو اياز، جمال، صديقي، پليجي، سراج ۽ گجراتي ماهنامي "آگي قدم" جي ايڊيٽر احمد علي جيواجيءَ ۽ ٻين ڪيترن ئي ان دور جي هم عمر دوستن ۽ نوجوانن کي ايم اين راءِ جا ڪتاب ۽ راءِ جي ريڊيڪل ڊيمو ڪرٽڪ پارٽيءَ جي هفتيوار اخبار "Independent India" ۽ ڪجهہ محدود عرصو ڪراچيءَ ۾ شايع ٿيندڙ هفتيوار "فريڊم ڪالنگ" جا شمارا پڙهڻ لاءِ ڏيندو هو. پاڻ انهيءَ پارٽيءَ جي

سنڌ شاخ جا سرگرم ڪارڪن رهيا جنهن جو صدر ناگيندر ناٿ وياس نالي هڪ گجراتي عالم ۽ ڪرانتڪاري هو.

ڪامريڊ ايم اين راءِ سان دلي وابستگيءَ جو ذڪر ڪندي شيخ اياز جي ادارت ۾ 1947ع ۾ نڪرندڙ رسالي "اڳتي قدم" جي پيهر اشاعت تي پبلشر جي نوٽ ۾ سائين جويو صاحب لکي ٿو:

"1946ع ۾ مون کي پهريون پٽ منور علي ڄائو... مون سندس ماءُ کي شاديءَ جي نشانيءَ طور سونا ايرنگ نهرائي ڏنا هئا، جن تي پنهنجي سياسي اَنا جي تسڪين لاءِ ڪميونزم جو عالمي نشان "ڏاٽو ۽ مترڪو" جَڙيل هو! منهنجي سياسي اعتقاد پٺيءَ جو ان دور ۾ اهو رنگ هو!"

ايم اين راءِ 1944ع ۾ پنهنجي ريڊيڪل ڊيموڪرٽڪ پارٽيءَ طرفان People's Democracy نالي سان هندستان جي سياسي آئين جو هڪ مسودو تيار ڪيو. سائين جويي صاحب ان آئين جا بنيادي رهبر اصول پنهنجي مشهور انگريزي ڪتاب "سنڌ بچايو _ وڏو کنڊ بچايو" زميندارن ۽ سرمايه دارن کان ۽ سنڌن فرقيواريت کان" "Save Sindh-Save the continent" ۾ شامل ڪيا. ۽ 1946ع ۾ ڪامريڊ راءِ جڏهن Indian Renaissance Institute قائم ڪئي تہ ان جي پيروي ڪندي، سائين جويي صاحب هتي سنڌ ۾ "سنڌ جاڳرتا جماعت" "Sindh Renaissance Association" قائم ڪئي.

هن ڪتاب ۾ شامل ايم.اين.راءِ جي ڪتاب "انقلابن جي تاريخ " لاءِ لکيل سائين محمد ابراهيم جويي صاحب جو مهاڳ، ڪامريڊ راءِ جي زندگيءَ جي مختصر سوانح حيات آهي، جنهن جي پڙهڻ سان ماڻهو جدوجهد جي هڪ اهڙيءَ دنيا ۾ پهچي وڃي ٿو جنهن ۾ رهندڙ ان دور جا انقلابي پنهنجي "حال کان ناراض ۽ بهتر مستقبل لاءِ اتساهيل" هئا ۽ انهن "هن ڌرتيءَ تي، نيڪيءَ ۽ خير جي جنت" بڻائڻ ٿي گهري. سائين جويو صاحب پنهنجي تعارفي نوٽ ۾ لکن ٿا:

"بنگالي ٻوليءَ جي هڪ بيدار ضمير ۽ سجاڻ ليکڪا، ڪامريڊ ڪلپنا دت، جو لکيل ۽ سنڌ جي هڪ گمنام محب وطن سرواڻ ياران ان جو ترجمو ڪيل ڪتاب "چٽا گانگ جا عظيم انقلابي" جڏهن مون پهريون ڀيرو پڙهيو هو تہ ان وقت منهنجي ذهن جي ڪئنواس تي پنهنجي منڙيءَ سنڌ ۽ ان جي پيڙيل ۽ بيڪس ماڻهن جي محڪوميءَ ۽ بيڪسيءَ واريءَ حالت جو سمورو نقش چٽجي ايو. متان وري سون تي سهاڳو ان ڳالهہ ڦيرايو تہ ليکڪا جي لکڻ جو ڍانءُ ڪجهہ اهڙو هو، جو مون بنگال جي انهن ڏينهن جي واقعن، حالتن ۽ ڪردارن جي وچ ۾

پنهنجو پاڻ کي ۽ هر سنڌي ماڻهوءَ کي بيننل ڏنو. هيءُ ڪتاب سچ پچ تہ پڙهي، وري پڙهڻ ۽ ورجائي ورجائي پڙهڻ وٽان آهي. ڇو تہ هيءُ ڪتاب وطن ۽ قوم جي آزاديءَ جي راهہ ۾ سرزمين بنگال جي سورمن ۽ سورمين 1930ع کان 1945ع تائين جي پندرنهن سالن جي عرصي ۾ جيڪي ڏاڍ جا ڏونگر ڏاريا. قربانيون ڏنيون بلڪ پنهنجا سر گهوريا. انهن مانجهي مردن، ڪاهوڙين ۽ وطن تان جان نثار ٿيندڙن جي ان جاکوڙ ۽ سوريءَ سزاواريءَ جي سچن ۽ اکين ڏٺل واقعن جو هڪ دلپذير داستان آهي. جنهن کي پڙهڻ کان پوءِ منهنجي دل مان اها آس اٿي تہ ڪاش سنڌ جو هر سچاڻ ياءُ ۽ ييڻ هيءُ ڪتاب پڙهي، هينئين سان هنيائي ۽ وقت جي سڏ کي ورنائيندي، ان مان پنهنجي پنهنجي حصي جو ڪردار نباهڻ لاءِ اتساهہ وني!" پاڻ هن ڪتاب "چٽا گانگ جا عظيم انقلابي" جي نوٽ ۾ وڌيڪ لکن ٿا تہ "ان زماني جا اهي بهادر ۽ سرفروش ماڻهو اسان جا بہ هم وطن پائر ۽ پينرون هئا. ڇو تہ اهي بنگالي هئا ۽ سندن وطن بنگال (هاڻوڪو بنگلاديش) هندستان جو حصو هو. جنهن جو اسان جي ماتريومي سنڌ بہ حصو هئي. اهڙن سرتريءَ تي رکندڙن ۽ سوريءَ سزاوار شخصن، پنهنجي قوم ۽ پنهنجي وطن تان پروانہ وار قربان ٿيندڙن لاءِ ئي اسان جي سدا حيات رهبر لطيف سائينءَ اسان جي ئي لاءِ پنهنجي رسالي (پيغام) جي سر ڪلياڻ جي داستان ٻئي ۾، فرمايو آهي:

"سوري سڏ ڪري، ايي عاشقن کي،
جي اٿئي سڌ سڪڻ ۾، تہ ڪرم پير پري،
سي ڏار ڏري، پڇ پوءِ "پريتڻو"

"سوري آه سينگار، اڳهين عاشقن جو
مڙڻ، موٽڻ ميهڻو، تيا نظاري نروار،
ڪسڻ جو قرار، اصل عاشقن کي"

ڪامريڊ ڪلپنا دت جو هيءُ ڪتاب اڄ اسان وٽ اڻ لپ تي ڇڪو آهي. شايد ان نوع جي دل کي گرمائيندڙ تحريرن کي پڙهندڙن جا جذبا ڪي قدر مانا ٿي ويا آهن ۽ اسان جي ٿهيءَ جي ڪيترن ئي نوجوانن کي تہ شآيد اها بہ خبر نہ هوندي تہ هن ڪتاب جو سنڌي ترجمو هڪ اهڙي محب وطن نوجوان قيديءَ جي قلمي پورهئي جو ثمر آهي، جنهن پنهنجي عمر عزيز جا ٽي سال (82 _ 1979ع پنهنجي وطن ۽ قوم سان محبت جي ڏوهہ جي سزا طور قيد ۾ گذاريا

هئا ۽ ان ترم ياترا دوران ئي هن اهو ڪتاب ترجمو ڪيو هو. اڄ وقت جي ضرورت آهي تہ اهو ڪتاب ۽ ان نوع جا ٻيا ڪتاب جيڪي هاڻي اڻ لڀ ٿي چڪا آهن. تن کي نئين سر ڇپائي پڌرو ڪجي.

ذوالفقار علي ڀٽو اسان جي تاريخ جو هڪ اهڙو ارڏو ۽ اڏول ڪردار هو جنهن سان جن ماڻهن محبت ڪئي، تن عشق جي جذبي جي انتها ڪري ڇڏي ۽ جن ماڻهن نفرت ڪئي تن ماڻهپي جا سڀ ليڪا لتاڙيندي، مرونيٽي جا نوان رڪارڊ قائم ڪيا. انساني سماج جي تاريخ ۾ اهڙا يڪتا، يگانا ۽ سرِ قريا ماڻهو ڪي ورلي ئي پيدا ٿيندا آهن. اهڙن ئي ماڻهن لاءِ شايد اقبال چيو هو:

هزارون سال نرگس اپني بي نوري پہ روتي هي
بڙي مشڪل سي هوتا هي چمن مين ديده ور پيدا

ڀٽي صاحب جي زندگيءَ تي ملڪي توڙي غير ملڪي ٻولين جهڙوڪ سنڌي، پنجابي، اردو، هندي، انگريزي ۽ ٻين ٻولين ۾ تمام گهڻو لکيو ويو آهي.

ڪئليفورنيا يونيورسٽي، لاس اينجلس، ۾ ڏکڻ ايشيا جي تاريخ جي شعبي ۾ پروفيسر اسٽئنلي وولپرٽ ذوالفقار علي ڀٽي جي زندگيءَ تي هڪ جامع ۽ تفصيلي ڪتاب **"Zulfi Bhutto of Pakistan - His Life and Times"** جي نالي سان لکيو آهي، جيڪو آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس جهڙي جڳ مشهور اشاعتي اداري پاران شايع ڪيل آهي، جنهن وولپرٽ جي ٻين ڪتابن وانگر شهرت جا نوان رڪارڊ قائم ڪيا.

سائين جويي صاحب ان ڪتاب جي هڪ باب **"From Martial law to Martyrdom"** جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو، جيڪو هن ڪتاب ۾ شامل آهي.

ملڪي تاريخ جي هڪ ٻنهہ اندوهناڪ دور سان تعلق رکندڙ هن ڪتاب جي ان باب جي سنڌيءَ ۾ ترجمي شايع ٿيڻ کان پوءِ ئي سنڌي ماڻهو ان ڳالهہ کان واقف ٿيا تہ 1977ع ۾ ملڪ ۾ ضيائي مارشل لا جي نفاذ ۽ ان جي نتيجي ۾ هتان جي ماڻهن سان جيڪا جٺ، جيڪا ويڌن، جيڪي ڪيس ۽ ڪلور ٿيا ۽ خود ذوالفقار علي ڀٽي کي ڏنل سزا بابت بابت هڪ يوربي، مغربي ذهن ڪيئن ٿو سوچي! وولپرٽ ضياء جي مشهور ۽ بد نام زمانہ چوندن واري واعدي جو ذڪر ڪندي لکي ٿو:

"اوهان کي منهنجي ڀهرين تقرير ياد هوندي جنهن ۾ مون غير مشروط طور اوهان سان واعدو ڪيو هو تہ نيون چونڊيون آڪٽوبر ۾ ٿينديون....."

ائين لکي، پوءِ وولپرٽ لکي ٿو: ”هڪ رکو ۽ ڪارين اکين وارو اڻ مُرڪندڙ چهرو جيڪو پاڪستان ٽي ويءَ جي اسڪرين تان ان گهڙيءَ نظر ٿي آيو ۽ اهي وڏا ڏند جن منجهان اهي لفظ ايڏي دٻدٻي سان چيا ٿي ويا.....“

ذوالفقار علي ڀٽي ۽ ضيا جي پيٽ ڪندي. وولپرٽ پوءِ لکي ٿو: ”29 جولاءِ 1977ع تي، جيل مان آزاد ٿي، ... جڏهن هن ڳوٺ جي ڌرتيءَ تي پير رکيو، تہ سندس مداحن جي وڏي هشام اپ ڏاريندڙ نعرن سان سندس پرجوش آڌرڀاءُ ڪيو. انهن مان اڪثريت اهڙن ماڻهن جي هئي، جيڪي سندس هڪ جهلڪ ڏسڻ واسطي سڄي رات جاڳيا هئا. ۽ پنهنجي محبوب قائد عوام کي هٿ لائي ڇهڻ لاءِ ماندا هئا... ضياءَ خدا جي نالي ۾ بيشمار آيتن جو عربيءَ ۾ ورد ڪيو هو تہ جيئن ڀٽي جي شهرت، سندس اهو جذباتي پيار، جيڪو انهن لکين ماڻهن جو ساٿس هو، جيڪي ڪيس ووٽ ڏيندا هئا، تنهن کي ختم ڪري سگهجي. ضياءَ جي هزارين حيلن هَرين جي باوجود. سندن پنهنجي ”محبوب قائد عوام“ لاءِ پيار ڏينهون ڏينهن وڌندو رهيو...“

وولپرٽ پنهنجي ڪتاب ۾ ڪيترن ئي عام ماڻهن جا رايا لکيا آهن. آءٌ هتي حوالي طور بہ ڏيڻ چاهيان ٿو: هڪ اعليٰ تعليم يافتہ صحافيءَ راءِ ڏيندي چيو: ”توهين ڏسو، هو هٿ جو سخي. سک ورهائيندڙ. نجات ڏياريندڙ! مان نٿو ڄاڻان تہ اها ڳالهہ توهان کي ڪيئن سمجهايان....“ لاهور جي هڪ نوجوان جو حوالو ڏيندي، وولپرٽ لکي ٿو ”بهرحال، پٽو ئي هو. جنهن اسان کي اٿي کڙو ٿيڻ ۽ ظلم خلاف احتجاج ڪرڻ سيکاريو!“

جڏهن رٽائر ٿيل جج، ڪارنيلئس، وولپرٽ کي ائين چيو تہ ”توهين هڪ سنڌيءَ تي اعتماد نٿا ڪري سگهو“ تہ هن تي تبصرو ڪندي، هو لکي ٿو:

”آهہ اجا (بہ اها) هڪ بيءَ طرح جي سياست! صوبائي جهيڙو ۽ بي اعتمادي، قديم جاگرافيائي، تاريخي رنجشون ۽ منافق مرڪون. ۽ ڊپ ڊاءَ!. واقعا ۽ حادثا گذري ويا. پر ورثي ۾ مليل ڪراهتون ۽ رنج. بغض سان ڀريل دلين ۾، سدا ساوا ٿيا بيٺا آهن. پنجابين کي سنڌين تي اعتبار ڪونهي. بلوچي وري بنهي بابت شڪي آهن ۽ اترئين الهندي سرحدي صوبي جا اڌ کان گهڻا قبائلي بئي اڌ تي فاير ڪرڻ لاءِ هر وقت ڀريل رائيفلن سان تيار رهن ٿا. تہ پوءِ اُها ڌرتي. پاڪ آستان. جنهن کي پاڪستان چيو ويو. سا ڪٿي آهي. جنهن لاءِ هڪ قائد زندگي ڏني ۽ بئي کي 14 اپريل 1979ع تي باڪ ڦٽيءَ کان اڳ ڦاهيءَ تي ٽنگيو ويو؟“

وولپرٽ سپريم ڪورٽ ۾ ذوالفقار علي ڀٽي جي هڪ عدالتي بيان جو حوالو ڏنو آيو، جنهن ۾ ڀٽو صاحب عدالت جي ججن کي مخاطب ٿيندي چئي رهيو هو ”... هن سڳوريءَ عدالت کي هرگز مان نٿو ڪرائي سگهجي. ان جا اختيارات اها تقاضا ڪن ٿا تہ اها آئين ۽ قانون جي بالادستي قائم رکندي... ”مارشل لا ۽ هڪ نئون ضابطو يا دستور“ اهي اصطلاح آهن جيڪي پاڻ ۾ نهڪي ٻيهي نٿا سگهن... ڇا، لڪين ماڻهو ائين ٿي ان دهشت واريءَ حالت ۾ مري ويندا؟ ڇا، انهن کي کوڙا ۽ ڦاسيون هڻي ماريو وڃي؟... ماءِ لارڊس! انصاف اوهان جي هٿن ۾ آهي... اڄ توهان جي هٿن ۾ جيڪو قلم آهي، سو تلوار کان بہ وڌيڪ طاقتور آهي.“

وولپرٽ اڳتي لکي ٿو: ”... هن پنهنجي ديس جي اعليٰ ترين عدالتي بينچ آڏو ڪيڏو نہ وڏو چئلينج پيش ڪيو هو ۽ پاڪستان جي سپريم ڪورٽ کي هڪ فوجي حڪمرانيءَ مٿان هڪ شهري حڪومت جيڪا مارشل لا آمريت بدران چونڊيل عوامي نمائندا هلائيندا هجن. تنهن جي فضيلت ۾ پنهنجي اعتماد هئڻ جي دعويٰ رکڻ جو ڪيڏو نہ هڪ سونهري موقعو مليو هو! جيڪر يعقوب علي خان کي عدالت جي چيف جسٽس جي حيثيت ۾ ڪم ڪرڻ ڏنو وڃي ها، تہ هو پڪ سان سڀني سياسي نظر بندن کي آزاد ڪندي، فوجي بغاوت کي منسوخ ڪندي، پنهنجي ساٿين سان گڏجي هڪ تاريخي فيصلو ڪري وجهي ها. پر يعقوب کي زبردستيءَ رٽائر ڪيو ويو.“

سپريم ڪورٽ جي ججن طرفان لاهور هاءِ ڪورٽ وٽان ڀٽي صاحب کي ڏنل سزا درست قرار ڏيڻ تي تبصرو ڪندي، وولپرٽ لکي ٿو تہ ”..... سڀ کان وڌيڪ سوچ ۾ وجهندڙ اها ڳالهہ هئي تہ جن ڇئن ججن ڀٽي کي ڦاسيءَ جي سزا ڏني، سي سڀ جا سڀ پنجاب مان هئا. باقي ٽن ججن، جن ڪيس آزاد ڪرڻ جي حق ۾ فيصلو ڏنو، سي پنجاب مان هئا.“

وولپرٽ جي ڪتاب جو هيءُ باب اهڙن ڪيترن ئي واقعن جي بيانن ۽ انهن تي وولپرٽ جي مدبرانہ تجزين ۽ راين تي مشتمل آهي، جن جو ڪنهن نہ ڪنهن صورت ۾ اسان جي قومي زندگيءَ سان گهرو تعلق آهي.

وولپرٽ جي ان تحرير جو سنڌيءَ ۾ سائين جويو صاحب پاران ترجمو ڪرڻ تي ڪيترن ئي دوستن کي شايد حيرت لڳندي؛ خاص ڪري ان لاءِ جو سائين جويو صاحب جي شخصيت ۽ سوچ تي سائين جي ايم سيد جو گهرو اثر رهيو آهي. سيد سان سندن تمام گهٽي ويجهڙائپ ۽ دلي لڳاءَ ۽ وطن سان سندن سرسيتائيءَ سبب سائين جويي صاحب کي عام طرح هڪ غير مصلحتي

قومپرست سمجهيو ويندو آهي: ٻي ڳالهه اها تہ ڀٽو صاحب ۽ جويو صاحب سوچ ۽ فڪر ۽ عمل جي ميدان ۾ نہ رڳو الڳ الڳ پر هڪٻئي کان مخالف راهن جا پانڌيئڙا هئا.

تہ پوءِ آخر اها ڪهڙي ڳالهہ هوندي جنهن سائين جويي صاحب کي هن ترجمي ڪرڻ لاءِ اتساهيو هوندو؟

علي احمد بروهي پنهنجي ڪتاب "ڄام ڄاموٽ ڄامڙا" ۾ "پنهنجن سان پريت" جي موضوع تي لکندي. سائين جويي صاحب کي هڪ اهڙي ٻوڍي ڀڪشوءَ سان ڀيٽي ٿو. جنهن کي جڏهن ٻوڌين جي بهست "نرواڻ" ۾ داخل ٿين لاءِ چيو ويو هو. تہ هن اهو چئي انڪار ڪيو هو تہ جيسين سڀئي ڀڪشو بهشت ۾ نہ پهتا آهن. تہ مون اڪيلي لاءِ جنت ماڻڻ ڪهڙي ڪم جي."

شايد "پنهنجن سان پريت" جو اهو جذبو ئي اهو محرڪ هجي. جنهن سائين جويي صاحب کان هيءُ ترجمو ڪرايو ۽ ان کي وري وري شايع ڪرائڻ تي آماده ڪيو.

ذوالفقار علي ڀٽو. جذبات جي رَوَ ۾ ئي سهي. عوام جو هڪ بيحد مقبول اڳواڻ هو. هو انهن جو محبوب هو. عوام جو قائد هو. سندن محبوب "قائد اعوام" ۽ پاڪستان جو تہ پنهنجو مائوزي تنگ ۽ قذافي...

۽ شايد. اها محبت. اهو سبنڌ ڪو هڪ طرفو بہ نہ هو.

ذلفيءَ پنهنجي ڪال ڪوٺڙيءَ مان ضياءَ کي لکيل خط ۾ لکيو هو:

".... ماڻهن سان منهنجو ازلي عشق آهي. مون لاءِ سياست ۽ عوام هڪ ئي شيءِ جا بہ جانالا آهن... تون يا تنهنجي ٽولي کي ڪو بہ حق نٿو پهچي تہ اوهين منهنجي وطن جي پيارن ماڻهن سان منهنجو روحاني ۽ لازوال تعلق ٽوڙي ڇڏيو:... عوام سان ازلي رشتو منهنجي ميراث جو اڻٽُٽ حصو آهي... آءٌ هن مٽيءَ جو حصو آهيان. ان جي مڱاءَ جو حصو آهيان. عوام جا ڳوڙها منهنجا ڳوڙها آهن. سندن خوبصورت چهري تي مرڪ منهنجي مرڪ جو حصو آهي..."

ذوالفقار علي ڀٽي جي شهادت وارو واقعو سنڌ جي تاريخ جو هڪ نهايت ئي المناڪ ۽ اندوهناڪ واقعو آهي. اسان جي تاريخ جو هڪ انتهائي تاريڪ باب آهي. ماڻهو مڃين ٿا تہ ٻيو تہ ٺهيو ان ڏينهن آسمان بہ روئي ڏنو هو!

هڪ ڏينهن مون سائين عطا محمد ڀنڀري سان ڳالهين ڳالهين ۾ ڀٽي صاحب جي شهادت جو ذڪر ڪندي چيو تہ "ان ڏينهن سنڌ ۾ ڪيترن ئي سنڌين

جي گهرن ۾ جوت ڪانہ جلي هئي!" اهو ٻڌي پنيرو صاحب هڪ گهريءَ سوچ ۾ غلطان ٿي ويو. ڪجهہ گهڙين ڪان پوءِ مان ڪٿي ڏسان تہ سائينءَ جي اکين مان ڳوڙها موتين جي لڙيءَ وانگر وهي رهيا هئا. وڏيءَ مشڪل سان پاڻ تي ضابطو رکندي، مون کي ڳراٽڙي پائيندي، پاڻ چيائون: "ادا..... ان (شهادت واري) ڏينهن کان وٺي اسان سنڌين جي گهرن ۾ اوندهہ آهي."

رام، هندو ديو مالائي ڪردارن ۾ هڪ يگانو ڪردار آهي، جنهن کي سندس پنهنجي والد راجا دسرٿ عين ان ڏينهن چوڏهن سال جلاوطنيءَ جو حڪم ڏنو جنهن ڏينهن سندس تخت نشيني ۽ تاجپوشي ٿيڻي هئي. رام هڪ ڏيرج وان ۽ فرمانبردار پٽ هو، تنهن والد جي حڪم کي سَر اکين تي رکي، ماءُ پيءُ جي پيرن تي سيس نوائي، ڪانئن آسيس وٺي، بنواس (جهنگ) جي راهہ ورتي. راجا دسرٿ جي گهر ۾ ان ڏينهن کان وٺي رام جي واپسيءَ تائين ڪا جوت ڪانہ جلي!

چوڏهن سالن جو عرصو جهنگ ۾ غريب الوطنيءَ واري حياتي گذارڻ کان پوءِ، رام جڏهن لنڪا فتح ڪري واپس موٽيو، تہ سموري ڏيهہ ۾ ڏيئا ٻاري چراغان ڪيو ويو ۽ ڦٽاڪا ڇوڙي خوشيءَ جو اظهار ڪيو ويو. ان واقعي کي هندو اڄ بہ ڏياريءَ جي تهوار طور ملهائيندا آهن

اسان سنڌين جي نصيب ۾ اهڙا تهوار ڪڏهن ايندا؟ اسان جي راڻي کي اهڙي ڏيهہ ڏانهن اماڻيو ويو آهي، جتان نہ ڪو ڪڏهن موٽيو آهي ۽ نہ ئي ڪو ڪڏهن موٽندو....

پر جيئن چئبو آهي تہ هرڪاري ڪڪر جي پنيان هڪ سُنَهري جهال هوندي آهي، تيئن شهيد پٽي جا هي لفظ اسان کي اميد جي آس ڏياريندا رهن ٿا:

"....مان پنهنجي ابدي آرام گاهہ ۾ عوام جي فتحمند قدمن جا آواز ٻڌڻ لاءِ منتظر رهندس...."

شهيد جا اهي اتساهيندڙ ۽ امر لفظ اسان لاءِ سڏ آهي، ڪنهن فتحمند جدوجهد جو، جيڪو اسان کي ورنائڻو آهي.

سائين محمد ابراهيم جويي صاحب جو هيءُ ٻيو ڪتاب آهي جنهن تي مهاڳ لکڻ جو مون کي شرف حاصل ٿي رهيو آهي. آءٌ ان کي پنهنجي لاءِ هڪ وڏياڳ ۽ اعزاز سمجهان ٿو، جنهن لاءِ آءٌ سائين جن جو نهايت ئي ٿورائتو آهيان.

سائين جويي صاحب جي عظمت جو ان کان وڏو دليل ٻيو ڪهڙو ٿي سگهي ٿو. جو پاڻ مون جهڙي هڪ نو آميز ۽ علمي ۽ ادبي لحاظ کان هڪ سيڪڙات ۽ ڪچ ڪنوات کي پنهنجي هن ڪتاب تي بہ مهاڳ لکڻ جو شرف بخشيائون. مون کي پنهنجي ڪچائيءَ ۽ ڪم علميءَ جو پورو پورو احساس آهي. تنهن هوندي بہ مون پنهنجي وسان پوري پوري ڪوشش ڪئي آهي تہ موضوع سان انصاف ٿئي. آءٌ پنهنجي ان ڪوشش ۾ ڪيترو ڪامياب ٿيو آهيان، تنهن جو فيصلو لائق پڙهندڙ ڪندا.

هيءُ مهاڳ لکڻ مون لاءِ ڪڏهن بہ ممڪن نہ ٿئي ها جيڪڏهن سائين جويي صاحب جن جي هر قدم تي ڀرپور رهنمائي ۽ سندس شفقت مون کي نہ ملي ها. هن مهاڳ لکڻ دوران منهنجي دلي ڪيفيت ڀلاري لطيف جي هن بيت واري رهي:

"تون پارس آءٌ لوهہ، جي سجبن تہ سون ٿيان...."

(شاهہ)

آءٌ سائين جويي صاحب جو سدائين هڪ نماڻو معتقد ۽ دعاگو رهيو آهيان پنهنجن انهن اڏمن جي اظهار لاءِ آءٌ سائين جن جي هڪ نهايت ئي دل گهرئي دوست رام امرلعل پنجواڻيءَ جي هنن لفظن جو سهارو وٺندس، جيڪي پاڻ سائينءَ لاءِ دعا ڪندي چيا هئائون:

"شل سدائين هن جون اکيون، آڱريون ۽ قلم سلامت رهن، اهي اکيون جن سدائين سنڌ جي آزاديءَ، خوشحاليءَ ۽ ترقيءَ جا خواب ڏٺا. اهي نم ۽ ٻڙ جي گهاٽن وڻن جهڙيون ٻاجهاريون اکيون ۽ آڱريون ۽ قلم سدائين سنڌ تي علم جي ڇانو ڪنديون رهن!"

سنگرام

فيبروري 2003

## (1)

# ” لاٽ “

(شعرن جو مجموعو)

## شمشير الحيدري

### ٻه اکر

زندگيءَ وانگر ٻولي به سدائين وڌندي ۽ ويجهندي ٿي رهي. ڪي به دٻالٺ ۽ ڪي به ضابطا ان ڪي ٻيهاري ۽ پوئتي هٽائي ڪونه ٿا سگهن. نه وري ڪنهن به قسم جون قدامت پرستيون ۽ جهل آفرينيون ان کي موٽائي پوئتي نيئي ٿيون سگهن.

ٻوليءَ جو واڌارو ٻوليءَ جي ادب سان آهي. جنهن ادب جا موضوع توڙي اسلوب پراڻيءَ سوچ ۽ طرز جا آهن. ان ادب مان ٻوليءَ جو واڌارو ڪونه ٿو ٿئي. ادب جا نوان موضوع ۽ نوان اسلوب ئي آهن، جيڪي ٻوليءَ جي وڻ ۾ ڦوٽهڙو آڻين ٿا ۽ ان جي اوسر جو سبب بڻجن ٿا.

اسان جي ٻوليءَ جي هيءَ خوش نصيبي آهي، جو اڄ وٽس ان نئين ادب جا خالق توڙي شائق ٻيئي موجود آهن. جيڪڏهن شاهه، سچل، ساميءَ ۽ ٻين اسان جي عظيم ڪلاسيڪي اديبن ۽ شاعرن اسان جي ٻوليءَ ۾ پرڀات جو نورآندو، ته اڄ هت اسان جي ٻي مثل نوجوان شاعرن ۽ اديبن جي دم سان ان ۾ صبح جي سج جا ڀهريان شعاع پريان افق ۾ ڏسجي رهيا آهن. اهو وقت پري ڪونهي، جڏهن اسان جي ادب جو سج پنهنجي سموري آب تاب ۽ جاهه جلال سان اڀري مٿي ايندو.

شمشير جو شعر آءٌ شروع کان پڙهندو پيئي آيو آهيان. پنهنجي هڻ جوان عمر ۽ جوان طبع شاعر ڪي آءٌ، سنڌي ادب لاءِ، انهيءَ صبح جي نديمن منجهان شمار ڪريان ٿو. آمريڪا جي عظيم قومي شاعر، ”والٽ وٽمن “، 36 ورهين جي عمر ۾، پنهنجي شعر جو پهريون مجموعو فقط 95 صفحن ۾ شايع ڪيو هو. فرانس جو لافاني اديب، ”پيري گوئي“، جنهن لاءِ چيو ويو آهي ته ”مستقبل جا ماڻهو جيئن پوءِ تيئن زياده هن جي عظمت محسوس ڪندا ۽ مڃيندا، “ تنهن جڏهن پنهنجي شعر جو پهريون ڪتاب پيش ڪيو، تڏهن ان ۾

فقط 75 شعر هئا. شمشير جو هيءُ 88 صفحن جو مجموعو پڻ انهيءَ ساڳيءَ مشعل جي "لاٽ" آهي، جيڪا هر هنڌ ۽ هر حال ۾ حق، حسن ۽ خير جي تلاش لاءِ پنهنجي روشني، انهيءَ نموني، انسان جي اڳيان پيش ڪندي پئي آئي آهي.

مون کي تہ شمشير جي هنن لفظن ۾، شايد ڪائنس بہ زياده، اعتماد آهي:

"حقيقتن کي طبيعت جي روشني بهتي،
"اڄوڪي دور جو دانا ڪري پيو محنت:
"زمانو طي ڪري آيو خيال جي بستي،
نرالي نور کي روڪي نٿي سگهي طاقت."

- محمد ابراهيم جويو

1961

(2)

# ”ڪنوارو ڪلارڪ“

(افسانن جو مجموعو)

## ڪروڙ پتي

### مهاڳ

زندگي ايتري تہ حماقتن سان پريل رهي تي، جو انهن تي ڪلڻ بدران جيڪڏهن رڳو ويهي خار ڪائجن تہ ماڻهوءَ لاءِ هوند جيئڻ ئي وبال ٿي پوي. ڪل پوڳ سان ئي زندگيءَ ۾ سلوڻپ ۽ سواد پيدا ٿئي ٿو.

ڪي ماڻهو اهڙا بہ ٿين ٿا، جو ڪلي ڄاڻن ئي ڪونہ. سدائين سياڻا ۽ سنجيده ٿي پيا گهمندا. اهڙا ماڻهو خوشيءَ جا دشمن ۽ هر قسم جي وندر جا ويري ٿين ٿا. راڳ ڪين ڪونہ وڻي، ناچ ۽ ناٽڪ جا جاني دشمن. ۽ ڪتي ڪا تصوير ڏسن تہ اکين تي ڪنيو هٿ ڏين. آڱرين جي وٿين مان ڪڏهن ڪا جهلڪ جهٽي وٺن تہ واه نہ تہ ڀيو ٿيو خير. جهڙا بند جا بند! مٿل جسم وانگر سوئو ڇيڇين تہ رت جو ڦڙو ڪونہ نڪرين. ڪا ڳالهہ ئي ڪانہ وڻين. سواءِ پنهنجي ٻئي هر ڪنهن لاءِ نصيحتن جا دفتر ساڻ ڪنيو گهمن. هر هنڌ، هر ننڍي وڏي عيب تي نظر ائين وڃي ڪپندين ڄڻ تہ سندن نظر ڪي سواءِ ٻئي جي عيب جي ٻي ڪا شيءِ ڏسڻ ۾ ئي ڪانہ اچي! اهڙا ٻنهہ گول مول ۽ چپن جهڙا ڳرا شخص پنهنجن توڙي پراون لاءِ هڪ مستقل عذاب آهن. شال الله تعاليٰ انهن کان دشمن دوست ڪي پناهہ ۾ رکي.

ٻيا وري اهڙا شخص بہ آهن، جو ڳالهہ نہ ڳالهہ رڳو پيا ڪلندا. ڪي هجي نہ هجي، ٻنهہ هٿن مان پيا ويندا. اصل سمجهہ ۾ ئي نہ ايندو تہ نيٺ ڪلن ڇا تي ٿا. جهڙا ٻارن جي هٿن ۾ جهنجهٽا. رڳو پيا ڇٽڪندا. هوڏانهن ڪنهن ڪنگهيو نہ آهي ۽ هيڏانهن هنن جي ڪڳي شروع. هر ڳالهہ ڪين ڪتڪتائي تي لڳندي. ڪنهن بہ چيز تي ويچار ڪرڻ هي شخص ڪونہ ڄاڻن. خود اهو بہ ڪونہ ڄاڻن تہ ڇرچي ۾ ڇرچي جي ڳالهہ ڪهڙي هئي. ڪري ۽ ڪوٺي ۾ تميز جي تڪليف وٺن ئي ڪانہ. ائين رڳو ڏند ٽيڙ ۾ پورا! اهڙا ٻنهہ پنگ پانگ جي بال وانگر هلڪڙا ۽ ٽڙ ٽڙيا شخص پڻ پنهنجن توڙي پراون لاءِ هڪ مستقل مٿي جو سور آهن. شال الله تعاليٰ هنن ڪان پڻ دوست دشمن ڪي پناهہ ۾ رکي.

زندگيءَ ۾ حماقت پنهنجا ڏاڍا روپ بدلائي ٿي. پانت پانت جا ويس آهن، جي هيءَ هر وقت پهريندي ۽ بدليندي ٿي رهي. ڪڏهن هيءَ اسان کي حيرت ۾ وجهي ٿي. ڪڏهن اسان کي بنهه ڏيچاري ٿي ڇڏي. ڪڏهن هن جو ڏيک ويک اسان کي هر ڪابو ڇڏي، تہ ڪڏهن سندس رعب تاب اسان کي هيسايو وجهي. مذهب جي دائري ۾، سياست جي دائري ۾، فن جي دائري ۾، مطلب تہ زندگيءَ جي هر ميدان ۾ ڪنهن وقت هيءَ اسان کان روپوش رهي ٿي تہ ڪڏهن وري ظاهر ظهور پنهنجي جسار بازين سان اسان کي پنهنجو پرستار بنايو ڇڏي! فقط هڪ ئي هٿيار آهي جنهن جي اڳيان هن جا سمورا ترڪتال بيڪار ٿي وڃن ٿا ۽ هوءَ پنهنجي اصلوڪي روپ ۾ اسان جي اڳيان اچي ٿي بيهي ۽ اسين سندس حملن ۽ حيلہ سازين کان محفوظ رهي ٿا سگهون. اهو هٿيار آهي اسان جي مٽس کل! بي ڌڙڪ ۽ ڀرپور کل! جنهن بہ هوءَ اسان کان لڪندي، جيڪي بہ ڇمڙا پوش هوءَ اسان کان روپوش رهڻ لاءِ پهريندي، اسان جي کل ۽ ٽوڪ کيس هڪدم اوندا سين ڪندي مان گهلي ۽ سندس بهروپائيءَ جو پردو ڦاڙي، کيس آڻي اسان جي اڳيان ڦٽو ڪندي! زندگيءَ ۾ معموليت ۽ ماٺيهپي آڻڻ لاءِ لازمي آهي تہ جتي بہ ۽ جيڪا بہ حماقت ڏسجي بلڪہ ڳولي ڳولي بہ ان کي پنهنجي کل ۽ ٺٺوليءَ جو نشانو بڻائجي ۽ مٽس هوڙهيو هوڙهيو ڪجي. فقط انهيءَ قسم جي چاڻ پريل کل ۽ مزاح سان ئي زندگيءَ ۾ سلوڻپ ۽ سواد پيدا ٿئي ٿو ۽ پڻ زندگيءَ جي سنوارپ ۽ سداري جا رستا گهڙجن ٿا.

ادب ۽ مزاح، طنز اهو ئي ڪم ڪري ٿي، جيڪو شهرن ۾ ميونسپالٽيون جون گند ڪچري واريون ٽرڪون ڪن ٿيون. جتي بہ گند جو ڍير نظر آين، اتي وڃي بيهدبيون ۽ ان کي بهاري ڪٿي وڃي ٻاهر ڦٽو ڪنديون. مزاحيہ ادب بہ زندگيءَ جي ڪس ۽ ڪاراڻ کي ڪڍي ڪري، ان کي اڇي اجري ۽ پاڪ صاف ڪرڻ جو ڪم ڏئي ٿو. انهيءَ لحاظ کان مزاح نگار جو درجو مفڪر ۽ مصلح جو درجو آهي.

اسان جي سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ مزاحيہ ادب، خاص ڪري مزاحيہ لوڪ ادب، معيار توڙي انداز جي خيال کان ڪافي اوچو ۽ ڇهڇهو آهي. ڪورين ۽ ڏاهرين جا نقل ۽ بروچن جا سنڌين تي ۽ سنڌين جا بروچن تي ٺاهيل چرچا، مسلمانن جا هندن تي ۽ هندن جا مسلمانن تي بنايل ٽوڪون، ملن جون مواليين تي ۽ مواليين جون ملن تي نوڪبازيون، ۽ پڻ وڏيرن تي ۽ هارين تي، پيرن تي ۽ مريدن تي، شهرين تي ۽ ٻهراڙيءَ وارن تي، ڪلارڪن تي ۽ ڪامورن تي، مطلب تہ هر طبقي ۽ هر پيسي جا ٻان کي ڇڏي ٻين تي ٺاهيل چرچا ۽ لطيفا اسان وٽ ايڏا تہ بي انداز ۽ دلپذير موجود آهن جو جيڪڏهن اهو لوڪ مزاح جو مواد گڏ ڪجي، تہ هوند کي ڪتاب ٿي پون. ڪٿي ڏسو تہ ”ٽوپي“ ۽

"پڳ" پيون هڪبئي تي ننوليون ڪن، تہ ڪٿي "گدڙ" ۽ "گڏه" پيا هڪبئي کي گهلين، ڪٿي "هاري" پيو "ڪانوَ" سان جهيڙو ڪائي، تہ ڪٿي وري "ڪبر" پيئي "مئنا" سان مهاڏو ڏئي! اسان جي زنده دل عوام ۾ ڪل پوڳ ۽ چرچي گهبي جي ايڏي تہ اها عادت ۽ ڏات آهي، جو گهٽو ڪري هر ڳوٺ ۾ ڪونہ ڪو هڪڙو ضرور اهڙو ملندو، جو ائين ئي چوندي چوندي پيو چرچا گهڙيندو ۽ ناهيندو. ۽ اهڙيءَ طرح ڪالهہ جا چرچا اڄ جا ٽوٽڪا ۽ اڄ جا چرچا سياڻي جا لطيفا بنبا ٿا رهن.

سنڌيءَ ۾ تصنيف ٿيل مزاحيہ ادب، خاص ڪري طبعزاد مزاحيہ ناٽڪ، البت گهٽ آهن. "انڌيري نگري"، "ڏنيچند"، "ولائتي جوءِ"، "حرڪت مان برڪت"، "نيم طبيب خطره جان"، "شيخ چلي ۽ اگڻ مسخرو"، "دنيا دورنگي"، "بدنصيب ٽري"، "ڏڪار ناٽڪ"، "ڪورٽ ناٽڪ"، " نجومي"، "شاهدي"، "واپيئڙو" ۽ اهڙا چند بيا مزاحيہ ناٽڪ آهن، جن جا هن سلسلي ۾ نالا وٺي سگهجن ٿا. جيئن بيءَ صنف جو ادب تيئن مزاحيہ ناٽڪ پڻ ڪيترائي اسان وٽ، البت، بيهر نہ ڇپجڻ جي سبب، گم ٿي ويل آهن. رڳو انهن جا نالا ادب جي تاريخ ۾، هتي هُتي، اڄ اسين پڙهي سگهون ٿا. نهايت خوشيءَ جي ڳالهہ آهي جو اَسان جو "ڪروڙپتي" دوست پنهنجي گنج مان هي بنهہ تازا بہ مزاحيہ ناٽڪ "ڪنوارو ڪلارڪ" ۽"قسمت"، اسان کي بخشي رهيو آهي. "ڪروڙ پتيءَ" کي سندس انهيءَ نالي کان سواءِ آءٌ ڪونہ سڃاڻان. البت سندس اصلي نالو مون هاڻي هٿ ڪيو آهي. گهڻو ئي "ڪروڙ پتي" ڪروڙ پتي بنيو اسان غريبن کان لڪندو رهيو، پر جڏهن هي بہ ناٽڪ مون ڏانهن مهاڳ لکڻ لاءِ موڪليائين – ۽ موڪليائين بہ ائين جو نہ خط نہ پَتُ ،نہ نالو نہ پَتو، رڳو ڪروڙ پتين مان هڪ ڪروڙ پتي!- تڏهن اسان بہ ڪٺي بہ جهليو. پوءِ جڏهن هيءَ ڏراوت، تانَ جي شوخائيءَ ڪري، ڪجهہ عرصو پاڻ وٽ ائين جهلي ويهي رهياسون، تڏهن پورن بارهن مهينن کان پوءِ وڃي ڪروڙ پتي صاحب اسان کي پنهنجو اصلوڪو نالو ۽ پورو پتو ٻڌايو! پڙهندڙن کي معلوم هجڻ گهرجي تہ "ڪروڙ پتي" صاحب جو نالو محمد حسين آهي، ذات جا پاڻ اعوان آهن، سندن جنم جو هنڌ ٽنڊوآدم آهي ۽ پاڻ شڪارپور ۾ اسسٽنٽ فوڊ ڪنٽرولر يعني "خوراڪ جا نائب قبضيدار" آهن. پاڻ جڏهن "ڪروڙ پتيءَ" مان وڌي "ارب پتي" ٿيندا، تڏهن اسان جا پورا فوڊ ڪنٽرولر بنبا. ۽ پوءِ يا تہ اسان اوهان جي خوراڪ جو خير ڪونہ رهندو، يا تہ وري اُن جي پاڻ کي ڪا ڳڻتي باقي رهندي!- زياده امڪان البت پوئينءَ ڳالهہ جا آهن. هيلتائين ايترو اسين بہ سمجهي ويا آهيون تہ پاڻ آهن بنهہ اسان

اوهان جي جوڙ جس جا يعني ”اچا ڪپڙا ڪيسا خالي“ ۽ ڪروڙ پتي پاڻ کي چوائي پاڻ رڳو اسان اوهان سان پوڳ پيا ڪن!

هن سلسلي ۾ هڪڙي ڳالهه دل تي چڙهي بيٺي آهي، سا اڳ پوءِ پڙهندڙن کي ٻڌائي، پاڻ بس ڪنداسين- پوءِ ”ڪروڙ پتيءَ“ جا هي ناٽڪ ڇاڻن ۽ انهن جا پڙهندڙ ڇاڻن!

ڪجهه ڏينهن ٿيا ته لاهور ريڊيو تان هڪڙو فيچر نشر ٿيو، جنهن ۾ هڪڙو مداري پيش ڪيو ويو، جنهن جي دعوا هئي ته هو ماڻهن جا جن ڪڍندو آهي. سندس اڳيان پوءِ هڪڙو جن ورتل ماڻهو آندو ويو، جنهن کي پنهنجي ڇاتل سجاتل ۽ قابل عمل دستور مطابق پهريائين هُن موج ۾ آندو ۽ پوءِ هڪل ڏيئي ڪانئس پڇيائين، ”فقير ٻڌاءِ ڪهڙيءَ ذات جو آهين؟“ هڪل جو جواب هڪل ۾ مليس. چي، ”مان آهيان جمهوريت جو جن!“ جنهن تي مداري هيڪر ته بنهه بس ٿي ويو. پر نيٺ دل پڪي ڪري، پيڪيدار آواز ۾ چيائين، ”تڏهن ٻيهه ته ڪڏان ڪو مارشلا جو ڏنبو!“ سامهون ساڳئي پيڪيدار آواز ۾ جواب مليس، ”مارشلا جو ڏنبو پاڻ وٽ رک. اسان فقيرن کي گهرجي ڊبل روٽي، مکڻ ۽ انڊا!“ هاڻي اسان جو ”ڪروڙ پتي“ دوست به وڏي ارب پتي بنجي يا پدم پتي، اسان بهرحال ڪيس ائين ئي چونداسين ته ائين اسسٽنٽ فوڊ ڪنٽرولر مان وڏي پورو فوڊ ڪنٽرولر ۽ پوري فوڊ ڪنٽرولر مان وڏي پلي وجي پاڻيءَ ۽ هوا جو ڪنٽرولر به بڻجي، پر هر حال ۾ پيو جي نه ته به الله جي ڏني مان اسان کي مٽريوئي ڪڏهن ڪڏهن ڪو مزاحيه افسانو، ڪو مزاحيه ناٽڪ ۽ جي ٿي سگهيئي ته ڪو مزاحيه ناول ڏيندو رهج!- اسان جي زندگيءَ ۾ ڏاڍي الوٽپ ۽ بدمزگي پيدا ٿي ويئي آهي. هرڪو پنهنجو پاڻ کان ڪٺ ٿيو پيو گهمي. ”خبر پيئي خوشي ويئي“ جي چوڻيءَ مطابق جيتري ٿي زندگيءَ جي حماقتن جي خبر پوي، اوترو ٿو هانءُ سست ٿئي. زندگيءَ ۾ ايمان تازي رهڻ لاءِ ضروري آهي ته ڪجهه قدر مٺس خار کائجن ۽ ڪجهه قدر مٺس کلجي. ادب ۾ مزاح نگاري، خاص طرح مزاحيه ناٽڪن جي صورت ۾، مڪمل بوريت جي نڪمائيءَ کان نجات ڏيارڻ جو هڪ اٽل ۽ مجرب نسخو آهي، ۽ ”ڪروڙ پتيءَ“ جهڙا صاحب نگاه حڪيم ئي آهن، جن وٽان اسان اوهان کي اهڙو املهه نسخو حاصل ٿي سگهي ٿو.

– محمد ابراهيم جويو

1962ع

(3)

# ”دريا خان“

(ناٽڪ)

## چنا شبير ناز

### مهاڳ

زندگيءَ جي اسٽيج تي اسان مان هرڪو پنهنجو پنهنجو پارٽ ادا ڪندو رهي ٿو. ڪو هيرو آهي تہ ڪو ولين، تہ ڪو ڪلائون. زندگيءَ جو هيءُ ناٽڪ ايڏي تہ وسيع پيماني تي هر وقت ٿيندو رهي ٿو، جو ان ڏانهن ڪنهن جو خاص ڌيان مشڪل سان ڇڪجي ٿو. اديب ۽ فنڪار زندگيءَ جي هن وسيع، عظيم ۽ گنڀير ناٽڪ جو ڪو هڪ اڌ واقعو ۽ ڪو هڪ اڌ ڪردار، ڪڏهن ناول ۾، ڪڏهن افساني ۾ تہ ڪڏهن ڊرامي ۾ پيش ڪري ٿو تہ پڙهندڙ ۽ ڏسندڙ ان خصوصي ڳالهہ کي پڙهي ۽ ڏسي حيرت ۾ پئجيو وڃي. زندگيءَ ۽ ان جي گوناگون مسئلن جي اهميت ۽ شناس ادب وسيلي ذهن ۾ ائين پيدا ٿئي ٿي ۽ وڌي ٿي.

سنڌيءَ ۾ جيئن ادب جي ٻين صنفن جي ڪمي آهي نہ صرف ٽيئن بلڪ خاص طرح ڊرامي جي صنف جي نمايان ڪمي هميشہ کان رهندي پئي آهي. اسان جي نوجوان دوست چنا شبير ناز، ڊرامہ نگاريءَ جي صنف کي، پنهنجي ادبي صلاحيتن جي اظهار جي ذريعي طور، چونڊيو آهي. ان ۾ هڪ طرف سندس حوصلي ۽ ٻئي طرف نگاهہ جي پختگيءَ جو دخل آهي. زير نظر ڇپجي ائڪٽن جو ڊرامو ”دريا خان“ موضوع توڙي نگارش جي لحاظ کان چنا شبير ناز جي هڪ وقتائتي ۽ ڪامياب پيشڪش آهي. سنڌ جي آزاديءَ لاءِ جنهن همت ۽ سورهيائيءَ سان دولهہ دريا خان سنڌ جي دشمنن سان وڙهيو ۽ انهن کي جيتيائين، ۽ آخر وطن جي راهہ ۾ ، پنهنجن ۽ پراون دشمنن سان وڙهندي، سر ڏنائين، اڄ بہ ٽيئن اسان جي پاڪ وطن کي اهڙي ئي حوصلي ۽ جان فروشيءَ جي ضرورت آهي.

دولهہ دريا خان ۽ هيمون بائيءَ جي عشقيہ داستان کان پڻ سنڌ جو پڙهيل توڙي اڻ پڙهيل شخص واقف آهي. هن ڊرامي ۾ ان دلپسند عشقيہ داستان کي پڻ هڪ قابل قدر فنڪارانہ انداز سان نباهيو ويو آهي.

– محمد ابراهيم جويو

1967ع

(4)

# ”راڻي“

(ناولٽ)

## بيدل مسرور بدوي

### پيش لفظ

سنڌي ادب ۾ ”ناولٽ“ جي صنف تي بلڪل ڪن ڳاڻ ڳڻين اديبن طبع آزمائي ڪئي آهي. انهيءَ ڪري اسان جي نوجوان دوست بيدل مسرور بدوي صاحب جو هيءُ تازو لکيل ناولٽ ”راڻي“ وقتائي ۽ ڪار آمد ڪوشش چئبي.

هن ناولٽ جو مرڪزي موضوع سماجي غير برابري اهي. اسان جي سماج ۾ هن درجيوار غير برابريءَ جيڪي ڪلور ڪيا آهن، تن کان ڪير اڻواقف آهي؟ پر اسان مان گهڻن جو انهيءَ اهم مسئلي ڏانهن رد عمل رڳو خاموش تماشائيءَ وارو به نه، پر بنهه بي توجهيءَ ۽ اڻجاڻائيءَ وارو رهي ٿو. اهو ئي سبب آهي، جو ڪيتريون ئي معصوم زندگيون هن سماجي ننڍ وڏائيءَ جي اڏيءَ تي ڪسجي. تباهه ۽ برباد ٿي وڃن ٿيون. ۽ انهن جو ڪوبه داد ۽ فرياد ڪٿي نه ٿئي ٿو ۽ نه ٻڌجي ۽ اونائجي ٿو. بدوي صاحب هن ناولٽ لکڻ سان ٻن قسمن جي خدمت ڪئي آهي: هڪ ته هن هڪ وڏيڪ ناولٽ لکي سنڌي ادب ۾ واڌارو ڪيو آهي ۽ ٻيو ته هن سماج جي طبقاتي ڏاڍ ۽ ڪنورپڻي تان نقاب لاهي ان جي ڀيانڪ صورت اسان جي آڏو آندي آهي.

هن ناولٽ جي رٿيل ڪهاڻي جيتوڻيڪ رومانوي آهي ۽ ڪهاڻيءَ جو پلاٽ به سنئون سڌو ۽ سادو آهي، پر لائق مصنف جي پيشڪش، لکڻ جي طرز ۽ ٻوليءَ جي ميناج ان ۾ ايڏي ته رنگيني ۽ دلڪشي پيدا ڪئي آهي، جو پڙهي پوري ڪرڻ کان سواءِ ان کي ڇڏڻ تي دل ئي نٿي چوي. حقيقي زندگيءَ جا دردناڪ پهلو ڪيترائي آهن. اديب اسان کي پنهنجي زور قلم سان ۽ جذبات جي شدت جي ڀرپور بيان سان جنهن به پهلوءَ کي پڌرو ڪرڻ چاهي، ان کي اسان جي دل ۽ دماغ تي نقش ڪري سگهي ٿو. بيدل صاحب ڪيتي قدر

اديب جي انهيءَ مقصد تي پهچڻ ۽ ان کي ادا ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو آهي، ان جو فيصلو هن ناولٽ جو هرسمجهدار پڙهندڙ پاڻ ڪري سگهي ٿو. پنهنجي پاران آءٌ رڳو ايترو چوندس تہ مون هي ناولٽ هڪ ٿي وقت ويهي اول کان آخر تائين پڙهيو، ۽ ڪتي بہ ان کي ڇڏڻ تي دل ڪانہ ٿيم.

مون کي هن اسان جي پياري نوجوان اديب ۾ اهائي اميد آهي تہ هو آئنده پڻ ساڳئي جوش ۽ ساڳيءَ محنت ۽ سچائيءَ سان پنهنجو قلمي جهاد قائم رکندو.

**- محمد ابراهيم جويو**

1971ع

(5)

# ”آزاد ڳهرجي وطن“

(طويل نظم)

## خاڪي جويو

### مهاڳ

جڏهن پهريون ڀيرو، جون 1968ع جي ”روح رهاڻ“ ۾، ”خاڪي“ جويي جي نالي وارو نظم پڙهيم– ”سچ جا سورهيه سب کي سهٽا ٻول ٻڌائي هلندو هل!“ – ته حيرت ۾ پئجي ويس ته هيءُ خاڪي جويو ڪير ٿي ٿي سگهيو! پچائون ڪيم. ڪنهن چيو ته سن جو آهي. ڪنهن چيو ته موري جو آهي. ڪنهن خيرپور ناٿن شاهه جو. ڪنهن ڏوڪريءَ جو. ڪنهن ياڳناڙي علائقي جو ٻڌايو! ترت ئي، ٻئي مهيني، وري ”تاج“ جويي جو ماهنامي ”اديون“ ۾ غزل پڙهيم– ”بهار آيو، گلستان جي فضا ٿي خوشگوار آهي!“ ادب جي دنيا ۾ اسان جا ڪي عزيز ايتري شان سان ۽ ايڏيءَ دليريءَ سان اوچتا اچي پڌرا ٿين، ان ڪان وڌيڪ منهنجي لاءِ ٻي ڪهڙي خوشيءَ ۽ فخر جي ڳالهه ٿي ٿي سگهي!

پوءِ هنن ٻنهي ”گمنام“ شاعرن جا ننڍڙا منڍڙا شعر ۽ ڊگها دل پريندڙ نظم مختلف رسالن ۾ وقت بوقت پڙهندو رهيس، ۽ خود شاعرن کي ڳوليندو رهيس! گهڻي گهڻي وقت کان پوءِ معلوم ٿيم ته ”خاڪي“ اسان جو ننڍو ياءُ خميسو آهي ۽ ”تاج“ هن جو ننڍو ياءُ تاج محمد آهي. هي ٻيئي ياٹر منهنجا ويجها عزيز آهن، سن جا رهاڪو آهن، ۽ تقريبن مهيني اڌ مون سان سدائين ملندا ٿي رهيا. پوءِ به ڪين شاعر جي حيثيت سان ايتري انتظار ۽ ڪوشش کان پوءِ، سو به رڳو اتفاق سان ئي، سڃاڻي سگهيس. تنهن مان اندازو ٿي سگهي ٿو ته هي ٻيئي ياٹر ڪيڏا نماڻا، معصوم ۽ پاڻ وسارڻ وارا شخص آهن.

اتفاق هنن لڪل شاعرن جي سڃاڻپ جو هيءُ ٿيو. جو 1970ع ۾، ڪوهاٽ مان بدلي ٿي، موٽي حيدرآباد آيس ۽ جنوري 1971ع ۾ سائين جي. ايم. سيد جي سالگره جي موقعي تي سن ويس. اتي مشاعري جي محفل ۾ ڪيڏيءَ مهل، ”خاڪي جويي“ جو نالو ڪنيو ويو. ڪن ڪڙا ٿيا، اکيون ڏسڻ لاءِ

منتظر هيون. "خاڪي جويو" مائڪرو فون تي آيو. ۽ ائين خبر پيئي تہ هي لڪل رستم خميسو خان آهي، جو اسان جي اڳيان، سدائين چپ چاپ، گم سم، پاڻ لڪايو، خاڪ سان خاڪ ٿيو، پيو هلندو هو! ائين پوءِ پتو پيو تہ "تاج جويو"، سندس ننڍو ڀاءُ، ڪانئس ٿي وڏ لڄارو، نماڻو ۽ پاڻ پوئتي رکڻ وارو تاج محمد، 15 سالن جو نوعمر ڇوڪراڻ هو، جو مئٽرڪ پاس ڪيو، ماستريءَ جي ٽريننگ ورتيون، بي روزگار وينو هو، ڇو تہ اجا سرڪاري نوڪري ڪرڻ جي وهيءَ کي نہ رسيو هو!

"خاڪي" ۽ "تاج" جي ٻي خصوصيت، جيڪا مون کي ڏاڍي وڻيل آهي، سا آهي سندن سٺي سنڌي اکرن لکڻ جي عادت. ٻنهي ڀائرن جا سنڌي اکر اهڙا آهن، جهڙا موتي – تاج جا ڪجهہ وڌيڪ ۽ خاڪيءَ جا بہ ڏاڍا سهڻا ۽ سنا. ٻيئي ڀائر سنڌي نثر لکڻ جا بہ ڏاڍا پڙ آهن. نج سنڌي لکن ٿا ۽ ڏاڍو اثرائتو ۽ سمجهہ پريو، صاف، صحيح ۽ امنگ اتاريندڙ نثر لکن ٿا. وري بہ تاجُ خاڪيءَ کان ڪجهہ هتي بہ اڳيرو نظر ايندو. ٻيئي ڀائر سنڌي ڪتابن جا اجهل ۽ اٽڪ پڙهندڙ آهن. ٻنهي ڀائرن جي دلين ۾ سنڌ جي پورهيت عوام لاءِ اٿاهہ محبت آهي- ڇو تہ هو پاڻ پورهيو ڪن ٿا، ۽ پورهئي جي ڏک کي ڄاڻن ٿا. ٻيئي ڀائر سنڌ جي ٻهراڙيءَ جا رهاڪو آهن، ۽ اڄ جي سچي پچي سنڌي سماج جي انهن سيني واقعن ۽ دل ڏاريندڙ ڏڏڪن کان واقف رهن ٿا، جي، دنيا جي ٻين عظيم ادبن وانگر، هتي سنڌ ۾ سنڌي ادب جي لافاني تلخيقن جو سبب ۽ بنياد بنجي سگهن ٿا. هنن پاڻ اربيندڙ پورهيت اديب ڀائرن ۾، انهيءَ ڪري، سنڌي ادب جي سداروشن آئيندي جون وڏيون ۽ خاص اميدون رکي سگهجن ٿيون.

"خاڪيءَ" جڏهن پنهنجي هن قومي انقلابي نظم جي مهاڳ لکڻ لاءِ مون کي چيو، تڏهن مون ڪانئس سندس زندگيءَ جي مختصر احوال جي گهر ڪئي – ڇو تہ گهڻي وقت کان ٻين شهرن ۾ رهڻ ڪري، آءٌ سندن حالات کان واقف رهي نہ سگهيو هوس. خاڪيءَ پنهنجي سوانح جو هيءُ مختصر خاڪو پوءِ مون کي لکي ڏنو، جو هتي مهربان پڙهندڙن لاءِ سندس تعارف طور پيش ڪجي ٿو:

"ڄم جي تاريخ: 20 رجب، 1365 هجري.

"پيدائش جو هنڌ: ڪانين جو شهر، ضلعو دادو.

"ننڍي هوندي مائٽن مون کي ٻنيءَ ٻاري جو ڪم ڪرايو، جنهن ڪري مان پڙهي نہ سگهيس. حالانڪ پڙهڻ جو شوق جنوني حد تائين هوندو

هو - ايتري قدر جو مالَ (ڍورَ) جهنگ ۾ چرڻ ڳوٺ جي ڇوڪرن سان قاضي احمد جي اسڪول ۾ پڙهڻ ويندو هوس - سوبہ رڳو پنيءَ تائين. سگهوئي مائٽن کي ڪڙڪ پئجي وئي، جن مون تي سختي ڪئي.

"آءٌ جڏهن تيرهن چوڏهن سالن جو ٿيس، تہ مون سن شهر ۾ ڊاڪٽر ٽلو مل ڏيرواڻيءَ وٽ نوڪري ڪئي. هن منهنجو پڙهڻ سان چاهہ ڏسي، مون کي سنڌي ۽ انگريزي پڙهائڻ شروع ڪيو. ڏينهن جو ڊاڪٽر صاحب وٽ نوڪري ڪندو هوس، ۽ رات جو ماستر محمد عرس مير بحر وٽ قرآن شريف جو درس وٺندو هوس، جتي هڪ مهيني ۾ قاعدو "ليسرنا القران" ۽ هڪ مهيني ۾ سارو قرآن پڙهي پورو ڪيم. روزانو سيپارو پڙهائيندو هوس.

" تن ڏينهن ۾ مون تي مذهب جو ڀوت سوار هو. ان ڪري هڪ ڀيري ڊاڪٽر صاحب سان ڪن ماڻهن محمد بن قاسم ۽ راجا ڏاهر جي مسئلي تي بحث پئي ڪيو، جيڪو آءٌ برداشت ڪري نہ سگهيس، ۽ وچ ۾ دخل ڏيڻ لڳس. جنهن تي ڊاڪٽر صاحب مون کي چيو تہ: تون هتي ڪم تي آهين، توکي وچ ۾ پوڻ نہ گهرجي. مان ان تان ڪاوڙجي، نوڪري ڇڏي آيس، ۽ منهنجي تعليم بہ ختم ٿي ويئي. پر جيئن تہ سنڌي مادري زبان هيم، ان ڪري اها بنان استاد اڳتي پڙهي ويس، پر انگريزي پڙهي نہ سگهيس. اڳتي هلي، جڏهن مطالعو وسيع ٿيڻ لڳو، تہ پنهنجي غلطي محسوس ڪري، ڊاڪٽر صاحب کي هڪ فرشتہ صفت ۽ انسان دوست سمجهيم. چاڪاڻ تہ هو حق تي هو ۽ مون غلط سمجهيو هو. جيڪڏهن منهنجي زندگي ڊاڪٽر صاحب سان لهہ وچڙ ۾ نہ اچي ها، تہ شايد مان جاهل ۽ اٽيڙهيل رهجي وڃان ها.

"ان کان پوءِ مون ڏاڍو پورهيو ڪيو. مال چاريم، ٻڪريون چاريم. اٺ لڏيم. ٻني ڪيم، جنهن ۾ هڪ سٺي هاريءَ جيتري مهارت رکان ٿو. تغاريون کنيم. هوٽل تي بيراگيري ڪيم. بورچڪو ڪم ڪيم، ۽ هڪ سٺو بورچي آهيان. ڪارخاني ۾ مزدوري ڪيم، وغيره.

"جيئن تہ اڳ ۾ آءٌ ڪٽر مذهبي ماڻهو هوندو هوس، ان ڪري مذهبي ڪتاب گهڻا پڙهندو هوس.

"مون پنهنجي شاعري شاهہ لطيف ، ميين شاهہ عنات ۽ خليفي نبي بخش جي ڪلام کي غور سان پڙهڻ بعد ئي شروع ڪئي. شروعات ۾ وايون، بيت ۽ ڪافيون ترنم سان جهونگاريندو هوس. 1966ع کان وٺي شاعري ڪيان پيو.

"جيئن جيئن مطالعي ۾ وسعت آئي ۽ قومي ڪتاب پڙهڻ شروع ڪيم، تہ منهنجي شاعريءَ تي بہ قوميت جو رنگ چڙهندو ويو.

"شاعريءَ ۾ منهنجو استاد راشدعلي شاهہ راشدي مورائي آهي. منهنجا نظريا ۽ خيال ڪنهن جي صحبت ۾ رهي بدلجي نہ سگهيا، پر مطالعي ڪرڻ بعد خيالن ۾ تبديلي ايندي ويئي، جن ۾ جي - ايم - سيد جي ڪتابن ۽ بين سنڌ جي تاريخ تي لکيل ڪتابن جو وڏو دخل آهي.

"مطالعي جي گهڻي شوق مون کي ڪتابن گڏ ڪرڻ تي آماده ڪيو، اهو ئي سبب آهي، جو غريبي حال هوندي بہ تقريبن ڇهہ ست سو ڪتابن جي ذاتي لئبرري اٿم.

"اي خاڪيءَ جو خيال" نالي شعرن جي مجموعي کي ترتيب ڏيئي رهيو آهيان، ڪتاب جو نالو شاهہ جي هن بيت مان روتو اٿم-

"جت آهہ نہ ناهہ ڪا، ايءُ خاڪيءَ جو خيال،

جانب جو جمال، پسڻان ئي پري ٿيو."

آزاديءَ جو جلوو ۽ جمال بہ اهائي حقيقت آهي، جا پسڻ کان پري رهي ٿي - جيتوڻيڪ ان جو سڏ ٻيجل جي سوال وانگر سر وڍڻ کان سواءِ سرجڻ وارو ڪونهي، ۽ جيڪي ان آواز کي سڃاڻن ٿا، اهي هڪ سر تہ ڇا پر سَو هزار سرِ بہ ان صدا تي ورِي ورِي وڍِي ڏيڻ لاءِ تيار رهن ٿا.

آزادي ڇا آهي! ڇيو وڃي ٿو تہ آزادي انسان جو جنمي حق آهي. جنم سان گڏ تہ ماڻهو جيئڻ جو حق وٺي ٿو اڇي! هي جيئڻ جو حق ۽ آزادي ڪٿي بيئي هڪ ڳالهہ تہ نہ آهن! پوءِ هي جيئڻ خاطر مرڻ جو منطق ڪهڙو! شمع تي پتنگ ڇو ٿا سڙن؟ يار جي پيرن تي سر وڍِي رکڻ سان ائين ڪو ڇو ٿو سمجهي تہ اهو بار هو، سو پاڻ لٿو تہ چڱو ٿيو! مرڻ کان اڳي مرڻ ۽ پوءِ سمجهڻ تہ جيئڻ اهو ئي آهي - ان ۾ جيئڻ جي حق جي حاصلات ڪهڙي ٿي؟

اهي ڪهڙيون شيون آهن، جيڪي ماڻهوءِ کي جيئڻ نٿيون ڏين؟ ڏک ۽ ڏاڍ جي حاڪميت ماڻهن کي جيئڻ نٿي ڏئي. ڏک ۽ ڏاڍ جي غلامي ماڻهن کي جيئڻ نٿي ڏئي. ڏک ۽ ڏاڍ ماڻهوءَ جا ازلي دشمن آهن. جيئڻ لاءِ انهن جي غلاميءَ مان آزادي حاصل ڪرڻ ضروري آهي. ڏک ۽ ڏاڍ جي خلاف وڙهڻ، انهن جو مقابلو ڪرڻ، انهن کان جند ڇڏائڻ لاءِ پاڻ پتوڙڻ، انهن جي ڄار ۾ ڦڙ ڪنيو قاتل ماڻهو جيڪڏهن پاڻ ڇڏائڻ لاءِ هٿ پير هڻي، تہ اها هن جي آزاديءَ

لاءِ جنگ ڇيڙي. پوءِ ان پاڻ – پتوڙ ۾، ان جدوجهد ۾، ان جنگ ۾ وڙهندي ماڻهو مري به ويو ته ڇڙبو ته هن مري به پنهنجي جيئڻ جو حق قائم ڪيو. جو مرندي مرندي هن جيئڻ تان هٿ ڪونه ڪنيو – سندس پنهنجي اڪيليءَ صورت ۾ ائين آهي. پر ماڻهن جي گڏيل صورت ۾، قومي خيال کان، ته مرڻ جو سوال ئي ڪونهي. ”آءٌ مران ته تون جي سگهين!“ – ماءُ پنهنجي پٽ لاءِ چوي ته ”منهنجو ساهه به شل توکي ملي!“ – پاءُ پاءُ کي چوي، ترڪ ترڪ کي چوي، ايراني ايرانيءَ کي چوي، عرب عرب کي چوي، سنڌي سنڌيءَ کي چوي ته ”پاءُ منهنجا، آءٌ مئس ته گهوريس، تون جي سگهئين ته سڀ جياسين – قوم سدا جيئري رهي، اسين مئاسين ته گهورياسين – لهر سمنڊ سان آهي، سمنڊ کان ٻاهر ڪجهه نه آهي – ماڻهو قوم سان آهي- قوم کان ٻاهر ڪير ڪجهه به نه آهي!“ – غلاميءَ مان آزاديءَ جي جنگ ائين وڙهندي، قومون پنهنجي زندگيءَ جي ضمانت قائم ڪن ٿيون.

پر ان لاءِ پهريون شرط آهي ته ماڻهو غلاميءَ کي غلامي سمجهي، ڏک ۽ ڏاڍ کي ڏک ۽ ڏاڍ سمجهي. جيستائين غلاميءَ جو احساس نه ٿيندو. تيستائين ان مان آزاديءَ جي جنگ جو سوال ئي ڪونه اٿندو. ظاهر آهي ته ڏک ۽ ڏاڍ جو احساس انهن کي ئي ٿيندو، جيڪي ڏک جو شڪار هوندا ۽ جيڪي ڏاڍ جي غلاميءَ ۾ جڪڙيل هوندا. ”خاڪي“ اهو نوجوان آهي جنهن اها غلامي پاڻ ڏٺي آهي ۽ پيڙهين کان سندس هٿ- پورهيت ۽ هر–هاري اَبا ڏاڏا انهيءَ ڏک ۽ ڏاڍ جي چڪيءَ ۾ پيسبا رهيا آهن. سنڌ جي پورهيت عوام جي آزاديءَ جا شاعر ۽ سپاهي خاڪيءَ جهڙا سنڌن سرويچ ۽ سجاڳ سپوت نه ٿيندا ته ٻيا ڪير ٿيندا!

انسان آد ڄڳاد کان سهندو سهسائيندو، سڪندو، پرائيندو اڳتي وڌيو ۽ اڳتي هلندو رهيو آهي ۽ هلندو ئي رهندو. آزاديءَ، امن ۽ سک جو آدرش انسان جي خيال ۾ ته آهي، پر ان جو جلوو ۽ جمال سدائين هن جي پسڻ کان پري ۽ هٿ ۾ اچڻ کان تهان ئي ڏور رهيو آهي. جيئري انسان مٿان جيئڻ لازم آهي – ۽ ان لاءِ هن جي آڏو جا شيءِ ايندي ان سان وڙهڻ به سندس ئي قسمت ۾ آيل آهي. زندگي نالو ئي انهيءَ ويڙهه جو آهي. ڏاڍُ ماڻهوءَ مٿان ڪڏهن بند ٿيندو، ڏک ماڻهوءَ جو ڪڏهن ختم ٿيندو – شايد ڪڏهن به نه! – گهٽبو، هلڪو ٿيندو، پنهنجي صورت بدلائيندو، پر بنهه بند ٿئي، بنهه ختم ٿئي، سو شايد ڪڏهن به نه ٿئي. انهيءَ ڪري آزاديءَ جي جنگ ازل کان هلي آهي، هلندي ٿي رهي ۽ هميشه هلندي رهندي. زندگيءَ جو منطق اهو آهي، زندگيءَ

جي منشا اها آهي، ۽ زندگيءَ جو لطف بہ اهو ئي آهي. غلاميءَ خلاف هن دائمي جدوجهد ۾ انسان ويچارو رڳو آزاديءَ جي جمال جي جهلڪ جو سڪايل رهي ٿو ۽ ان سان منهن مقابل ٿيڻ جي اميد ئي کيس زندگيءَ جي هن جنگاهہ ۾ اڳتي وڌائيندي ٿي رهي – هو هزارين گهاو سهندي بہ دل ۾ سدائين اها آس رکي ٿو تہ:–

"رات ويندي. اجها هوءَ ڦٽي باک آ ! لال ڳاڙهي لهوءَ ۾ لڳي لاک آ!

(خاڪي ، ص. 40)

خاڪيءَ جو وطن جي آزاديءَ تي لکيل هيءُ طويل نظم پڙهندڙن جي اڳيان آهي. سنڌ جا نوجوان، سنڌ جا پوڙها ۽ جوان. سنڌ جون سجاڳ ڏيئرون ۽ سنڌ جا سجاڳ سپوت هيءُ نظم بند بند ڪري پڙهندا، وري وري پڙهندا، ۽ ان مان سندن دلين ۾ امنگ اٿندا، ۽ هو سنڌ جي سرزمين تي جنهن ڏک ۽ ڏاڍ جي ايامن کان اونده آيل آهي.ان کي هٽائڻ ۽ پري ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا، تہ جيئن ان مان آزاديءَ جي سدا سهڻيءَ پريءَ جي ساهہ سڏير ڪندڙ جلوي جي ڪا جهلڪ ڏسي سگهن.

– محمد ابراهيم جويو

1973ع

(6)

# ”ملهه ۽ ملاکڙا“

## محمد عثمان ڀٽي

### مهاڳ

ملهه اسان جي قومي راند آهي. ڏاڍي وڙائتي، وڻندڙ ۽ انگائتي. اهڙو ڪو سنڌي جوان ڪونه هوندو، جنهن ننڍپڻ ۾ ڪنهن هڪجيڏي سان ملهه ۾ هٿ نه ڳنڍيو هوندو. پهرينءَ ملهه ۾ دسجي يا دسجي پئجي، پر بي ملهه ضرور تيندي، ڇو ته انصافي انصاف ۽ پهلوانيءَ جو وڙ اِهو آهي. هيءُ زورِ يا هو زور؟ فيصلو ڪيئن تئي؟ بس وڏي آءُ ميدان ۾ – تئي جوڙو ملهن جو! ۽ پوءِ هِن دسيو يا هُن، ٻئي سڳا ڀائر بنيا. ڳچين ۾ ياڪر وجهيو اهي پيا وَيندا! هيءَ کهڙي نه شان مان واري ۽ اثرائتي تربيت آهي، جنهن سان اسان پنهنجي نئين نسل کي پنهنجي امن پسند، انصاف واري ۽ قربائتيءَ تهذيب جي رنگ ۾ رنگي سگهون ٿا! سچ پڇ ته اسانکي گهرجي ته هن پنهنجي بي مثل قومي راند کي پنهنجن ڳوٺن ۾، پنهنجن شهرن ۾، پنهنجن اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ نئين سر شروع ڪريون ۽ زور ونايون. ۽ ان سان گڏ ٻيون پنهنجيون قومي رانديون: ونجهوَٽي، ٻيلهاڙو، لڪ ڇپ، ۽ ٻيون انيڪ وڏن توڙي ٻارن جون رانديون، پنهنجن جوانن ۽ ٻارن کي ائين کيڏايون، ۽ انهن کي هر هنڌ ائين ميدانن ۾ آڻيون، جو ڳهٽ ۾ ڳهٽ چانڊوڪين راتين ۾، جتي ڪتي، سومهڻيُن تائين، انهن جا جاندار سڏ ۽ واڪا، ڪلن جو ڪوڪرا ۽ ٺهڪ پري پري تأئين سڄي وايو منڊل ۾ گونجندا رهن!

افسوس، جو بي ذوق ۽ منهن-سُوٽل ملن جي هَوس سبب اسان جي ڳوٺن ۽ راڄن مان خوشي جهنگ منهن ڪري پڇي ويئي آهي. دهل ۽ شهناءِ جو ته هيءُ پِٽي-قتل ازلي دشمن – اهڙو ڪو بوري جهڙو کهرو روح اٿس! حالانڪ ملاکڙي ۽ دهل جا تاهو جنهن ٻڌا هوندا، اهو چئي سگهندو ته دهل

جي اها وڄت ڪيتري نه دل اياريندڙ ۽ انگ اتاريندڙ ٿئي ٿي! ڪاش اسان جي ملڪ ۾ ملاکڙا باقاعدي لڳن، هر هنڌ لڳن ، خوب لڳن.

اسان جو نوجوان دوست محمد عثمان پٽي ابن "خواب" حيدرآبادي مبارڪباد جو مستحق آهي، جو هن ملهه جي فن ۽ سنڌ جي مشهور ملهن جي سوانح حيات تي هيترو ۽ ايڏو مستند مواد جمع ڪيو آهي. مون کي يقين آهي ته هن ڪتاب جي ڇپجڻ ۽ پڌري ٿيڻ کان پوءِ سنڌ جي هن قومي راند کي وڏي هٿي ملندي. خاص طرح اسان جي اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ هيءُ فن زور وٺندو ۽ انهن جي ساليانن جلسن ۾، ٻين راندين ۽ ڪسرتن جي مقابلن سان گڏ، مڪاني تعلقي، ضلعي، ڊويزن، صوبي ۽ قومي سطح تي ملاکڙا هٽايا ويندا، جتي اسان جي جوانن کي ملهه جي فن ۾ پنهنجي پهلوانيءَ جي ڪرتبن جي ڏيکارڻ جو خوب موقعو ملندو.

- محمد ابراهيم جويو

نومبر، 1975ع

## (7)

# ”جنم قيدي“

(آپ بيتي)

## يوسف بلوچ

### مهاڳ

پهريون ادبي قسم جو مضمون جيڪو ننڍپڻ ۾ مون لکيو هو، سو هو ”پڃري ۾ بند پکيءَ“ تي. ان وقت آءٌ ڇهون درجو سنڌي پاس ڪري ستين ۾ ويو هوس، ۽ منهنجي عمر 15 ورهيه هئي. اسڪول ۾ آءٌ هڪ سال دير سان وينو هوس ۽ وچ ۾ هڪ يا ٻه سال منهنجو پڙهڻ رڪجي به ويو هو. اُهو مضمون مون ٻئي ڪنهن جي پڙهڻ لاءِ ڪونه لکيو هو. اهو مون پنهنجي لاءِ لکيو هو، ۽ پاڻ اهو پڙهندو هوس ۽ وينو جهڄندو هوس. اُهو مضمون مون ڇو لکيو؟ ڇاڪاڻ ته ان وقت جنهن کي مون پياري ۾ پياري شيءِ سمجهيو ٿي، سان قيد هئي – بلڪ آءٌ پاڻ به ان لاءِ قيد ۾ هوس. اسين هڪٻئي کي ڏسڻ لاءِ به پيا سڪندا هئاسين، بيوسي ايتري، جو پنهنجي پنهنجي ”بند“ مان هڪ وک به ٻاهر نٿي ڪڍي سگهياسين. ان مضمون ۾ ٻاراڻي ڳالهه مون ڏيکاري هئي ته پڃري ۾ بند پکي، بيوس ۽ هيڻو، ٻاهر اچڻ لاءِ پڃري جي تيلن کي چهنبون هڻي هڻي رتجي پوي ٿو، ۽ آخر تائين انهن تي ائين چهنبون هڻندي هڻندي، هو پنهنجي جان ڏيئي ٿو ڇڏي. منهنجي اها پياري ۾ پياري شيءِ به ائين پوءِ بند ۾ اڇلون ڪائيندي ڪائيندي، مري ويئي هئي. سڄي زندگي منهنجي دل تي اُهو نقش قائم رهيو. قيد جو – قيد ۾ اندر ماڻهوءَ جو، ۽ ماڻهوءَ جي ڪم ۽ ڪوشش جو ته قيد پڃي! ۽ اتان هو ٻاهر نڪري!

زندگيءَ جي فطرت آهي ته جيستائين به ڪو جاندار ڪنهن بند کي بند سمجهي ٿو، تيستائين ان کي هو پڃڻ جي ۽ پاڻ کي اتان آزاد ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو رهي ٿو. ان ڪوشش ۾ ڪو ڪامياب ٿئي ٿو يا نه ٿو ٿئي – ان جو زندگيءَ جي انهيءَ فطري عمل يا رد عمل سان واسطو ڪونهي. بند ۽ روڪ جهڙي به آهي، جتي به آهي، ان جي خلاف جُهد زندگيءَ جي تقاضا بلڪ

ان جو لازمي شرط آهي. بند پڃي آزاد ٿيڻ ۾ ئي زندگي زندگيءَ جو رتبو ماڻي ٿي ۽ پنهنجي ميوي ۽ معنيٰ تائين پهچي ٿي. انسان جِي، پاڻ کان ٻاهر سڄيءَ دنيا تي ۽ ٻين سڀني جاندارن تي، برتري اها آهي تہ هو نہ فقط پنهنجا موجود بند پڃي ٿو، بلڪ سياڻي کو بند مٿس ٻڌجي وڃي، ڪا زنجير مٿس جڙجي وڃي، تنهن کان اڳ هو سوچي ان جو علاج ۽ تدارڪ ڪري ٿو. انسان جي سڄيءَ ترقيءَ ۽ ٻيءَ قدرت تي قبضي ڪرڻ ۽ ان کي پنهنجي استعمال ۾ آڻڻ جو دارومدار انهيءَ سندس آئيندي جي بندن ۽ رڪاوٽن ۽ انهن جي خطرن بابت اڳ ڳڻتيءَ ۽ عمل تي رهيو آهي. آزاد انسان، بلڪ آزاديءَ لاءِ پاڻ پتوڙيندڙ انسان، يعني پنهنجي آزاد مرضيءَ سان پنهنجو ڪارج مقرر ڪندڙ ۽ ان جي پورائيءَ لاءِ عمل ڪندڙ انسان، ئي پنهنجي جيئڻ کي سولو ۽ سڦل بنائي سگهي ٿو، ان جي مراد پائي سگهي ٿو ۽ ان جو لطف ماڻي سگهي ٿو.

انسان جي برتري انهيءَ ۾ بہ آهي تہ هو پنهنجي وجود جي اندرين ڪا پابندي يا روڪ بہ پنهنجي مٿان رکڻ يا سهڻ لاءِ تيار نہ آهي - پوءِ اها اندروني روڪ جسماني نوع جي هجي توڙي ذهني يا روحاني نوع جي ڇو نہ هجي. جسماني طلبن جي پابندين يا دٻاءَ کان آجي رهڻ لاءِ هو پنهنجي ڪاڏي پيتي، اجهي ۽ لٽي ۽ بچاءَ وغيره جا سالم ۽ محفوظ بندوبست ڪري ٿو، ۽ پنهنجي من ۾ جهاتي پائي، هر خوف کان بيخوف ٿي، پاڻ کي سيڪجهہ، ويندي "انالحق" بہ، سڏڻ ۽ سمجهڻ کان پوئتي نٿو رهي. اها هن جي آزاد ۽ خود اختيار هئڻ جي خواهش جي انتها آهي. پنهنجي ان اندروني آزاديءَ جي چوهہ ۾ هو پنهنجي اندر جا اڌما کولي ٿو ۽ پنهنجي ذات کي وڏو متاع ۽ مخفي خزانو سمجهي ان جو اظهار ڪرڻ شروع ڪري ٿو ۽ ائين هو پنهنجي پهچ ۽ پنهنجو ڪمال پاڻ ڏسڻ گهري ٿو. ادب، فن ۽ فڪر جون سڀئي عظيم حاصلاتون، انسان جا سڀ تخليقي ڪارناما، انسان جي انهيءَ "پاڻ کي ڪجهہ سمجهڻ"، انهيءَ پنهنجي آزاديءَ جي اجهل جولان ۽ زندگيءَ جي سڦلتا لاءِ قيد و بند جي سڀني اندرين توڙي ٻاهرين ديوارين کي ڊاهي، اتان ٻاهر اچڻ جي انهي ڪم ۽ ڪوشش جو نتيجو آهن.

انسانن پنهنجي زندگيءَ کي هڪٻئي جي زندگيءَ سان وابستہ ڪري ڇڏيو آهي. اهڙي هڪٻئي سان وابستہ ٿي زنده رهڻ يا جيئڻ جي ڍنگ کي سماج يا معاشرو سڏجي ٿو. ماڻهوءَ جو اهو معاشري ۾ جيئڻ هن لاءِ بندش ۽ تڪليف جو سبب گهٽ ۽ سک ۽ آزاديءَ جو وسيلو وڌيڪ آهي. بهرحال، سماج ۾ ماڻهو سڀ جيئڻ چاهين ٿا، ۽ خوش ۽ آزاد جيئڻ چاهين ٿا. پر ڪي

ان ۾، پنهنجين مٿيراين جي ڪري، وڌيڪ خوش ۽ وڌيڪ آزاد جيئن ٿا ۽ انهن جو جيئڻ ٻين جي خوش ۽ آزاد جيئڻ کي نہ رڳو مشڪل پر بيحد مشڪل بڻائي ٿو ڇڏي - چاڪاڻ تہ اهي وڌيڪ خوش ۽ آزاد جيئڻ وارا پنهنجي ان وڌيڪ خوش ۽ وڌيڪ آزاد جيئڻ لاءِ ٻين جي جيوت ۾ ڏک ۽ غلاميءَ جي زهر جا پيالا نائي ٿا ڇڏين. سماج ۾ اهي مٿيرا، بلڪ تمام مٿي ٻينل، ۽ بيحد سٺيا ۽ زهرناڪ ماڻهو، جيڪي بهرحال ٿورا ٿين ٿا. ٻيا اهي جيڪي انهن جي ٽولي سان همشريڪ يا ان ۾ شامل ٿيڻ چاهين ٿا، ۽ اهي بہ جيڪي انهن جا بوٽ چاٽو ۽ چاڙتا بنجن ٿا- اُهي پنهنجي ان وڏ ماڻهپ ۽ پيٽ پرائيءَ کي قائم رکڻ لاءِ هيٺ ٻينلن، هيٺن ۽ پيٽ بکين ڪثير تعداد خلق کي خاموش رکڻَ، مات ڪرائڻ ۽ مقابلو ٿي بہ پوي تہ، ماري مات ڪرڻ لاءِ، سڄي سماج کي بدلائي، هڪ وڏو قيد خانو بنائي ڇڏين ٿا. ۽ پاڻ ان جا چاري ۽ "چڱا مڙس" بنجي ويهي ٿا رهن – تہ جيئن سڄي خلق سندن ان وڏي قيد ۾ ڳهندي ۽ ڳرندي رهي، ۽ هو پاڻ اهي ئي مٿيرا، هٿن ۾ هنٽر ڪنيو، مٿون ڦوڪيو، ۽ پيٽ ڪڍيو هلندا رهن – مذهب بہ هُنن جو، سياست بہ هُنن جي، تعليم ۽ تربيت، قاعدو قانون، عدل ۽ انصاف، ريڊيا، تارون، ٽيليفون، ٽيليويزنون، ڪتاب ۽ اخبارون سڀ انهن جون، سڄي ڳالهہ سندن، سڄي بازي انهن جي. ۽ انهن سيني بندوبستن کان پوءِ بہ جيڪڏهن هيٺيءَ ۽ هٿين خالي ڪثير خلق مان ڪو مٿي ڦريل، اڪيلو يا بہ چار پاڻ جهڙا گڏ ڪري، سينو ساهي، مقابلي لاءِ نڪري اچي ۽ چوي تہ ظلم تي ٻينل ۽ زور تي هلندڙ اهڙي سماج کي ڊهڻ گهرجي، تہ جهٽ هن کي ان وڏي جيل مان جهلي، ان جي ڪنهن "چڪر" يا "بند وارڊ" يعني ان جي ڪنهن "ناري" ڪنهن "سينٽرل" يا ڪنهن "فورٽ" جيل جهڙي ننڍي جيل ۾ بند ڪري ڇڏجي! مطلب تہ ڳهندڙ ۽ ڳرندڙ عام خلق زميندارن، سيٺين ۽ شاهوڪارن جي استحصالي سماج جي وڏي جيل ۾ "جنم قيدي" تہ "يوسف بلوچ" پارا ان جا خاص ڏوهاري، يعني ان جي ڪنهن قاعدي قانون، رسم رواج يا سندن ڦرلٽ ۽ چوراڪاريءَ جي پوري دستور جا باغي، وري سندن ڪنهن خاص "بند وارڊ" جي ڪاٺ ۾ هٿين پيرين قابو ۽ جنم بند! انساني سماج، جيڪو انسانن لاءِ هڪٻئي سان وابستہ ٿي خوش ۽ آزاد جيئڻ جو نظام آهي، سو ائين يڪطرفي قبضي ۽ استعمال ۾ اچي، محروم ۽ مجبور انسانن جي اڪثريت لاءِ وڏو قيد خانو بنجي پوي ٿو، جنهن جي "تيلن" کي پچڻ، سيخن کي اکوڙي ڦٽي ڪرڻ ۽ پٽين کي ڊاهي پٽ ڪرڻ کان سواءِ ٻيو ڪو رستو پوءِ انهن جي اڳيان رهي ئي ڪونہ ٿو، بلڪ ان قيد جا بند پچي آزاد ٿيڻ جو سندن اهو جُهد ئي سندن زندگيءَ جي عين تقاضا ۽ لازمي شرط

بنجي پوي ٿو. آزاديءَ جي اُن جهد سان ئي هو پنهنجي زنده رهڻ جو حق ماڻي سگهن ٿا ۽ سندن زندگي پنهنجي سڦلتا ۽ مقصديت حاصل ڪري ٿي.

هيءُ "جنم قيدي" جنهن پنهنجي اصل نالي کي لڪائي هتي بيو نالو ڏنو آهي، جنهن جي آپ بيتي هن ڪتاب ۾ اسان جي اڳيان آهي، سو اسان جي سماج جي اهڙي سڄي ظالمانہ "دستور" جو هڪ مٿي ڦريل باغي آهي، ۽ ان جي هڪ "بند وارڊ" ۾ قيد آهي ۽ اتي پنهنجي ان ڏوهہ جي سزا ڪاٽي رهيو آهي. هُن سان گڏ بيا بہ سوين هزارين اهڙائي ڏوهاري آهن، جي بہ سڀ "گمنام" ئي آهن، ۽ اتي بند آهن. پر "يوسف" توڙي انهن مان ڪو بہ بيو پاڻ کي ڏوهي ڪونہ ٿو سمجهي، ۽ هو سيئي ان "ننڍي قيد" جون پتيون پجي آزاد ٿيڻ گهرن ٿا. هيڪل هيڪل بہ هو پنهنجا مٿا پتين سان هڻن ٿا ۽ پاڻ کي رتو چاڻ ڪن ٿا، ۽ هڪ پيرو سڀ گڏجي بہ ان جي بُرجن تي حملو ڪن ٿا، ۽ پنهنجي اڪيلن ڏسن ٿا تہ ڪيئن سندن ان ننڍڙي متحد عمل سان ان جون پتيون ڪنبي وڃن ٿيون ۽ برج ڏري پون ٿا. پر اُهو پيرو بہ هو، هار ڪائي، پنهنجن ساٿين جي سِرن جو بڪ ڏيئي، پوئتي هٽن ٿا: پوءِ هو پاساوان ويهي پنهنجن زخمن تي پٽيون ٻڌن ٿا، ساهہ پٽِين ٿا، وڌيڪ سياڻپ سان تيار ٿين ٿا، ۽ نئين سر ان ظلمستان تي هلان ڪرڻ لاءِ بهتر موقعي جو انتظار ڪن ٿا. سيني جا پوئتي مائٽ آهن، دوست آهن، ناتا ۽ ننگ آهن، من جا موهہ ۽ دل جا امنگ آهن، ۽ اُها سڄي ٻاهرين آباد دنيا ان بنديخاني ۾ انهن لاءِ آڻ-سڄي ۽ غير موجود آهي: هو ائين سمجهن ٿا تہ ان بنديخاني کي پجي نڪرڻ سندن عين فرض آهي ۽ رات ڏينهن، اٿندي ويهندي، هو ان ڪم ۽ ڪوشش ۾ لڳا رهن ٿا تہ ڪنهن طرح "پجري جي تيلن" کي پوري، هو ٻاهر نڪرن ۽ ٻاهر کليءَ دنيا ۾ اجهل ۽ آزاد گهمن ڦرن، ڪائين پين، خوش ٿين ۽ هوا ۾ آزاد اڏامن - اُهائي کُلي دنيا جيڪا اُتي ٻاهر هنن لاءِ "وڏو قيدخانو" هئي ۽ جنهن ئي هنن کي جهلي، اندر پنهنجي ان "بند وارڊ" ۾ وجهي ڇڏيو هو، ۽ جيئن ٻاهر پنهنجي "وڏي قيدخاني" ۾ مٿن "چاري ۽ چڱا مڙس" چوڪس ويهاري ڇڏيا هئا، تيئن ئي اُن اندر پنهنجي هن "ننڍي قيدخاني" ۾ بہ مٿن سپرنٽينڊنٽ، ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ، اسسٽنٽ سپرنٽينڊنٽ، جيلر، صوبيدار، منشي، جمعدار، سپاهي، مقدم، پٽيل، واچمين، مانيٽر، اردلي ۽ ڳاڙهن ٽوپين وارا ۽ اڇين ٽوپين وارا قيدي، "جوابدار"، چاري ۽ چوڪيدار ويهاري ڇڏيا هئا ۽ انهن جي هٿن ۾ لٺيون، بندوقون، رائيفلون، اسٽين گنون، هٿڪڙيون ۽ ڏنڊا بيڙيون ڏيئي ڇڏيون هيون تہ اندر سندن سر تي چڙهيا، ڪين هيسيندا، مارنيدا ڪٽيندا ۽ ڪُريز ۾ رکيو ويٺا رهن!

"يوسف بلوچ" جي پيٽ ۾ چار اکر پيل آهن، ۽ هو اندر جيل ۾ جو ڪجهه ڏسي ٿو، جو ڪجهه ٻڌي ٿو، تنهن مان گهڻو ڪجهه پرائي ٿو. اتي هو ڪافي ڪجهه سکي ٿو – پنهنجن کان، پراون کان، ڄاڻن کان، اڻ ڄاڻن کان. ۽ ائين هو پنهنجي تعليم وڌائي ٿو ۽ ان ۾ وسعت آڻي ٿو. هُن کي سماج ۽ ان جي "دستور" جي خبر پوي ٿي، سماج جي "چارين ۽ چڱن مڙسن"، جي خبر پوي ٿي، "وڏي قيد خاني" ۽ "ننڍي قيد خاني" جي خبر پوي ٿي، ۽ وڏي ڳالهه تہ آزاديءَ ۽ غلاميءَ جي فرق ۽ ان فرق جي اهميت جي خبر پوي ٿي! هن کي پنهنجو قدر ۽ پنهنجو درجو معلوم ٿئي ٿو، ۽ "پاڻ کي ڪجهہ سمجهڻ" جي منع ڪيل دُنگ مان هو هڪڙي ڇُڪي ڇڪي ٿو. ۽ هن جي من جي آزاديءَ جي ڇوهہ ۾ هُن جي اندر جا اڌما ڪلن ٿا، ۽ هو پنهنجي آپ بيتيءَ جي صورت ۾ اسان کي اُهو ادبي شهڪار پيدا ڪري ڏئي ٿو، جيڪو پنهنجي فني معيار ۽ فڪري پيشڪش ۾ يڪتا چئي سگهجي ٿو.

هيءَ "جنم قيديءَ" جي آپ بيتي هڪ سچي ڪهاڻي آهي، ۽ خيالي ڪهاڻيءَ کان وڌيڪ دلچسپ ۽ عجيب ڪهاڻي آهي! هڪڙو پڙهيل ڳڙهيل نوجوان، ٻهراڙيءَ جو وينل، هڪڙي وچٽري خوشحال هاري گهر جو اولاد، خون جو ڏوهاري، جنم ٽيپ ڪاڌل قيدي، بي قصور، راڄ رسم ۽ ڏاڍ ڏقيڙ جو شڪار، اتندي ئي آئيءَ ۾ اڃي ويل، سامهون سڄي حياتي بي معنيٰ ۽ اجائي، دل جو آزاد، محبت جو مڏ پيتل، من جو صاف، قربائتو، باهمت، جفاڪش ۽ محنتي، دوستن جو دوست، پيءُ ماءُ ۽ پيڻ ڀاءُ جو پيارو، ارادا ۽ امنگ اوچا ۽ اٽڪيا پر بيوس ۽ لاچار، جيل ۾ بند، ڳرندڙ ۽ ڳالهيون ڪندڙ! ڪنهن سڀاڄهي ۽ سياڻي، ڳڻائتي ۽ سَوڙان ساٿيءَ چيس تہ "پنهنجي دل جون هي ڳالهيون لکين ڇو نہ ٿو؟" "ڪيئن لکان؟ اديب ناهيان... ادب جي هڪ سٽ نٿي لکڻ اچيم. نہ ڪڏهن اڳ لکي اٿم!" چي، "اهو تہ تمام ڀلو ڪم ٿيو! هاڻي تہ تون ڀڪ ڪهاڻي لکي ويندين ..... سچي اَدبي لکٽي اها آهي تہ ماڻهو جيئن حقيقت ۾ سوچي ۽ ڳالهائي تيئن لکي. اجائي هتراڏو ڀَناڙ ڪرڻ ڪوڙو ادب آهي. ان مان ڪي بہ نہ ورندو.... تون پنهنجي دک کي قيرائي قوت بناءِ ۽ اها قوت قوم ۽ وطن لاءِ ڪم آڻ! جيڪي تو ڏٺو، سَنو ۽ سمجهيو آهي، سو ٻين کي سمجهاءِ!" اِن ڳالهہ تي لڳي، هِن همراهہ ائين پوءِ هيءَ پنهنجي "ڪهاڻي" لکي اسان کيَ ڏني آهي، جنهن ۾ اسان جو سماج پنهنجي صورت ڏسي سگهي ٿو، ۽ اسين بہ ان کي انهيءَ صورت ۾ چڱيءَ طرح سڃاڻي سگهون ٿا. اُن ۾ هُن اسان کي وڏيري جي صورت ڏيکاري آهي،

ڪاموري جي صورت ڏيکاري آهي، ظلم جي، جهالت جي، غربت جي، ڏاڍ جي، هيٺائيءَ جي، پنهنجي نجات لاءِ وڙهندڙن جي ۽ انهن جي همت ۽ بهادريءَ ۽ خود قربانيءَ جي صورت ڏيکاري آهي! اُهي جيڪي بند آهن ۽ هٿين خالي آهن، سي بہ نااميد نہ آهن. پنهنجن بندن کي پڃڻ ۽ زنجيرن کي ٽوڙي آزاد ٿيڻ جو امنگ ئي اُنهن کي زنده رکي ٿو ۽ اُنهيءَ ئي پنهنجي جولاني ڪم ۽ ڪوشش کي هو پنهنجي زندگيءَ جو مان ۽ مطلب سمجهن ٿا!

اسين پنهنجي ان پرعزم ۽ سڄاڻ ساٿيءَ جا، جيڪو بہ انهن سان اتي هو، ۽ انهن جي ڏک سک ۾ انهن سان گڏ هو، جنهن اسان جي گمنام پر تمام گهڻي پياري ساٿيءَ "يوسف بلوچ" کي هن ڪتاب لکڻ جي صلاح ڏني، هن جي رهبري ڪئي ۽ هن جي لکڻيءَ کي مقصد ڏنو ۽ ڏک ڏني، دلي شڪر گذار آهيون. جو هيءَ انساني حوصلي ۽ امنگ جي هڪ عظيم ڪهاڻي اسان کي پڙهڻ لاءِ ملي سگهي.

تازو هڪڙي هنڌ انسان جي مجبوريءَ جي مون ڳالهہ پڙهي - جيڪا ڏاڍي مايوسيءَ واري ڳالهہ هئي - تہ انسان جو جيئڻ ذهن وڌي ٿو، ان جا ڪني ڦٽن ٿا ۽ اهو اڏامڻ چاهي ٿو. تيئن هُن جي چوڌاري اپيون بيٺل ۽ مٿان آسمان ڪان پٽريل سيخون هن کي نہ رڳو ڪيڏانهن وڃڻ نٽيون ڏين پر ڪيس سيني پاسن کان جيئن پوءِ تيئن سوڙهيون پونديون ۽ چيپاٽينديون ٿيون رهن - سندس پنهنجي جسماني ۽ طبعي تقاضائن جون سيخون، مذهب جون سيخون، رسمن ۽ رواجن جون سيخون! پر اها ڳالهہ ڪيتري قدر بہ سچي هجي، انسان اُنهن ۽ بين هرقسم جي سيخن کي ذڪي پاڻ ڪان پري رڪندو، وقتي انهن مان ڪن کي موڙيندو، اکوڙيندو، پڄندو، نہ فقط جيڏانهن وڻيس ٿو تيڏانهن وڃي سگهي ٿو، پر جي چاهي تہ آزاديءَ سان اڏامي بہ سگهي ٿو! اسپين جو زنده دل انقلابي شاعر، مائيڪل هارنانديز جيڪو پورهيت طبقي جي ڪنور دل دشمن، جنرل فرئنڪو، جي جهنم جهڙن جيلن ۾ مارون ڪائيندي ڪائيندي، ۽ عذاب سهندي سهندي، 32 سالن جي ڦوهہ جوانيءَ ۾ جيل ۾ ئي مري ويو، تنہن جو هڪ شعر آهي، جيڪو هن مرڻ ڪان ڪي ٿورا ئي ڏينهن اڳ چيو هو - اُن ۾ انسان جي اندر ۾ موجود اُن آزاديءَ جي اجيت امنگ ۽ قوت جو ذڪر ٿيل آهي. چوي ٿو:

سيني پتين ۽ پهريدارن هوندي،

جيڪي خبر اٿم تہ سدائين موجود آهن،

قيديءَ جي سيني تمغن هوندي –
هي ڳرا زنجير جيڪي مون کي پاتل آهن –
آءٌ هوڏي آهيان، خوش آهيان، آزاد آهيان،
هوڏي، خوش ۽ آزاد،
ڇاڪاڻ تہ منهنجي دل ۾ عشق آهي،
پتيون انسان کي بند نٿيون ڪري سگهن،
هٿڪڙيون ۽ بيرڪڙا مون کي جهلي نٿا سگهن،
هيءَ سيخن ۽ ڪندن قلفن جي دنيا
مون لاءِ ڪجهہ بہ نہ آهي –
ڪير آهي، جو ڪا مُرڪ روڪي سگهي؟
۽ ڪير آهي، جو آواز جي اڏو پتيون ڪٽي سگهي؟

”جنم قيديءَ“ جي هيءَ آپ بيتي اُها مُرڪ آهي، جنهن کي ڪو روڪي نہ سگهيو، اهو آواز آهي جنهن کي ڪو بند ڪري نہ سگهيو!
ڀلا، مُرڪ بہ ڪڏهن رڪجي سگهي ٿي؟
آواز بہ ڪڏهن بند ٿي سگهي ٿو؟

– **محمد ابراهيم جويو**

1977ع

(8)

# ”ڪئنڊيڊ“

(والٽيئر جي CANDIDE جو سنڌي ترجمو)

(ناول)

## الهرڪيو پريو، شمشيرالحيدري، سومار علي

### تعارف

جيتريقدر مون کي ڄاڻ آهي تہ هيلتائين سنڌيءَ ۾ والٽيئر جو ڪوبہ ڪتاب شايع ڪونہ ٿيو آهي. ان جو سبب غالبن هيءُ بہ هجي، جو والٽيئر علم جي معاملي ۾ خالص عقل جي برتريءَ جو قائل هو. "ايمان" تي هن جو اعتبار ڪونہ هو. سنڌي ٻوليءَ جي علمي ۽ ادبي دنيا، پنهنجي تاريخي حالات سبب، مشرق جي اڪثر ٻولين وانگر، تقريبن سڄي جي سڄي "ايماني" ماحول ۾ رچيل يا ورتل رهي آهي. ۽ هوڏانهن والٽيئر هڪ اهو باغي ليکڪ هو، جنهن جي ڪهاڻين جو هڪ مجموعو هن جي مُئي کان 160 سال پوءِ، هاڻي تازو 1935ع ۾، انگلنڊ جهڙي سجاڳ ۽ آزاد خيال ملڪ ۾ اتان جي Thinkers' Libraryوارن شايع ڪيو، تہ بہ هنن کي هن جي هڪڙيءَ ڪهاڻيءَ ("زپاٽو سوال تو پڇي" Questions of Zapata) مان ڪي ٽڪرا پنهنجي انگريزي ترجمي ۾ ڪڍي ڇڏڻا پيا! ڇو جو انهن ٽڪرن ۾، سوالن رستي، "انجيل مقدس جي ڪن ناهموار ڳالهين کي ڪجهہ زياده بي حرمتيءَ سان کوليو ويو هو." انهيءَ ڪري، جيڪڏهن سنڌيءَ ۾ والٽيئر جو هيءُ پهريون ڪتاب هاڻي پيش ٿي رهيو آهي، تہ ان ۾ ڪو عجب ڪائڻ نہ گهرجي.

والٽيئر، 84 سالن جي وڏي عمر ماڻي، هيءُ جهان ڇڏيو. هن جو پهريون ڪتاب "اوڊيپ"، ڏک جو هڪ ناٽڪ، جنهن هن کي ادبي دنيا ۾ مشهور ڪيو، اهو هن 24 سالن جي عمر ۾ لکيو. اهو ڪتاب هن جيل ۾ لکيو، جتي، عجيب حالتن هيٺ، پهريون ڀيرو هڪ سال جي مدت هن کي گهارڻي پيئي هئي. ان جو وڌيڪ تفصيل اڳتي ايندو. هيءُ ننڍو ناول "ڪئنڊيڊ"، جنهن جو، ڪجهہ اختصار سان، ترجمو هتي پيش ٿي رهيو آهي،

اهو هن 65 ورهين جي عمر ۾ لکيو. 1774ع ۾ جڏهن پاڻ 80 سالن جو هو، تڏهن هن جو هڪ مضمون، "ڪاڻو پوٽر" (One-eyed Porter) ، هڪ رسالي ۾، گمنام نالي سان، شايع ٿيو، جنهن جو مرڪزي ويچار هيءُ هو ته "زندگيءَ جو مَرڪ ۽ ڏاج خوشي آهي ۽ هر شخص اها پنهنجي سرت ۽ سياءَ سارو حاصل ڪري ٿو. جو ته خوشي شين ۾ نه پر پنهنجي پاڻ ۾ آهي". يعني پنهنجي آسپاس ۽ انَ جي شين ڏانهن انسان جو پنهنجو رد عمل ڪهڙو آهي، خوشيءَ جو دارومدار ان تي آهي. مرڻ کان تي سال اڳ هن پنهنجو آخري مضمون، "ياد جو ڪشالو" (Memory's Adventure) لکيو، جيڪو هن بنيادي خيال تي بيٺل هو ته "حواس ئي آهن جيڪي حافظي کي تربيت ڏين ٿا. ۽ حافظي کان سواءِ ذهن جو ڪو وجود ڪونه هو: حواسن ۽ حافظي کان سواءِ خيال يا فڪر جو ٻيو ڪو سرچشمو نه هو، نه ٿي سگهيو ٿي."

والٽيئر جي مرڻ کان پوءِ هن جي سمورين لکيتن کي گڏ ڪري، 99 جلدن ۾ شايع ڪيو ويو. سندس زندگيءَ ۾ اهڙي ڪا مشڪل سندس تصنيف هئي، جنهن تي سرڪار يا مذهب (مسيحي ڪليسا، ڪئٿولڪ يا پروٽيسٽنٽ) اعتراض نه ورتو هجي ۽ ان جي اشاعت يا ان جي پڙهڻ خلاف ممانعت جا حڪم يا فتوائون نه جاري ڪيون هجن. ۽ اهو سڀ تڏهن جڏهن هن کي خود ئي خيال هوندو هو ته ڪيس پنهنجا نوان ويچار ۽ رايا پوريءَ ذميداريءَ ۽ احتياط سان ظاهر ڪرڻ کپن، جو ته "آءُ نٿو گهران ته منهنجو پنهنجو بورچي ئي ڪٿي جوش ۾ اچي، اجايو خون ڪري ڇڏيم!"

هُن، بهرحال، پنهنجي حياتيءَ جو وڏو حصو جيل ۾ يا جلاوطنيءَ ۾ گذاريو. پنهنجي زندگيءَ جي پوئين سال، يعني 1778ع ۾، چوويهه سال يڪا جلاوطن رهڻ کان پوءِ، هو پنهنجي جنم جي شهر پيرس ۾، سو به بنان اجازت، موٽي آيو. جتي هن جي آخري عمر ۾ لکيل (وري به) هڪ ڏک وارو ناٽڪ "آئرين" (Irene) اسٽيج تي پيش ٿي رهيو هو. گهٽين ۾ ماڻهن جا انبوهه نڪري آيا، جن هن کي ڏسي، نعرا هنيا: "والٽيئر آيو. جيءُ آيو! والٽيئر زنده باد! ڪالَس (ڏسو آخر ۾ تفصيلي نوٽ)جي حاميءَ کي سَوَ سلام!" هُن جي ناٽڪ جي ڇهينءَ پيشڪش تي پهريائين خود سندس هن جي، پنهنجي نشست تي ويٺي، ۽ پوءِ هُن جي مجسمي جي، ڪليءَ اسٽيج تي، گلن سان تاجپوشي ڪئي ويئي. هُن سان ملڻ لاءِ هن جا دوست ۽ واقفڪار، جيڪي هن کي سالن کان پوءِ ڏسي رهيا هئا، ۽ هن جا پرستار ۽ قدردان، ٽولن ۾ ۽ قطارن ۾. جتي هن جي رهائش هئي اتي، وٽس ايندا رهيا. پڇاڙيءَ جو، هن جي اِن ڪيڪار

جي، بہ ڏينهن لاڳيتا، اها ئي حالت رهي. والٽيئر پنهنجي دوستن ۽ قربدارن سان گڏبو رهيو ۽ هٿ ملائيندو رهيو. ۽ ائين ڪندي ڪندي، هو بنهہ هُيڄي پيو، ۽ ائين ڏسجي رهيو هو تہ 84 سالن جي هن پير مرد لاءِ وڏيڪ زندگيءَ جو بار ڪڻڻ وس کان ٻاهر ٿي چڪو هو.

ترت ئي پوءِ جڏهن هن وفات ڪئي، تڏهن پئرس جي ديني اختياريءَ وارن هن کي مسيحي ڪفن دفن ڏيڻ کان انڪار ڪيو. ڇو؟ ڇي، "هو ملحد هو". هن جي دوستن هن کي ناهي جوڙي، جيئري شخص وانگر، هڪڙيءَ گاڏيءَ ۾ ڪٺي ويهاريو، ۽ ائين هن جو "لاش"، رات وڳڙي ۾، هو شهر کان ٻاهر ڪڍي ويا. شهر کان ٻاهر ويجهيءَ هڪ ديول ۾ هڪڙو ڪشاديءَ دل وارو پادري سندن واقف هو، يا ائين ئي آهو ڪين ملي ويو، جنهن "امر لوڪن کي مسيحي شريعت جي احڪامن کان بالاتر" سمجهي، والٽيئر جي لاش کي پنهنجي ديول جي "مقدس" قبرستان ۾ دفن ڪرڻ جي اجازت ڏني. تيرهن سال پوءِ، 1791ع ۾، فتح سان سرشار انقلابين، پنهنجي قومي انقلابي اسيمبليءَ طرفان نهراءُ پاس ڪري، "انقلاب جي امر استاد" ۽ "عقل جي پيا سيءَ" والٽيئر جا هڏا واپس پئرس آڻڻ جو فيصلو ڪيو. پوءِ هن جا هڏا هڪ لک ماڻهن، مردن ۽ عورتن، گڏجي، جلوس ناهي، پاڻ سان گڏ واپس پئرس ۾ آندا، ۽ ڇهن لکن کان وڌ ماڻهن رستن تي ۽ گهٽين ۾ بيهي، انهن جو سلام ڪيو. جلوس ۾ ويندڙ جنازي جي گاڏيءَ تي هي لفظ لکيل هئا : "هن شخص جو انساني ذهن تي عظيم احسان آهي: هن ئي اسان کي آزاديءَ جو سبق سيکاريو." والٽيئر جي جنازي کي پوءِ، ساڳيءَ پئرس ۾، "قومي ديوتائن جي قبرستان" ۾ دفن ڪيو ويو، ۽ هُن جي قبر جي پٿر تي رڳو هي لفظ اڪيريا ويا: "هيءُ والٽيئر جو مدفن آهي." ائين سمجهيو ويو تہ والٽيئر ڪير هو، ان لاءِ والٽيئر جي قبر تي والٽيئر جو نالو ئي ڪافي هو.

فرانس جو هيءُ غير معمولي انسان سچي زندگي بن ڳالهين جي سلسلي ۾ بيحد خوش نصيب رهيو: هڪڙو دوستن ۽ ٻيو دولت جي سلسلي ۾. هڪ تہ هن کي ڪجهہ اباڻي ۽، ڪجهہ وڏيڪ، ناناڻي ملڪيت ورثي ۾ آيل هئي: هن جو پيءُ ان زماني جي پئرس جو هڪ ڪامياب وڪيل هو، ۽ سندس ماءُ تہ "چند امير نسل" جي هئي، ۽ ٻيو تہ خود کيس بہ تجارتي ڪاروبار جو اهڙو ڪو ڍنگ هو، جو موقعو ڏسي، هو پنهنجي موڙي وري وري ڪنهن نہ ڪنهن نفع بخش ڪاروبار، خاص طرح فوجي مقاطعن، ۾ سيڙائي

ڇڏيندو هو. انهيءَ ڪري هو ڪڏهن بہ مالي پريشانيءَ جو شڪار نہ رهيو. هن جي دوستن جي ڳالهہ هيءَ هئي، جو جڏهن بہ هن کي جلاوطنيءَ توڙي جيل جي حالت ۾، پنهنجي بچاءَ توڙي پناهہ جي خيال کان، ڪنهن دوستانہ اثر ۽ رسوخ جي ضرورت درپيش آئي، تہ هو ان کان ڪڏهن بہ محروم ڪونہ رهيو. چوڌاري دشمنن ۽ بدخواهن جي وچ ۾ هوندي بہ، هڪ پاسي ڪيترا همعصر عالم ۽ اديب هن جا دوست ۽ ساٿي هئا، تہ ٻئي پاسي ڪيئي علم دوست ۽ ادب نواز امير، مرد توڙي عورتون، ويندي وقت جي بادشاهن ۽ انهن جي ويجهي ڪان ويجهن منصبدارن تائين، هن جا خير خواهہ ۽ قدردان هئا. جرمنيءَ جو بادشاهہ، فريڊرڪ اعظم، تہ هن جو پڪو معتقد هو. هن جي انفرادي دوستيءَ ۽ گهڻگهرائيءَ جي دائري جي وسعت جو سبب هن جي ذاتي خوشحاليءَ، خوش طبعيءَ ۽ خوش ذوقيءَ سان گڏ هن جي فڪر توڙي عمل جي بي غرض ۽ بي خوف سچائي پڻ هئي. عوام، يعني پورهيت ۽ غريب ماڻهن، ۾ تہ ڪيئي هن جا بنهہ فدائي هئا. جو تہ اهي هن کي، سڄي جهان جي خلاف، خاص پنهنجو همدرد ۽ حامي سمجهندا هئا.

والٽيئر جي ڪهل، سخا ۽ شيواڌاري سياءَ جون ڳالهيون انيڪ آهن. هو اڪثر چوندو هو تہ "افسوس آهي، جو نيٺ مري وڃبو، ۽ چڱو ڪم ڪرڻ کان رهجي ويندو!" اوري ڄا، پري جا ماڻهو هن وٽ صلاح مصلحت لاءِ، قلم توڙي پيسي جي مددَ لاءِ، خالص همدرديءَ ۽ هانءَ ڏڍ لاءِ سدائين ايندا رهندا هئا. سزا ڪاڏل غريبن لاءِ هن جي دل ۾ خاص جاءِ هوندي هئي. انهن کي هو اڪثر معافي ڏيارڻ جي ۽ ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪندو هو، ۽ هو ڇٽي ايندا هئا تہ انهن کي مدد ڪري ڪنهن ڌنڌي سان لائي ڇڏيندو هو، ۽ پوءِ انهن جو وقت بوقت سماءُ رکندو هو، ۽ انهن کي صلاحون ۽ مشورا ڏيندو رهندو هو تہ جيئن زندگيءَ ۾ پنهنجن پيرن تي بيهي هو ڪامياب بنجن. هڪڙي پيري هڪڙا نوجوان زال مڙس، جن هن سان ڪا نڳي ڪئي هئي ۽ هن کي قريو هو، وٽس آيا ۽ گوڏن پر جهڪي، ڪانئس معافي وٺڻ لڳا. والٽيئر پاڻ هنن جي اڳيان گوڏن تي جهڪي، هنن کي اٿاري مٿي ڪيو، ۽ کين پنهنجي طرفان معافيءَ جي خاطري ڏيندي، چيائين تہ "انسان کي جي جهڪڻو آهي تہ فقط خدا جي اڳيان جهڪڻ گهرجي، ۽ ڪنهن کان معافي گهرڻ بدران پنهن جي نفس کي گناهہ کان روڪڻ کپي." هن جي انيڪ پر اُپڪاري ڪمن مان، مثال طور، هڪڙو نيڪ ڪم هيءُ بہ بڌايل آهي تہ پنهنجي هڪڙي مخالف جي بيواهيءَ نياڻيءَ کي هن گود ۾ ورتو، پالي، پڙهائي وڏو ڪيو، ۽ هن جي شاديءَ لاءِ

شاهاڻي قسم جي ڏاجي جو بندوبست ڪيائين. تہ جيئن هوءَ سکي زندگي گذاري سگهي. "هيءُ جيڪو نيڪيءَ جو ننڍڙو ڪم مون ڪان ٿي سگهيو آهي." هن چيو. "ان کي آءٌ پنهنجو بهترين ڪم سمجهان ٿو... جڏهن مون تي ڪو هلان ڪري ٿو تڏهن آءٌ حيوان بنجي وڃهان ٿو: ڪنهن جي اڳيان جهڪي نٿو پوان: پر اندر ۾ آءٌ نيڪ حيوان آهيان، ۽ پڇاڙيءَ ۾ آءٌ ڪلي ٿو وجهان."

هيءُ "ڪلٺو فيلسوف" جڏهن 75 ورهين جي ڄمار جو ٿيو، تہ سندس دوستن فيصلو ڪيو تہ پاڻ ۾ پيسا گڏ ڪري، ڪنهن اعليٰ سنگتراش کان هن جو هڪ يادگار مجسمو تيار ڪرايو وڃي. ان لاءِ اهو شرط رکيائون تہ ڪو بہ هڪ "مائيٽ" (= اڌ پينس، يعني ٽامي جي هڪ ٽڪي) کان وڌيڪ رقم نہ ڏئي! ڪٺي ڪيترو بہ ڪو شاهوڪار هجي. تہ جيئن گهڻي کان گهڻا دوست ان ۾ حصو وٺي سگهن. جرمنيءَ جي بادشاهہ فريڊرڪ اعظم پڇا ڪئي تہ هو ان لاءِ ڇا ڏئي: جواب مليس تہ "حضور ، هڪ "ڪرائون" - "تاج" - (= پنج شلنگ، يعني اٽڪل چار رپيا)، ۽ بيو تنهنجو نالو!" ان تي والٽيئر هن کي چرچي طور مبارڪ لکي موڪلي تہ "چڱو ٿيو، جو توهان بين علمن ۽ هنرن جي سرپرستيءَ سان گڏ، هڪ هڏائين پڃري جي مجسمي لاءِ پنهنجو "ڪرائون" (بمعنيٰ "تاج") ڏيئي، "علم بدن" جي واڌاري طرف بہ توجهہ فرمايو آهي!" پنهنجن دوستن کي ان تجويز کان ڪجهہ باز رکڻ جي ڪوشش ڪندي، لکيائين: "اڙي منهنجا دوستو، مون ۾ تہ اهڙو ڪو منهن ئي ڪونہ بچيو آهي، جو ان جو ڪو نمونو نهي سگهي! اوهان يا اوهان جي سنگتراش لاءِ تہ اهو اندازو ڪرڻ ئي ڏکيو ٿي پوندو تہ اهو هئڻ ڪٿي گهرجي! منهنجون اکيون ٽي انچ اندر پيهي ويون آهن، منهنجا ڳل پراڻيءَ ڪل وانگر سڪي نوٽ ٿي ويا آهن. ... جيڪي ٿورا ڏند هئم، سي بہ ڪري پيا اٿم..." کيس جواب مليو تہ "ذات ذٽيءَ (Genius) جا مُهاندا پڌرا هوندا آهن: ۽ ذات ذٽي، هن جو ياءُ، هر هنڌ ۽ هر وقت، هن کي آسانيءَ سان سڃاڻي سگهي ٿو."

والٽيئر پنهنجن پوين ڏينهن ۾ جڏهن بستري داخل ٿيو، تڏهن هڪڙو پادري مسيحي شريعت موجب مغفرت جي دعا ڪرڻ لاءِ پاڻهي ڇاڻي وٽس لنگهي آيو. والٽيئر ڪلندي پڇيس، "پادري سڳورا، توهان کي ڪنهن موڪليو آهي؟" پادريءَ جواب ڏنس تہ "خداوند قدوس پاڻ." "برابر، حضرت، برابر." والٽيئر چيو، "ڪو پروانو بہ ساڻ آٿو؟" اهو ٻڌي، پادري سڳورو جيءَن آيو هو تيئن مغفرت جي دعا ساڻ کڻي، موٽي ويو. والٽيئر پنهنجن گناهن بخشائڻ لاءِ

پوءِ ٻيو هڪڙو پادري سگورو پاڻ گهرايو، جنهن وري چيس تہ "ٻهرين پنهنجي ايمان جي قبوليت صحيح ڪري ڏي تہ تون مسيحي دين جي ڪيٿولڪ شريعت جو معتقد آهين، تہ پوءِ تنهنجي ”گناهن جي قبوليت“ وٺان." والٽيئر ڪلي، منهن ٻئي پاسي ڪيو ۽ اُن جي عيوض هينيون بيان لکي، پنهنجي سيڪريٽريءَ جي حوالي ڪيائين. ۽ ان کان پوءِ تورن ئي ڏينهن ۾ دم ڏنائين: "آءٌ ڌڻيءَ جي پياس دل ۾ رکي مران ٿو. پنهنجن دوستن لاءِ محبت اٿم، ۽ دشمنن لاءِ نفرت ڪانہ اٿم. ۽ آءٌ هر قسم جي وهم ۽ وسوسي کي ڌڪاريان ٿو (دستخط) والٽيئر، فيبروري 27، 1778ع" .

والٽيئر جي صحت نندي هوندي کان نازڪ هوندي هئي. ڄمڻ وقت هو ڏٻرو پتلو ۽ ماس بي شو. هن جي ماءُ کيس ڄٽيندي ئي گذاري ويئي هئي، پر نہ ڪنهن طرح جي پيو ۽ پورا سارا 84 سال جيئندو رهيو. نہ رڳو جيئندو رهيو پر سڄو وقت گهمندو رهيو، رڙهندو رهيو. لکندو رهيو، ۽ پاڻ تي ۽ سڄيءَ دنيا تي کل چرچا ۽ مسخريون ڪندو رهيو. هو اڪثر ڪانہ ڪا بيماري سان ڪنهن گهمندو هو. ايتريقدر جو، هڪ موقعي تي هن کي چوڻو پيو تہ "اسي سالن کان نزديڪ ڏينهن مون رڳو مرڻ ۾ وريا آهن." پر، هن جي طبع جي مک خاصيت هيءَ هوندي هئي، جو ڪنهن بہ صورت ۾ ڪنهن بہ حالت ۾، ڪم کان هن گهڙي بہ پاڻ کي واندو نہ رکيو. سندس سيڪريٽريءَ جو چوڻ هو تہ "زندگيءَ ۾ جيڪڏهن هن ڪا سڀ کان وڏي ڪنجوسائي ڏيکاري هئي تہ فقط پنهنجي وقت جي سلسلي ۾." هن جو پنهنجو چوڻ هو تہ "مصروف نہ هجڻ ۽ زنده رهڻ ساڳي ڳالهہ آهي... ماڻهو سڀ چڱا آهن، سواءِ انهن جي جيڪي بيڪار ۽ ٺوٺي آهن... جي ماڻهو چاهي تہ حياتي ڪجهہ گذاري جهڙي بنجي، تہ کيس گهرجي تہ جيترو ٿي سگهي اوترو پاڻ کان ڪم وٺندو رهي... جيئن عمر ۾ آءٌ وڌان ٿو، تيئن ڪم جي پنهنجي لاءِ وڌيڪ ضرورت ٿو محسوس ڪريان. ڪم زندگيءَ جو نشو آهي. ڪم ئي زندگيءَ جي مسرت آهي... جيڪڏهن ڪو خودڪشي ڪرڻ نٿو گهري تہ هن کي سدائين ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪندو رهڻ گهرجي." ۽ واقعي پنهنجي زندگيءَ جا سٺ سال، جيڪي هن سوچڻ ۽ لکڻ ۾ صرف ڪيا— "منهنجو اهو ڏنڌو آهي تہ جو ڪجهہ سوچيان سو لکان"— انهن سالن جي هڪ هڪ گهڙي هو ڪم ڪندو رهيو. فلسفي ۽ تاريخ جي ڄاڻو. ول ڊيورانٽ، جو چوڻ آهي تہ "والٽيئر جي دور جو ٻيو ڪو مشڪل ماڻهو اهڙو هو، جنهن فڪر ۽ فن جي ميدان ۾ هن کان وڌيڪ محنت سان ڪم ڪيو هجي ۽ ان ۾ هن کان وڌيڪ ڪا حاصلات دنيا کي ڏني هجي. والٽيئر جي صدي

(1694 - 1778ع) يورپ ۾ ”ڪمالات جي صدي“ سڏجي ٿي، ۽ هو ان صديءَ جو خالص ترين روح ۽ جوهر هو.“ فرانس جي عظيم عالم ۽ اديب، وڪٽر هيوگو، جو چوڻ آهي تہ ”والٽيئر جي نالي وٺڻ سان سڄي جي سڄيءَ ارڙهين صديءَ جي ڪارڪردگي، معنيٰ ۽ مقصد، سامهون اچي وڃن ٿا.“

والٽيئر جو خانداني نالو ”فرانڪوس ماري اَروٽ“ هو. ”والٽيئر“ (جنهن جي معنيٰ ”برق“، ”شعلو“ يا ”سوز“ ڪري سگهجي ٿي) هن جو ادبي نالو هو، جو هن ٽيويهن سالن جي عمر ۾ پاڻ تي رکيو هو، جڏهن هو فرانس جي مشهور شاهي قيدخاني، باسٽيل، ۾ بند هو. شعر چوڻ تہ هن لکڻ پڙهڻ سان گڏ شروع ڪيو هو. هن جو پيءُ مذهب جي معاملي ۾ پڪو اعتقادي ڪئٿولڪ هو، پر هن جو وڏو ڀاءُ، آرمند، پيءُ جي ان عقيدي تان ڦري، وڃي ”جئنسيني“ فرقي (پايو وجهندڙ: ڪارنيليس جئنسين - وفات 1638ع) ۾ داخل ٿيو هو، جنهن فرقي جو هيءُ عقيدو هو تہ ”فطري انساني ارادو بديءَ ڏانهن ويندڙ هو ۽ ان ۾ نيڪيءَ جي بنيادي اهليت ڪانہ هئي: انهيءَ ڪري جيڪڏهن ماڻهوءَ کي بديءَ کان بچڻو هو، تہ هن کي ان لاءِ پنهنجي فطري ارادي جي خلاف پنهنجي عمل ۾ پاڻ ڪوشش ڪرڻي هئي: ”گناهن جي قبوليت“ يا ”مغفرت“ جو ڪو سوال ئي ڪونہ هو.“ مسيحي دين جي بنيادي عقيدي کان هن ”ڪفر“ جي پاداش ۾ ڪئٿولڪ شريعت جي ديني عدالت آرمند کي قاسيءَ جي سزا ڏني، ۽ هو آخري دم تائين پنهنجيءَ ڳالهہ تي محڪم بيٺو رهيو— پنهنجي هڪڙي دوست کي چيئينديءَ، جيڪو ڪيس توبهہ تائب ٿيڻ لاءِ چئي رهيو هو، چيائين: ”جيڪڏهن تون پاڻ سوريءَ تي چڙهڻ نٿو گهرين، تہ ڪم از ڪم ٻين کي تہ ان کان نہ روڪ!“ والٽيئر تي، پنهنجي پيءُ جي ڀيٽ ۾، ان پنهنجي ”باغي“ ڀاءُ جي طبيعت ۽ قربانيءَ جو وڌيڪ اثر هو. سو جڏهن والٽيئر جي شعربازيءَ جي آخر هُن جي پيءُ کي خبر پيئي تڏهن هن ”بئي بيوقوف پٽ“ مان بہ هو آسرو لاهي وينو تہ هو ڪو دنيا ۾ ڪجهہ ڪندو يا ڪنهن درجي کي پهچندو- ڇاڪاڻ تہ، هن جي چوڻ مطابق، ”ادب ان ماڻهوءَ جو ئي پيشو ٿي سگهي ٿو، جيڪو معاشري لاءِ بيڪار ۽ مائٽن تي بار هجي، ۽ جنهن کي زندگيءَ ۾ بک وگهي مرڻو هجي!“ شايد فرانس ۾، اسان جي اڄوڪيءَ سنڌ وانگر، ان زماني ۾ ادب جي ڪجهہ اها ڪيفيت ۽ اديبن جو ڪجهہ اهو ئي حال هوندو هو!

هوڏانهن عجب جهڙي ڳالهہ هيءَ ٿي تہ پئرس کان ٻاهر سندن اباڻي ڳوٺ ۾ رهندڙ ان زماني جي هڪ مشهور ميلاني رقاصہ، نِني انڪلاس، هن

"جوڪري آروٽ" جي غير رواجي ذهن ۽ ذوق کان ايتري تہ متاثر ٿي، جو مرڻ وقت پنهنجي وصيت ۾ ٻہ هزار "فرئنڪ" هن جي تعليم ۽ پسند جي ڪتابن خريد ڪرڻ لاءِ ڇڏي ويئي. هن جي پهرين استادن ۾ هڪڙو گهڻ-جاڻ قسم جو پادري، جيروم ڪونارڊ. نالي ڇيو وجي ٿو، جنهن هن کي انجيل جون آيتون تہ سيکاريون، پر انهن بابت هن جي دل ۾ ڪيترا شڪ بہ جاڳائي ڇڏيا. هن جي اعليٰ تعليم "جيسوئي" ( + ) استادن جي هٿن ۾ ٿي، جن هن کي "علم ڪلام" ۾ اهڙو پڪ ڪري ڇڏيو، جو، خود انهن وانگر، هو ڪنهن ڳالهہ جي ثابت ڪرڻ تي ايندو هو تہ هر ڳالهہ ثابت ڪري ڇڏيندو هو. يعني، "ايمان"، "اعتقاد" يا "تقليد" جنهن جو نالو، سو هن ۾ نہ رهيو. بلڪ هر ڳالهہ تي شڪ ڪرڻ هن جي عادت بنجي ويئي. رڳو پيو دليل دلائل ڏيندو هو. ٻيا هن جا هم عمر ڇوڪرا پيا رانديون ڪندا هئا، تہ هو ڪلاسن ۾ وينو استادن ۽ عالمن سان شرعي ۽ فقهي مسئلن تي بحث ڪندو هو. رات جو دير دير سان گهر اچڻ ۽ شهر جي "آزاد" ماڻهن جي سنگ ۾ اٿڻ ويهڻ هن جو دستور بنجي ويو. هن جي پيءُ سندس استاد صاحبن سان صلاح ڪئي، جن بہ هن لاءِ ڪو ڪيس سٺو سرٽيفڪيٽ ڪو نہ ڏنو: چي، "ڏاڍو هوشيار ۽ تيز فهم آهي، پر گهٽي رول طبع اٿس." نيٺ پٽس، ڪڪ تي، پري، ٻئي هنڌ ڪٿي رهندڙ پنهنجي هڪڙي سخت مزاج مائٽ وٽ موڪلي ڏنس، تہ جيئن اتي "پرديس" ۾ هن وٽ هو "قيد ۾ ٻڌو رهي." پر هن پنهنجي ان "جيلر" کي پنهنجي عقلمنديءَ ۽ چتر زبانيءَ سان ايترو تہ موهت ڪري ڇڏيو، جو نہ رڳو هن متانس سڄي چوڪسي هٽائي ڇڏي، پر هن جي ڳالهين ۾ هـن جو هو پاسو وٺي ٻيهي رهيو! پٽس لاچار ٿي، اتان بہ ڪيس گهرائي، هالنڊ جي فريچ سفير کي منٿ ڪري تہ هو متس ڪرڙي نظر رکندو، هُن جي اتالي ۾ هِن کي ڪا جاءِ ڏياري، مرڳو فرانس مـان ئـي ٻـاهر موڪلـي ڇـڏيس. پـر تـرت ئـي اتـي وري هـڪ "معمولـي" ڇوڪـريءَ سان عشق ۾ ڦاسي پيو: ان لاءِ دلگداز نظم لکندو رهيو، ان کي خطن متان خط لکندو رهيو، ۽ ڏينهن رات لکي لکي ان سان ملاقاتون ڪندو رهيو. نيٺ ڳالهہ ڦاٽي پيئي، ۽ بدنامي ٿي، ۽ هھڙي "غير ذميدار سفارتي عملدار" کي ٽڙا متي تي ٻڌا ي، هڪدم واپس پئرس ڏياري موڪليائون.

1715ع ۾ جڏهن هو ايڪيهن ورهين جو ٿيو، تڏهن فرانس جي بادشاهہ لوئي – 14 جي مرڻ تي هن جي جانشين پٽ جي صغير هجڻ سبب، حڪومت جون واڳون قائم مقام طور هڪڙي امير ڪبير سنڀاليون. هن، سرڪاري خرچ گهٽائڻ جي نيت سان، پهريون ڪم هيءُ ڪيو، جو شاهي

اصطبل جي بيڪار گهوڙن مان اڌ گهوڙا وڪڻي ڇڏيائين. جڏهن اها خبر والٽيئر ٻڌي، تڏهن هڪدم هن جي زبان مان هيءُ گفتو نڪتو ته "ڪيڏي نه وڏيڪ سمجهداريءَ جي ڳالهه ٿئي ها، جيڪڏهن اصطبل ۾ بيٺل گهوڙن کان اڳ دربار ۾ ويٺل اڌ گڏهه ڪڍي ڇڏي ها!" اهو هن جو گفتو فورن پئرس جي هر ماڻهوءَ جي زبان تي چڙهي ويو. انهن ڏينهن ۾ به هڪڙا ننڍا نظم به شهر ۾ عام پکڙجي ويا، جن ۾ قائم مقام امير ڪبير تي جلهه ڪيل هئي ته هن سازش ڪري، تخت جو وارث ٻنجڻ چاهيو ٿي. اهي به نظم به ڪنهن طرح "نوجوان آروٽ" ڏانهن منسوب ٿي ويا. انهن ئي ڏينهن ۾، هڪڙي ڏينهن، هو ڪنهن باغ ۾ ان قائم مقام امير ڪبير جي ور چڙهي ويو، جنهن ڳچيءَ کان جهلي چيس، "آروٽ، ترت ئي توکي مان اهڙي هنڌ جو سير ڪرائيندس، جو سڄي عمر ياد ڪندين!"— "ڪهڙي هنڌ؟"— "باسٽيل جي باغ جو!" ٻئي ڏينهن، يعني اپريل 16، 1717ع تي، آروٽ باسٽيل جي قيد خاني ۾ ويٺو هو!

ائين هو ان باسٽيل جي شاهي ترم ۾ تقريبن ٻارهن مهينا رهيو. پنهنجو ادبي نالو "والٽيئر" به اتي هن پاڻ تي رکيو. هن انهن ٻارهن مهينن ۾ به ڪتاب لکيا: هڪ "او ڊيپ"، ڏک وارو ناٽڪ، جنهن جو ڪجهه ذڪر مٿي ٿي چڪو آهي، ۽ ٻيو "هينرئيڊ"، جيڪو فرانس جي ڏيڍ سو سال اڳوڻي بادشاهه هينري - 4 جي سوانح حيات بابت هڪ طويل نظم هو. ان بادشاهه کي والٽيئر سڄي زندگي پنهنجو هيرو ڪري مڃيو، ڇاڪاڻ ته اهو بادشاهه مذهبي صلح ۽ رواداريءَ جو علمبردار هو ۽ هن ئي يورپ ۾ ٽيهن سالن جي لاڳيتين مذهبي لڙاين جي خاتمي تي دين مسيح جي مختلف فرقن جي وچ ۾ "نئنٽيز جو مذهبي صلح نامو" (1596) تجويز ڪيو هو ۽ ان جي شرطن وغيره جو مسودو تيار ڪرايو هو. باسٽيل ۾ هن کي اجا ٻارهن مهينا ئي ڪونه ٿيا هئا، ته سرڪار وٽ ڪنهن طرح ثابت ٿيو ته اهي اعتراض جوڳا به نظم والٽيئر ڪونه لکيا هئا پر ٻئي ڪنهن لکيا هئا: جنهن تي قائم مقام امير ڪبير نه فقط کيس قيد مان آزاد ڪيو، پر پينشن جي ڪجهه رقم به مقرر ڪري ڏنائينس. والٽيئر ان لاءِ هن ڏانهن شڪرگذاريءَ جو خط لکي موڪليو، جنهن ۾ لکيائينس ته "کاڌي جو ته بندوبست منهنجو توهان ڪيو، ان لاءِ مهرباني: پر وڏيڪ مهرباني ڪري منهنجي رهائش جو به بندوبست نه ڪجو: اجازت ڏجوم ته اهو بندوبست آءٌ پنهنجو پاڻ ڪندو رهان!"

هن جي ائين جيل مان نڪرڻ کان پوءِ جڏهن هن جو ناٽڪ "اوڊيپ" اسٽيج تي پيش ٿيو ته اهو هيڪر ته پنجيتاليهه راتيون لاڳيتو ڏيکاريو ويو، جو

پيرس ۾ ناٽڪ جي تاريخ ۾ رڪارڊ هو. هن جو پوڙهو پيءُ بہ پهرئين ڏينهن، ڪاوڙ ۾ پرجي، هن کي هيٺ متي ڪرڻ لاءِ، ٿئيٽر تي جلهہ ڪري آيو، پر جڏهن ڪيس ونئي وجي اندر ويهاريائون، ۽ ناٽڪ شروع ٿيو، ۽ هن ڏسڻ شروع ڪيو، تہ ڏسندي ڏسندي، هر مزيدار ڳالهہ تي، پنهنجي خوشيءَ کي لڪائڻ جي ڪوشش ڪندي، گهٽيل ساهہ سان چپن ۾ پُسڪندو رهيو: "اڙي بدمعاش! اڙي، بدمعاش، تو هي ٺاهيو؟!" ناٽڪ تي ڪنهن تبصرو ڪندي، والٽيئر کي چيو، "محض "ڏک جي ناٽڪ" کان تہ هيءَ متي ڳالهہ هئي!" جواب ڏنائينس، "تو ڏک ڏٺو آهي؟ ڏک جا ناٽڪ وري وجي ڏس ۽ پڙهہ!" پر واقعي والٽيئر جو هيءُ ناٽڪ ان دور جي عام ناٽڪن کان متي بہ هو ۽ مختلف بہ هو، ڇاڪاڻ تہ ان ۾ هن "محض ڏک" کان متيريون ڳالهيون بہ لکيون هيون، جن ئي اڳتي هلي هن جي ان ڊرامي کي دربار ۽ ڪليسا ٻنهي جي ڪاوڙ جو نشانو بنايو ۽ ان جو نالو "منع ٿيل" ڪتابن جي لسٽ ۾ شامل تي ويو. اهي ان ۾ کهڙيون ڳالهيون هيون! مثلن ههڙيون:

"اسان جا پادري ائين نہ آهن، جيئن سادو عوام انهن کي سمجهي ٿو: انهن جو علم بس ايترو آهي، جيترو اسان جو انهن ۾ ويساهہ آهي."

اُن ۾ هڪڙي ڪردار جي واتان انسان لاءِ علم جي هڪڙي ئي قابل اعتماد ذريعي جو، ۽ ان کان سواءِ ٻئي هر ذريعي جي انڪار جو، اعلان ڪرايل هو:

"اچو تہ پنهنجي پاڻ تي اعتبار رکون، سيڪجهہ پنهنجي اکين سان پاڻ ڏسون: اهي ئي اسان لاءِ غيب دان، اسان لاءِ واعظ ۽ اسان لاءِ الهام آهن."

ان کان پوءِ اٺ سال لاڳيتا والٽيئر پئرس جي ادب ۽ فن جي دنيا جو بي تاج بادشاهہ بنيو رهيو. اوچتو هن جي زندگيءَ ۾ هڪ ٻيو سانحو رونما ٿيو، جنهن هن جي سڄي مستقبل جو رخ موڙي ڇڏيو. والٽيئر وٽ سواءِ سندس ذات جي ٻي ڪا عزت ۽ رتبي جي سند ڪانہ هئي. ان دور جي جاگيرداري برادريءَ ۾، توڙي اڄ بہ انهن ۾، اِهو ڪنهن جو ڏوهہ ناقابل معافي هو تہ هن جي عزت ۽ رتبو "خانداني" نہ پر پنهنجي ذاتي لياقت سبب هجي ۽ هو دعوا بہ ان لاءِ پنهنجي لياقت جي آڌار تي ڪندو هجي ۽ نہ ڪنهن ورثي ۾ مليل خانداني وڏ ماڻهپ تي. هڪڙي ڏينهن ڪنهن رئيس وٽ دعوت هئي، ۽ ماني کائي سيني ويني پاڻ ۾ گپ شپ هنئين. جنهن ۾ سڀ کان اڳرو والٽيئر ئي هو: ڇاڪاڻ تہ هن کي ڳالهائڻ ۾ ڪو بہ ٻجي ڪونہ ٿي سگهيو. هو سڄيءَ محفل تي ڇانيو پيو هو. اوچتو، سواءِ ڪنهن سبب جي، نواب "شوليئر ڊي

روهان" ، آواز ۾ حقارت ڀري. وڏي واڪ پڇيو : "اهو ڪير آهي، جو ايڏيءَ ارڏائيءَ سان پيو ڳالهائي؟" والٽيئر فورن جواب ڏنس: "منهنجا سائين، هيءُ اهو آهي، جنهن وٽ ڪو وڏو نالو ڪونهي، پر جو پنهنجو نالو اٽس ان ڪري ئي عزت مليس ٿي!" ڪنهن نواب بهادر کي جواب ڏيڻ، ۽ وري ڪتو جواب ڏيڻ، جو موٽ ۾ هو ڪو جواب ڏيئي نہ سگهي، اهو تہ هن جي پڳ ۾ هٿ هو. هن جي نوابيءَ کي لوڏو هو! سو هن وڏيري وڏڏٽيءَ ڇا ڪيو، جو رات جو گونڊا موڪلي والٽيئر کي ڏاڍي مار ڪڍائي ڇڏيائين. ٻئي ڏينهن ٿيئٽر ۾ والٽيئر آيو تہ منڊڪائيندو آيو ۽ هن جي مٿي ۽ منهن تي پٽيون ٻڌيون پيون هيون. هو انهيءَ ئي صورت ۾ وڏي نواب ڊي روهان جي خاص نشست تائين ويو ۽ هن کي سروسر تلواربازيءَ جي چئلينج ڏنائين. پوءِ هو ويو، سو گهر وڃي، سچو ڏينهن تلواربازيءَ جي استعمالي ڪيائين. پر نواب بهادر کي هڪ خسيس "ڏات ڏٽيءَ" سان سروسر وڙهي، بهشت ۾ يا ٻئي ڪنهن هنڌ وڃڻو ڪو نہ هو: سو هن پنهنجي سوٽ سان ڳالهہ ڪئي، جيڪو دربار ۾ پوليس جو وزير هو، ۽ ان ڇا ڪيو جو فورن والٽيئر کي گرفتار ڪرائي هڪ ڀيرو وري باسٽيل جي ترم ۾ وجهائي ڇڏيائين. ٻہ هفتا ان ۾ ويهارڻ کان پوءِ کيس انهيءَ حڪم تي ڪڍيو ويو تہ هو ملڪ ڇڏي انگلنڊ هليو ويندو. والٽيئر کي انگريزي ڪاري ٽپائي، ٻيءَ پر ڊوور بندر تي ڇڏي آيا. پر هو ويس بدلائي، ڪاري واپس ٽپي، انتقام جي باهہ ۾ پچندو، فورن فرانس جي ڪناري تي پهچي ويو. ايتري ۾ کيس ڪٿان ڪڙڪ پئجي ويئي تہ هو ڏسجي پيو هو. ۽ ٽيون ڀيرو اجهو ٿي گرفتار ٿيو! لاچار هو ٻئي جهاز ۾ سوار ٿي، موٽي انگلنڊ ويو، جتي پوءِ هو ٽي سال (29-1726ع) رهيو.

انگلنڊ ۾ رهائش جي انهن ٽن سالن سان والٽيئر جي فڪر ۾ بنيادي گهرائي ۽ پختگي پيدا ٿي: زندگيءَ ۾ هن کي ڇا ڪرڻو هو، ان جي چٽي خبر ۽ روشن احساس هن کي انهيءَ مدت ۾ ٿيو. امير شاهي، جنهن جي هٿان پاڻ ٽڙجي نڪتو هو، ۽ پادريت، جنهن جو آزاديءَ جي هر ساهہ سان وير هو، ان هٿان پنهنجي وڏي پاءُ جي موت کي ياد ڪندي، هو انهن ٻنهي کي معاشري جي هر ناانصافيءَ ۽ هر گناهہ جو منڍ سمجهڻ لڳو هو. هو انگلنڊ - بيڪن، هابس، لاڪ، پوپ، ايڊيسن، سئفٽ، نيوٽن جي انگلنڊ - ۾ رهي، اتان جي صنعتي انقلاب (1725ع)۽ اتان جي آزاد ۽ تازه دم علمي ۽ ادبي زندگيءَ جو مشاهدو ڪري، هو بنيادي انساني برابريءَ ، فڪر ۽ عقيدي جي دائري ۾ سهپ ۽ رواداريءَ، ۽ علم جي ميدان ۾ روان دوان پيشقدميءَ واري انساني

سماج کي نہ رڳو بهتر معاشرو بلڪ هڪ عين ممڪن سماج سمجهڻ لڳو هو. فرانس ۽ فرانس جي "باسٽيل" ۾ رهي، هن جي من ۾ هڪ نئين ۽ بهتر انساني سماج جي تانگهہ جنم ورتو هو. ۽ انگلنڊ جي سماج ۾ رهندي ۽ ان جو مطالعو ڪندي، هن اڪئين ڏٺو تہ اهو ڪهڙو سماج ٿي سگهيو ٿي.

فرانس ۾ موٽي اچڻ تي هن پنهنجي نئينءَ دنيا جي ان نظريي کي چپ چاپ "فيلسوفيانہ خط" يا "انگريزن بابت خط" نالي ڪتاب ۾ قلمبند ڪيو. جنهن ۾ هن انگريزي سماج جي تقرير، فڪر ۽ عقيدي جي آزاديءَ، علمي تحقيق ۽ تجربي ۽ جمهوري حڪومت جي پارلياماني سرشتي متعلق پنهنجا تاثرات پيش ڪيا. ۽ ائين اتان جي حڪومتي ۽ سماجي ادارن کي بيان ڪندي، هن فرينچ عوام ۽ خواص کي سندن پنهنجي ملڪي ۽ سماجي صورتحال تي ويچار ڪرڻ ۽ ان کي بدلائڻ لاءِ بي خوف ۽ کلي دعوت ڏني. اهو هن جو ڪتاب رکي رکي 1734ع ۾ شايع ٿيو. ۽ شايع ٿيڻ سان شاهي "پارليامينٽ" جي فرمان تحت ان کي جلايو ويو ۽ ان جي مصنف لاءِ گرفتاريءَ جا وارنٽ جاري ٿيا. ڪتاب تي اعتراض هيءُ هو تہ اهو "خلاف مذهب هو، اخلاق جو بگاڙيندڙ هو ۽ قانون هيٺ قائم ٿيل اختيار جو دشمن ۽ باغي" هو.

والٽيئر ان صورتحال لاءِ اڳي ئي تيار هو. ۽ هڪدم پڇي وڃي پاسي واريءَ خود مختيار لورين رياست ۾ پنهنجيءَ هڪ قربدار اميرياڻيءَ، ايميلي ڊيوشٽليٽ ، جي محل ۾ پناهہ ورتائين. ۽ اتي پوءِ ان جي سايي ۽ سنگ ۾، 16 سال، 1734 کان وٺي ان خاتونءَ جي مرڻ تائين، گذاريائين.

سورهن سالن جو اهو سڄو ڊگهو عرصو هن جو ڏاڍو سکيو ۽ سڦل گذريو. هيءَ خاتون پاڻ بہ وڏي سمجهدار ۽ علم جي، خاص طرح رياضيءَ ۽ فلسفي، جِي صاحبِ هئي. هو ٻيئي گڏجي جديد علمن، خاص طرح فلڪيات، علم ڪيميا، ڪلنَ جي علم، ۽ پڻ تاريخ جو اڀياس ڪندا هئا. والٽيئر ان پنهنجيءَ دل گهريءَ خاتون لاءِ، بلڪ ان جي چوڻ تي، ٻين ڪيترين ننڍين وڏين تصنيفن سان گڏ پنهنجو علمي تحقيق ۽ ادبي ڪاوش جو سڀ کان وڏو ۽ سڀ کان اهم ڪم "تاريخ اقوام عالم"، جنهن کي هن " قومن جي اخلاقي ارتقا جي تاريخ" جو نالو ڏنو، هٿ ۾ ڪنيو. پر افسوس، جو هو اهو ڪم ان مائي صاحبہ جي حياتيءَ ۾ پورو ڪري ڪونہ سگهيو ۽ هوءَ ان کان اڳ انتقال ڪري ويئي. ان ئي ڪتاب بابت هڪ هنڌ هن ٻڌايو آهي تہ "ڪنهن باب جي رڳو ٻن جملن لکڻ لاءِ ٻہ ٻہ هفتا تحقيق ڪرڻي پويم ٿي." اهو ڪتاب هن پوءِ ڇئن سالن گذرڻ بعد 1753ع ۾ شايع ڪيو.

والٽيئر پنهنجي هن هم طبع، هم مشرب ۽ حوصلہ مند ساٿيءَ جي فوت ٿي وڃڻ کان پوءِ ڏاڍي اباٽڪائي محسوس ڪئي، ۽ نيٺ دل پڪي ڪري، پناهہ ۽ آٿت جي ڳولا ۾، پنهنجي معتقد ۽ جرمنيءَ جي بادشاهہ فريڊرڪ اعظم وٽ ويو. هن جي نظر ۾ فريڊرڪ اهڙو هڪ فراخدل ۽ روشن دماغ حاڪم هو، جنهن جو تصور، هڪ بي پهچ تمنا وانگر، هو سدائين پنهنجي ذهن ۾ رکندو ٿي آيو. فريڊرڪ جي ساڻس خط و ڪتابت گهڻي وقت کان هلندڙ هئي، ۽ والٽيئر هن کي اهو دانشمند بادشاهہ سمجهڻ لڳو هو، جنهن جو ذڪر افلاطون پنهنجي جڳ مشهور ڪتاب "ريپبلڪ" (رعيتي راڄ) ۾ ڪيو هو. جڏهن فريڊرڪ اڃا نہ بادشاهہ ٿيو هو، نہ اعظم، تڏهن پهريون خط جيڪو هن 1736ع ۾ والٽيئر کي لکيو هو، تنهن مان هن شهزادي جي دلي امنگن ۽ ذهني فضيلت جي خبر پَئِي ٿي. هن والٽيئر کي "فرانس جو عظيم ترين انسان" ڪري خطاب ڪيو هو... "هڪ اهو فاني شخص، جنهن ٻوليءَ جو مانُ وڌايو هو... آءٌ اهو وڏي ۾ وڏو اعزاز سمجهان ٿو، جو آءٌ اهڙي انسان جي همعصر ڄوائڻ جو حَقدار آهيان، جيڪو اهڙين بي مثل صلاحيتن جو صاحب آهي، جيئن اوهين آهيو... اها هر ڪنهن جي وس جي ڳالهہ ڪانهي، جو هو ماڻهوءَ جي روئندڙ دل کي کلائي... ۽ واقعي دل جي خوشين کان وڌيڪ خوشيون زندگيءَ ۾ آهن بہ ڪين." بادشاهہ بنجڻ کان پوءِ بہ سدائين هو والٽيئر کي پاڻ وٽ اچڻ لاءِ زور ڀريندو رهندو هو. خط و ڪتابت ۾ تہ هن ڪڏهن بہ ڪا بي رخي يا تڏاڻ ڪانہ ڏيکاري هئي. سو، دل ۾ ڪيترين نيڪ تمنائون ۽ گهڻيون خوشفهميون کڻي، والٽيئر فريڊرڪ اعظم وٽ ويو، ۽ اتي ٽي سال (53 - 1750ع) رهيو. پر ترت ئي هن محسوس ڪيو تہ آپيشاهيءَ جا ڪم ۽ طريقا ٻنهي صورتن ۾ تقريبن ساڳيا هئا، پوءِ آپيشاهي ڪنهن فيلسفوف بادشاهہ جي هجي يا ڪنهن دودستي جاهل بادشاهہ جي. پنهنجي دل جي ان ڪيفيت جو ذڪر هڪ خط ۾ ڪندي، لکي ٿو تہ "ڪو ماڻهو ڪنهن وڏي ٺاور ٺان ڪري، ۽ ڪرندي ڪرندي، هوا جي نرميءَ کي محسوس ڪري، چوي تہ "هيءَ نرمائي تہ ڏاڍي سٺي، پر شل سدائين رهي!" منهنجي حالت بہ اڄڪلهہ هتي اهڙي آهي." بهرحال اها گهڙي بہ آئي، جڏهن هو ان "نرم هوا" مان ٿيندو، اچي پٽ تي پهتو. هو هاڻي منجهي پيو تہ وڃي تہ ڪيڏانهن وڃي!

نيٺ هيترن سالن جي دوريءَ کان پوءِ هن واپس پنهنجي وطن فرانس وڃڻ جو خيال ڪيو. پر، افسوس، اڃا سرحد ٽپيو ئي مس تہ اطلاع مليس تہ پئرس دربار مان هن جي خلاف جلاوطنيءَ جو نئون فرمان جاري ٿي چڪو هو!

لاچار هن سئٽزرلنڊ جي ”رعيتي راڄ“ جو رخ ڪيو. اهو 1754ع جو سال هو. هن سمجهيو تہ اتي هو شاهي پوليس جي ”اک“ کان بچيل رهندو. پر ترت ئي هن کي معلوم ٿيو تہ تنگ نظري ۽ هٺ ڌرمي پروٽيسٽنٽ شريعت ۾ ايمان رکندڙ سئٽزرلنڊ جي جنيوا يا ٻئي ڪنهن شهر ۾ اهڙوئي خطرناڪ عذاب هئي، جهڙو ڪئٿولڪ شريعت ۾ ايمان رکندڙ فرانس جي پئرس ۾. اهڙيءَ طرح ڪئٿولڪ فرانس ۽ پروٽيسٽنٽ سئٽزرلنڊ ٻنهي ۾ پاڻ کي سلامت نہ سمجهي، هن چا ڪيو، جو ٻنهي ملڪن جي عين سرحد تي هڪڙي پاسي ٻہ ٻن گهرن جو بندوبست ڪيائين ۽ ٻئي پاسي ٻہ ٻہ گهر ورتائين. پوءِ ٿوري ئي ڪنهن پاسي کان ڪا خطري جي ڪڙڪ پوندي هيس، تہ هڪڙي هنڌان نڪري، ٻئي هنڌ هليو ويندو هو- ”ائين هڪڙيءَ ڌر مان سُري ٻيءَ ڌر ۾ ويندي، بادشاهن ۽ رعيتين ٻنهي جي لوڏين کان بچندو ٿو گهمان!“

فرانس مان والٽيئر جي جلاوطنيءَ جو جيڪو نئون شاهي فرمان صادر ٿيو، ان جو سبب وري بہ سندس هڪ ڪتاب هو. اهو ڪتاب جنهن جي نالي جو ذڪر مٿي ئي چڪو آهي، يعني اهو، جيڪو هن مئڊم ڊيوشٽليٽ لاءِ، بلڪ هن جي چوڻ تي، پنهنجي علمي تحقيق ۽ پنهنجي فڪر ۽ ادبي ڪاوش جو ”سڀ کان وڏو، سڀ کان اهم، پنهنجي قسم جو پاڻ ۽ سڀ کان وڏيڪ بيڌڙڪ“ ڪتاب لکيو هو- ”تاريخ اقوام عالم“. جنهن کي هن پاڻ ”قومن جي اخلاقي ارتقا جي تاريخ“ جو نالو ڏنو هو. هن ڪتاب ۾ آخر اها ڪهڙي ڳالهہ هئي، جنهن ان کي ايترو قابل اعتراض بنايو هو، جو فرانس جي شاهي سرڪار اوٽيهن سالن کان جلاوطن ان جي مصنف کي پنهنجي وطن جي سرزمين تي پير رکڻ کان اڳ وري بہ جلاوطن ڪري ڇڏيو؟ اها خاص ڳالهہ اهو تاريخ جو فلسفو هو، جيڪو هن ان ڪتاب ۾ پيش ڪيو هو. مئڊم ڊيوشٽليٽ کيس چيو هو تہ ”تاريخ، جيئن اسان کي ٻڌائي وڃي ٿي، اسان کي هڪ پراڻيءَ جنتريءَ وانگر پيئي معلوم ٿئي. آءُ هڪ فرينچ عورت آهيان: هتي پنهنجي زمين تي ويٺي آهيان: منهنجو ان ۾ ڇا، جي روس ۾ الف کان پوءِ ب تخت تي ويٺو، ۽ چين جي ج جو پٽ د نہ پر هہ هو، ۽ ترڪيءَ جي و جي قبر ڪٿ ۾ آهي ۽ ز جي قبر مٿي هوا ۾ آهي! مون يونانين ۽ رومين جون قديم تاريخون بہ پڙهيون آهن: انهن مان ڪجهہ مون کي لاڀ مليو: ڇو تہ انهن ۾ اهڙيون ڪي ڳالهيون ٻڌايل آهن، جيڪي منهنجي من کي پاڻ ڏانهن ڇڪين ٿيون، ڇو تہ اهي مون کي مفيد ۽ معنيٰ واريون لڳن ٿيون. باقي، ٻين تاريخن ۾، خاص طرح جديد قومن جي تاريخن ۾، تہ مون کي رڳو ننڍيون ننڍيون، بي ڍنگيون ۽ بي ربط

ڳالهيون پيون ڏسڻ ۾ اچن، جن ڪي مان پورو پڙهي بہ نٿي سگهان. بيشمار جنگيون، جن جو نڪو مقصد نڪا مراد ۽ جن سان ڪا ڳالهہ ئي نبري نہ سگهي... مان اهڙيءَ ڪنهن تاريخ جي پڙهڻ لاءِ تيار نہ آهيان، جيڪا منهنجي ذهن کي روشن ڪرڻ بدران، ان کي منجهائي ۽ بوساٽي رکي." ۽ والٽيئر هن سان متفق ٿيندي چيو هو تہ "تاريخ جيئن اسان جي اڳيان رکي ويئي آهي، اها تہ واقعي ماڻهن ۽ قومن جي بدبختين ۽ گناهن جي تصوير کان وڌيڪ ڪجهہ نہ آهي. اها جڏهن اسين پڙهون ٿا تہ ائين ٿا سمجهون جڻ ڪن ڌاڙيلن ۽ رهزنن جي تاريخ پڙهي رهيا آهيون. پر جيڪڏهن تاريخ سان فلسفي کي ملائجي، ۽ سياسي واقعن جي رد وبدل جي پنيان انساني ذهن جي تاريخ جي مطالعي ڪرڻ جي ڪوشش ڪجي تہ ڳالهہ جو رخ ۽ رنگ ٻيو ئي ٿو پوي... آءٌ جنگين جي نہ پر سماج جي تاريخ لکڻ گهران ٿو... منهنجو مقصد انساني ذهن جي تاريخ لکڻ جو آهي... منهنجو واسطو تاريخ جي وڏن ماڻهن سان نہ آهي، منهنجو واسطو انسانن سان آهي. اهي وحشي هئا سي ڪيئن مهذب بنيا. ڪهڙي رستي سان اهي حيوانيت مان نڪري انسانيت جي هاٿوڪيءَ منزل تي پهتا. آءٌ انهيءَ رستي جي ڳولا ڪرڻ ۽ ان جا تفصيل بيان ڪرڻ چاهيان ٿو."

ظاهر آهي تہ تاريخ جي انهيءَ فلسفي جي آڏو بہ ڳالهيون پنهنجو وجود وڃائي ويهن ٿيون. هڪڙي بادشاهن جي برتري ۽ اهميت ۽ ٻي تاريخ جي مابعد الطبيعاتي تشريح ۽ توضيح. ٻين لفظن ۾، اقتدار ۽ "ايمان" ٻنهي جو تقدس ختم، ٻيئي عقل ۽ تحقيق جي ڪسوٽيءَ تي ئي پرکيا ويندا. ههڙي پنهنجي حالت نہ ڪنهن بادشاهہ کي، نہ پنهنجي لاءِ، نہ پنهنجي گهراڻي يا نوع لاءِ، ۽ نہ ڪنهن دين، ڌرم ۽ ڪليسا کي ئي قبول پئجي سگهي ٿي. ويتر جو والٽيئر پنهنجي تاريخ کي "قومن جي اخلاقي ارتقا جي تاريخ" جو نالو ڏيئي، ان ۾ چين، جپان، هندستان ۽ ايران جهڙين قديم تهذيبن ۽ انهن جي فڪرن ۽ فلسفن کي بہ يورپ جي ذهني ۽ "ايماني" صورتحال سان، پوريءَ طرح هڪ غير جانبدار وزن ڪش وانگر، ٻيهي توريو ۽ تڪيو، تنهن تہ هيڪاري فرانس جي دربار ۽ ديول ٻنهي کي پاٽيءَ مان ڪڍي ڇڏيو. نيٺ فرانس جي بادشاهہ سلامت، مقدس مسيحي ڪليسا جي پنيرائيءَ، بلڪ تحرڪ، سان فرمان جاري ڪيو تہ "اهو شخص، جيڪو پهريائين پاڻ کي انسان سمجهي ٿو ۽ پوءِ فرينچ ۽ مسيحي، ان کي فرانس جي پاڪ ۽ برڪ ڌرتيءَ تي پير رکڻ جو ڪو حق ڪونہ هو." ائين والٽيئر کي تا دم حيات پنهنجي وطن کان بيوطن رهڻو پيو، ۽ رڳو پوين ڏينهن ۾ اتي مرڻ لاءِ، بنان موڪل جي،

واپس هو پنهنجي پياري نديڊ جي شهر پئرس ۾ وڃي نڪتو، جتي سڏو هو پنهنجي جوانيءَ جي هڪڙي دل گهرئي دوست (ڊي - ارجينٽال) جي گهر ويو: چي، ”مان پنهنجي موت کان مهلت وٺي، وري بہ توکي ڏسڻ ۽ توسان ملڻ آيو آهيان!“

1754ع کان 1778ع تائين 24 سالن جي جلاوطنيءَ جو عرصو، جيڪو هن فرانس ۽ سئٽزرلنڊ جي سرحد تي، ”هڪ ڏر مان سري ٻيءَ ڏر ۾ ويندي، بادشاهن ۽ رعيتين... کان بچندي“ گذاريو، اهو هن جي زندگيءَ جو مصروف ترين دور چيو وڃي ٿو. هڪ تہ سرحد جي ٻنهي پاسن جي ”پناهہ گاهن“ جي سهوليت ۽ ٻيو تہ هن جي پيري ۽ وڏنڊڙ علمي ساک - انهن جي آڌار تي هن پاڻ کي اڳي کان وڌيڪ آزاد ۽ وڌيڪ محفوظ سمجهيو: انهيءَ ڪري جو ڪجهہ دنيا جي مسئلن تي هن سوچيو ٿي اهو هو بيڌڙڪ چوندو رهيو. سڄو وقت هو ڪم ۾ مشغول رهيو. سڄي يورپ تي هن جي قلم مان نڪتل ڪتابچن، رسالن ۽ پترن جي بارش ٿيندي رهي. ڪٿي بہ ڪا زوراوريءَ يا ڏاڍ جي ڳالهہ ڏنائين يا ٻڌائين ٿي، تہ ان ۾ هو هيٺي جو پاسو وٺي، ميدان ۾ نڪري اچي ٿي بيٺو. هن ئي دور ۾ هن بدنصيب ڪالس ۽ ٻين اهڙن پروٽيسٽنٽ شهيدن جا ڪيئي ڪيس هٿ ۾ کنيا ۽ انهن کي پوريءَ طرح بيگناهہ ثابت ڪري، ڪئٿولڪ کليسا جي انڌي تعصب ۽ بي ترسيءَ کي دنيا جي اڳيان ايتري تہ درد انگيز انداز ۾ ظاهر ڪري ڏيکاريائين، جو ان کان پوءِ ئي پروٽيسٽنٽ عقيدي جي مسيحي مومنن جو فرانس جي ڪئٿولڪ سرزمين تي گذارو ممڪن بڻجي سگهيو. هن ئي دور ۾ هن ”ڪئنديڊ“ جو هيءُ ننڍو طنزيہ ناول لکيو، ۽ هن ئي دور ۾، ٻين ڪيترين بيشمار ننڍين وڏين تحريرن کان سواءِ (جن ۾ تاريخي مقالا، ڊايالاگ، خط، سنون، سبق ۽ نصيحتون، نظم، ڳالهيون، ناٽڪ، ٽوٽڪا، تبصرا ۽ تفسير ۽ ٻيا هر قسم جا خالص ادبي ۽ علمي مضمون اچي ٿي ويا)، هُن پنهنجا ٻيا بہ بيحد اهم ۽ عظيم ڪتاب پڻ تخليق ڪيا، جن مان هڪڙو ”سهپ ۽ رواداريءَ“ جي بچاءَ ۾ طويل مضمون هو. اُن ۾ هن ”ڪالس“ جو ڪيس پيش ڪيو آهي. ان جو مرڪزي خيال سندس هڪڙي هن جملي مان ئي پڙهي سگهجي ٿو: ”جيڪو مون کي چوي ٿو تہ ”جيئن آءُ مڃان ٿو تيئن تون بہ مڃ، نہ تہ خدا توتي ڪاوڙبو“، اهو اُتي ئي مون کي هيئن بہ چوندو تہ ”جيئن آءُ مڃان ٿو تيئن مڃ نہ تہ آءُ توکي ڪهندس“... وهم ۽ جهالت جي ڪٽرپڻي جي هن وبا ۾ انسان صدين کان ورتل آهن. ان کان ڇوٽڪاري جي ڪوشش ماڻهوءَ جي وڏي ۾ وڏي نيڪي ۽

بهترين عمل آهي.“ بيو ان دور جو سندس لافاني ڪتاب ”فلسفي جي لغت“ آهي، جو هن 12 سالن ۾ (63 - 1751ع) لکي پورو ڪيو. ان ۾ هن، الف - ب وار، فلسفي ۽ بين علمن جي مختلف عنوانن تي - مثلن مذهب، ارادو، تقدير، سياست، قرباني، حسد، برابري، آزادي، محبت، انسان، مادو، روح، معجزا، رواداري، شڪ، علم، عقل، ايمان وغيره تي پنهنجي بهترين طرز تحرير ۽ هلڪي ۽ دلپذير نثر ۾ پنهنجا انقلاب آفرين خيال ظاهر ڪيا آهن: هن ڪتاب لاءِ ئي چيو ويو آهي تہ ان ۾ والٽيئر پاڻ کي فيلسوف ثابت ڪيو آهي. ان ۾ پهريائين هن پنهنجي ان استاد جا ٿورا مڃيا آهن، ”جنهن مون کي شڪ جو سبق سيکاريو... علم جي انتها ۾ يقين فقط اڻ پڙهيا عالم ۽ فريب ڪاڌل مست رکي سگهن ٿا. شڪ جي ڪيفيت ذهن جي ڪا دلپسند حالت ڪانهي، پر يقين جي ڪيفيت تي تہ رڳو ڪلي سگهجي ٿو يا روئي سگهجي ٿو. جهالت ۾ بہ اطمينان آهي پر اهڙي اطمينان جي مون کي خواهش ڪانهي. علم جو ڏگهو سفر نماڻائيءَ سان وک وک کڻي طي ڪجي، اهو بهتر آهي انهيءَ کان جو هڪ هنڌ ويهي، ڪامل علم جون انسنائي دنيائون اڏيون رهجن ۽ انهن جي معتبريءَ تي پاڻ ۾ وڙهبو رهجي. اسين انسان آهيون ۽ اسان جي وس ۾ آهي حساب ڪرڻ، تورڻ تڪڻ، چند چاڻ ڪرڻ، تپاسڻ ۽ جانچ جونچ ڪرڻ: اهوئي اسان جو فطرتي فلسفو آهي، اهائي اسان جي قدرتي ڏاهپ آهي: ان کان سواءِ ٻيءَ هر ڳالهہ کي محض سودا ۽ خام خيالي ئي چئي سگهجي ٿو.“

هيءُ زيرِ نظر ڪتاب، ”ڪئنڊيڊ“، والٽيئر 1759ع ۾ لکيو، جڏهن پاڻ 65 ورهين جي عمر جو هو. ان جي لکڻ جو پس منظر هن ريت آهي: سال 1755ع جي آخر ۾ اوچتو، مسيحي عيد جي موقعي تي، جڏهن سڀ مسيحي مومن ديولين ۾ دعائون گهري رهيا هئا، تہ اسپين جي گاديءَ جي شهر لزبن ۾ هڪڙو هولناڪ زلزلو آيو، جنهن ۾ بنهہ اک ڇنڀ ۾ ٽيهہ هزار ماڻهو اجل جو شڪار ٿي ويا. والٽيئر جي نازڪ دل تي ان دُرگهٽنا جو بيحد گهڻو اثر ٿيو، ۽ رد عمل طور ان تي هن هڪ طويل نظم جوڙيو، جنهن ۾ هن حساس انساني دل جو سدا موجود پراڻو سوال نهايت درديلي نموني پيهر اٿاريو تہ ”سڀ شيءِ جو مالڪ ۽ خالق خدا يا تہ ذ-ــ کي روڪي سگهي ٿو پر روڪڻ نٿو چاهي، يا روڪڻ چاهي ٿو پر روڪي نٿو سگهي!“ هن کي روحيائي فلسفي جو هيءُ دليل بہ مطمئن نہ ڪري سگهيو تہ ڏک ۽ سک، چڱائي يا برائي انساني اصطلاح آهن، ڪائناتي ڳالهہ ڳت سان انهن جي ڪا نسبت ڪانهي ۽ هر قسم جون

ڏرگهٽنائون ۽ حادثا ازل ۽ ابد جي لامحدود پولار ۾ بنهہ بي معنيٰ ۽ خسيس چيزون آهن. هڪ پاسي هُن جي هـن "لزبن نظم" جو شآيع ٿيڻ هو ۽ چوڏاري هاهاڪار مچي ويئي. مسيحي ڪَليسا هڪدم ڳالهہ جو پير ڪنيو تہ اهو قدرت جو ڪوپ هو، جيڪو خداوند قدوس لزبن جي ماڻهن تي سندن گناهن جي سز طور نازل ڪيو هو. ٻئي پاسي جين جئڪس روسو، جنهن جو عقيدو هو تہ: "ماڻهو پنهنجي اصلوڪي ماحول ۽ اوائلي فطري صورتحال ۾ معصوم بہ هئا ۽ سکي ۽ خوش بہ هئا. ۽ سندن گناهہ ۽ ڏک درد رڳو منجهن پوءِ جي هٿراڌو تهذيبي ۽ تمدني صورتحال جي پيدا ٿيڻ سان پيدا ٿيا آهن" - تنهن لزبن جي زلزلي ۾ ايتري عام ۽ وسيع انساني موت لاءِ ماڻهن جي تمدني يا شهري زندگيءَ کي ذميدار سڏيو. "انساني جانين جي هـن تلفيءَ لاءِ انسان ئي جوابدار آهي... جيڪڏهن اسين ٻاهر کليل ميدان تي رهندڙ هجون ها، ۽ شهر ۾ ائين ڳاهٽ ٿي وينل نہ هجون ها، تہ ايتري وڏي پيماني تي هوند هرگز مري نہ سگهون ها. ۽ جيڪڏهن گهرن ۾ نہ پر آسماني ڇت هيٺان رهندا هجون ها. تہ گهر ۽ عمارتون اسان جي مٿان هوند هرگز ڪونہ ڪرن ها..." هونئن تہ خدا، انسان ۽ لزبن زلزلي متعلق هِن چوبول ۾ والٽيئر ۽ سندس "لزبن نظم" جو گرما گرم ذڪر بہ علمي ادبي، ديني ۽ عامي دائرن ۾ ٿيندو ئي پئي رهيو، پر اُن سلسلي ۾ ڪليسائي "ايمان" جي ذهني افلاس ۽ خود فريبيءَ جي حق ۾ "فطرت جي مبلغ روسو جي مٿين دليل بازي پڙهي، والٽيئر کي سخت صدمو رسيو. ۽ ان جي جواب ۾، يا رد عمل طور، ٽن ڏينهن ۾ هن "ڪئنڊيڊ" جي نالي سان هيءُ طنزيہ ننڍو ناول لکي تيار ڪيو.

افسانوي ادب ۾ ناولن جا بنيادي طرح ٽي قسم ٻڌايا ويا آهن: پهرئين قسم ۾ عشق (Love) جون ڳالهيون، ٻئي ۾ ڪاهوڙڪيون يا پرخطر (Adventure) ڳالهيون، ۽ ٽئين ۾ آنسنائي (Fantastic) ڳالهيون آنديون وڃن ٿيون. انسنائي ڳالهہ، عشق جي ۽ ڪاهوڙڪي ڳالهہ ٻنهي کان خاص طرح هن شيءِ ۾ جدا ٿئي ٿي. جو اها بلڪل ناممڪن نہ تہ بہ سنئين سڌي اڻ سچي ضرور هوندي آهي. ۽ ان جي انسنائي پلاٽ ۽ صورتحال کي خيالن جي اظهار جي وسيلي طور ڪم آندو وڃي ٿو. ان ۾ منظر ڪشيءَ، ڪردارنگاريءَ يا ڪنهن تفصيلي عبارت آرائيءَ کان ڪو خاص ڪم ڪونہ ورتو ويندو آهي. ان سچيءَ ڳالهہ ۾ خيالن کي ئي اولين ۽ اهم جڳهہ ڏنل هوندي آهي. عالمي ادب ۾ اسپيني ٻوليءَ جو ناول "ڊان ڪئگزاٽ". انگريزي ٻوليءَ جو ناول "گليورس ٽرئولس". فرينچ ٻوليءَ جو هيءُ

ننڍو ناول ”ڪئنڊيڊ“. ۽ اهڙا ٻيا ناول انهيءَ انسنائي قسم جي ناولن ۾ شمار ٿين ٿا. اسان جي سنڌيءَ ۾ جديد انسنائي مختصر افسانا ته ڪافي تعداد ۾ تخليق ٿي چڪا آهن. پر روايتي ڳالهين کي ڇڏي ڪري، جن ۾ ديومالائي، عشقيه، تاريخي ۽ نيم تاريخي قسم جا داستان ۽ قصا اچي وڃن ٿا. جديد ناول جي صنف ۾ انسنائي قسم جو ناول هيلتائين منهنجي نظر مان هڪ ئي گذريو آهي- ياسين بروهيءَ جو ”نارنگي ڪيلا 2020“ (1976ع) جيڪو سائنسي مواد جو پنهنجيءَ جاءِ تي هڪ ڪامياب انسنائي ناول سڏي سگهجي ٿو.

والتيئر جي ”ڪئنڊيڊ“ کي فرينچ ٻوليءَ جي جڳ مشهور سنت ساهڪتار، اناتول فرانس (1924 - 1844ع) ”ڪل (عالمي) ادب جو هڪ بهترين مختصر افسانو“ سڏيو آهي. ول ڊيورانٽ جو خيال آهي ته ”ايتري سادي ۽ لڪل فن سان شايد ئي (دنيائي ادب ۾) ڪٿي اهڙي ڪا ڳالهه پيش ٿي سگهي هجي... هيءَ هڪ سڌي سنئين ۽ خالص آکاڻي آهي، ۽ بنيادي طور گفتگو (dialogue) جي عنصر تي ٻيل آهي، اها طول بيانيءَ کان سواءِ اڳتي وڌي ٿي ۽ ان جا واقعا تيز تيز عمل ۾ اچن ٿا...“

بهرحال، پهريون ڀيرو 1759ع ۾ جڏهن والتيئر جو هيءُ ”ڪل ادب جو بهترين مختصر افسانو“ شايع ٿيو، تڏهن اهو سندس پنهنجي نالي ۾ نه پر هڪ خيالي مصنف جي نالي ۾ شايع ٿيو... والتيئر جي اها عادت هوندي هئي ته جڏهن به اهڙي قسم جي ڪا ”ڇيڙائيندڙ“ يا ”خار ڏياريندڙ“ تصنيف شايع ڪرڻ چاهيندو هو ته پهريائين ان کي اٿين ڪنهن نه ڪنهن خيالي مصنف جي نالي ۾ پيش ڪندو هو. ان ۾ به مقصد هن جي پيش نظر هوندا هئا: هڪڙو هيءُ ته انهن ڪاوڙ ڀريل ۽ هوش کان نڪتل مخالفن جو پهريون اکين پور حملو هو گسائي ڇڏيندو هو، ۽ ٻيو ته انهيءَ طريقي سان پنهنجي ان تصنيف جي پيغام ڏانهن علمي، ادبي ۽ فڪري دنيا جو ڀرپور توجهه فورن ڇڪائي سگهندو هو.

اٿين جڏهن ان وقت جي امارت زده جاگيرداري سماج جي پٺيءَ تي ”ڪئنڊيڊ“ جي هن پسيل چهبڪ کان سخت ۽ سنهي ۽ سراڻ تي چڙهيل شمشير کان تکي طنزيه ناول اچي نڪاءُ ڪيو، تڏهن ان تي نالي واري عبارت هيءَ لکيل هئي:

”ڪئنڊيڊ يا آشاواد (ڊاڪٽر رائف جي جرمن ٻوليءَ تان ترجمو

ڪيل. بمع اضافي مواد جي. جيڪو ڊاڪٽر مرحوم جي ڪيسي مان هٿ آيو. جڏهن هن اسان جي سڳوري يسوع مسيح جي سال 1759ع ۾ انتقال فرمايو)"

ڪتاب جي اشاعت کان پوءِ ڪيترو عرصو. جڏهن والٽيئر کان ان بابت ڪو پڇندو هو، تہ هو، اهڙيءَ صورتحال ۾ پنهنجي عادت مطابق. ان جي تصنيف کان نہ فقط لاعلمي ڏيکاريندو هو پر صاف انڪار ڪري ڇڏيندو هو.

ڪتاب جي جيئن نالي مان ظاهر آهي ۽ جنهن سماجي ۽ واقعاتي پس منظر ۾ ان جي تخليق عمل ۾ آئي. ان مان بہ اهو اندازو ڪري سگهجي ٿو. تہ ان جو بنيادي مقصد ڏک ۽ ڏاڍ سان پريل سماجي دنيا ۾ سکين. پيٽ پريلن ۽ بي حس قسم جي حريص ۽ خودپسند حاشيہ بردارن طرفان پيش ٿيندڙ "سڀڪجھ نيڪ آهي" واريءَ ڳالھ. يعني انهن جي فلسفيانہ آشاوادي نظريي، تي سٽ ۽ ٺوڪ ڪرڻ هو ۽ ان کي طنز ۽ مزاح جو نشانو بنائڻ هو. نراشائي حقيقت جو وستار ايتري آشائي نموني ۽ ايتريءَ خوش طبعيءَ سان شايد ئي ڪنهن ادب ۾ ڪٿي پيش ٿيو هجي. جيئن هن مختصر ناول "ڪئنڊيڊ" ۾ ڪيو ويو آهي.

ناول جو مک ڪردار "ڪئنڊيڊ"، جيئن سندس نالي جي معنيٰ مان پڌرو ٿئي ٿو، هڪ سادو، صاف دل ۽ ايماندار قسم جو نوجوان آهي. هو "ٿنڊر - ٽن - ٽرنڪ" ("ٿين جي وڄندڙ ٽرنڪ") نالي هڪ وڏي سردار نواب جي "قلعي" ۾ ان جي ڀيڻ (شايد حق بخشايل) پيڻ جو حرامي پٽ آهي. هن جي پيءُ سان ان مائي صاحبہ جي شادي ان ڪري عمل ۾ اچي نہ سگهي، جو اهو جيتوڻيڪ پاڻ بہ نواب هو، پر ننڍو نواب هو ۽ " ٿين جي وڄندڙ ٽرنڪ" واري نواب جو هو ثاني شريڪ نہ هو! نواب عالي مقام جي دربار سان وابستہ هڪ دين مسيح جو پارسا صفت پادري آهي، جيڪو شهر جي وڏيءَ ديول جو واعظ يا پيش امام بہ آهي ۽ نواب بهادر جي نج ستر پيڙهين جي نسلي ۽ خانداني تاريخ جو دستاويزي ڄاڻو بہ آهي. نواب "ٿنڊر ٽن ٽرنڪ" جي هڪ چار مڻ پندرهن سير تور بيگم صاحبہ بہ موجود آهي، جيڪا اُن تور ماپ سبب پاڻ وڏيڪ معتبر ڏسڻ ۾ ايندي هئي. نواب صاحب جي خاندان سان واڳيل، "پئنگلاس" (- "مجلس باز"، "ڳالهائٽو") نالي هڪ دانشور پڻ موجود آهي (ممڪن آهي تہ اهو اديب ۽ شاعر بہ هو) جيڪو آشاوادي يا خوش خيالي نظريي جو نہ رڳو عالم پر مبلغ بہ آهي - اهو "ڪئنڊيڊ" جو محترم استاد آهي، ۽ ان جو ئي چوڻ هو تہ :

”سڀ کان بهترين امڪاني دنيا سندس ان ملڪ ۾ ٿي آهي، ۽ ان ۾ سيني کان بهترين قلعو سندس آقا جو قلعو آهي ۽ ان جي زال سڀني جهان جي بيگمن کان بهترين بيگم آهي...“

اهوئي ”قلعي“ ۾ رهندڙ ماڻهن کي روحانيات، دينيات ۽ ڪائنات جي علمن جي سکيا ڏيندو هو، ۽ چوندو هو تہ:

”... ڪائنات جي هر ڪا شيءِ... بهترين مقصد لاءِ بنائي ويئي آهي. مثال طور، ڏسو تہ اسان کي نڪ عينڪن پائڻ لاءِ ڏنا ويا، تڏهن ئي اسان انهن تي عينڪون پاتيون. ظاهر آهي تہ ٽنگون پاجامن پائڻ لاءِ بنايون ويون، ۽ انهيءَ ڪري اسين پاجاما پهريون ٿا. پٿر انهيءَ لاءِ پيدا ڪيو ويو تہ ان کي گهڙي ناهي، منجهانس قلعا جوڙيا وڃن - ۽ اهوئي سبب آهي، جو منهنجي آقا کي هڪ عاليشان قلعو آهي، ڇو تہ ملڪ جي سڀ کان وڏي سردار جي رهڻ لاءِ جڳهہ بہ اهڙي ئي شاندار هجڻ کپي. رڍون (مصنف هتي ”سوئر“ لفظ ڪتب آندو هو) ان لاءِ خلق ڪيون ويون تہ انهن کي ذبح ڪري، انهن جو گوشت کاڌو وڃي. تنهنڪري اسين سڄو سال انهن جو گوشت کائون ٿا. تنهنڪري جن فقط ائين چيو آهي تہ ”سڀ ڪجهہ نيڪ آهي“، سي گمراهہ آهن. ڪين ائين چوڻ کپي تہ ”سڀڪجهہ تمام نيڪ آهي ۽ بهترين مقصد خاطر آهي.“

نواب ” ٿنڊر-ٽن-ٽرنڪ“ جي پناهہ ۽ سرپرستيءَ ۾ رهندڙ ڪليسا جو پادري، ۽ علم ۽ فلسفي جو صاحب پئنگلاس، ٻيئي پنهنجي آقا جي سماجي فوقيت جا ثناخوان ۽ ڀهي خواهہ آهن، ۽ ان فوقيت کي جائز سمجهندڙ ۽ استحڪام ڏيندڙ مروج سماجي سرشتي کي ”سڀ کان بهترين امڪاني سرشتو“ سمجهن ٿا ۽ مشهور ڪن ٿا- هنن جي آشاواد جو نظريو ماڻهن ۾ اها سوچ ۽ اها ”جاڻ“ عام ڪري ٿو. پادري مذهب جي علامت آهي ۽ استاد پئنگلاس علم ۽ ادب يعني ثقافت جي، جيڪي ان نواب عالي مقام ۽ امير بي مثال جي اقتدار يعني ان جي رياست يا حڪومت جا حامي ۽ ٿنڀ آهن.

پر انهن ٻنهي جي انهيءَ اقتدار پرست ، ۽ انهيءَ ڪري حق ناشناس ۽ انسان دشمن ، تعليم جي برعڪس حقيقت جي دنيا ڇوڏاري دل ڏاريندڙ ٻڪ، ڏک ۽ ظلم سان ڪنان تار پري پيئي آهي. ”ڪئنديد“ ۾ ان دنيا جو وڏ ۾ وڏ نراشائي نقشو چٽيو ويو آهي. جنهن ۾ اسين هولناڪ مصيبتن جو شڪار ٿيون ٿا، اسين ڪنهن گناهہ ڪئي بغير سزائون کائون

تا. يا. وري گناهه ڪريون ٿا تہ بہ ڪجهہ ڪونہ ٿو ٿئيسون. ماڻهو "بلگرن" (يعني. تشدد جي تلواربازن) هٿان قتل ٿين ٿا. يا احتسابي ديني عدالتن (Inquistitions) هٿان جيئري جلايا وڃن ٿا. عورتن کي بحري ڌاڙو بڇڙو ڪن ٿا. يا دين جا وڏا عالم ۽ روحانيت جا وڏا صاحب انهن جي عصمت لٽين ٿا. ائين پيو ڏسڻ ۾ اچي جڻ هيءَ دنيا ڪو ڀيانڪ سپنو آهي. جيڪو ڪو ذهني پريشان ماڻهو بيماريءَ ۾ ڪڏهن ڏسندو آهي. ۽ اکيون ڀوري ۽ ڪنن ۾ آڱريون ڏيئي. هانءَ ڏاريندڙ دانهن ڪري. اٿي ويهندو آهي. ان سڀ ڪان پوءِ بہ (باب پنجين ۾) هڪ موقعي تي جڏهن ڪئنديڊ ۽ استاد پئنگلاس. الائي ڪهڙيون ڪهڙيون مصيبتون ڪاٽيندا ۽ ڪيترا سور سهندا ۽ عذاب ڏسندا. پڇاڙيءَ ۾ ٻڏندڙ جهاز مان ٽپو ڏيئي. پڳل تختي کي چنبڙي. تڙڳندا تڙڳندا. اسپين جي بندرگاهہ. لزبن. جي ڪناري تي پهچن ٿا. تہ عين انهيءَ گهڙيءَ لزبن ۾ زلزلو اچي ٿو. جايون ڪرن ٿيون. سامونڊي سيلاب شهر ڏانهن ڏوڪيندو وڌي ٿو. ٽيهہ هزار بي گناهہ ماڻهو اک ڇنڀ ۾ ناس ٿي وڃن ٿا - اُن موقعي تي بہ جڏهن ڦٽيل ۽ رت ڳاڙيندڙ ڪئنديڊ استاد پئنگلاس کي دانهن ڪندي. چوي ٿو تہ "ترت ڪٿان ڪو شراب ڊڪ ۽ تيل (مَلم) هٿ ڪر. تڪليف ڪان منهنجو ساهہ ٿو نڪري". تہ پئنگلاس اٿي بہ هن کي زلزلي جي پنيان لڪل "راز" ۽ ان جا "سبب" ٻڌائڻ ضروري ٿو سمجهي.

"ممڪن آهي تہ ائين هجي". ڪئنديڊ چيو. "پر خدا جي واسطي ڪجهہ شراب جو ڊڪ ۽ تيل (مَلم) ڪٿان هٿ ڪر!"

"ممڪن آهي!" ڇا تنهنجو مطلب آهي؟" فيلسوف پئنگلاس جواب ڏنس. "ءُ تو چوان تہ ڳالهہ ثابت ٿي پئي آهي. ساڳئي قسم جا "سبب" ساڳيا "نتيجا" پيدا ڪن ٿا..."

ڪئنديڊ چيو. "ضرور ائين هوندو. پر منهنجي لاءِ شراب ۽ تيل (مَلم) جو بندوبست ڪر..."

"هوندو" نہ. بلڪ چئو تہ "آهي!" پئنگلاس پنهنجيءَ ڳالهہ تي زور ڏيندي چيو. "اها حقيقت آهي ۽ آءٌ ان کي ثابت ڪري سگهان ٿو!"

ايتري ۾ ڪئنديڊ بيهوش ٿي ويو......

ائين والٽيئر غير عملي دليل آرائيءَ ۽ عمل کان روڪيندڙ يا عمل ڏانهن نہ نيندڙ مفروضي بازيءَ کي وقت جو زيان، حقيقت کان فرار يا چشم پوشي ۽ محض هڪ فضول ذهني عياشي سمجهي، ننديو ٿو.

پر خوش خيالي نظريي ۾ ايمان رکندڙ پئنگلاس جي دليل بازي ناول جي آخر تائين جاري آهي. دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ مان، قسم قسم جي ماڻهن هٿان، لاتعداد نوڪرن کائڻ کان پوءِ ڪئنڊيڊ آخر ترڪيءَ ۾ پاڻ کي ڪنهن زمين ٽڪري تي آباد ڪري ويهي ٿو. ۽ ناول جي "پڇاڙيءَ" ۾ هن جي ۽ هن جي ان آشاوادي استاد جي وچ ۾ گفتگو پيش ڪئي ويئي آهي، جنهن ۾ ٿورن لفظن ۾ پر چٽي ۽ واضح انداز سان والٽيئر پنهنجي زندگيءَ جو فلسفو بيان ڪيو آهي.

پئنگلاس کي ويني ويني، ڪئنڊيڊ سان ڳالهائيندي، ناول جي بنهہ آخر ۾، پنهنجي دلپسند نظريي جي حمايت ۾ دليل آرائي ڪندي ڏيکاريو ويو آهي.

... هن وري وري ۽ هر موقعي تي ڪئنڊيڊ کي هيئن پئي چيو: "سيني امڪاني جهانن مان هيءُ جهان بهترين جهان آهي... ان جون سڀ ڳالهيون هڪبئي سان ڳنڍيون پيون آهن... جيڪڏهن توهان کي ... انهيءَ خوبصورت قلعي مان... لتون هڻي، ٻاهر نہ ڪڍيو وڃي ها: جيڪڏهن توهان کي "مذهبي عدالت" جيل ۾ بند نہ ڪري ها: جيڪڏهن توهان کي... انڪاس جي بادشاهن جا هيرا ۽ موتي هٿ نہ اچن ها : جيڪڏهن شروع ۾ توهين "بئرن" جي پيٽ ۾ ترار تنبي نہ ڪيو ها: جيڪڏهن توهان......: تہ اڄ توهين هتي ويٺا هيئن نارنگين جو مربو ۽ پستن جا مغز ڪونہ کائو ها!"

ان تي ڪئنڊيڊ جواب ڏنيس ٿو:

"اها ڏاڍي سٺي ڳالهہ ڪئي اٿو ۽ اها سڀ سچ ئي سچ بہ ٿي سگهي ٿي، پر بيون ڳالهيون ڇڏي، پهرين اچو تہ هلي پنهنجو باغ پوکيون."

والٽيئر انهيءَ پنهنجي آخري جملي ۾، جنهن سان ناول جي پڇاڙي ٿئي ٿي، فطرت پرست جين جئڪس روسو جي قدامت پسنديءَ ۽ قدرت پرست ڪليسائي پادريت جي تقديز پسنديءَ جو جواب پيش ڪيو آهي. ماڻهو ڪٿي ڪيترو بہ حقير جيوُ هجي، توڻي جو هن جي زندگي کهنبي جو چٽڪو يا ڪا گهڙي پل مس هجي، جنهن ڌرتيءَ تي هو رهي ٿو اها ڪٿي مٽيءَ جو هڪڙو ذرڙو ئي ڇو نہ هجي، بهرحال هو اهوئي آهي، ايتري لاءِ ئي آهي، ۽ جا ڪجهہ پسورائي پڏري ڪرڻي اٿس ان جو ميدان بہ اهوئي اٿس. زندگي بري آهي يا ڀلي. بهرحال، اسان کي اها قبول آهي: اَن جو وڏاءُ ڪرڻ يا يا ان کي گهٽ سمجهڻ معنيٰ ان کي رد ڪرڻ. ۽ ان کي رد ڪرڻ مان ڪو فائدو ڪونهي. اسان جي وس ۾ رڳو ايترو ڪجهہ آهي تہ ان کي

سڌارڻ ۽ بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪريون. ۽ اهو ڪيئن ٿا ڪري سگهون؟ ڪم سان. سُرت سان. اورچائيءَ سان: محنت سان. ضبط سان ۽ صبر سان. زندگيءَ کي بهتر بنائڻ جي وسيلن ۽ ان جي آڏو بيٺل رڪاوٽن جي ڄاڻ ئي سڀ کان ڪارائتي ڄاڻ آهي. ۽ انهن وسيلن کان ڪم وٺڻ ۽ انهن رڪاوٽن کي راهه تان هٽائڻ جو ڪم ئي سڀ کان وڏيڪ جاندار ۽ ڪارائتو ڪم آهي. اهوئي اسان جو علم ۽ علم جو ٿاهه ٿي سگهي ٿو. ۽ اهوئي اسان جو عمل ۽ عمل جو ڇيهه ٿي سگهي ٿو. پاڻ کان مٿي. پنهنجي سرت کان ٻاهر. مابعد الطبعياتي دليل آرايون من جا اُوائي اوتڪ ته ٿي سگهن ٿا. پر انهن مان ڪو ڪارج سڌ ڪونه ٿيندو. هاريءَ جي هر جي اوڙ. مالهيءَ جي ڪرٻيءَ جو لپو وڌيڪ ڦلدائڪ آهن. اسان کي پنهنجي ٻني کيڙڻ کپي. اڇو ته پنهنجو باغ پوکيون. بلڪل ائين جيئن. پيريءَ ۾ "ڪئنڊيڊ" لکڻ وقت. ان کان اڳ جوانيءَ ۾. يا ان کان پوءِ مرڻ دم تائين. والٽيئر پاڻ ڪندو رهيو. هو پنهنجي ڪم ۾ خوش هو. ڪم جي خوشي به تڏهن آهي. جڏهن ان جو واسطو ۽ اثر پنهنجي وجود کان اڳري ٻين جي وجود تائين رسي ٿو. پيريءَ ۾. ٻئي ڪم سان گڏ. هُن باغ به لڳايو هو. ۽ هو پنهنجي باغ ۾ خوش هو. هو سڄو وقت اتي ميويدار وڻن پوکڻ ۾ خوش هو. جيتوڻيڪ هن کي اميد ڪانه هئي ته اهي هن جي جيئري گل به جهليندا ۽ هن کي ڪو ميوو به ڏيندا. جڏهن هن جي هڪڙي قدردان ۽ احسانشناس دوست آئينده نسلن لاءِ سندس ڪيل ڪم جي ساراهه ڪئي. تڏهن هن جواب ڏنو. "هائو. پيارا ياءُ. مون 4000 وڻ پوکيا آهن."

........................

"ڪئنڊيڊ" جي سنڌي ترجمي ۽ اشاعت جو فيصلو سنڌي ادبي بورڊ جي "ترجمي ڪاميٽيءَ" ڊسمبر 1952ع ۾ ۽ اسٽئنڊنگ ڪاميٽيءَ 8 جولاءِ 1954ع تي ڪيو. ۽ ان فيصلي جي منظوري بورڊ پنهنجي 21 سيپٽمبر 1954ع جي ميٽنگ ۾ ڏني. ان ئي ميٽنگ ۾ ڪتاب جي ترجمي جو ڪم تعليم کاتي جي برڪ آفيسر ۽ ادبي ذوق رکندڙ مرحوم فتح محمد قريشي صاحب جي حوالي ڪيو ويو. قريشي مرحوم پنهنجن مصروفيتن سبب. بهرحال. ان جي سرانجامي. ڪافي وقت گذرڻ کان پوءِ به. نه ڪري سگهيو. هيءُ ڪم پوءِ فبروري 1960ع ۾ محترم الهه رکئي ٻرپي جي حوالي ڪيو ويو. جنهن ٽن مهينن ۾ پورو ڪري. ترجمي جو مسودو بورڊ جي حوالي ڪيو. ان کان پوءِ نومبر 1965ع ۾ مسودي جي ايڊٽنگ جو ڪم ياءُ شمشير الحيدريءَ کي ڏنو ويو. جنهن جنوري 1967ع ۾ ڪتاب جو اڌ (صفحي 44 تائين) "ڪجهه ڏسي ۽ ڪجهه نئين سر ترجمو ڪري"

واپس ڪيو. آگسٽ 1976ع ۾، هن مسودي کي نظر مان ڪڍي، پنهنجي نظرداريءَ ۾ ڇپائڻ جو ڪم، بورڊ طرفان مون کي سونپيو ويو. ڪتاب جو رهيل اڌ حصو، اختصاري صورت ۾ (ص 46 کان ص 75 تائين)، محترم سومار عليءَ کان ترجمو ڪرائي، سڄي سنڌي مسودي کي اصل سان ڀيٽي، ان جي تصحيح ڪري، متس مقدمو لکي، ڊسمبر 1976ع ۾ بورڊ جي پريس ۾ ڇپائيءَ لاءِ ڏنو ويو. ۽ ائين هيءُ جڳ مشهور ڪتاب تقريبن پنجويهن سالن جي ممڪن ۽ موقعي سارو ڪوشش ڪان پوءِ، پنهنجن لائق سنڌي پڙهندڙ پائرن ۽ پينرن جي هٿن ۾ هاٿي پيش ڪري رهيا آهيون. اميد آهي تہ هيءُ فرينچ بوليءَ جو شاهڪار ۽ عالمي ادب جو عظيم ڪتاب سنڌي ادب ۾، پنهنجي اهميت پٽاندر، سنگ ميل جي حيثيت ۾، هڪ بنيادي اضافو ثابت ٿيندو.

– محمد ابراهيم جويو

1977ع

( + ) 1533ع ۾ اگنيشس لويولا نالي هڪڙي رومي پادريءَ "مسيحيت جي اصلاح ۽ احياءَ" لاءِ "مخلص مسيحين" جي هڪ جماعت ناهي، جنهن کي هن "مسيحي جماعت" ("Society of Jesus") نالو ڏنو، جنهن جي ميمبر کي جيسوئي يا مسيحي ("Jesuit") سڏيو ويندو هو. آهي ظاهري ڏيکاءَ جي بدران اندروني سچ ۽ اصل نيڪيءَ جا قائل هئا ۽ مسيحي شريعت جي هر ڳالهہ جي تهہ تائين پهچڻ جي ڪوشش ۾ "دليل دلائل" کان گهڻو ڪم وٺندا هئا. هو مسيحي مذهب جا "اهل باطن" سڏي سگهجن ٿا.

## مددي ڪتاب


1. "Selected Works of Voltaire", Thinkers Library, 1935.
2. "Voltaire", The living thoughts Library, 1946.
3. "The Story of Philosophy", Will Durant, the Pocket Library, 1955.
4. "Voltaire--Candide, Zadig and Selected Stories" New American Library, 1961.
5. "A Short History of French Literature", Geoffrey Brereton, Penguin Books, 1965.

## نوٽ: 1

جين ڪالَس (ڏسو "ڪئنديد" جي تعارف جو ٻيو صفحو) انهڻ سالن جو پير مرد، ٽولوز شهر جو رهاڪو هڪ پروٽيسٽنٽ هو. ٽولوز فرانس جو ستون نمبر وڏو شهر، ۽ ڪيٿولڪ شريعت جي مومنن جو ڳڙهه هو. اتي ڪو به پروٽيسٽنٽ نه وڪيل، نه حڪيم، نه پادري، نه سيٺي جو واپاري، نه ڪتاب ڇاپيندڙ ۽ نه ڪتب فروش ٿي سگهيو ٿي. اتي ڪو به ڪيٿولڪ پاڻ وٽ ڪنهن پروٽيسٽنٽ کي نوڪر يا منشي به رکي نٿي سگهيو. 1748ع ۾ هڪ ڪيٿولڪ عورت ضرورت تحت، مجبور ٿي، هڪ پروٽيسٽنٽ دائيءَ کان ويم ڪرايو، ته مٿس ٽي هزار "فرئنڪ" ڏنڊ وڌو ويو. ٻه سو ورهيه اڳ هن ئي شهر ۾ چار هزار پروٽيسٽنٽ "ملحد" شهرين جو ڪوس عمل ۾ آيو هو، ۽ هر سال اتي وڏي جوش خروش مان، ان ڪوس جو ڏينهن، "دين مسيح جي فتح" طور، عيد جو ڏينهن ڪري ملهايو ويندو هو. 1762ع جو سال ان "فتح" جي ٻه سو ورهيءَ جو سال هو.

سن 1761ع جي تيرهين آڪٽوبر تي، جين ڪالس جي هڪڙي پٽ، مارڪ ائنٽون ڪالس، جيڪو هڪ مغموم، نراس ۽ تيز طبع جو نوجوان هو، غالبن ڌنڌي ۾ ناڪاميءَ سبب ۽ ان ڏينهن جوا ۾ پئسا هارائيندي، پاڻ کي ڦاهو ڏيئي ماري وڌو. جين ڪالس جي هڪڙي ڌيءُ ڪجهه عرصو اڳ پروٽيسٽنٽ فرقي کي ڇڏي، وڃي ڪيٿولڪ فرقي ۾ داخل ٿي هئي. سو، ڪنهن طرح شهر جي ڪيٿولڪ آدم ۾ ڳالهه هلي ويئي ته جين ڪالس پنهنجي پٽ کي پاڻ خون ڪيو هو. ڇاڪاڻ ته اهو به پنهنجي ڀيڻ وانگر پروٽيسٽنٽ جماعت کي ڇڏي ڪيٿولڪ جماعت ۾ داخل ٿيڻ وارو هو!

ٽولوز شهر جي ڪيٿولڪ اختياريءَ وارن جين ڪالس، هن جي زال، هن جي وڏي پٽ پيري ڪالس، سندن هڪ ڪيٿولڪ نوڪرياڻي، ۽ هڪ نوجوان جنهن جو نالو لئوي هو ۽ جيڪو ائنٽون ڪالس جو دوست هو ۽ هڪ ڏينهن اڳ ڏورانهين "بورڊو" شهر مان وٽن مهمان ٿي آيو هو - تن پنجن ئي کي آئنٽون ڪالس جي خون جي ڏوهه ۾ ڪٺي گرفتار ڪيو. ۽ ٻئي پاسي هنن مارڪ آئنٽون ڪالس جي لاش کي وڏي تقدس ۽ پورن ڪيٿولڪي ڪريا ڪرمن سان "خدا جي وليءَ اسٽيفن" جي ديول ۾ دفن ڪرايو، ۽ ائين اهو هڪ رات ۾ شهر جي ڪيٿولڪ خلق لاءِ "ولايت" جي درجي کي پهچي ويو، ۽ ماڻهن جا انبوهه هر وقت ان جي قبر تي زيارتن، دعائن ۽ ثواب لاءِ ڳاهٽ ٿيندا رهيا. هڪڙي پادريءَ ته دعوا ڪئي ته "سنت مارڪ ائنٽون" جا ڪجهه ڏند ۽ وار وٽس هئا، جن جي ڪرامت هيءَ هئي ته انهن جي پسيل پاڻيءَ جو ڍڪ مرگهيءَ جي بيماريءَ لاءِ هڪ ٽڪ علاج هو!

"سنت" ائنٽون ڪالس جو ڪيس پوءِ تيرهن ججن وٽ پيش ٿيو. انهن کي چيو ويو تہ ڪيس جو جلد اڪلاءُ ڪيو وڃي، تان تہ جنهن "موت جي ڦيٿي" تي چڙهي، جين ڪالس ۽ سندس ساٿي موت جي سزا ڀوڳيندا. اهو "دين مسيح جي فتح" واري ڏينهن جي جلوس جي اڳيان ڪڍي هلي سگهجي. ڇهہ جج انهيءَ خيال جا هئا تہ جين ڪالس، هن جي پٽ، ۽ لئوي کي هڪدم "موت جي ڦيٿي" تي چاڙهي، چيڀاٽي مارجي، ۽ جين ڪالس جي زال کي جيئري باهہ ۾ ساڙيو وڃي. ست جج انهيءَ خيال جا هئا تہ ايڏي تڪڙ نہ ڪجي، ڪم از ڪم ڪيس جي پوري ڇنڊ ڇاڻ ڪرڻ گهرجي. انهن ٻن ڳالهين تي ججن جي وچ ۾ سخت بحث مباحثا هليا، ۽ نتيجي طور ہ جج ڪاوڙجي، عدالت مان اٿي ويا، ۽ اعلان ڪيائون تہ هو عدالت ۾ وري شريڪ نہ ٿيندا. انهن ٻن ججن مان هڪڙو هڪڙي خيال جو هو ۽ ٻيو ٻئي جو. جين ڪالس ۽ سندس ساٿين جي بدقسمتي چئجي، جو انهن ٻن ججن مان وري ہ اهو جيڪو ڪٽر قسم جو جج هو، پنهنجيءَ ڳالهہ تان هٽي، واپس اچي "عدالت" ۾ ويهي رهيو، ۽ جيڪو سندن "فائدي" ۾ هو، اهو، پنهنجيءَ ڳالهہ کي اصول بنائي، ان تي قائم رهيو ۽ وري عدالت ۾ نہ آيو.

موتي آيل جج اچڻ سان رٽ ڏني تہ اهو خون سيني جوابدارن گڏجي ڪيو آهي، ڇاڪاڻ تہ هڪڙي پوڙهي ڪالس جي طاقت کان اهو ڪم مٿي هو، جو چوويهن سالن جي صحتمند ۽ سگهاري جوان کي اڪيلي سر هو ڦاسيءَ جي تختي تي چاڙهي سگهي: انهيءَ ڪري پهريائين هن کي "موت جي ڦيٿي" تي چاڙهيو وڃي، تہ پاڻهي ڳالهہ کلي پوي! ڇو تہ هو پوڙهو مڙس هو ۽ سنڌن جي سور جو مريض هو، انهيءَ ڪري جهٽ ۾ سچي ڪري ڏيندو! انن ججن انهيءَ رٽ جي فائدي ۾ راءِ ڏني. ڇهہ پهرين هئا، ستون انهن جي پاسي نئون جج ٿيو، جو اٿي ويل جج جي جاءِ تي آيو هو ۽ انون جج پهرينءَ ڏر مان ڦري "انصاف کي سازگار بنائڻ لاءِ" هِن ڌر سان ملي ويو. جين ڪالس کي پوءِ "موت جي ڦيٿي" تي چاڙهيو ويو. پر تعصب جي انڌ ۾ ورتل ۽ تشدد جي گهوڙي تي چڙهيل جج حيران ٿي ويا، جڏهن پوڙهو جين ڪالس "موت جي ڦيٿي" تي پڇي پري، ڳاهجي، ٻهہ ٿي ويو، پر نہ رڳو ڏوهہ جو قبولدار نہ ٿيو، پر آخر دم تائين خدا کي پڪاريندي چوندو رهيو: "تون ئي منهنجي بيگناهيءَ جو شاهد آهين، تون ئي سيني جو بخشڻهار آهين. تون ئي منهنجي مارڻ وارن کي بخشيندين!"

ججن جو آخري فيصلو هيءُ بيٺو تہ ڪالس خاندان جي ڪيٿولڪ نوڪرياڻيءَ ۽ سندن مهمان لئوي کي ڇڏيو وڃي - "جيڪي ٽين سوئي گهٽو

هون". ڪالس جي وڏي پٽ پيئري کي جلاوطن ڪيو ويو، ۽ هن جي باقي هڪ ڀيڻ کي ڪئٿولڪ ڪانوينٽ ۾ موڪليو ويو، جتي هوءَ پنهنجيءَ ڪئٿولڪ مومنياڻي ڀيڻ جي "سنيال" ۾ رهندي - هن جي "هوش ڪان نڪتل" ماءُ هن جي "پرورش ۽ تربيت لائق نہ رهي هئي." پيئري ڪالس اڳتي هلي پئرس جي عدالت اڳيان قسم تي بيان ڏنو تہ "پيءُ جي مارجڻ کان پوءِ مان جڏهن جيل ۾ هوس تہ هڪڙو پادري مون وٽ آيو تہ ڪئٿولڪ شريعت ۾ ايمان آڻ. يا پيءُ وانگر موت جي ڦيٽي تي چڙهڻ لاءِ تيار ٿيءُ!" انڪار ڪرڻ تي، جلاوطن ٿي، هو شهر مان ٻاهر ئي مس ٿيو، تہ هڪڙو پادري پنهنجن "ساٿين" سميت ڪيس وڃي پُڳو، ۽ زوريءَ وٺي آٿي ڪئٿولڪ مڙهيءَ ۾ وڌائونس، جتي ڪيترو وقت هو زوريءَ ڪئٿولڪ شريعت جا ڪلما پڙهندو رهيو.

هنن جي پوڙهيءَ "هوش مان نڪتل" ماءُ، موت جي ڦيٽي تي هاريل مڙس جي رت جا ڦڙا منهن تي مليا- جنهن جو ننڍو پٽ مري چڪو هو، ۽ وڏو پٽ جلاوطن هو، ۽ جنهن کان ڌيئرون ۽ ملڪيت کسجي چڪيون هيون- رندين راهين دانهون ڪندي، ٻڪن ۾ ٻاهه ٽيندي، ڳوڙها ڳاڙيندي، نراس ۽ بيجان رلندي رهي.

تولوز جو شهر فرانس ۽سئٽزرلنڊ جي سرحد کان گهڻو پري ڪونہ هو، جتي والٽيئر "بادشاهن ۽ رعيتن جي لوڏين" کان بچيو پنهنجن "پناهگاهن" ۾ لڪو ٿي رهيو. هُن ڪنهن طرح پيئري ڪالس ۽ هن جي ماءُ کي پاڻ وٽ گهرائي ورتو. ۽ هنن کان سندن ڏک ڀرئي داستان جا تفصيل ورتي، فورن بہ قدم کنيائين: (1) پئرس جي وڪيلن کي سڄي سانحي کان واقف ڪري، انهن کي ڪالس خاندان طرفان اتي ملڪ جي وڏيءَ عدالت ۾ اپيل داخل ڪرايائين- پندرهن وڪيلن گڏجي اها اپيل داخل ڪئي، وٽس جيڪي بہ فرينچ، انگريز ۽ يورپ جا ٻيا اديب، دانشور ۽ بااثر ماڻهو ملاقات لاءِ ايندا هئا، تن کي ان سلسلي ۾ "ڪجهہ ڪرڻ" لاءِ آماده ڪندو رهندو هو، ۽ ٻين اهڙن باشعور ۽ انسان پسند ماڻهن ڏانهن سڄي يورپ ۾ جتي جتي سندس اهي واقف هئا، خطن پٺيان خط ۽ پترن پٺيان پترا موڪليندو رهيو ۽ چوندو رهيو تہ "مظلوم انسانيت جي حمايت ۾ هو پاڻ بہ سجاڳ ٿين ۽ پنهنجي آس پاس جي علمي ۽ سماجي دنيا کي بہ سجاڳ ڪن ۽ تحرڪ ۾ آڻين:" ۽ (2) هن جين ڪالس جي هن ناحق خون جي پس منظر ۾ هڪ بيحد عظيم، لاثاني، تعصب شڪن ڪتاب "رواداريءَ جو محضر نامو" تيار ڪيو، جيڪو انساني ذهن جي نجات ۽ فڪر جي آزاديءَ جو اڄ بہ اهڙو ئي صحيح، وقتائتو ۽ اهم دستاويز آهي، جهڙو ان وقت اهو ثابت ٿيو- "جيڪو مون کي چوي ٿو تہ "جيئن آءٌ

مجان ٿو تيئن تون بہ مڃ. نہ تہ خدا توتي ڪاوڙبو. اهو اتي ئي مون کي هيئن بہ چوندو تہ "جيئن آءٌ مڃان ٿو تيئن تون بہ مڃ. نہ تہ آءٌ توکي ڪهندس!" .... وهم ۽ جهالت جي ڪٽرپڻي جي هن وبا ۾ انسان صدين کان ورتل رهيا آهن- ان کان ڇوٽڪاري جي ڪوشش ماڻهوءَ جي وڏي ۾ وڏي نيڪي ۽ بهترين عمل آهي."

والٽيئر جي هن ڪوشش جو نتيجو هيءُ نڪتو. جو سڄي يورپ ۾ انسانن جي سالم ۽ صحتمند راءِ جاڳي پيئي- ۽ فرانس ۽ انگلنڊ ۾ تہ ائين پئي معلوم ٿيو ڄڻ بنهي قومن جا دردمند روح نہ فقط ان انسانيت ڪُش سانحي تي ماتم ڪرڻ ۽ ڳوڙهن ڳاڙڻ ۾ بلڪ ان جي فوري ازالي لاءِ ۽ پڻ آئيندي ان جي سدباب واسطي هڪبئي کان گوءِ کڻڻ لاءِ ميدان تي نڪري آيا هئا. جين ڪالس جي پوڙهي زال پهريائين تہ عدالت ۾ حاضر ٿيڻ واسطي پئرس وڃڻ لاءِ تيار ئي نہ هئي- ايتريقدر هوءَ هر ڳالهہ کان نراس ۽ پنهنجي پاڻ کان بيزار ۽ بي تعلق ٿي چڪي هئي. پر نيٺ پنهنجي مرحوم خاوند تان جرم جي ٽڪي لاهڻ ۽ سندس نالي جي صفائيءَ لاءِ هوءَ اوڏانهن وڃڻ تي آماده ٿي. جيتوڻيڪ پئرس پهچندي پهچندي، هوءَ تقريبن سٺي تي پيئي هئي..... تہ بہ هن جڏهن اتي هزارها ماڻهن، زالن مردن، ننڍن وڏن، عام ۽ خاص طرفان دلي قرب ۽ محبت، سڪ ۽ سنيهہ پريو پنهنجو آڌرياءُ ٿيندو ڏٺو. تڏهن هن جي دل پرجي آئي ۽ من تي درد ۽ امنگ جي بار سببان هن جي زبان مان هڪ اکر بہ اکلي نہ سگهيو.

ٽولوز جي اختياريءَ وارن سان طويل قانوني رسہ ڪشيءَ کان پوءِ، پئرس جي وڏيءَ عدالت انهن جي "فتوائن" کي رد ڪيو- پئرس ۾، فرانس ۾، انگلنڊ ۾، يورپ جي سمورن انسان شناس ۽ انصاف پسند حلقن ۾ خوشيءَ جي لهر ڊوڙي ويئي.

پوئين گهڙين ۾ جڏهن عدالت عاليہ جي اڳيان پئري ڪالس، هن جي "هوش کان نڪتل" پيرسن ماءُ ۽ ان جي ڌيءُ ڪنڌ هيٺ ڪيو ڳوڙها ڳاڙيندا ٿي رهيا، تڏهن سندن جج بہ پنهنجو فيصلو ڪين پڙهي ٻڌائيندي، ۽ ڏانهن نهاريندي، روئڻ کان پاڻ جهلي نہ سگهيا.

## نوٽ 2:

فرانڪوس ماري آروٽ، جنهن پوءِ پنهنجو ادبي نالو والٽيئر (برق، شعلو، سوز) رکايو، پئرس جي هڪ ڪامياب وڪيل جي گهر ۾، نومبر 21، 1694ع تي ڄائو. پنهنجي وقت جي بهترين تعليم حاصل ڪيائين، ۽ ننڍيءَ ڄمار ۾ ئي پئرس جي ادبي دنيا ۾ هڪ لائق نوجوان طور مشهور ۽ مقبول

ٿيو. وقت جي حاڪم خلاف هن جي ڀرپور طنزيہ لکيتن هن کي شاهي قيد خاني، باسٽيل، جو منهن ڏيکاريو. اِها هن جي طويل باغيانہ زندگيءَ جي شروعات هئي، جيڪا سڄي جي سڄي هن پوءِ هر قسم جي چڙواڳ مذهبي، سلطاني توڙي قانوني اختيار ۽ آپيشاهيءَ جي خلاف مقابلن ۾ گذاري. هن جي سڄي حياتي اڪثر جلاوطنيءَ ۾ گذري، ۽ هن پنهنجون سموريون صلاحيتون - ذهني، ادبي ۽ علمي- ۽ پڻ سڄي پنهنجي ملڪيت، جيڪا هن خاص طرح فوجي مقاطعدارين مان ڪافي جمع ڪئي هئي، هر وقت ۽ هر موقعي تي هيڻن، مظلومن ۽ دکي شخصن جي بچاءَ ۽ حمايت ۾ خرچ ڪيون. ڪيترائي ناحق ڏوهي ۽ موت جي سزا ڪاڌل ماڻهو، هن جي تحرڪ ۽ مدد سان، پنهنجي آزادي ۽ جيئڻدان ماڻي سگهيا. پنهنجي جيئري، هو سڄي فرانس بلڪ سڄي يورپ جي ادبي دنيا ۾ هڪ اول درجي جو مورخ، ڊراما نگار، افسانہ نويس ۽ شاعر ليکيو ويو. اڄ اسين هن کي خاص ڪري "ڪئنڊيڊ" (1759ع) جهڙن سندن مشهور طنزيہ افسانن ۽ ناولن معرفت ياد ڪريون ٿا. هو 1778ع ۾ موٽي پئرس ۾ آيو، جتي سندس آخرين ناٽڪ اسٽيج تي پيش ٿي رهيو هو: ۽ اتي پنهنجن واقفڪارن، دوستن ۽ قدردانن جي قطار در قطار انبوهن سان، جن هن کي سالن کان پوءِ ڏٺو هو، هٿ ملائيندي، انهن سان گڏجندي ۽ خوش خير عافيت ڪندي ڪندي. پورا ٻہ ڏينهن اها خوش خوش جاري رهي- هن ٻاڻ کي نيٺ ڊاهي وڌو. ترت ئي پوءِ هن 30 مئي تي وفات ڪئي. 13 سالن کان پوءِ پئرس جي عوام، جن جي دلين جو هو بادشاهہ هو، هن جا هڏا پئرس کان ٻاهر جي هڪ گمنام قبرستان مان ڪڍي، لکن جي جلوس ۾ نعرا هڻندي ۽ مٿس گلن جي ورڪا ڪندي، موٽائي آڻي پنهنجي "قومي ديوتائن جي قبرستان" ۾ دفن ڪيا.

(م . ا . ج)

(9)

# ”شاهہ سچل سامي“

(ٽہ جلدائين اشاعت)

## گذارش

انساني تهذيبن جي اها هڪ خاص روايت آهي تہ هر تهذيب پنهنجي علم، ادب ۽ فن کي پنهنجي تمدني اوسر جو بنيادي پٿر سمجهندي آهي. ۽ آهي بہ واقعي ائين. جيڪڏهن تهذيب جي عروج ۽ زوال، چڱاين ۽ مناين کي جاچڻو ۽ پرکڻو هجي تہ ان جو سڀ کان چٽو آئينو سندس ادب يا ساهت ئي هوندو آهي. جاندار ۽ سداحيات تهذيبن جاندار ۽ سدا حيات ادب پيدا ڪيو آهي. ائين بہ چئي سگهجي ٿو تہ جاندار ۽ سدا حيات ادبن هميشهہ جاندار ۽ سدا حيات تهذيبن کي فروغ ڏنو آهي. جاندار ۽ سدا حيات ادب ۾ وري شاعريءَ کي – ۽ ان ۾ بہ ان جي ڪن خاص شاعرن کي – هڪ خصوصي اهميت ۽ بنهہ مٿانهون مرتبو حاصل هوندو آهي.

اها بہ هڪ اهم حقيقت آهي تہ تاريخ ۾ ادب جي شروعات شاعريءَ سان سمجهي وڃي ٿي، ۽ نثر جي مقابلي ۾ نظم يا شاعري وڌيڪ عرصو زنده ۽ تابنده رهي ٿي، ۽ ماڻهن جي روح کي وڌيڪ متاثر ۽ متحرڪ ڪري ٿي. ڪنهن بہ تهذيب جو مثال وٺو، ڪنهن بہ مٿانهين ادب کي سامهون رکو، ان ۾ بنيادي اهميت ان جي شاعريءَ کي ئي حاصل هوندي آهي. قومن جي وڏين تاريخي هستين ۾ سڀ کان وڌ چاتل سڃاتل شخصيتون شاعرن جون هونديون آهن، جيتوڻيڪ ڪن تهذيبن ۾– ۽ خاص طرح ماضي قريب ۾– نثر جا بہ لازوال ۽ اعليٰ شاهڪار پيدا ٿيا آهن ۽ سندن اعليٰ نثر نويس بہ سندن تاريخ جا اهڙائي عظيم ۽ برگزيده ڪردار شمار ٿين ٿا.

قومن جي شعري دنيا ۾ وري هڪ بہ نالا خاص اهڙا ٿين ٿا، جيڪي خود سندن تهذيبي تشخص جي سڃاڻپ لاءِ سندن ادب جا اڻ –گس اهڃاڻ يا نشان بڻيل هوندا آهن. انهيءَ لحاظ کان جيتوڻيڪ اهي انهن قومن جا خاص پنهنجا شاعر سڏبا آهن، پر بنيادي طرح، چاڪاڻ تہ اهي انساني تهذيب جي گڏيل ورثي جا خالق ۽ پڻ ان جا امين ۽ ترجمان هوندا آهن، ان ڪري سندن

حيثيت عالمي يا آفاقي بہ هوندي آهي. "هومر" جو نالو کڻو تہ سموري يوناني تهذيب اکين آڏو اچي ويندي. "ورجل" کي ياد ڪريو تہ لاطيني سڀيتا جا سمورا اعليٰ انداز سامهون اچي ويندا. "شيڪسپيئر" جو نالو چپن تي اچڻ سان انگلنڊ جي تهذيبي ورثي جو سمورو نقشو اکين اڳيان اچي ويندو. "فردوسيءَ" جي نالي ونڻ سان ايران جي عروج ۽ زوال جو آئينو سامهون نظر ايندو. "پشڪن" کي پڙهڻ سان روس جي فڪر انگيز تاريخ ڪر کڻي بيهي رهندي. ائين ئي، جڏهن شاهہ لطيف جو نالو چپن تي اچي ٿو تہ سنڌ جي سڀيتا جي سموري سونهن، سمورو حسن سامهون نروار ٿي اچي بيهي ٿو.

سنڌي شاعريءَ جي هيءَ عظيم روايت نہ شاهہ لطيف کان شروع ٿي، نہ ئي شاهہ لطيف تي ختم ٿي. پر تڏهن بہ شاهہ لطيف سنڌي تهذيب ۽ ان جي سڄڻ ۽ ساجاهہ جو سڀ کان اهم اهڃاڻ بڻجي ويو آهي، جن جي پهچ ۽ پکيڙ هزارين ورهين تي ڦهليل آهي. بين لفظن ۾ لطيف سنڌي سڀيتا ۽ سنڌي ساهتيہ جي وڏندڙ ۽ جيئن پوءِ تيئن روشن ٿيندڙ حسن، پلاٽيءَ ۽ سچ جو هڪ سنگ ميل آهي. سندن شاندار ماضيءَ جا اهڃا بيا بہ سنگ ميل آهن، جن ۾ سچل ۽ سامي خاص ڌيان ڇڪائيندڙ آهن. سنڌي ادب ۾ شاهہ ، سچل ۽ سامي هڪ اهڙي تثليث آهي، هڪ اهڙي تہ تمورتي آهي، تہ- پاسو مشاهدو آهي، جنهن ۾ سنڌي تهذيب ۽ سنڌي قوم جي تمدني بنياد جو روح يا نچوڙ نظر اچي ٿو.

شاهہ، سچل ۽ ساميءَ جي ڪهڙي اهميت آهي- ان تي گهڻو ڪجهہ لکي سگهجي ٿو. پر ائين ڪرڻ سان گڏ سنڌي سڀيتا جي تاريخ ۽ ان جي اونهائيءَ ۽ ڪشادگيءَ کي بہ منظر تي آڻڻو پوندو. ۽ ان پوري داستان جي هن مختصر پيش لفظ ۾ گنجائش نہ آهي. هت فقط اهو چئي سگهجي ٿو تہ اسان جي هنن ٽن شاعرن اسان جي زبان کي نئين حياتي ڏني. ان کي جيئرو رهڻ سيکاريو ۽ اهو ثابت ڪيو تہ هيءَ زبان دنيا جي انهن اعليٰ زبانن مان هڪ آهي، جيڪا، سنڌي سماج جي خاص حوالي سان، طويل انساني تهذيب جي تاريخ ۽ ان جي ادراڪ تي محيط آهي، جيڪا سون، هزارن ورهين کان پنهنجي خاص دائري ۾ انسان جي احساسن ۽ جذبن کي جسم ڏيندي آئي آهي. ۽ اڄاتل جڳن تائين انهيءَ جسم جي جوبن کي قائم رکڻ جي صلاحيت رکي ٿي. انهيءَ هڪ اڪيليءَ ڳالهہ ۾ شاهہ، سچل ۽ ساميءَ جي عظمت جو وڏو راز ۽ ان جو سچو جواز موجود آهي. هنن ٽنهي مهاپرشن جي مهانتا بس اها ئي آهي تہ هنن سنڌي تهذيب جي نج ۽ نبار پلاٽين ۽ سباجهائين کي لفظن جو جامو پهرائي دنيا اڳيان آندو، پنهنجي ديس واسين جي آڏو روشن ڪيو ۽

ائين ڪرڻ سان ڪين انهيءَ بڌائڻ سان ڳڌ تہ هو ڪهڙيءَ عظيم ۽ منفرد تهذيب جا وارث آهن. سڄيءَ انساني تهذيب جي ڳڌيل ، خالص ۽ مستقل ورثي کي زياده وزنائتو ۽ وڌيڪ املهہ ۽ وسيع بڻايو.

پاڪستان جي هڪ مشهور نقاد، ايم–اي صديقيءَ "Sindh Through the Centuries" ۾ صفحي 35 تي لکيو آهي:

.......Love, Tolerance, Catholicity and Non- Violence... are the cornerstones of Sindhi Culture, with a difference that Sindhis' love for their land is a permanent feature, and even the mystic saints of Sind have referred to the sand dunes, shrubs and berries of Sind as something heavenly sent.........,

".....پيار، سهپ، ڪشاده دلي ۽ اهنسا– اهي سنڌي تهذيب جا بنيادي پٿر آهن.... پر ان سڀ ۾ سنڌي ماڻهن جو پنهنجي وطن سان پيار مرڪزي سُتونَ جي حيثيت رکي ٿو – ايتري قدر، جو سنڌ جي لاطمع صوفي درويشن بہ ان جي پٽن، ٻُٽن ۽ ٻيرن جو اهڙي اتساهہ سان ذڪر ڪيو آهي، ڄڻ اهي هنن لاءِ ڪي آسمان مان لٿل نعمتون آهن....."

سچ پچ بہ تہ شاهہ، سچل ۽ ساميءَ پنهنجي پلاري وطن ۽ ان جي سهڻن، سٻاجهن ماڻهن ۽ سندن سڄيءَ ڀلائيءَ ۽ ڀل – مانسائيءَ جي اٿاهہ چاهہ ۽ اڻ ميو پيار دل ۾ رکي ڳايو آهي: هنن جو سنيهو انهن لاءِ اهو ئي تہ اوهين هڪ اهڙي تهذيبي ورثي جا مالڪ ۽ امين آهيو، جنهن ۾ ڪوبہ اوچ نيچ ڪونهي، جنهن ۾ هر انسان ٻئي انسان جو پاءُ آهي، پوءِ هن جو ڪهڙو بہ رنگ هجي، ڪهڙو بہ نسل هجي ڪهڙو بہ مذهب يا ڌرم هجي. سنڌ انساني تهذيب جي انهيءَ اعليٰ آدرش جي تجربيگاهہ بہ آهي، ان ڪري اُن سان محبت بہ هڪ آفاقي قدر آهي. سنڌ کي، سنڌي سماج کي ۽ ان جي انهيءَ اعليٰ قدر کي جوکم پهچائيندڙ ڄڻ تہ سموريءَ انسان ذات جي نمائندگي ڪندڙ هن خطي ۽ ان جي اوچي انساني سنگ کي جوکم رسائين ٿا ۽ نتيجي ۾ سڄيءَ انسان ذات لاءِ جوکم جو سبب بڻجن ٿا. ان معنيٰ ۾ شاهہ، سچل ۽ ساميءَ جي حب الوطني ۽ پنهنجن مارن سان فدائيتَ جي حد تائين پيار هڪ اهڙو اعليٰ آدرش آهي. جهڙو حق اعليٰ آدرش آهي جهڙو حسن اعليٰ آدرش آهي، جهڙو خير اعليٰ انساني آدرش آهي. جنهن انسان يا انساني گروهہ ۾ انسانيت يا ماڻهپي جو اهو مجموعي اعليٰ آدرش نہ آهي ۽ پنهنجي جان ڏيئي بہ ان جي بچاءَ ڪرڻ ۽ پرورش ڪرڻ جو جذبو نہ آهي، سي پاڻ کي انسان ڪيئن سڏي سگهندا ۽

پاڻ کي انساني دائري ۾ ڪيئن ليکي سگهندا!

اهي آهن اوچا آدرش ۽ اعليٰ اصول. جيڪي سنڌي زبان کي زندهہ رهڻ جي تربيت ۽ ان جي ضمانت سان گڏ. شاهہ، سچل ۽ ساميءَ اسان جي عمل لاءِ اسان کي ڏنا آهن. هو اسان جا محترم استاد آهن. هو اسان جا عظيم محسن آهن. هو سنڌي معاشري جا خاص شاعر. خاص مفڪر. خاص هادي ۽ رهبر آهن. انهن جي فڪر ۽ فن. تعليم ۽ پيغام جو مطالعو سنڌي معاشري جي هر سجاڳ فرد ۽ پُر خلوص خادم تي لازم آهي. ۽ اهڙي مطالعي جو اسان مان هر ڪنهن کي موقعو ملي سگهي. تنهن لاءِ پهرين ضروري ڳالهہ اها آهي تہ انهن جو سڄورو ۽ حڪمت ڀريو ڪلام هر وقت سنڌ جي ڪتابي دنيا ۾ موجود هئڻ کپي. تہ جيئن. جتي بہ ۽ جڏهن بہ. ڪو اهو پڙهڻ چاهي تہ هن کي اهو آسانيءَ سان ملي سگهي.

پر برصغير جي ورهاڱي کان پوءِ. ويندي اڄ ڏينهن تائين. اسان لاءِ هتي پاڪستان ۾ ساميءَ جا سلوڪ ناياب رهيا: ڪيترائي سال. وچ وچ ۾. شاهہ جو رسالو ۽ رسالو سچل سرمست پڻ - ڪڏهن هڪڙو ڪڏهن ٻيو ۽ ڪڏهن ٻيئي - ڇاپي ۾ موجود نہ رهيا: هن وقت بہ جيئن هي بہ لفظ لکجي رهيا آهن. نہ پورو شاهہ جو رسالو. نہ رسالو سچل سرمست (ڪنهن بہ صورت ۾) ۽ نہ ساميءَ جا سلوڪ سنڌ جي ڪتابي مارڪيٽ ۾ دستياب آهن. هي ڪيڏو نہ وڏو سانحو آهي. جو جيڪو ڪو پڙهڻ چاهڙو نئون ڪتاب ڇپجي سو سرڪار ضبط ڪيو ڇڏي! ۽ جن اسان جي عظيم صحيفن کي اسان جو ڪو ازلي دشمن هزار ڀيرا چاهيندي بہ هٿ لائي نہ سگهي. اهي وري اسان وٽ ڇپجي بہ نہ سگهن! سنڌي ادب جي اڄ اها هڪ بنهہ رت روئاريندڙ ڪيفيت آهي - بيوسيءَ جي. بيحسيءَ جي. پوري زبان جي ۽ ان پوري زبان کان پوريءَ بيخبريءَ جي.

ايڏيءَ انهيءَ ڏکوئيندڙ صورتحال کي ڏسي. "سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت" اهو ارادو ڪيو تہ سنڌ جي هنن ٽن سدا حيات درويش شاعرن جي ڪلام کي هڪ ئي وقت ڇپائي. پنهنجن لائق پڙهندڙن ۽ خاص طرح پنهنجي نئين نسل جي انهن محب وطن نوجوانن جي آڏو آندو وڃي. جن مان ڪن کي ممڪن آهي تہ انهن جي ڏسڻ جو بہ اڃا پورو موقعو ملي نہ سگهيو هجي. انهيءَ نيت سان ۽ اِن مقصد لاءِ - بيءَ ڪنهن تشريح. تفسير يا تعبير جي ڪوشش کي ڇڏي ڪري - هيءُ ڪلام. يعني ان جو فقط متن. هيئن ٽن جلدن جي هڪ ئي ڇاپي جي صورت ۾. پيش ڪري رهيا آهيون.

اسان جي هيءَ مقدس قومي شاعري نہ ڪنهن عربيءَ ۾ نہ فارسيءَ ۾، نہ وري ڪنهن انگريزيءَ يا عبرانيءَ ۾ آيل آهي. اها سنڌيءَ ۾ اسان کي ڏنل آهي، جيڪا اسان جي خاص ۾ خاص، پنهنجي کان پنهنجي ، ۽ ويجهي کان ويجهي شيءِ آهي. جنهن کي اسين ڄاڻون ٿا ۽ جنهن کان اسين سڃاڻجون ٿا. اُن جي اڻ – ميي لفظي ذخيري ۾ البت ڪيترا اهڙا لفظ ٿي سگهن ٿا، جن کي اسان جي هنن بزرگ شاعرن پنهنجي ڪلام ۾ استعمال ڪيو هجي، پر اسان مان ڪيترن لاءِ اهي نوان هجن! ان لاءِ هن ڇاپي ۾ اهڙن نون لفظن جي لغت پڻ شامل ڪيل آهي- شاهہ جي ڪلام جو پورو متن ۽ لغت اسان جي محترم عزيز پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻيءَ جي ترتيب ڏنل آهي، سچل جو ڪلام ۽ لغت مرحوم عثمان علي انصاريءَ، ۽ ساميءَ جا سلوڪ ۽ انهن جي لغات پروفيسر بي. ايچ. ناگراڻي صاحب جي ترتيب ڏنل آهي. اسان کي اميد آهي تہ جنهن مقصد سان هن ڪلاسيڪي سنڌي قومي شاعريءَ جي هن خاص اشاعت جو ڪم هٿ ۾ ڪنيو ويو آهي – يعني هيءُ تہ سنڌي تهذيب جي طويل صدين جي حڪمت ۽ روحاني حاصلات جيڪا ان ۾ موجود آهي، اها ائين اسان جي لائق پڙهندڙن جي سامهون آسانيءَ سان پهچي، ۽ ڪين سنڌيءَ طرح ان کي پنهنجي علم ۽ فهم سارو پڙهڻ ۽ سمجهڻ جو موقعو ملي سگهي- اهو اسان جو مقصد اسان جي هن مخلصانہ مگر سنڌيءَ ساديءَ، نماڻيءَ ۽ پڻ ڪجهہ مهلائتيءَ ڪوشش سان ضرور پورو ٿيندو.

بهر حال، ”سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت “ دل جي ايتري امنگ سان هيءُ بار پنهنجن ڪلهن تي کنيو، پر ان وٽ پنهنجا ڪي ايترا وسيلا موجود نہ هئا، جو ان فرض جي اڪيلي سر تڪميل ڪري سگهي. پر جڏهن ڪو چڱو ڪم سچائيءَ سان هٿ ۾ کڻبو آهي تہ سماج ۾ ڪي نہ ڪي ڀلائيءَ جا سرچشما موجود ٿي پوندا آهن، جيڪي مدد ڪرڻ ۽ هٿ ۾ هٿ ڏيڻ لاءِ اڳتي وڌي ايندا آهن. اسان جي خوشيءَ جي ڳالهہ هئي، ۽ اسان جو ڀاڳ هو، جو هن چڱي ڪم ۾ اسان کي مدد بہ اهڙي ئي مخلصانہ، سڌي ۽ مهلائتي ملي ويئي. سنڌ جي علم دوست ۽ انسان پسند مهتاڻي خاندان کان هرڪو واقف آهي ۽ سندن سنڌ جي سنتن ۽ درويشن سان عقيدت بہ ڪنهن کان ڳجهي ڪانهي. هن ڪٽنب جو هڪ مها پرش، دادا منگهارام، ٿورا ڪي ورهيہ ٿيا، جو اسان کان وڇڙي ويو آهي. دادا منگهارام شاهہ جو فدائي هو. مهتاڻي خاندان جو تاحيات دوست، ساپرش گياني، دادا چينمل پرسرام، شاهہ سان گڏ سچل سرمست جو شيدائي هو. دادا منگهارام جي ماءُ، شريمتي

سامي؁ جي سلوڪن جي تقريبن ياد حافظ هئي ۽ وڏي پريم ۽ شرڌا سان هر روز انهن جو پاٺ ڪندي هئي. اهڙيءَ طرح سنڌ جي هِن نيڪنام مهتاڻي ڪٽنب جي گهرو تعليم ۽ تربيت جو سچو ماحول شاهه، سچل ۽ ساميءَ جي روحاني سڪيا سان سرشار رهيو آهي. ورهاڱي کان پوءِ هندستان ۾ وڏي خرچ سان، دل جي پوري ذوق سان ۽ خالص انساني پنهنجائپ ۽ پريم جي ناتي، دادا منگهارام "شاهه جي رسالي" جي وسيع اشاعت جي ڪم جو اهتمام ڪيو. ۽ ائين جڏهن هن خاندان جي هڪ لائق پٽ، سر ڳواسي دادا منگهارام جي ننڍي ڀاءُ، ٽور ڳالهائو، سڀ جي خير گهرندڙ، صوفي منش، ڀاءُ دولت مهتاڻيءَ، سان شاهه، سچل ۽ ساميءَ جي ڪلام جي هن ٽن جلدن جي قومي ايڊيشن جي ڳالهه ڪئي ويئي، تہ هن فورن ان چڱي ڪم ۾ اسان جي سنگت سان مالي سهڪار جي آڇ ڪئي - هن شرط سان تہ ٽنهي جلدن جي ساڳي قيمت رکي ويندي، ان تي مالي خيال کان نفعي جي ڪابہ گنجائش نہ رکبي، ۽ وڪري مان واپس پهتل رقم وري بہ شاهه، سچل ۽ ساميءَ جي ڪلام ۽ انهن جي فڪر ۽ فلسفي جي اشاعت تي خرچ ڪئي ويندي. ڀاءُ دولت مهتاڻيءَ جي هيءَ آڇ ساڳئي دل جي خلوص سان قبول ڪئي ويئي، ۽ ائين سنڌي شاعريءَ جي هنن ٽن بنيادي ڪتابن جي هيءَ گڏيل اشاعت ممڪن ٿي سگهي، ۽ هن نيڪ ڪم جي سعادت "سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت" جي حصي ۾ آئي.

اسين پنهنجي طرفان، شڪر گذاريءَ طور، شاهه، سچل ۽ ساميءَ جي ڪلام جا هي ٽي جلد سندن چاهڻو ۽ شيدائي مهتاڻي خاندان سان لاڳاپيل ٽن نيڪ انسانن، دادا منگهارام، دادا چينمل پرسرام ۽ شريمتي جي پياريءَ ياد سان وابستہ ڪرڻ ۾ خوشي ۽ فخر محسوس ڪري رهيا آهيون. دادا منگهارام کي سدائين شاهه سائينءَ جو هيءُ بيت ورد زبان هوندو هو:

> ماندي ٿيءُ م مارئي تو ساز الهہ پي آهي،
> سون ورهين جا ڏڪڙا هڪ لحظي ۾ لاهي،
> اهڙو ٿي الهہ آهي، جو ماڳ پهچائيندءِ مارئي.

دادا چينمل پرسرام سچل سائينءَ جو هيءُ دوهو دل جي پوري حضور سان ۽ من جي ڏاڍي ترنگ ۾ پڙهي، هرموقعي تي، جڏهن بہ ساٿس وڏيءَ ڪنهن نراسائيءَ جي ڳالهہ ڪبي هئي، پنهنجي پوري اعتماد ڀريل آواز ۾ اسان کي چئي ٻڌائيندو هو:

اس چشــم مــوري نــي اڪ اســرار ديکــا تــا!
ڪِ بيــچ ابــر دي نــور ڪــا انــوار ديکــا تــا!

اسان جي پياري ياءُ دولت مهتاڻيءَ اسان کي ٻڌايو تہ سندن مهرباني ماتا. شريمتي ڏاڍي سنيهہ سان سدائين، موقعي سارو. سامي صاحب جا هي ٽي سلوڪ اچاريندي هئي:

جــل ۾ قوتــو جيئــن، لهــرن لڳنــدي اڏ تئــي،
تــون پــڻ آهيــن تيئــن، دنيــا ۾ ڪــو ڏينهــڙو.

هيــرو جنــم نــہ هــار، مــورک مــن جــي يــاءِ تــون،
ملــي ســاڌ ســنگت ســان، اوديــا پــرم نــوار،
پنهنجو پاڻ سنيار، تـہ سـکي تئيـن "سامي" چئـي

وڏو وچ وچــــاءُ ، کهٽـــيءَ رهٽيءَ پـــــاڻ ۾،
ورلــي ڪنهــن گرمــک کــي "سامي" پيــو سمــاءُ.

شاهہ، سچل ۽ سامي مجموعي طور انساني سماج، ۽ خاص طرح سنڌي سماج، جي ازلي نيڪيءَ جا شاعر آهن، جنهن جا بنياد رواداريءَ، محبت ۽ سماجي امن جي انساني اوصافن تي رکيل هوندا آهن. تعصب، نفرت ۽ تشدد يا جنگ حيواني اوصاف آهن، جي انساني سماج لاءِ بديءَ جا نشان هوندا آهن ۽ ان جي انتشار جا سبب بڻبا آهن. سنڌي سماج جن جزن جو مرڪب آهي، انهن جي صحتمنديءَ، اتحاد ۽ قوت لاءِ رواداريءَ، محبت ۽ سماجي امن کي آپارڻ ضروري هو، ۽ جنهن فن، جذبي ۽ اسلوب سان معاشري جي انهن تربيتي اوصافن کي اسان جي هنن درويش صفت قومي شاعرن آپاريو، وڌايو ۽ عام ڪيو، سندن دانشمندي، وسيع نگاهہ ۽ سندن سچي عظمت انهيءَ ۾ آهي. ۽ ان لاءِ ئي سنڌي قوم ۽ ان جو هر باشعور فرد تاقيامت سندن شڪر گذار رهندو. انهن اوصافن جي تعميل سان سماج جي تربيت ۽ تعمير ٿي سگهي، ان لاءِ شاهہ، سچل ۽ ساميءَ اسان کي اخلاقيات جي ڪامل تعليم ۽ ان سان گڏ قول ۽ فعل جي هم آهنگيءَ ۽ عمل ۽ قربانيءَ جو پيغام ڏنو آهي. انسان جي انفرادي ۽ سماجي نيڪيءَ ۾ يقين، ان جي روشن مستقبل ۽ آخري

فتح جي، ايمان جي حد تائين، اميد. ۽ ان جي حاصلات لاءِ خود قرباني ۽ عملي جدوجهد - شاهہ، سچل ۽ ساميءَ اسان کي اهي ڳالهيون سيکاريون آهن. سنڌ جي سماجي مهتاتي خاندان جي متي ڇاٽايل وڏڙن بہ کانئن اهي ڳالهيون سکيون، ۽ سڄي عمر انهن کي هو ورجائيندا رهيا. شال سنڌ ۽ سنڌي سماج جي کنهن بہ ذميدار ۽ باشعور فرد کان پنهنجن لائق بزرگن وٽان مليل انساني نيڪيءَ، انساني شرف ۽ انساني عافيت جون اهي ڳالهيون کڏهن بہ نہ وسرن، ۽ هو انهن جي حاصلات لاءِ، پنهنجو پاڻ وساري، بلک پاڻ گهوري بہ، عملي جدوجهد ۾ مصروف رهن:

چـــجُ مَ قطـــاران، ســاتُ چڙهنــدو لـَــکئين،
محيَـڻ تئيـن پــُـئان، وڳَ و اٽ نــہ لهيــن. (شــاه)

**- محمد ابراهيم جويو**

1978ع

# (10)

# ”ڳالهيون من اندر جون“

(مضمونُ)

لعل محمد شفيع محمد چانڊيو

## مهاڳ

هيءُ ننڍڙو ڪتاب، ”ڳالهيون من اندر جون“ ،اسان جي سوسائٽيءَ جو ڏهون ڪتاب آهي، جيڪو اڄ اسين پنهنجن لائق پڙهندڙن ڪي پيش ڪندي، خوشي محسوس ڪري رهيا آهيون.

هيءُ ڪتاب اسان جي هڪڙي ”اڻ پڙهيل“ ساٿيءَ جو لکيل آهي – اڻ پڙهيل انهيءَ معنيٰ ۾ تہ هو ڪنهن اسڪول، ڪنهن مڪتب، يا ڪنهن معلم يا ماستر وٽ نہ پڙهيو آهي. اکر سڃاڻڻ ۽ جهڙا تهڙا لکڻ هو پنهنجي منهن پاڻ سکيو ۽ پوءِ هن پنهنجي وس آهر ۽ موقعي سارو پنهنجي ”پڙهائي“ جاري رکي، ۽ ڪجهہ ڪتاب پڙهيا، ۽ پڙهڻ ڪان وڌيڪ پنهنجي آسپاس ۽ ان جي ڳالهين کي پُرجهيو ۽ پروڙيو.

هڪڙي مغربي عالم جو قول آهي تہ ”علم اکرن ۾ نہ پر شين ۾ تئي تو“. يعني اکرن سڃاڻڻ سان علم ڪونہ ٿو ملي، پر شين سڃاڻڻ سان، ڳالهين پروڙڻ سان ۽ حقيقتن کي جانچڻ سان علم ملي ٿو – ”اک، جو ڪجهہ سڌو سنئون ڏسي ٿي، اها ڳالهہ بي آهي: تجربي جو سچو ۽ اصلوڪو درسي ڪتاب اهو آهي.“

ائين معلوم تئي ٿو تہ هن ڪتاب جي محترم ليکڪ، ميان لعل محمد، اسان کي پنهنجي ”من اندر جون ڳالهيون“ ٻڌائيندي، پنهنجين ڳالهين جي سمجهہ ۽ پنهنجن عقيدن جي پرک جو بنياد انهيءَ پنهنجي تجربي جي سچي ۽ اصلوڪي درسي ڪتاب تي رکيو آهي. ۽ انهيءَ ٿي ساڳئي پنهنجي تجربي جي پختي استاد ڪان هن پنهنجي آسپاس جي انهن بين دستوري عقيدن ۽ ڳالهين کي بہ سمجهڻ ۽ پرکڻ جو رخ سکيو آهي، جيڪي ٻيءَ طرح تہ عام بہ آهن، مقتدر ۽ معتبر بہ آهن، پر تجربي جي ڪسوٽيءَ جي آڏو اهي ڪجهہ خيالي، ڪجهہ هوائي ۽ گهٽي قدر سمجهہ ڪان باهر معلوم ٿين ٿيون. انهن

عام ڳالهين ۽ عقيدن جي سمجهہ ۽ پرک جي سلسلي ۾ پوءِ ميان لعل محمد کي تصوف جي عينک پائڻي پيئي آهي. جيڪا ئي سندس قومي ۽ سماجي ماحول جي، انهيءَ سلسلي ۾، سالن کان، صدين کان، روشن رهندي پِئي آئي آهي – يعني هر شيءِ ۾، هر هنڌ، هر حالت ۾ هُو ئي هُو: ۽ انهيءَ ڪري سڀ ۾ پرين پسبو ۽ سڀ سان پساهہ پاربو ۽ پرت نباهبي. تصوف جي اها وري بہ هڪ مثبت نگاهہ آهي، جيڪا ماڻهوءَ کي ماڻهوءَ سان ۽ سندس ماحول جي هرشيءِ سان پيار ۽ سبنڌ جو سبق ڏئي ٿي. ۽ ائين دلين ۾ مسهپ ۽ ذڪار ۽ ويڙهہ جي بدران سهپ، پيار ۽ سرچاءَ جا جذبا اياري، انساني سماج جي بهتر تربيت ۽ تهذيب جو سبب بنجي ٿي.(*)

پر تصوف جو هڪ ٻيو رخ بہ آهي- در اصل اهو سچيءَ مذهبي سوچ جو هڪ عام رخ آهي، ۽ منفي رخ آهي- ۽ اهو ٿورن لفظن ۾ هيئن سمجهائي سگهجي ٿو: جڏهن ڪو اڪيلو انسان پنهنجي ماحول جي اقتدار جي بي حس ۽ ڪنور ڪاڪ محل جي آڏو پاڻ کي بيوس محسوس ڪري ٿو، ۽ ان جي اڳيان ائين بينو رهي ٿو ڄڻ ان جو ڪو وڏو جوابدار ۽ دوهي هجي ۽ ڪيس اها بہ خبر ڪانہ ٿي رهي تہ آخر سندس ڏوهہ ڪهڙو آهي، تڏهن هو پاڻ کي ان ڪاڪ محل ۽ ان جي سچي سماجي چرخي کان ايترو تہ ڌاريون ۽ الڳ ٿو سمجهي، جو سواءِ "ماٺ ڪري"، "ڪن لڪائي"، "مِني بہ ماٺ مُني بہ ماٺ ڪري" ويهڻ ۽ ويهي "الله الله ڪرڻ" جي ٻيو هن کي چوڻ يا ڪرڻ لاءِ ڪجهہ بہ ڪونہ ٿو سُجهي. اُن حالت ۾ سواءِ "آسماني" آسرن، "مطلق" روحاني رازن ۽ رمزن ۽ "قدرت" جي عميق اسرارن تي سوچڻ ۽ سوچيندي رهڻ جي، هن جي آڏو ٻيو ڪو وس، ٻي ڪا واهہ، ڪانہ ٿي رهي، ۽ پوءِ هو ڪنڌ هيٺ ڪيو، چپ چاپ، سيڪجهہ سهندو، هاءِ هاءِ ڪندو، پنهنجي پاسائين راهہ وٺيون، هلندو رهي ٿو.

پر ميان لعل محمد کي سندس تجربي جي سچي ۽ سجاڳ استاد انهيءَ راهہ جي اَواڙپ ۽ اوجهڙَ کان باخبر رکيو ۽ ٻڌايو تہ انسان اڪيلو نہ آهي، اقتدار ماڻهن جي گڏيل زور جو ٻيو نالو آهي، ۽ ان کان بچاءُ يا نجات هيڪل ڪڏهن نہ پر گڏيل زور سان سدائين ممڪن آهي ۽ ضروري بہ آهي. انهيءَ ڪري پهرين هو اسان سان پنهنجي ۽ پنهنجي حال جي "سڃاڻپ" ڪرائي

(*) (تصوف جي اها "سڀ ۾ هو" واري نگاهہ اڪثر و بيشتر ماڻهوءِ کي ظالم ۽ مظلوم، سُني ۽ بچڙي، سچي ۽ ڪوڙي جي فرق کان غافل بہ ڪري ڇڏيندي آهي. ۽ اُن حالت ۾ اهڙي صوفي فقير کان پوءِ، "نہ دشمن کي ڊپ نہ سڄڻ کي آسرو.")

ٿو (هو "اڻ پڙهيل" هئڻ سان گڏ هٿ پورهيت ۽ هر هاري آهي ۽ حيدرآباد جي ٻاهران اڍائي ايڪڙ زمين تي گذارو اٿس–). ۽ پوءِ پنهنجن "محنت ڪش، مزور، هاري، ننڍن ڪاريگرن، صنعتڪارن، شاگردن ، شهرن ۽ شهرن جي آسپاس ۽ ٻهراڙيءَ ۾ رهندڙ" ڀائرن کي پنهنجي "من اندر جون ڳالهيون" ٻڌائي ٿو ۽ ساڻن سندن تقدير جي انقلاب جون ڳالهيون ڪري ٿو:

"... اسان کي پنهنجي موجوده وقت ۽ مستقبل لاءِ ڪجهہ ڪرڻو آهي...

" اسين هن وقت سڀ حقيقت کان باخبر آهيون. رڳو وقت جي داوَ پيچن کي پوريءَ طرح سمجهي نٿا سگهون. ان لاءِ اسين سوچ ويچار ڪري، پاڻ ۾ متحد ٿي، سيڪجهہ ڪري سگهون ٿا... ڇو تہ هي نئون دور اسان عوام جو آهي ...... انقلاب ڪير آڻيندو آهي ۽ ڪنهن جو سڏبو آهي؟ ... انقلاب وقت جي تقاضا ۽ عوام جي امنگن ۽ نئين نسل ۽ نوجوان طبقي جي ضرورتن جو انقلاب ۽ قربانين جو انقلاب هوندو آهي. ان انقلاب کي دنيا جي ڪابہ طاقت روڪي نٿي سگهي. جيسين تائين عوام جي امنگن، ضرورتن ۽ وقت جي تقاضائن جي پوري ٿيڻ جي ضرورت رهندي، تيسين تائين هڪ انقلاب ويندو، ٻيو انقلاب ايندو ۽ انقلاب جاري رهندو....."

ڇا، ٻهراڙيءَ جي هن اڻ پڙهيل، پنهنجي پورهيت ڏاهي ڀاءُ جي هنن سڌين سادين ۽ صاف ڳالهين ۾ (هن جي شعر ۾ تہ، فني خيال کان، ڪيتريون ڪچايون بہ آهن–) اڄ جي پڙهيل، سفيدپوش، شهري اديب لاءِ ڪو سبق موجود نہ آهي؟ اڄ اسان ۾ ڪافي ڪي اديب آهن، جيڪي "وجوديت" (هستي) ۽ "عدم وجوديت" (نيستي) جي چڪر ۾ ورتل آهن (۽ انهيءَ خيال کان رڳو جديد صوفي ٿي آهن) ۽ لکن ٿا تہ پنهنجن لفظن جي ڪَنڊ ۾ ٿي قاسي پون ٿا– اُهي ان چڪر مان ۽ ان ڪنڊ مان آزاد ٿي سگهن ٿا، بشرطيڪ ڀهريائين هو خودفنائيءَ جي "راڪيٽ" تان هيٺ لهن ۽ پنهنجي ئي نڪ جي چوٽيءَ تان نگاهہ هٽائي، پنهنجي سامهون ۽ پنهنجي چوڌاري ٻين ماڻهن ۽ ٻين شين کي ڏسڻ شروع ڪن ۽ انهن جي ڳالهين ۽ مسئلن ۾ دلچسپي وٺڻ شروع ڪن. ڇو تہ انهن جي ئي حل يا خاتمي سان سندن پنهنجين ڳالهين ۽ مسئلن جو حل ٿيڻو آهي. اسين پنهنجي طرفان محترم عزيز ميان لعل محمد خان جا شڪر گذار آهيون، جو پاڻ پنهنجي هن ننڍڙي پر ڏاڍي سٺي ۽ سبق آموز ڪتاب جي اشاعت جو اسان کي موقعو ڏنو اٿن.

زندگيءَ ۾ ڪڏهن ڪڏهن ڪن اهڙن ماڻهن سان ملاقات ٿي ويندي آهي، جيڪي پوءِ سڄيءَ زندگيءَ جو اثاثو بڻجي ويندا آهن. ۽ سڄو وقت ساهہ

سان سانڍيا پوندا آهن. ميان لعل محمد سان پنهنجي ملاقات کي آءُ هڪ اهڙي ئي املهہ ۽ ياڳائتي ملاقات سمجهان ٿو. پاڻ مون سان پهريون ڀيرو ڏهاڪو سال کن اڳ مليا هئا- ۽ پنهنجي ڳوٺڙي ۾ ڇوڪرين جي اسڪول جي کلڻ ۽ بجليءَ جي لائين پهچڻ بابت صلاح مشورو ڪيو هئائون. سندن ڳوٺ خاص حيدرآباد کان ٻہ ميل بہ مس ٿيندو، پر وٽن اڄا نہ اها تعليم جي ۽ نہ بجليءَ جي روشني پهچي سگهي آهي، جنهن روشنيءَ جي تانگهہ ۽ تلاش مون سان سندن ملاقات جو سبب بني هئي. شال سنڌ جي ڳوٺ ڳوٺ ۽ گهر گهر ۾ اها روشني جلد پهچي، ڇو تہ اُن جي پهچڻ سان ئي اسان جي پورهيت عوام جي گهٽين ۽ گهرن مان اوندھ ويندي، ۽ سندن دلين تان جاهل، بکئي ۽ بي ترس ملي، پير، زميندار ۽ ڪاموري جو منحوس پاڇولو هٽندو، ۽ هو آزاد، خوشحال، پُر اَمن ۽ باعزت زندگيءَ جي نعمت حاصل ڪري ۽ ماڻي سگهندا. اسان جي دوست ۽ ساٿيءَ ميان لعل محمد خان پنهنجي هن ڪتاب ۾ پڻ سؤ ڳالهين جِي اها ئي هڪ ڳالهہ ڪئي آهي.

- محمد ابراهيم جويو
1978ع

(11)

# ”پارن جو شاهه“

(پارن لاءِ شاهه جي رسالي جو انتخاب)

## انور هالائي

### مهاڳ

سنڌ جو شاهه سنڌ جي سيني ماڻهن جو شاهه آهي- زالن جو ۽ مردن جو، پڙهيلن جو ۽ اڻ پڙهيلن جو. شهرين جو توڙي ٻهراڙيءَ وارن جو. وڏن جو توڙي ننڍن جو. سنڌ جا اڪثر مسلمان شاهه جي ”رسالي“ کي قرآن ۽ اڪثر هندو گيتا سمان سمجهن ٿا. شاهه جو رسالو هو جڏهن پڙهن ٿا يا ٻڌن ٿا، تڏهن اهو کين ڏاڍو وڻي ٿو ۽ ان مان کين بيحد فائدو ٿئي ٿو. سنڌ جي ماڻهن کي شاهه پنهنجو ”رسالو“ ڏنو ئي انهيءَ لاءِ آهي ته اهو سندن روح جي راحت بڻجي، ۽ کين فائدو رسائي. اهو سندس ”پيغام“ يا ”نياپو“ آهي. جو پاڻ سنڌ جي سيني ماڻهن کي ڏنو اٿن- ”رسالو“ لفظ جي معنيٰ ئي اها آهي. پاڻ ئي پنهنجي ”رسالي“ جي اها معنيٰ ڪئي اٿن. بلڪ ان کي سڏيو ئي ”نئون نياپو“ اٿن-

”نئون نياپو آئيو، راتي مُلا رات،
”لڌيسون لطيف چئي، ڪنان ڏاتر ڏات،
”ڪهڙي پڇين ذات، جي آيا سي اڳهيا.“

(شاهه)

”جي آيا، سي اڳهيا“ — ذات جي، دعوائن جي، ڏلهن نعرن ۽ ڏلهين ڳالهين جي ڪا قيمت، ڪا پڇ يا ڪو نتيجو ڪونهي: ”ذات نه آهي ذات تي، جو وڃي سو لهي“. جن لوچيو تن لڌو. جي پڇن سي پائين. جي هليا سي رسيا. جهڙو عمل تهڙو ڦل- ليس ل الانسان الا ماسعيٰ --No pain no gain-- ”ڏک سکن جي سونهن، گهوريا سک ڏکن ري“ -- ڪم، ڪم، ڪم-- جاکوڙ ۽ جدوجهد. لاڳيتي، اڻٿڪ ۽ منهائتي (مقصد ڏانهن نيندڙ، صالح) جدوجهد:

”تتيءَ تڏيءَ ڪاھـ، ڪـانھي ويـل وھـڻ جـي،
”متـان تئـي اونداھـ، پيـر نـہ لهيـن پريـنءَ جـو.“

(پرينءَ جو پير = مقصد جو پتو يا سڄاڻپ.)

اھو آھي شاھ جو رسالو، اھو آھي شاھ جو نياپو، نئون نياپو — سنڌ جي سڀني ماڻھن لاءِ، زالن، مردن، پڙھيلن، اڻ پڙھيلن، شھرين ۽ ڳوٺاڻن، ٻڍن، ٻارن، سڀني لاءِ — سوچ ۽ لوچ جو پيغام، عمل جو پيغام:

والعصر ان الانسان لفي خسر ال الذين آمنو

وعمل الصالحات و تواصو بالحق وتواصو با الصبر (قرآن)

(يعني: سچ پچ تہ انسان پنھنجي دؤر، پنھنجي سماج، ۾ دکي آھن: انهن جو هڪڙو ئي فرض آھي تہ پنھنجي ان سماج جي بهتر ۽ سکئي آئيندي تي ايمان رکن ۽ ان لاءِ جوڳو عمل ڪن، ۽ ان رستي تي سچائيءَ ۽ صبر سان گڏجي اڳتي وڌندا رهن)

”پــر ۾ پڇيــائون، عشــق جـــي اســـباب ڪـــي،
”دارون ھـــــن درد جـــــو ڏاڍو ڏســـــيائون،
”آخـــرُ والعـــصر جـــو اينهيـــن اتـــائون،
”تهـان پـوءِ آئـون، سـڪان تـي سـلام ڪـي.“
(شاھ)

(عشق جو اسباب = جيئڻ جو راز. ڏاڍو دارون = سخت ڪوش عمل، العصر = هلندڙ دؤر يا سماج. آخر = ان جو آئيندو. سلام لاءِ سڪڻ = نلهي سڌ ڪرڻ، دعوا ڪرڻ، عمل نہ ڪرڻ.)

”سڪين ڪـُهـ سلام کي، ڪريـن ڪهـ نـہ سـلام
”بيـا در تـــن حـــرام، ايءُ در جنيـــن ديکيـــو.“
(شاھ)

(سـلام ڪـرڻ = عمـل ڪـرڻ، جـاکوڙ ڪـرڻ. ايءُ در = عمـل جـو در، جدوجهد ۽ جاکوڙ جو رستو.)

وقت گذرڻ ۽ حالتن بدلجڻ سان "لفظ" پراڻا ٿي وڃن ٿا. انهن تي دز چڙهي وڃي ٿي، ۽ اهي پنهنجي معنيٰ ۽ اثر وڃائي ٿا ويهن — انهيءَ ڪري اصل ڳالهه کي، اصل نياپي کي، نون نون لفظن ۾ نئين نئين ڍنگ ۾ بيان ڪرڻ ۽ ٻڌائڻ ضروري ٿئي ٿو: هر دور جي حالتن ۾ تقاضائن مطابق ان دور جي ٻولي ۽ اصطلاح پنهنجا ٿين ٿا — تنهن ڪان سواءِ هر قوم ۾ ملڪ جي خود ٻولي بہ پنهنجي ٿئي ٿي، جنهن ۾ هو پنهنجي ماحول کي سمجهن ٿا ۽ سمجهائين ٿا ۽ ان جي پلي ۾ ٻري ۽ ڀلي بابت سوچين ويچارين ٿا — "هنديان را اصطلاح هند مدح، سنديان را اصطلاح سند مدح!"

انهيءَ خيال ڪان شاهه جو "نئون نياپو" سنڌ جي ماڻهن لاءِ، سنڌ جي سيني ماڻهن لاءِ: تمام وڏو، ٻنهه بيمثل ۽ املهہ تحفو آهي، ۽ ان کي سنڌي ٻوليءَ جي "ڪلاسڪ" (Classic) چئجي ٿو — جنهن جي معنيٰ آهي "فرسٽ ڪلاس (First Class) يا اول درجي جي اعليٰ چيز"، هڪڙي انگريزي ٻوليءَ جي شاعر ادب ۾ "ڪلاسڪ" جي وصف هيئن ڪئي آهي:

In whom is plainest taught and easiest learnt, What makes a nation happy and keeps it so.

(يعني، "ڪلاسڪ" اها تصنيف يا اهو ڪتاب آهي، جيڪو صاف سڌو سيکاري ٿو ۽ جنهن مان سولو سڌو سکجي ٿو — اهو ڪجهہ جنهن سان قوم خوشي حاصل ڪري سگهي ٿي ۽ خوشي ماڻي سگهي ٿي.)

"شاهه جو رسالو" سنڌ جي سيني ماڻهن لاءِ بلڪل اهڙي هڪ اعليٰ درجي جي ڪلاسڪ آهي، جنهن مان اسين، سڌيءَ طرح ۽ پوريءَ آسانيءَ سان پنهنجي وجود جي بقا ۽ ان جي خوشحاليءَ، آبرو منديءَ ۽ بهتر مستقبل جي تعمير جا سبق سکي سگهون ٿا.

شاهه جي رسالي جي هيءَ بہ هڪ تعريف ۽ اسان سان ان جي سبنڌ جي اها بہ هڪ نشاني آهي تہ اهو اسين ڳائي سگهون ٿا، ۽ عام جام ڳايون بہ ٿا. علامہ آءِ. آءِ. قاضي مرحوم جي چوڻ موجب، شاهه جي رسالي جي اها هڪڙي اعليٰ خوبي آهي تہ ان جو هر بيت، هر وائي ۽ وائيءَ جي هر سٽ ڳائي سگهجي ٿي. ائين اسان وٽ شاهه جو رسالو جهر جهنگ ۾ ڳائجندو رهي ٿو. سنڌ جي سيني ماڻهن، زالن توڙي مردن، ٻڍن توڙي ٻارن، سڀني لاءِ اهو ڄڻ هڪ پورو گيت آهي، جو سدائين سندن ڪن ٻڌڻ لاءِ ۽ سندن دليون پڙهڻ لاءِ تيار هونديون آهن. انگريزي شاعر، ٻئري ڪارن ويل (Barry Cornwell)، گيت (Song) جي وصف ڪندي، چوي ٿو:

"گيت اهو، جنهن مان عطر جي ۽ گلن جي خوشبوءِ اچي،
"گيت اهو، جو درياءَ جيان وهندو هلي،
"گيت اهو، جو نرمل نظارا ۽ گهڙيون ياد ڏياري –
"جن ۾ دل ڪڏهن تبي ڏيئي، پرچي، اٿلي پيئي هئي.

"گيت اهو، جو نيڀيچ خيالن کان ڇڏائي،
"گيت اهو، جو ڏک اسان جو گهٽائي،
"گيت اهو، جو دل اسان جي کي ڏوڙي ۽ چاڙي –
"جيئن ڪو محب وطن پيار مان ڪنهن کي ڏک هٿي جاڳائي.

"گيت اهو، جو فرض ياد ڏياري،
"نربل کي ٻلوان ڪري ۽ ٻلوان کي سورمو بڻائي،
"۽ هر سچ ۽ سونهن جي عمل تي –
"چمڪندڙ ستارن جو تاج ٻڌجي بيهي."

شاهه جو رسالو سنڌ جي ماڻهن لاءِ سدائين انهيءَ اعليٰ قسم جي اول درجي جو هڪ اعليٰ گيت رهيو آهي.

پر افسوس، جو پنهنجي هن اعليٰ پيغام کي، پنهنجي هن جيءَ – جيار قومي گيت کي اسان وڏن پاڻ بہ پنهنجي هنئين جي ڪنن سان ٻڌڻ ڇڏي ڏنو آهي، ۽ ان کي پنهنجي قومي وارثن يعني ننڍن تائين پهچائڻ ۽ انهن کي ٻڌائڻ ۽ سمجهائڻ ۾ بہ وڏي ڪوتاهي پئي ڪئي آهي. هڪ تہ اسان جو تعليمي سرشتو اهڙو هڪ ناقص سرشتو آهي، ۽ اسان جي قومي وس کان ايترو ٻاهر بہ آهي، جو اسين پنهنجي اولاد کي ان سرشتي ۾ رڳو پنهنجي ٻوليءَ جي پوري ڄاڻ ۽ پنهنجي تهذيبي ورثي جي رڳي ڪا هلڪي سڃاڻپ بہ ڏياري يا ڪرائي نٿا سگهون. ۽ ٻيو تہ اسان جي محب وطن اديبن ۽ عالمن جو بہ انهيءَ ضرورت ڏانهن خير ڪو ڌيان رهيو آهي تہ جتي اسين پنهنجي ادب ۽ تهذيب جي جياپي ۽ واذاري لاءِ خانگي ڪوششون ڪندا تا رهون اتي پنهنجن پيڙهائتن اعليٰ شاعرن جي پيغام کي ۽ انهن کان عطا ٿيل قومي گيتن کي پنهنجي نئين نسل تائين پهچائڻ ۽ انهن جي دلين ۾ ويهارڻ جي بہ اسان کي ٿي ڪوشش ڪرڻي آهي ۽ ڪرڻ کپي.

سنڌ گرئجوئيٽس ائسوسيئيشن طرفان، محترم انور هالائي صاحب جو

هي ترتيب ڏنل "ٻارن جو شاهه". جيڪو بين الاقوامي ٻارن جي سال 1979ع جي سلسلي ۾ ٻارن جي هڪ سنڌي ڪتاب طور شايع ٿي رهيو آهي، پنهنجي نوع جي پهرين ڪوشش مان هڪ ڪوشش شمار ڪري سگهجي ٿي—— جنهن لاءِ سنڌ جي محب وطن پڙهيل شهرين جي هيءَ جماعت ۽ ان جي لائق اڳواڻن ۽ ڪارڪنن سان گڏ محترم "انور" هالائي صاحب جا به اسان کي دلي ٿورا مڃڻ گهرجن. هيءَ تصنيف "ٻارن جو شاهه" —— ان جي چوند، ترتيب ۽ پيشڪش –– ڪيتري قدر اسان جي ٻارن کي اسان جي اعليٰ قومي شاعر جي اعليٰ پيغام ۽ اعليٰ گيت سان سڃاڻپ ۽ پنهنجائپ پيدا ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيندي، ان بابت راءِ خود ان جي پڙهندڙن، وڏن توڙي ننڍن، تي ڇڏي، آءٌ هن ڪتاب سان واسطي رکندڙ پنهنجن سيني عزيز ساٿين کي مبارڪ ٿو پيش ڪريان. جو انهن رڳو ان پنهنجي بنيادي قومي ضرورت ڏانهن ڌيان ڏنو تہ اسان کي پنهنجو تهذيبي روح ۽ ان جي سڃاڻ ائين پنهنجي قومي وارثن، آئيندي جي مائرن، پيئرن، يعني پنهنجي اولاد، جي روح ۽ سندن روح جي سڃاڻ سان ملائي، ان جو حصو بنائڻو آهي، ۽ ائين ان جو انهن کي حقي ۽ عملي وارث ۽ محافظ بنائڻو آهي.

"ڪرهو ڪيسر آءٌ، پسو واڳ ولاڙيون،
"بيٺو ٻاپ مُلاءِ، ذرو ضايع نہ ڪري."

"بيٺو ٻاپان وترو، ڪرهو ڪيسر پس،
"آپ چپائي پَرَ مُاري، ذات سينهان جي جس،
"جت وڃي دمامن دس، متي آرڻ اُسري"
(شاهه)

شال ائين ٿي سگهي .... شال اسين ائين ڪري سگهون.....

– محمد ابراهيم جويو
1979ع

(12)

# ”ٿم ٿم ٿانداٽا“

(شعرن جو مجموعو)

## مختيار مَلڪ

### مهاڳ

ٻارن سان پيار ڪرڻ، انهن جي سنڀال لهڻ ۽ انهن جي ڀلائيءَ لاءِ سوچڻ– - هيءَ اهڙي ڪا نئين ڳالهه به ڪانهي، جا اڄ جي سماج ۾ رهندڙ انسان کي ٻڌائي وڃي يا سيکاري وڃي. حيواني زندگيءَ جي هيٺينءَ کان هيٺينءَ سطح تي به ان ڳالهه جو خيال رکيو وڃي ٿو. انسان هيلتائين جيڪا به ترقي ڪئي آهي، انَ جو بنيادي امنگ به اهو ٻار جو پيار ۽ آخري مقصد به اهو ئي انساني ٻارَ. يعني هن جي آئنده نَسل، جي سنڀال ۽ ڀلائيءَ جو خيال رهيو آهي. انسانن، توڙي اڪثر حيوانن، ۾ هميشه پنهنجي ذاتي سک ۽ بچاءَ کان وڌ پنهنجن ٻچن جي سک ۽ بچاءَ جي اون رهي آهي. ۽ انهيءَ ڪري ئي هو پنهنجي پنهنجي نوع جي حيثيت ۾ بچي سگهيا آهن. ۽، خاص طرح انسان اڄ ايڏا سکي ۽ سلامت به انهيءَ ئي آئيندي جي اون رکڻ سبب ڏسجن ٿا.

پر ٻارن جي پيار، سنڀال ۽ ڀلائيءَ جا به درجا ٿين ٿا، درجن سان گڏ، بلڪ انهن کان وڌيڪ، انهن جي پوري ڪرڻ جي سمجهه ۽ سگهه جو سوال آهي. دراصل اڄ انفرادي طور انسان ڪٽنبن توڙي اجتماعي طور انساني قومن جي ترقيءَ، خوشحاليءَ ۽ تهذيب جي درجي جي سڃاڻپ ئي ائين ٿئي ٿي ته هو پنهنجي اولاد کي ڪيتري درجي جو پيار ڏين ٿا ۽ ڪيتري درجي جي سندن سنڀال لهن ٿا ۽ انهن لاءِ ڪيتري درجي جي ڀلائيءَ جو سوچين ٿا. ۽ انَ سلسلي ۾ سندن سمجهه ۽ سگهه جو معيار ڪهڙو آهي.

حضرت عيسيٰ مسيح عليہ السلام جيڪا هن ڌرتيءَ تي ”پنهنجي آسماني بادشاهت“ يعني ڀلائيءَ، پيار ۽ نياءَ جي دنيا ٺاهڻ ٿي گهري، ان لاءِ هن فرمايو هو ته ”ٻار ئي ان ۾ داخل ٿيندا— ڇو ته اهي معصوم آهن. (۽ علم ۽ خوشيءَ جا شيدائي آهن)، ۽ ڪوبه ٻيو ان بادشاهيءَ ۾ داخل ڪونه ٿيندو. جيستائين

ان جي دل بہ بارن جي دل جھڙي (ڪشادي ۽ معصوم) نہ هوندي".* بارن جي وڏن کي چتاءُ ڏيندي. مسيح چيو هو تہ "هي ننڍڙا بار... انهن مان ڪنهن هڪڙي کي بہ جيڪو گمراهہ ڪندو. ان لاءِ چڱو ائين ٿيندو تہ هڪڙو وڏو جنڊ جو پڙ ان جي ڳچيءَ ۾ وجهي، کيس اونهي سمنڊ ۾ ٻوڙي ڇڏجي".** هيءَ ٻارن سان پيار ۽ سندن سنڀال ۽ پلائيءَ (تربيت) جي معيار جي ڳالهہ آهي.

آءٌ جڏهن ڪاليج ۾ پڙهندو هوس. تڏهن مون کي هڪڙي ڪنهن نيڪ شخص ڪان ڪامريڊ برڪت علي "آزاد" جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿيل روسي مصنف پرنس ڪروپاٽڪن جو ڪتاب "نوجوانن ڏانهن" مليو. ننڍو ڪتاب هو. ان جا صفحا ٽي ڪي پنجاهہ ڪن هئا. پر ان جي پڙهڻ ڪان پوءِ منهنجو ذهن اهو ساڳيو نہ هو جهڙو پهرين اهو هو. ان ۾ نوجوانن سان مخاطب ٿيندي، کين ٻڌايل هو تہ هو ڊاڪٽر هجن، عالم يا سائنسدان هجن، وڪيل، انجنيئر، ماستر، آرٽسٽ يا ڪلاڪار، سياستدان يا ٻيا ڇا بہ هجن. پر جيسين سندن سماج بي انصافيءَ تي ٻيٺل هوندو- جيئن هاڻي اهو هو -- تيستائين هو پنهنجي ڪم ۾ نہ ڳهريل آزادي، نہ گهڻي ڪاميابي ۽ نہ پوري خوشي ماڻي سگهندا: ۽ سماج جي اُها بي انصافي هيءَ هئي، جو ان ۾ پورهئي، ۽ پورهئي جي ڦل جي ورڇ غلط هئي، ڇو تہ ان ۾ جن پورهيو ڪيو ٿي اُهي انڻ هوند ۾ ورتل ۽ زندگيءَ جي اڪثر سک ڪان محروم هئا، ۽ جن پورهيو نٿي ڪيو يا رڳو نالي ماتر ٿي ڪيو اُهي هوند وارا بہ هئا. ۽ زندگيءَ جا اڪثر سک بہ انهن کي ميسر هئا! اڄ ٻارن جي هن عالمي سال 1979ع جي حوالي سان آءٌ سوچيان ٿو تہ ڪاش! اُن ڪتاب ۾ نوجوان مائرن ۽ نوجوان پيئرن کي بہ اهو ٻڌايل هجي ها تہ اهڙي بي انصافيءَ تي ٻيٺل سماج ۾ هو رڳو پنهنجي اولاد کي آزاد، پورو ۽ خوشيءَ ڀريل پيار بہ نٿي ڪري سگهيا: انهن جي سنڀال لهڻ ۽ پلائيءَ لاءِ سوچڻ جي ڳالهہ - انهيءَ درجي ۽ معيار تي جنهن لاءِ سندن خود پنهنجي هلندڙ سماج ڪانئن تقاضا ڪئي ٿي -- اها تہ اڃا ڪيڏي نہ سندن پهچ ۽ لياقت ڪان ٻاهر ڳالهہ هئي!

تہ ڳالهہ ٻارن جي پيار ۽ انهن جي سنڀال ۽ تربيت جي ڪانهي، جيڪا هِن ٻارن جي عالمي سال 1979ع ۾ دنيا جي انسانن جي آڏو ۽ خاص طرح اُن جي غريب ۽ ڏتڙيل پورهيت انساني اڪثريت جي آڏو اٿيل يا اٿاريل آهي. اصل ڳالهہ هيءَ آهي تہ ڇا، جيڪڏهن ڪو هاري، ڪو مزور، ڪو ماستر، ڪو هنرمند يا ڪاريگر، جيڪي فقط پنهنجي پورهئي تي اڌ بکيا اڌ ڍاوا پلجن ٿا، ۽ رڳو سفيد پوشيءَ يا ظاهر ظهور ليڙن لڙڪائيندڙ حالت ۾ هلن ٿا، اهي

جيڪڏهن چاهين (۽ اهي يقينن چاهين ٿا) تہ هو پنهنجن ٻارن کي پيار ڪن، انهن جي سنڀال لهن ۽ انهن جي ڀلائيءَ يعني تربيت جو سوچين. تہ اُهي انهن کي ڪهڙو پيار ڪري سگهن ٿا. انهن جي ڪهڙي سنڀال لهي سگهن ٿا ۽ انهن لاءِ ڪهڙي معيار جي تربيت جو سوچي سگهن ٿا!

مطلب تہ جيسين اسان جي سماج ۾ هوند ۽ اڻ هوند. يعني غريب ۽ شاهوڪار. جو فرق نہ مٽيو آهي، جيڪو پورهئي ۽ پورهئي جي ڦل جي اَڻبرابري ورڇ جو نتيجو آهي. تيسين ٻارن جي حقن جي ڳالهہ. ٻارن جي سک، خوشيءَ ۽ تربيت جي ڳالهہ. اسان جو ڏيان سماج جي ان بي انصافيءَ ڏانهن تہ ڇڪائي سگهي ٿي ۽ هِن سماج کي بدلائي هڪ نئين ۽ بهتر سماج جي تعمير جي جدوجهد ۾ حصي وٺڻ لاءِ گرمائي ۽ تيار تہ ڪري سگهي ٿي، پر ٻارن کي ۽ خاص طرح غريب ٻارن کي سندن حق ملن يا ساڻن رڳي ڪا بي انصافي نہ ٿئي يا مٿن رڳو ڪو ظلم نہ ٿئي – ان لاءِ اسين يا انهن غريب ٻارن جا مائٽ ڪري بہ ڇا ٿا سگهون! گهٽي ۾ گهٽ تہ ان لاءِ وري بہ اسين اُنهيءَ ئي هوند ۽ هلنديءَ واري طبقي ۽ سندن سرڪار ڏانهن ئي آسائتيون اکيون کڻي نهاري سگهون ٿا ۽ انهن کي ئي ٻاڏائي سگهون ٿا تہ "اي حاڪمو! اسان جي ٻارن کي ڇڏيو. رڳو پنهنجن ٻارن کي اسان تي حڪمراني ڪرڻ نہ سيکاريو: اي پيسي وارؤ! رڳو پنهنجن ٻارن کي پيسي جي ٻک نہ سيکاريو: اي فقط پنهنجي پاڻ لاءِ جيئڻ وارا ڏاها ۽ عقلمند صاحبؤ! رڳو پنهنجن ٻارن کي خود غرض ۽ لالچي ٿيڻ ۽ فقط پنهنجي پاڻ لاءِ جيئڻ نہ سيکاريو!" وغيره، وغيره. ڇو تہ هو رڳو ايترو ڪن، تہ بہ اسين پاڻ تي سندن هوند وڏو احسان سمجهون. پر هو ايترو بہ ڪندا؟ يا ڪري بہ سگهندا؟ بهرحال، جيڪڏهن هو رڳو ايترو بہ نہ ڪندا يا نہ ڪري سگهندا – تہ پوءِ خود پنهنجن پيارن معصوم ٻارن کي ڪنهن سنئينءَ راهہ نہ لڳائڻ بلڪ انهن کي ائين گمراه ڪرڻ ڪري، حضرت مسيح عليہ السلام جي لفظن ۾. "هنن لاءِ چڱو هي ٿيندو تہ سندن ڳچين ۾ جنڊ جا پڙ ٻڌي، اونهي سمنڊ ۾ اڇلائي ڇڏجين؟" اهو واقعي هڪ وڏو انقلاب ٿيندو. جنهن لاءِ دنيا ترسيل آهي، ۽ پوءِ ئي سماج ۾ سڀيئي انساني ٻار نج پيارَ، پوري سنڀال ۽ صحيح تربيت، جيڪا انهن جو اسان وڏن تي حق آهي، حاصل ڪري سگهندا.

نہ تہ تہ ——

ساڳي ڌرتي، ساڳيا ٻار–
ڪيڏا ويڇا، ڪيڏا ڏار!

ڪي صاف ۽ اجرن ڪپڙن ۾

ڪي ليڙون ليڙون لٽڙن ۾ !

ڪي رانديڪن سان رانديو ڪن،

ڪي مٽيءَ پنوڙن سان کيڏن!

ڪي صبح سويرو ڪلندي ڪڏندي،

ٻچين ۾ ٽيلها لڙڪائي،

روز پڙهڻ اسڪول اچن ٿا-

ڪي روز صبح جو ڏڪندي، ڏڪندي،

ڪُچ پنهنجيءَ ۾ لٺ اٽڪائي،

جهنگ ۾ چارڻ مال وڃن ٿا! ("ٺم ٺم ٺانداٺا"، مختيار ملڪ)

اسان جي نوجوان شاعر، مختيار ملڪ، هن ڪتاب جي تخليق ڪار، پنهنجي اهڙي ئي هڪڙي ٻئي زورائتي نظم ۾، انسان ۽ انسان جي انهيءَ هوند ۽ اڻ- هوند جي وچ ڏانهن اشارو ڪيو آهي، جيڪو ويڇو فقط پورهئي ۽ پورهئي جي ڦل جي انيائي ورڇ جو زهر آهي، جيڪو انساني سماج جي رڳ رڳ ۾ زوروئن زور ڊوڙي رهيو آهي ۽ بني آدم جي سيني عضون کي بڳاڙي ۽ بيڪار بڻائي ۽ سڄي جسم کي ٻگاري ۽ ڪائي رهيو آهي-۽ هاڻي رڳو هوند وارين قومن جي پنهنجين دلين ۾ نفرت ۽ وٺن ڳڏ ٽيل جوهري انبارن جي ڦاٽڻ جي دير آهي – پوءِ نہ رهندو انسان نہ انسان جو ڪو ٻار، نہ رهندي بانس نہ وڄندي بانسري- هوند ۽ اڻهوند تہ پهرئين ئي ڌڪ سان دز ٿي ويندي:

پـــــاڙي ۾ آ جمعـــــو ڪــــــوري،
ســـارو ڏينهـــن ڪـــري مـــزدوري.

.....

جـــڳ جـــالڳَ ڍڪـــائي ٿـــو،
پــوءِ بـــہ ڪجهـــ نـــہ چوائـــي ٿـــو

.....

جيڪـي هـــن ڪـــي هيـــچ ڏســـن ٿـــا،
جيڪـــي هـــن ڪـــي نيـــچ ســـڏن ٿـــا،
ســـي پـــاڻ ڪـــرن ٿـــا چـــا! چـــا؟ چـــا؟
ســـي پـــاڻ آهـــنَ چـــا، هـــا! هـــا! هـــا!
("ٺم ٺم ٺانداٺا")

بـارن جي هـن عـالمي سـال لاءِ اسـان جـي ڪيتـرن ئـي محبـوب شـاعرن، جيڪي هٿن خالي پر دلين جا تونگر آهن، سنڌي ٻارن کي پنهنجا قرب ڀريا املھ تحفا ڏنا آهن. مختيار ملڪ اهڙوئي هڪڙو تحفو هن ڪتاب جي صورت ۾ سنڌ جي ٻارن کي پيش ڪيو آهي.

ننڍي هوندي، مون هڪڙي ڳالھ پڙهي هئي تہ خداوند تعاليٰ هڪڙي پنهنجي پياري ڪان پياري فرشتي کي حڪم ڪيو تہ ڌرتيءَ تي ٽي پيرا وڃ ۽ اتان اهڙي ڪا هڪڙي شيءِ کڻي اچ جيڪا منهنجي سڀ کان وڌ دلپسند هجي. فرشتو ويو، سو پهرين فراق جي ماريل عاشق جي آھ کڻي آيو: وري ويو، سو وطن تان نڇاور ٿيل شهيد جي رت جو آخري ڦڙو کڻي آيو: ٽيون ڀيرو ويو، سو هڪ پهرونيءَ ماءُ جي اک مان خوشيءَ جو نڪتل ڳوڙهو کڻي آيو، جيڪا پاسي کان ستل پنهنجي نئين ڄاول ابهم ڏانهن ائين ٻهڪندڙ منهن سان ڏسي رهي هئي جيئن صبح جو ٽڙيل گل سج جي پهرئين ڪرڻي ڏانهن ڏسندو آهي. ۽ اهو اَن سڀاڄهيءَ، سڳوريءَ ماءُ جي اک جو پنهنجي ان پهرينءَ اميد ۽ پهرئين ثمر تـي خوشـيءَ ۾ وهـايل ڳوڙهـو ئـي خداونـد تعـاليٰ کـي سـڀ کـان وڌ دلپسـند لڳو! سنڌي سماج، جيئن ٻئي هر سماج، جو پهريون ۽ آخري آڌر ۽ واحد ثمر بہ ان جا ٻار آهن. انهن جي پيار، انهن جي اڪير ۽ اُڪنڊَ ۽ انهن جي اون ۽ سنڀال ۾ ئي، ٻئي هر سماج وانگر، سنڌي سماج بہ پنهنجي زندگيءَ جي ضمانت ۽ ان جي مستقبل جي اميد ڏسي ٿو. مختيار ملڪ ۽ سنڌ جي ٻين شاعرن پنهنجن سنڌي ٻارن ڏانهن بہ ٻارن جي هن عالمي سال جي موقعي تي پنهنجين ٻهڪندڙ دلين جي اهڙيءَ اڪير ۽ اون سان ڏسندي، پنهنجي خوشيءَ جا اهڙا ئي ڪوسا ڪوسا ۽ اوجل ڳوڙها پيٽا طور انهن کي پيش ڪيا آهن. پنهنجن پيارن شاعرن کان مليل انهن پنهنجن پيارن ٻولن ۽ گيتن کي هو ٻڌن، پڙهن، ڳائين – اڪيلا اڪيلا، گڏجي گڏجي – ۽ انهن مان ڪا خوشي ماڻين، ۽ زندگيءَ جون ڪي حقيقتون، ڪي صداقتون ۽ ان جا ڪي سبق سکن، تہ پوءِ انهن لاءِ آندل هي پانت پانت جي املھ موتين جا جهول ساب ڀيل سمجهبا ۽ سجايا ٿيندا- مختيار ملڪ جي هڪڙي دل لڀائيندڙ گيت "ٽانڊاٽي" ۾ مون کي انهن ئي موتين جهڙن اجرن گيتن جي هر گيت جي وصف ڏسڻ ۾ اچي ٿي!

ڪـــاريءَ اونڌهـــــ ۾ چمڪـــــات،
ٽـــــمر ٽـــــمر ٽانـــــڊاٽي جـــــي لاٽ.
اپ ۾ پنهنجـــــا پـــــر ڦهلائـــــــي،
قـــدرت جـــا تـــو ڳـــڻ هـــو ڳـــائي.

جڳ مڳ، جڳ مڳ جوت جلائي،
هوا نه سگهندي ڪيس وسائي.

.....

جوت جو مينهن وسائي ٿو،
جلوي سان جرڪائي ٿو،
ڪيڏي ان جي اونده واٽ!
ٽم ٽم ٽانڊاٽي جي لاٽ!

مختيار ملڪ جي هن گيت ۾ هونئن ته آءٌ ائين به ٿو ڀانيان ڇڻ هر ابهم ٻار جي ان ۾ وصف ٿيل آهي- - رڳو "ٽانڊاٽي" کي "ٻار" جي علامت سمجهڻ جي دير آهي - - جيئن شاعر جو ٻيو گيت "ٻالڪ" جي سڌي عنوان سان، ڪتاب ۾ هڪ هنڌ آيل آهي (" چنچل چهرو، ڪومل مکڙو - گل جان مهڪي، چنڊ جان چمڪي. . . ") — پر خاص هن "ٽانڊاٽي" واري گيت کي پڙهندي، پوءِ ان ۾ خود "گيت" جي وصف يا هر "ٻار" جي وصف ٿيل ٿي ڪٿي محسوس ڪجي - - ۽ پڻ "ٻالڪ" واري گيت کي پڙهندي، مون کي رابندر ناٿ ٽئگور جي هڪڙي گيت جا بند ياد آيا، جيڪو هن جي بنگالي گيتن جي انگريزي منظوم ترجمي جي هڪڙي مجموعي ***جي مهاڳ طور آيل هو ۽ مون ڪڏهن اهو پڙهيو هو، ۽ اڄ اهو ڪتاب پنهنجي ڪتابن مان ڪڍي هن ويل وري پڙهي رهيو آهيان، ۽ ان جو هيءُ پنهنجن ائين ائين ٻسن ٻسن لفظن ۾ ترجمو اوهان کي پڙهائي رهيو آهيان:

"هي آءٌ اوهان ڏانهن پنهنجا گيت موڪليان ٿو
"جيڪي هِن نوٽبڪ ۾ سوڙها بند ٿيل آهن
"ائين جيئن پڃري ۾ پکي ڳاهٽ هجن.
"هو نيرو بي انت آڪاس، ڏور نکٽن جي جوڙاري پکڙيل،
"اُتان منهنجا هي شعر اڏامندا آيا آهن —
"اُتي اُن آڪاس کي پوئتي ڇڏي.

"تارا رات جي دل مان ڇني
"انهن سان ڳنڍيل مالها ناهجي —
"اُها بهشت جي ڪنڊ ۾ ڪنهن جوهريءَ وٽ

"وڏو اڳهه تہ ڪري سگهي ٿي
"پر انهن جِي بيان کان ٻاهر الاهي جوت - آڪاس واري -
"خدائن کيِ تہ اُن اڳهہ ۾ اُها ڏسڻ ۾ ڪانہ ايندي!
" ڪنهن گيت جو ويچار ڪيو، جيڪو
"اڏامندڙ مڇيءَ وانگر
"وقت جي خاموش انت مان پڙڪو ڏيئي، چمڪاٽ ڪري، اُٿيو هجي.
"چا، ان کي اوهين پنهنجي چار ۾ ڦاسائڻ گهرندا —
"۽ شيشي جي ٿانءَ ۾ وجهي، اُن جو ڏيکاءُ ڪرڻ گهرندا -
"اُتي شيشي جي پيتين ۾ بند ٿيل باندين جي وچ ۾ ؟

"افسوس، اُهي گيت جيڪي رڳو ٻڌندڙ ڪنن لاءِ هئا
"اُهي اڄ زنجيرن ۾ ٻڌل غلامن وانگر
"پنهنجن آقائن جي چوڪس اکين اڳيان بيٺا آهن
"۽ ڪاغذن جي غير سُريليءَ اچاڻ ۾ اچليا ويا آهن —
"۽ اُهي جن کي ازل جو روح وڏي چمي ٿو.
"دڳ وڃائي، ناشرن جي مارڪيٽن ۾ وڃي پهتا آهن.

"اوهين بي خيالائيءَ سان، پنهنجين آرام ڪرسين تي ٽيڪ ڏيندي،
"منهنجن گيتن جا صفحا ورايو ٿا
"— ۽ اوهان کي اهڙو وجهہ بہ ڪڏهن ملڻو ڪونهي،
"جو اڌ پوريل اکين سان انهن جي تارَ مڪانَ ۽ وزن جي لئي ٻڌي سگهو
"۽ پوءِ اتي پنهنجي شاعر کي گلن جو ڪو ڇڻ پهرايو —
"چو تہ اوهين تہ انهن لاءِ قيمت ٿا ادا ڪريو!

"جيڪا چانديءَ جي ڪجهہ سڪن ۾ ادا ٿي ٿئي —
"ڪنهن ڪتب فروش کي، ڪنهن ڪاليج جي چونڪ تي"!

مختيار ملڪ يا ڪو بيو الهامي مجذوب شاعر، جيڪو "ڇٽنگائي تيلي"، " ٽانڊاٽو"، "منهنجي گڏي"، "ڪينهون"، "مٽيءَ جا رانديڪا"، "ٻار"، ويچو ڇو؟" ، "ڪلفت جو وڻ"، "ٻالڪ"، "پرپات پَري" ، "ڪاغذ جي ٻيڙي" جهڙا گيت — جيڪي هو ڏور آڪاس مان، آزاد پکيئڙن جهڙا، رات جي دل مان، سدا چمڪندڙ تارن جهڙا، وقت جي خاموش انت مان، پڙڪو ڪائي اٿندڙ

اڏرندڙ مـڇين جهڙا – – آٽي، ائين پنن جي بي سِرِيءَ اچاڻ ۾ اسان جي اڳيان رکي ٿو – – جن کي ازل جو روح اٿي هوند چمي، ۽ جن لاءِ اسين ڪنهن ڪتب فروش کي ڪاڱر جا ڪجهه ميرا ميرا نوٽ بہ ڪڏي ڏيون ٿا — انهن جي عوض اِسين ان پنهنجي شاعر تي ڪهڙن بهشتي گلن جي ورڪا ڪريون. ڪهڙو ڪو پنهنجي سڪ ۽ ساءَ ۽ سدا سجاڳ اڏمن جو چٽ هن جي پيشانيءَ تي رکون .... سواءِ هن جي تہ اسين هُن جي انهن گيتن کي پڙهون، ٻڌون ۽ ڳايون — اڪيلا اڪيلا، گڏجي گڏجي!

* اِنجيل، متي 19-14

** انجيل، متي 18-6

*** '' Poems'' Rabindranath Tagore, Visva - Bharati, Calcutta, 1942

**– محمد ابراهيم جويو**

**1979ع**

# (13)

# ”الوحيد: سنڌ آزاد نمبر“

(1926ع جي اشاعت)

1979ع جي نئين ڇاپي لاءِ

## پيش لفظ

مسيح عليہ السلام جو قول آهي تہ ”آسماني بادشاهت جي ڪنجي ٻارن جي هٿ ۾ آهي.“ پنهنجي دور جي مذهبي پيشوائن کي مخاطب ٿيندي، هن چيو: ”اوهين ماڻهن کي آسماني بادشاهت ڏانهن وڃڻ کان روڪيو ٿا، ۽ نہ پاڻ ئي ان ۾ داخل ٿا ٿيو.“

مسيح جي نظر ۾ ”آسماني بادشاهت“ ڪهڙي هئي؟ ان جي ڪنجي ڇا هئي، ۽ اها ٻارن جي هٿ ۾ ڪيئن هئي؟ مذهبي پيشوائن ماڻهن کي اوڏانهن وڃڻ کان ڪيئن ٿي روڪيو، ۽ هو پاڻ ان ۾ ڇو نٿي داخل ٿي سگهيا؟

مسيح چيو ٿي تہ هو هن دنيا ۾ آسماني بادشاهت قائم ڪرڻ ٿو چاهي، ۽ جڏهن 23 سالن جي ننڍيءَ عمر ۾ ئي هُن کي ديني پيشوائن ۽ دنيائي حاڪمن جيڪي انهن جا آقا هئا، صليب تي چاڙهي شهيد ٿي ڪيو، ۽ ان لاءِ ڪيس ڪلهي تي صليب کڻائي، جلوس جي شڪل ۾ مقتل ڏانهن وني ٿي ويا، تڏهن سندس مٿي تي هنن ڪنڊن جو تاج پهرايو هو، ۽ سڀ واٽ مٿس چٿرون ڪندا ٿي ويا تہ ”اهو آهي تنهنجي آسماني بادشاهت جو تاج، جنهن جو تون بادشاهہ ٿي ٻٺئين!“

تاريخ جي هيءَ نوس حقيقت آهي تہ انساني سماجن جون سڀ تحريڪون – ديني توڙي دنيوي، پوءِ ڪيتري قدر بہ ڏسڻ ۾ آهي الڳ الڳ يا گڏيل سڏيل اچن – هِتي هِن دنيا ۾، انساني سماجي زندگيءَ جي اصلاح ۽ انقلاب جون تحريڪون هيون. جهيڙو يا ٽڪر ظالم ۽ مظلوم جي وچ ۾ هو. سڄي ڪوشش ۽ جدوجهد ظلم کان ڇوٽڪاري حاصل ڪرڻ جي هئي. نعرا، موقف ۽ نظريا ڪهڙا بہ هئا، ڪتان جا بہ هئا، ڪنهن جا بہ هئا، پر انهن سيني جي پنيان ۽ انهن جي آڙ ۾ پڌري پٽ يا لڪ ۾، سماجي طرح جيڪا ڳالهہ نبري رهي هئي، يا جيڪو مسئلو حل ٿي رهيو هو يا ان جي حل جو رستو صاف ٿي رهيو هو،

سو هو حاڪم گروهه ۽ محڪوم گروهه. ظالم طبقي ۽ مظلوم طبقي. ڏاڍيءَ قوم ۽ هيٺيءَ قوم جو فرق ۽ تضاد - گويا. سڄي ڪشمڪش ۽ ويڙهه هتي هن دنيا ۾ انساني مفادن جي وچ ۾ هئي: ۽ ڇاڪاڻ تہ ڏاڍ تي ٻيڌل مفادي يا ظلمي نظام پوءِ بہ ڪنهن نہ ڪنهن صورت ۾ دنيا ۾ موجود رهندو ٿي آيو (ايتري قدر، جو چيو ويو تہ "ظلم قائم آهي. پر ظالم قائم ڪونهي - يعني ظالم گروهه. ظالم طبقو. ظالم قوم مٽجي بہ ٿي ۽ مَٽجي بہ ٿي. پر ظلم ۽ ڏاڍ جو نظام ڪنهن نہ ڪنهن حد اندر قائم ٿي رهي ٿو- "بديءَ ۽ نيڪيءَ جي وچ ۾ هڪ گهڙيءَ جو صلح بہ ٿيڻو نہ آهي") - انهيءَ ڪري دنيائي بادشاهت جو نالو ئي ظلم ۽ ڏاڍ جو نظام پئجي ويو: ۽ ان جي جاءِ تي هيٺن ۽ مظلومن جي دلي امنگ واري نظام يا عدل ۽ انصاف واريءَ "بادشاهت" ڪي. جنهن جو تصور هو پنهنجي خيال ۾ آڻي ٿي سگهيا. "آسماني بادشاهت" چيو ويو- "آسماني" انهيءَ ڪري، جو زمين تي يا هن دنيا ۾ نہ اها موجود ٿي ڏٺي ۽ نہ هتي هيٺ ان جي موجود ٿيڻ جي ڪا اميد ئي ٿي ٿي سگهي. ائين هتان جي ڏک ڪان تنگ ٿي، جيڪو گهڻي قدر انسان ڪي انسان هٿان مليو ٿي، بلڪ هتان جي وڏي ۾ وڏي ڏک يعني موت ڪان لرزجي. انسانن موت ڪان محفوظ ۽ سک جي حياتيءَ جو تصور ٻيءَ دنيا. يعني هيٺ زمين جي پيٽ ۾ آسماني دنيا. مٿينءَ (اعليٰ) دنيا. ڏانهن منتقل ڪيو. حضرت عيسيٰ مسيح عليہ السلام اُن ئي "آسماني بادشاهت" جو ذڪر ٿي ڪيو- (انفرادي توڙي اجتماعي طور) آزاد. سکيءَ، سڦليءَ، ۽ "بي موت" يا "دائمي" حياتيءَ جو. جيڪا هُن هتي "هيٺ" هن زمين تي، هن دنيا ۾ قائم ڪرڻ ٿي گهري.

اُن آسماني يعني عدل. نيڪيءَ ۽ مسرت جي سدا قائم بادشاهت جي نهڻ جي آڏو، مسيح جي ڇوڻ موجب، خاص طرح مذهبي پيشوا رنڊڪ بڻيل هئا- هڪڙيءَ انهيءَ صورت ۾. جو هُنن ان "بادشاهت" ڪي هيٺ زمين تي قائم ٿيڻ ممڪن ئي نٿي ڇاتو. ۽ ٻيو تہ هنن پنهنجي اُن آسماني يعني اُخروي زندگيءَ جي بادشاهت جو پاڻ ڪي ڪنجي بردار ٿي سمجهيو. ۽ ان لاءِ ماڻهن ڪان هنن عقل ۽ عملَ (انقلابي عمل. يعني هن دنيا ۾ پنهنجي مجبور ۽ محروم حالت ڪي بدلائڻ واري عمل) جي نہ. پر فقط انڌي. بلڪ پڪتي انڌي. ايمان جي تقاضا ٿي ڪئي. ان جي اها معني بہ ڪانهي تہ هر مذهب يا ڪنهن بہ مذهب، خاص طرح پنهنجي ابتدائي يا اپرنڊڙ دور ۾. ائين ٿي ڇاهيو. پر پنهنجي ٻيٺل ۽ اقتداري دور ۾ جڏهن سماج جي حاڪم ۽ ملڪيتي گروهه يا طبقي پنهنجا مستقل مالي مفاد ان سان وابستہ ٿي سمجهيا. تڏهن هر مذهب لازمي طرح ائين ٿي ڇاهيو- ڪم از ڪم اُن حالت ۾ هر مذهب جي پيشوائي

گروهه ۽ ان مان فائدي وٺندڙ سماجي استحصالي طبقي ضرور ائين چاهيو ٿي. يعني هيءُ تہ ماڻهو عقل کان ڪم نہ وٺن. "ايمان" تي پختا رهن. ۽ جيئري فقط واعدي ڪيل اخروي زندگيءَ ۾ پنهنجي پنهنجي انفرادي بارياييءَ، فرحت ۽ عيش ڪوشيءَ لاءِ عمل ڪن- ۽ عمل وري ڪهڙو؟ مظلوم ۽ پورهيت پنهنجي حالت تي صبر ۽ شڪر ڪن. ديانتداريءَ سان پورهيو ڪن، وفادار ۽ نمڪ حلال رهن. (ماڻهن ۽ ملڪيت جي) مالڪن جي ملڪيت جا بدخواهہ ۽ تاڪو نہ ٿين. ڪفر ۽ فساد يعني حاڪمن ۽ انهن جي حاڪمانہ حيثيت کان انڪار ۽ ان جي مقابلي يا ان جي خلاف جدوجهد کان پاسو ڪن. ۽ سڀ جي ڏٽيءَ، جنهن شاهہ ڪار کي شاهوڪار ۽ غريب کي غريب، ڏاڍي کي ڏاڍو ۽ هيڻي کي هيڻو بنايو هو، تنهن جي بندگي ڪن. ۽ ڏاڍا ۽ شاهوڪار، جيڪي ظالم آهن ۽ حڪمران آهن، اهي ڇا ڪن؟ اهي قياس ڪن. خير خيرات ڪن، انصاف ڪن ۽ اُهي بہ سڀ جي ڏٽيءَ جي "بندگي" ڪن. پوئينءَ ڳالهہ يعني ڏٽيءَ جي بندگيءَ جي سلسلي ۾، ٻيئي ڌريون برابر آهن، ۽ اها گهٽي قدر سندن پنهنجي مرضيءَ تي ڇڏيل آهي، جيتوڻيڪ اُن ۾ بہ شاهوڪارن ۽ ڏاڍن جي ڌر نسبتن وڌيڪ اختيار واري ۽ آزاد رهي ٿي. ٻئي عمل ۾ تہ هيءَ ڌر پوري آزاد ۽ مڪمل طور پنهنجي مرضيءَ جي مالڪ آهي- يعني قياس ڪن نہ ڪن، خير خيرات، صدقو، ۽ سخاوت ڪن نہ ڪن، عدل ۽ انصاف ڪن نہ ڪن، ڪير هتي هن دنيا ۾ هنن کي ڪجهہ چوڻ يا ڪرڻ وارو ڪونهي- اخلاقن تہ بلڪل نہ ( ۽ جي ڪو ڪڇي تہ "ڪفر تو ڪري!" ۽ "فسادي آهي" وغيره)، پر قانونن بہ، عملي طرح، گهٽي قدر ڪجهہ نہ. هان، هيڻيءَ، غريب ۽ مظلوم ڌر لاءِ تجويز ڪيل عمل ۾ انهن کان ڪا ڪوتاهي ٿئي تہ ان لاءِ ٻيءَ ڌر جا مٿن موچڙا پسيا رکيا آهن- ڪن ڪا سينہ تاني، تہ موچڙي جو مٿن زيبت. بک ۽ بي روزگاريءَ جو آڪيڙو، قانون ۽ ان جا رکوال، ڪورٽون، جيل، ڳوڙها آڻيندڙ گئسون، لاٺي چارجون، گوليون وغيره سڀ انهن لاءِ. مذهبي پيشوا، جيڪي پنهنجي سچائيءَ جي سند پهچ کان ٻاهر اوچي پد جي ٻڌائين ٿا. تن جي تعليم بس اها آهي – يعني ان جي ذريعي هن زمين تي مسيح جي آسماني بادشاهت جو قائم ٿيڻ ممڪن ڪونهي. وڌ ۾ وڌ تہ بہ ان سان موجود حالت جيئن آهي تيئن موجود رهي سگهي ٿي. انهيءَ ڪري ئي هُن مذهبي پيشوائن کي مخاطب ٿيندي، چيو تہ "اوهين ماڻهن کي آسماني بادشاهت ڏانهن وڃڻ کان روڪيو ٿا. جيڪا آءٌ هن دنيا ۾ قائم ڪرڻ چاهيان ٿو. ۽ نہ پاڻ ئي ان ۾ داخل ٿا ٿيو!"

ڌرتيءَ تي هن "آسماني بادشاهت" جي ڪنجي ٻارن جي هٿ ۾ ڪيئن

آهي؟ اها ڪنجي ڪهڙي آهي؟ ان سلسلي ۾ مسيح جي جنم، مسيح جي تعليم ۽ مسيح جي پنهنجي تاحيات جدوجهد مان اسين گهڻو ڪجهه سمجهي سگهون ٿا ۽ سکي سگهون ٿا. خاص طرح مسيح بابت اِن سلسلي جون ٻه ڳالهيون ٻڌڻ ۽ سمجهڻ لائق آهن:

(1)

گهڻا گهڻا ڏينهن اڳي، ناصره نالي هڪڙي ننڍڙي ڳوٺ ۾ مريم جي نانءَ سان هڪڙي نينگر رهندي هئي. اتان جا سڀ ماڻهو هن کي سڃاڻندا هئا ۽ هن کي پائيندا هئا. ڇاڪاڻ ته هوءَ سدائين انهن جي ڏک جون ڳالهيون ڪن ڏيئي ٻڌندي هئي ۽ انهن جي سهائتا ڪندي هئي.

هوءَ پنهنجي ماءُ پيءُ وٽ رهندي هئي، ٻاڙي جي ٻارن سان کيڏندي هئي. هوءَ پنهنجن سپنن ۽ ويچارن ۾ گم رهندي هئي، ۽ ڪڏهن ڪڏهن چاهيندي هئي ته جو ڪجهه هن ڏٺو يا ٻڌو تي، ان سڀ تي پنهنجي منهن ويهي ڪجهه سوچي.

ڪڏهن ڪڏهن مريم پنهنجي ماءُ پيءُ کي پاڻ ۾ ڏاڍي ڏک ڀرئي لهجي ۾ سندن اڳين سُکين ۽ سوڀياوان ڏينهن بابت ڳالهائيندي ٻڌندي هئي. هن جو پيءُ چوندو هو، "اسين هاڻي آبائتا ماڻهو نه آهيون. ٻيا ماڻهو اسان تي راڄ ڪن ٿا."

"ڪير اسان تي راڄ ڪن ٿا؟" مريم پڇيو.

"رومن لوڪ"، هن جي پيءُ وراڻيو. "هو هتي پنهنجن ڪٽڪن سان چڙهائي ڪري آيا. هو اسان جي رستن تان دَڳندا هليا. هنن اسان جو ملڪ اسان کان کسي ورتو، ۽ چيائيون ته "هاڻي هيءُ اوهان جو نه پر اسان جي روم جو ملڪ آهي!"

"سڀ چوڪرا ۽ چوڪريون چون ٿيون ته روم سڄي دنيا فتح ڪئي آهي." مريم چيو."اهڙو ڪو ماڻهو ئي ڪونهي، جو اسان کي انهن کان بچائي ۽ اسان کي وري آبائتي قوم بڻائي؟"

"هائو هڪڙو اهڙو ماڻهو آهي، جو اسان کي بچائيندو ۽ اسان جو وڏي ۾ وڏو بادشاهه بڻبو." هن جي ماءُ چيو. "پر مان چئي نٿي سگهان ته اهو ڪير ماڻهو ٿي سگهي ٿو!"

"مني امڙ- ڪيئن ٿي تون چوين ته اسان وٽ اسان جو هڪڙو وڏو بچائيندڙ ايندو؟" ننڍڙيءَ نينگر پڇيو.

”چاڪاڻ تہ خدا جو اسان سان واعدو تيل آهي،“ هن جي ماءُ چيو. ”۽ خدا جو ڪيل واعدو سدائين پورو ٿيندو آهي. مان توکي پڙهي ٿي ٻڌايان تہ اسان جي اڳئين جڳ جا وڏڙا هن حيرت ۾ وجهندڙ بادشاهہ لاءِ ڇا چئي ويا آهن.“

پوءِ ننڍڙيءَ نينگر ماءُ جي واتان ٻڌو تہ هڪ ڏينهن خدا اسرائيل جي ملڪ ۾ جت مريم رهي ٿي، هڪڙو بادشاهہ موڪليندو. جيڪو سندن وڏي بادشاهہ دائود کان بہ وڏو بادشاهہ هوندو. ۽ وٽن جيڪي بہ بادشاهہ آيا هئا تن سيني کان اهو وڏو بادشاهہ هوندو. بلڪ زمين تي جيڪي بہ بادشاهہ هئا، تن سيني کان اهو سندن بادشاهہ وڏو بادشاهہ ٿيندو.

”امڙ- مان چاهيان ٿي تہ اهو بادشاهہ اسان وٽ ترت اچي!“ مريم چيو. ”پوءِ مان بہ هن کي ڏسنديس!“

هن جي ماءُ ٿڌو ساهہ کنيو. ”ڪنهن کي خبر؟“ هن چيو. ”هي ڏينهن اسان لاءِ سختيءَ جا ڏينهن آهن. مون کي پڪ آهي تہ خدا جي واعدي پوري ٿيڻ جي گهڙي ويجهي آهي، ۽ ترت اسان جو بادشاهہ اسان جي بچاءُ لاءِ اسان وٽ ايندو.“

”ڪهڙي نہ عجيب هيءَ سوچڻ جي ڳالهہ آهي تہ سڀ وڏا بادشاهہ پهريائين ننڍڙا ٻالڪ ٿي تا اچن!“ مريم چيو. ”آءٌ ڀانيان ٿي تہ هو ڪنهن سهڻي محل ۾ ڄمندو. ۽ هن کي ڏاڍي سهڻي ڳاڙهي پينگهي ۾ لوڏيندا ۽ هن جا ڪپڙا گلن جي پنکڙين جهڙا نرم هوندا ۽ هن جي ماءُ بہ هڪ وڏي شهزادي هوندي.“

هن جي ماءُ پنهنجي ننڍڙي گهر جي چوڌاري ڏٺو. جيڪو ٽڪرين جي وچ ۾ اڏيل هو، ۽ جتي هن جو ڪٽنب رهندو هو. ”اسين اڄ مسڪين آهيون،“ هن چيو، ”پر توکي ڄاڻ آهي، مريم، تہ ڪن ڏينهين اسان جو ڪٽنب بہ دائود جي شاهي ڪٽنب سان ڳنڍيل هوندو هو.“

”تہ پوءِ دائود بادشاهہ منهنجو تڙ – تڙ – تڙ – گهڻا – تڙ – تڙ -ڏاڏو هو؟“ مريم اچرج وچان پڇيو.

هن جي ماءُ ڪنڌ ڌوڻيو. ”هائو. پر اها ڳالهہ گهڻي گهڻي اڳ جي آهي. تون ڳوٺ جي واڍي يوسف کي تہ سڃاڻين ٿي؟ ان جو ڪٽنب بہ ڪن ڏينهين دائود جي ڪٽنب سان ڳنڍيل هو. هن کان تون پڇندينءَ تہ هو بہ توکي ٻڌائيندو.“

مريم انهيءَ بادشاهہ بابت ڏاڍو گهڻو سوچيو. جنهن جو واعدو خدا سندس قوم سان ڪيو هو. هن جي دل تي جاهيو تہ اِهو جلد اچي. ”شل مان هن

کي ڏسي سگهان" ، هن سوچيو. "جيڪڏهن مان شهزادي آهيان تہ مان بہ هن جي ماءُ ٿي سگهان ٿي! ۽ اها ڳالهہ ڪهڙي نہ من موهڻي ٿيندي! پوءِ تہ مان هن کي نپائيندس ڪڏائيندس ۽ هن جي پالنا ڪنديس. مان هاڻي يوسف کان پڇنديس تہ هُن بہ هِن بابت ٻڌو آهي!"

يوسف واڍو هو ۽ ساڳئي ڳوٺ ۾ مريم جي گهر کان ٿوروئي پري رهندو هو. هو مريم کي چڱيءَ پر سڃاڻندو هو ۽ هن لاءِ گهڻي اڪنڊ هوندي هيس. جڏهن هوءَ ڪيس گڏبي هئي، تہ هو هن سان بيهي ڳالهائيندو هو. هن کي بہ ان بادشاهہ جي ڄاڻ هئي، جنهن جو ساڻن واعدو ٿيل هو.

"ڪنهن ڏينهن تہ هو ايندو!" ڪاٺ کي رندو هڻندي، مريم کي هن چيو. "خدا جو اهو واعدو آهي. سچ پچ بہ تہ هيءُ ئي پورو وقت آهي هن جي اچڻ جو. جڏهن رومن قوم اسان تي ايڏا ظلم ڪري رهي آهي، ۽ اسين ايڏا ماريل ۽ ڏکويل آهيون. هڪڙي ڏينهن هو ضرور ڄاپندو. مريم، ۽ اهو اسرائيل جي قوم لاءِ ڪهڙو نہ معجزي جهڙو ڏينهن ٿيندو!"

(2)

مسيح سدائين ٻارن کي پيار ڪندو هو. ۽ ٻار بہ هن کي پيار ڪندا هئا. هُنن کي خبر هئي تہ هو ڪٿي ڪٿي بہ هوندو. تہ بہ هنن جي ضرور آجيان ڪندو، ۽ هنن کي سندس آڪاڻيون ڏاڍيون وڻنديون هيون. جيڪي هو کين ٻڌائيندو هو.

هڪڙي ڏينهن جڏهن مسيح ماڻهن سان ڳالهائي رهيو هو، تڏهن ڪن مائرن ۽ پيئرن، جن کي ننڍا ٻارهئا، تن سوچيو تہ انهن کي وٺي مسيح وٽ وڃون تہ هو انهن کي دعا ڪري ۽ انهن جي مٿي تي پنهنجي ڏاهپ ۽ نيڪيءَ جو هٿ رکي.

پوءِ هنن پنهنجن ننڍڙن ٻارن کي سڏي گڏ ڪيو. ڪن کي ٻانهُن تي کنيائون ۽ ڪي سندن پاسن کان ڊوڙندا هليا. ۽ ائين هو مسيح کي ڳولڻ لاءِ نڪتا.

مسيح جي ساٿين هنن کي ٻارن سان ايندي ڏٺو. مائرن مان هڪ وڏي ساڻن ڏاڍي اتساهہ سان ڳالهايو: "اسين پنهنجا ٻار مسيح وٽ وٺي آيا آهيون. هو هنن کي رڳو دعا ڪندو، تہ هنن جي دنيا بدلجي ويندي. هو نيڪ ٻڻبا ۽ هِنن جي دل ۾ ڪهل پيدا ٿيندي. هو ٻاڻ اهڙو مٺيا وارو آهي."

”هو ڪم ۾ آهي.“ هڪڙي ساٿيءَ ڪجهه رکي منهن سان چيو. ”هو اوهان کي هينئر ملي نه سگهندو.“

”هو گهڻن ماڻهن سان ڳالهائي رهيو آهي.“ ٻئي ساٿيءَ چيو. ”هيءَ ڪا مهل آهي، جو ٻار هن کي ڪڪ ڪن! هينئر وڃو: ٿورو رکي، پوءِ موٽي اچجو!“

مائرن ۽ پيئرن جا منهن لهي ويا. هو پٺ ورائي، وڃڻ لڳا. پر مسيحَ پري کان هنن جا لٿل منهن ڏسي ورتا. ۽ هن پنهنجن ساٿين کي سڏ ڪري چيو:

”انهن کي مون ڏانهن وٺي اچو! ٻارن کي مون ڏانهن اچڻ کان نه روڪيو. اِهي منهَنجي بادشاهت جا واسي آهن، جيئن اوهين آهيو. ۽ ، سچ پچ ته، جيسين اوهان وٽ ٻار جي دل جهڙي ڪشادي دل نه آهي، تيسين اوهين منهنجي بادشاهت ۾ داخل ٿي نٿا سگهو!“

پوءِ مائرون ۽ پيئر، خوشيءَ ۾ پرجي، پنهنجا ٻار هن وٽ وٺي آيا، ۽ هن انهن کي هڪ هڪ ڪري پنهنجي ٻانهُن ۾ ڪنيو. ۽ هنن کي دعا ڪيائين ۽ پيار ڪيائين. ۽ ائين پوءِ، اتساهه ۽ خوشيءَ ۾ پرجي، هو موٽي ويا. ( + )

مسيح ٻه ٻار هو. ٻار جي حيثيت ۾ هن جي جمڻ جو انتظار ٿيو هو. اسرائيل جي قوم لاءِ هو خدا جو، قدرت جو، مستقبل جو واعدو هو. هن جي قوم غلام هئي، ۽ ان ڪري هو خود پنهنجي نظر ۾ گهٽ هئا ۽ هيٺا هئا. هو ماريل ۽ ڏڪويل هئا. ظالم رومن لوڪ هنن جي ملڪ کي روم جو ملڪ سمجهندا هئا، ۽ ان جي رستن تان فرعون ٺٺيا، دجندا ويندا هئا. مسيح جي هٿ ۾ پنهنجي قوم جي آزاد ۽ آبائتي، محفوظ ۽ خوشحال مستقبل جي ڪنجي هئي – اعليٰ مقصد جي خواب ۽ ان لاءِ اڻٿل ۽ اکٽ جدوجهد جي ڪنجي، جيڪا هڪ نسل، ويندي ويندي، پوري ڪرڻ لاءِ، ٻئي نسل جي هٿ ۾ ڇڏي ويندو آهي، ۽ ائين ان قوم کي لاڳيتي ۽ دائمي حياتي ملندي آهي.

مسيح پنهنجي آسماني بادشاهت، يعني آزاد، پر امن ۽ خوشحال سماجُ، پنهنجي مسڪين ۽ مظلوم قوم لاءِ ، ۽ ان جي مدد سان، هيٺ زمين تي قائم ڪرڻ تي گهريو. ۽ ان لاءِ هن ڪنڊن جو تاج پهريو ۽ پنهنجي صليب پاڻ ئي ڪلهن تي ڪنئي. جو ته انساني آزاديءَ جي جدوجهد ۾ ائين ئي ٿيندو آهي. هُن جي مخالفت ۾، خود سندس قوم جي مفاد پرست مذهبي پيشوائيت دنيوي

اقتدار سان ملت ۾ هئي، ۽ بنهي گڏجي هن جي نئين "مذهب" جو مقابلو ڪيو. ڇاڪاڻ تہ اهو سندن پراڻي ٿي ويل مفادي ۽ اقتدار پرست مذهب جو انڪاري ۽ ان لاءِ ۽ ان سان گڏ خود سندن وجود لاءِ وڏو خطرو هو.

مسيح جي ناني، نانيءَ ۽ ماءُ، ۽ هن جي سيني مائٽن يعني هن جي قوم جي وڏن، پنهنجي ماضيءَ ۽ پنهنجي حال تي نظر وجهندي، پنهنجي بچاءَ جي اميد پنهنجي آئنده نسل ۾ تي رکي، ۽ انهيءَ ڪري هنن "مسيح" جي ڄمڻ جو انتظار تي ڪيو. ۽ ان لاءِ هنن پنهنجي تاريخ مان سبق تي ورتا ۽ اتساهه تي حاصل ڪيو. مسيح پاڻ بہ پنهنجي "آسماني بادشاهت" لاءِ پنهنجي قوم جي ٻارن، يعني ان جي نئين نسل، ڪي پاڻ ڏانهن تي سڏيو، ڇو تہ هن بہ انهن جي هٿ ۾ ان جي ڪنجي تي ڏني ۽ انهن ڪي ان جو واسي تي سمجهيائين، ۽ پنهنجي همعصر مفادي ۽ اقتدار پسند مذهبي پيشوائن، ملن ۽ مشائخن، اميرن ڪبيرن ۽ شاهوڪارن ڪي وڏي واڪ چئي تي ڏنائين: "اوهين مائٽهن ڪي آسماني بادشاهت ڏانهن وڃڻ کان روڪيو ٿا، ۽ نہ پاڻ ئي ان ۾ داخل ٿا ٿيو: اوهين مفادي ۽ منافق، غرض جا ٻندا ۽ تنگ دل آهيو." پنهنجن ساٿين ڪي چيائين: "ٻارن ڪي مون ڏانهن وني اچو! ٻارن ڪي مون ڏانهن اچڻ کان نہ روڪيو! ٻار ئي منهنجي آسماني بادشاهت جا واسي آهن- جيئن اوهين آهيو. سچ پچ تہ جيسين اوهان وٽ ٻار جي دل جهڙي صاف ۽ ڪشادي دل نہ آهي، تيسين اوهين، منهنجا ساٿي بہ، منهنجي بادشاهت ۾ داخل تي نٿا سگهو!"

هر مظلوم ۽ محڪوم قوم پنهنجي مسيح جي انتظار ۾ هوندي آهي – ۽ پنهنجي نجات لاءِ، بهتريءَ لاءِ، ان جي اميد سدائين پنهنجي اولاد ۾ هوندي آهي. هر انساني سماج ۾، نئين نسل ۽ تاريخ جو هيءُ سبنڌ لازمي ۽ اتوٽ ٿئي ٿو. سنڌي سماج جا بہ پنهنجا مسيح آهن. سنڌي سماج بہ ماريل ۽ ڏکويل سماج آهي. سنڌي سماج سان بہ خدا جو، تاريخ جو، مستقبل جو واعدو آهي. سنڌي سماج جي بہ تاريخ آهي- ان جي سک ۽ سوڀيا جي تاريخ، ان جي ڏک ۽ ناڪاميءَ جي تاريخ. سنڌي سماج بہ پنهنجي تاريخ مان سبقَ سکي سگهي ٿو ۽ اتساهہ حاصل ڪري سگهي ٿو. سنڌي سماج جا پيئر ۽ مائرون، نانا ۽ نانيون، ڏاڏا ۽ ڏاڏيون بہ پنهنجن دودن ۽ دولهہ دريا خانن، ڪنهن ميان آدم شاهہ، ڪنهن ميان دين محمد، ڪنهن مخدوم بلاول، ڪنهن صوفي شاهہ عنايت، پنهنجن ڪن هوشن ۽ هيمن، پنهنجن ڪن ڇاتل ۽ اڻ ڇاتل شهيدن، سورمن ۽ سرويچن جو انتظر ڪري سگهن ٿيون. اسين پنهنجي ٻاران، اڄ، هن

بين الاقوامي پارن جي سال جي سوڪڙيءَ طور، سنڌي قومي اخبار "الوحيد" جو هيءُ "سنڌ آزاد نمبر" سنڌي قوم جي انهن مسيحن لاءِ ۽ انهن جي پيئرن ۽ مائرن، نانن نانين ۽ ڏاڏن ڏاڏين لاءِ نئين سر ڇاپي، پيش ڪري رهيا آهيون. هن ۾ انهن لاءِ ڪجهه تاريخ آهي، ڪي خواب آهن ۽ ڪي قومي آداب جون ڳالهيون ۽ ڪجهه قومي جدوجهد جا شرط ۽ بار آهن. قومن لاءِ، خدا جي، قدرت جي ۽ مستقبل جي واعدن جي بار آوري فقط اتحاد ۽ عمل جي شرط سان بدل ٿئي ٿي. قومون پنهنجا مسيح پاڻ پيدا ڪنديون آهن، ۽ انهن جي اڳواڻيءَ ۾ رڪ جو صفون ٻڌجي، ڏاڍ جا ڏونگر ڏارينديون آهن ۽ غلاميءَ جا اڏول ڪوٽ ڪيرينديون آهن- ۽ ائين پنهنجي تقدير جي بلندين ڪي ڇهي، هيٺ پنهنجي ڌرتيءَ تي پنهنجي لاءِ "آسماني بادشاهت" اڏنديون آهن، ۽ ان جي حفاظت ۽ بهتر کان بهتر تڪميل جو ڪم پنهنجي نئين نسل جي هٿن ۾ سونپينديون آهن. اهائي قومن جي امر حياتيءَ جي ضمانت به آهي ۽ ثابتي به.

"الوحيد" جي هن "سنڌ آزاد نمبر" ۾ سنڌي قوم جي نفاق جي ڳالهه جو به ڪي قدر ذڪر آيل آهي- هندو مسلم تفريق جي ڳالهه جو: ۽ هڪ ٻن هنڌن تي ته ائين اشارتن چيو ويو آهي ته بمبئيءَ کان سنڌ جي علحدگيءَ جي تحريڪ ۾ سنڌ جا هندو نه رڳو شامل نه هئا، پر ان جا مخالف، بلڪ ڪٽر مخالف هئا. حالانڪ حقيقت اها نه هئي. صحيح صورتحال به هن ئي "نمبر" جي مختلف مضمونن ۾ بيان ٿيل آهي- مثلن ميران محمد شاهه جي مضمون "سنڌ جي علحدگيءَ جي تاريخ." (ص 115 – 119)، ايوب کهڙي جي مضمون "سنڌ کي آزاد ۽ مستقل صوبي بنائڻ جي تحريڪ" (ص ص 122–125)، "سنڌ جي آزادي" (ص ص 148 – 151) ۽ مولانا محمد عرفان، سيڪريٽري، سينٽرل خلافت ڪاميٽيءَ، جي انگريزي مضمون ۾، جيڪو "نمبر" جي انگريزي حصي جي صفحن 52– 65 تي، A Brief History of the Movement of the Separation of Sindh جي عنوان سان پيش ٿيل آهي. هر ڪو صاف ۽ ڪشادي دل رکندڙ پڙهندڙ انهن مضمونن مان معلوم ڪري سگهي ٿو ته سنڌ جي علحدگيءَ جي پهرين پهرين گهر، 1913ع ۾، سنڌ جي هڪ محب وطن هندو بزرگ، هرچند راءِ وشنداس ڪئي هئي، ۽ ان گهر سان سنڌ جي هندن جي قوم پرست اڪثريت آخر تائين متفق رهي. انڊين نئشنل ڪانگريس، جنهن کي مسلم ليگ جي پليٽفارم تان، اڳتي هلي، "هندو ڪانگريس" "هندو ڪانگريس!" جا لقب لاتا ويا، اها جيڪڏهن هندو ڪانگريس هئي، ۽ جنهن سان سنڌ جي هندن جي اڪثريت سياسي طور سچ پچ به ته شامل هئي، ان

ڪانگريس بہ بمبئيءَ کان سنڌ جي آزاديءَ جي، شروع کان آخر تائين، حمايت ڪئي. ائين برابر هو تہ جڏهن فرقيواريت، جيئن برصغير هند ۾ تيئن سنڌ ۾، سياست تي اثر انداز ٿيڻ لڳي ۽ جيتري قدر سنڌ ۽ هند ۾ مسلم ليگ جي حلقن سنڌ جي علحدگيءَ جي سوال کي، ڪل هند سياسي مصلحتن جي پيش نظر، فرقيوارانہ صورت ۾، تقويت وٺائڻ ضروري سمجهيو، تڏهن ۽ ڪجهہ اوتري قدر، مسلم ليگ جي مد مقابل هندو مهاسڀا سان لاڳاپيل ڪن سنڌي هندن بہ ان سلسلي ۾ مخالفانہ موقف اختيار ڪيو- جو تہ انهن کي ان جي انهيءَ فرقيوارانہ صورت ۽ رخ ۾ سنڌ جي هندو ڪميونٽيءَ (فرقي) جي سياسي ۽ اقتصادي مفادن لاءِ خطري جا امڪان نظر آيا. ۽ انهن جا اهي خطرا ڏهن سالن جي قليل عرصي کان پوءِ موتمار حد تائين سچا بہ ثابت ٿيا ۽ هنن کي پنهنجو هزارن سالن جو اباڻو وطن ڇڏڻو پيو ۽ دنيا جي ملڪن ۾ دربدر ٿيڻو پيو. افسوس، جو سنڌي سماج جي وجود کان انڪار ڪندڙ دوست نما دشمنن پاڻ جهڙن ئي فرقيوارانہ ذهنيت رکندڙ ڪن سنڌي هندن جي ان مخالفت کي سنڌي سماج جي اتحاد خلاف دليل طور استعمال ڪيو ۽ ائين سنڌي قوم جي اندروني تضادن مان فائدو ورتو، ان جي نفاق کي وڌايو ۽ ان کي خطرناڪ حد تائين ڪمزور ڪيو- ايتري قدر، جو اڄ سنڌي سماج خود پنهنجي وطن ۾ پنهنجي سياسي ۽ سماجي انفراديت کي خطري هيٺ ڏسي ٿو ۽ دنيا ڄاڻي ٿي تہ اڄ اهو پنهنجي وجود جي بقا جي بنيادي مسئلي سان دوچار آهي.

سنڌ، اسان جو وطن پاڪ، بمبئيءَ کان علحده ٿي، جدا صوبي جي صورت ۾، نوي سالن جي ماتحتيءَ کان پوءِ، پهرين اپريل 1936ع تي دنيا جي نقشي تي نروار ٿيو. "الوحيد" جو هيءُ "سنڌ آزاد نمبر"، ان کان اڍائي مهينا پوءِ، 15 جون 1936ع تي شايع ٿيو. (انهن ڏينهن ۾ آءٌ ڊي-جي سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ ۾ پڙهندو هوس، ۽ پهرين 10 پوءِ 15 رپيا پگهار تي، "الوحيد" جي آفيس ۾ پارٽ ٽائيم، اڪائونٽس ڪلارڪ تي ڪم بہ ڪندو هوس. آءٌ ڄاڻان ٿو تہ هن "نمبر" جي ڪم جي سلسلي ۾ ۽ ان جي اشاعت تي "الوحيد" جي سڄي عملي جي دلي ڪيفيت ۽ آفيس جي فضا ڪيتري تحرڪ ۾ سرشار ۽ ڪيتري جذبي ۽ اتساهہ سان ٽمٽار هوندي هئي. بس ڇا چئجي؟ ڪنهن جو پير پٽ تي نہ هوندو هو!) جن اسان جي لائق پڙهندڙن جي هٿن ۾ هيءُ "نمبر"، لڳ ڀڳ چاليهن سالن کان پوءِ، هن ٻئي ڇاپي جي صورت ۾، پهچي رهيو آهي، اهي ان مان ڏسي سگهندا تہ ان جي تقريبن سيني ليکڪن- هندن، مسلمانن، ڪانگريسين، مسلم ليگين، سيني - سنڌ کي "ملڪ" ۽ سنڌي ماڻهن کي

"قوم" سمجهيو ۽ لکيو آهي. بلڪل ان حيثيت ۾ جنهن ۾ نوي سال اڳ ، انگريزن سان وڙهيا هئا ۽ انگريزن هنن کي شڪست ڏني هئي: ڪٿي ڪٿي هن "نمبر" جي ليکڪن "مسلم قوم" ۽ "هندو قوم" جا لفظ بہ ڪم آندا آهن. پر ان صورت ۾ لفظ "قوم" هنن ان جي لوڪ مفهوم ۾ ڪم آندو آهي. بهرحال هن "نمبر" جا سڀ مضمون. سنڌيءَ توڙي انگريزيءَ ۾. ان جو اداريو. ان ڏانهن موڪليل پيغامَ. علمي ۽ تاريخي تحقيق جا مضمون. شعر وغيره. سڀ جا سڀ. پڙهڻ لائق آهن ۽ انهن مان ڪنهن هڪ جي افاديت بہ وقت گذرڻ سان ختم تہ ڇا پر گهٽجي بہ ڪانہ سگهي آهي. اسين جيڪي سنڌ جي تاريخ کي پڙهڻ ۽ پرجهڻ پنهنجو حق ٿا سمجهون ۽ پنهنجو فرض ٿا سمجهون. تن لاءِ هن "نمبر" ۾ ڪافي ڪجهہ مواد سچ پچ بہ تہ وڏي شوق سان پڙهڻ ۽ وڏي غور سان پُرجهڻ لائق موجود آهي.

اسان جي بزرگ ميران محمد شاهہ مرحوم. جنهن بمبئيءَ کان سنڌ جي جدائيءَ تي آڪٽوبر 1928ع ۾ مقرر ٿيل بمبئي ڪائونسل جي ڪميٽيءَ تي هڪ ميمبر جي حيثيت ۾ ڪم ڪيو. ۽ جنهن هڪ ميمبر کان سواءِ ان ڪميٽيءَ جي ٻين سڀني ميمبرن. مسلمانن توڙي هندن. پنهنجي رپورٽ (مئي، 1929ع) ۾ سنڌ جدائيءَ جي مخالفت ڪئي هئي. تنهن "سنڌ جي علحدگيءَ جي تاريخ" جي عنوان سان هن "نمبر" جي صفحي 115 تي پنهنجي مضمون جي هيٺين لفظن سان شروعات ڪئي آهي:

"حب وطن يا سليس سنڌيءَ ۾ "ساڻيهہ جي سڪ" انسان جي خزاني احساس جو هڪ بيش بها دُر يَڪتا آهي. "آزادي" انسان جي فطرت جو ٻيو زرين جزو آهي. پنهنجي مادر وطن کي غلاميءَ جي زنجيرن ۾ جڪڙيل ڏسي، هر هڪ فرزند سنڌ جي دل ۾ مٿين احساسن جي لهر لڳڻ شروع ٿي: جنهن جي مختصر تواريخ ڏيڻُ انهيءَ وقت. جو ان کي بمبئيءَ جي زندان مان رهائي ڏني وڃي ٿي. آءٌ لازمي ٿو سمجهان - جا نہ فقط برادران وطن کي پنهنجي جوانان ملت جي خدمات کان واقف ڪندي. پر تواريخ سنڌ ۾ هڪ ورق زرين ٿي رهندي. ۽ آئنده نسل لاءِ همت ۽ ڪوشش جو مثال پيش ڪندي."

انهن ئي لفظن سان اڄ اسين بہ "الوحيد" جي هن "سنڌ آزاد نمبر" جو هيءُ ٻيو ڇاپو. جو واقعي هڪ بي بها علمي ۽ ادبي مخزن آهي ۽ جنهن کي سچ پچ بہ تہ "تواريخ سنڌ ۾ هڪ ورق زرين" جي حيثيت حاصل آهي. سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت. ياران. پنهنجن محب وطن سنڌي اديبن ۽ عالمن. سياسي ۽ سماجي ڪارڪنن ۽ صاف ۽ ڪشادي دل رکندڙ پنهنجي نئين نسل جي طالب

علمن ۽ جوانن جي اڳيان پيش ڪرڻ جو فخر حاصل ڪري رهيا آهيون - اڄ اهي ئي اسان جا مسيح آهن ۽ انهن ۾ ئي اسان کي پنهنجي بچاءَ جون اميدون آهن. انهن جي ئي تربيت ۽ اتساهه سان اسان جي آئينديءَ جا مسيح به پيدا ٿيندا. جن سان ئي سنڌ ۽ سنڌي قوم جي مستقبل جون اميدون زنده آهن.

"الوحيد" جو هيءُ "سنڌ آزاد نمبر" اصل ۾ صفحي جي 23x36/8 سائيز ۾ شايع ٿيل هو. هي ان جو نئون ڇاپو. فوٽو آفسيٽ ڇپائيءَ جي سهوليتن مان فائدو وٺندي، صفحي جي 20x30/8 ننڍي سائيز ۾ آندو ويو آهي، جنهن سان اکر گهٽجي ننڍي سائيز جا ته ٿيا آهن، پر ان سان انهن جي پڙهجي سگهڻ جي صورت تي ڪو خاص اثر ڪونه پيو آهي. نئين ڇاپي ۾ اصل "نمبر" جا اٺ فل صفحا، جن تي رڳو تجارتي اشتهار هئا، شامل نه ڪيا ويا آهن. نئين ڇاپي جي ٻاهرئين ڪور تي سنڌ جو ڇهن رنگن جو نقشو ڏنو ويو آهي، جو پراڻي ڇاپي ۾ فقط خطي صورت ۾ ڏنل هو. پراڻي ڇاپي جو ڪور سادو هو، ۽ ان تي لفظ "الوحيد" انهيءَ ئي سهڻيءَ خطي صورت ۾ ڇپيل هو، جنهن صورت ۾ هن نئين ڇاپي جي ڪور تي اهو اسين ڏيئي رهيا آهيون.

"سنڌ آزاد نمبر" جي هن نئين ڇاپي جي ڇپائيءَ ۽ ان جي لاءِ گهربل پيسي جي سلسلي ۾ اسان کي اسان جي محترم دوست قاضي محمد عابد صاحب، چيف ايڊيٽر، روزانه "عبرت"، تمام گهڻيون سهوليتون ڏنيون آهن، جن لاءِ آءٌ ذاتي طرح ۽ اسان جي سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت سندن دلي شڪرگذار آهيون. آءٌ پنهنجي پياري پورهيت پٽ، منور علي جويي، جو به دلي ٿورائتو آهيان ۽ سندس وڏيڪ ڪامياب ۽ سڦل زندگيءَ لاءِ دعاگو آهيان. جنهن ميسرس پاپيولر پرنٽرس (لميٽيڊ) جي پريس مئنيجر جي حيثيت ۾، هن "سنڌ آزاد نمبر" جي ڇپائيءَ ڏانهن هر طرح ۽ هر مرحلي تي پوري شوق ۽ پوري هوشياريءَ سان توجهه ڏنو.

"سنڌ آزاد نمبر" جي نئين ڇاپي لاءِ اصل "نمبر" جي ڪاپي مون کي پنهنجي عزيز نوجوان ساٿي ميان الهه بچائي يوسف زئي، مئنيجر، سنڌي ادبي بورڊ پريس، پنهنجي لائق جهوني ساٿيءَ ميان ولي محمد طاهر زادي جي معرفت ٽنڊي الهه يار جي محترم بزرگ سيد گل محمد شاهه رضوي صاحب جن کان هٿ ڪري ڏني، جن ٽنهي پنهنجن مهربانن ۽ سنڌي علم ۽ ادب جي خاموش خادمن جو آءٌ بيحد ممنون آهيان. شال سنڌي علم ۽ ادب سان سندن دلچسپي، ان جي واڌاري جي اون ۽ ان جي خدمت جو امنگ سندن دل ۾ سدا آباد رهي.

”سنڌ آزاد نمبر“ جي هن ڇاپي تي جيڪو بہ خرچ ٿيو آهي، سو تقريبن سڄو اوڌر تي ڪيو ويو آهي. هن جي في ڪاپي وڪري جي قيمت بہ نهايت هلڪي نفعي ڪي خيال ۾ رکي مقرر ڪئي ويئي آهي- سو بہ تڏهن ممڪن ٿي سگهندو جڏهن ان جون سڀ ڪاپيون وڪجي سگهنديون. جا ڳالهہ ڪتابي اشاعت جي دنيا سان لاڳاپيل دوست ڄاڻن ٿا تہ ايتري آسان بہ ڪانهي. بهرحال، دل جي تانگهہ آهي، جا هن ميدان ۾ وري وري پاڻ اڙائڻ لاءِ مجبور ڪيو بيٺي آهي، ورنہ ڪتابن جو لکجڻ، ڇپجڻ ۽ وڪجڻ هي ٽيئي ڪم اهڙا آهن، جو انهن مان هڪ هڪ ماڻهوءَ کي چرئي ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي.

پر، ڪتاب پوءِ بہ لکجن پيا ۽ ڇپجن پيا، ۽ ائين ويچارن جا ۽ اڏمن جا جهول پرجيو دنيا ۾ جت ڪٿ ۽ هر ڪنهن جي آڏو اڇلجندا رهن ٿا ۽ ڇوڏاري انهن جي بارش ٿيندي رهي ٿي: ڪا هڪ اجايل باجهاري دل ڪٿي انهن مان ڪو هڪ بہ جهٽي وٺي- اوجل ۽ املهہ موتين سان انساني دليون ائين پرجن ٿيون. خيال ۽ جذبا، ويچار ۽ اڏما ٻج جي ڪڻن مثل آهن- انهن مان ڪو هڪڙو ڪٿو بہ ڪنهن پلاري نرم ذهن ۾ وڃي جاءِ ڏيو وٺي، تہ ان مان وڏي ڪيچ ٿي وڃن ٿا، ۽ اهو ذهن ذاتي طرح ۽ پڻ عمل جي خيال ڪان عظمت جي مثالي بلنديءَ تائين پهچي وڃي ٿو. ڪتابن جا لکندڙ، ڇاپيندڙ ۽ شايع ڪندڙ، هر هنڌ، بس اهوئي چاهين ٿا، ۽ ان ۾ ئي سندن سڄي خِفَت ۽ خاساري جو عيوض ۽ انعام آهي.

هيءَ ”سنڌ آزاد نمبر“ اصل ۾ ڏهن هزار ڪاپين جي ايڊيشن ۾ ڇپيو هو. ان جو هي ٻيو ڇاپو تقريبن چاليهن سالن کان پوءِ، اسين صرف ٻن هزار ڪاپين جي صورت ۾ شايع ڪري رهيا آهيون. اميد آهي تہ اسان جا پڙهيل ڳڙهيل، سمجهدار، محب وطن نوجوان ۽ بزرگ، شاگرد، سياسي ڪارڪن، علم سياست ۽ تاريخ جا محقق ۽ عالم هن مان جوڳو فائدو وٺندا: گر قبول افتد زهي عزو شرف.

( + ) "The Children's Life of Christ" by Enid Blyton تارن ورتل پهرين ڳالهہ ۽ ستٽيهين ڳالهہ

– محمد ابراهيم جويو

1979ع

(14)

# ”پاويهہ سَو پاويهہ“

(ناول)

## قاضي فيض محمد

### حرفِ آخر

ماضيءَ جي روشنيءَ ۾ مستقبل جي تعمير ۽ حال کان مستقبل بهتر ٿئي: لڪن سالن جي انساني ترقيءَ ۾ انهيءَ خيال جو بنيادي دخل رهيو آهي. جڏهن کان انساني ذهن ۾ وقت جي انهيءَ ماضيءَ، حال ۽ مستقبل جي تقسيم جو شعور جاڳيو، تڏهن کان بهتر مستقبل جي اِها اون بہ اُن سان گڏ اُن ۾ آئي.

صدين کان انسان ذات حال جي ڏک ۽ ايذاءَ کان ڇٽڻ لاءِ مستقبل جي سک ۽ خوشيءَ جو هڪ نہ ٻيو تصور پنهنجي اڳيان پيئي رکيو آهي ۽ پنهنجي سمجهہ ۽ وس آهر، ان جي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش بہ پيئي ڪئي آهي.

بهتر مستقبل جو هيءُ تصور، ماضي قريب تائين، گهڻي قدر رڳو انسنائي ۽ خيالي پيئي رهيو آهي، ۽ اُن جي تعمير جي ذميداري ۽ بار بہ گهڻي قدر انسانن پاڻ تي گهٽ ۽ قدرت تي وڌيڪ پيئي رکيو آهي، ۽ ان جي نموني ۽ نقشي لاءِ پڻ هُنن اڪثر پنهنجي ماضيءَ جي ڪنهن موهوم بهشتي دنيا ڏانهن وڌيڪ ۽ پنهنجي حقيقي ضرورتن، وسيلن، ۽ مشڪلاتن ڏانهن گهٽ خيال پيئي ڏنو آهي.

پر هاڻوڪيءَ علم ۽ هنر جي طاقتور انساني دنيا ۾ بهتر مستقبل جو خواب - وڌيڪ پختو ۽ پورو، وڌيڪ سنو ۽ وڌيڪ سچي ٿيڻ وارو- ممڪن ٿي سگهيو آهي، ۽ ان جي تعميل جو ذمو ۽ بار اِج جي انسان ذات سڌيءَ طرح پاڻ تي عائد ڪري چڪي آهي، ۽ ان جي تڪميل جي پوري لياقت پڻ رکي ٿي.

هيءُ ڪتاب، 2222ع، محترم قاضي فيض محمد صاحب جو ٻيو ناول آهي، (سندن پهريون ناول، جنسار، 1956ع ۾ شايع ٿيو هو)، هن ناول ۾ قاضي صاحب پنهنجي پياري وطن ۽ ان جي غريب مارووئڙن جي بهتر مستقبل

جو خواب بيان ڪيو آهي. قاضي صاحب جو هيءُ خواب سڄيءَ انسان ذات جي بهتر مستقبل جو خواب آهي - بنهہ ائين جيئن سنڌ جي لطيف دعا گهري هئي:

سائين سدائين ڪرين مٿي سنڌ سڪارَ
دوست تون دلدار، عالمَ سڀ آباد ڪرين!

شال اسين سڀ، جي پنهنجي وطن مقدس جي ماضيءَ جا وارث ۽ حال جا امين آهيون، انَ جي اعليٰ مستقبل جي انَ عظيم خواب جي تعميل ۾ پاڳي پائيوار ٿي سگهون. آمين!

- م . ا . ج
1979ع

(15)

# ”تان کي ڏونگر ڏوريان“

(آتم ڪهاڻي)

## محمد صادق ميمڻ

### مهاڳ

”جنهن کي خاص طرح تاريخ چئجي، اهڙي ڪا ڳالهہ ڪانهي: سڄي تاريخ سوانحي روايت آهي.“ (ايمرسن)

”انساني تاريخ دراصل خيالن جي تاريخ آهي.“

(ايچ.جي.ويلس)

ڪائنات جي خلقڻ ۾ سڀ جي خالق کي ڇهہ ڏينهن لڳا- ستين ڏينهن پاڻ آرام ڪيائين. بائيبل سڳوري ۾ ائين آيل آهي. قران شريف ۾ آيل آهي تہ هن ڪم ۾ خلقڻهار کي ست ڏينهن لڳا- ۽ پاڻ تعاليٰ تڪ جي عارضي ۽ آرام جي احتياج کان پاڪ آهن. بائيبل ۾ اپائڻهار جي ڪم جا وڌيڪ تفصيل ڏنل آهن: پنجين ڏينهن پاڻ سامونڊي جيوَ ۽ هوا جا پرندَ ناهيائين ۽ ڇهين ڏينهن زمين جا جيت جڻيا ۽ ٻيا جانور، بمع حضرت انسان جي، پيدا ڪيائين- انسان کي سڀ کان پوءِ، جو تہ هيءُ سمورو مانداڻ پاڻ منديو ئي هُن لاءِ هئائين: ۽ ائين پنج ڏينهن سڄا ۽ ڇهين ڏينهن جو بہ وڏو حصو فقط انسان لاءِ خالق کي سڄيءَ ڪائنات جو سنجڻ ڪرڻو پيو. ۽ هُن انسان کي، جو ناهيو ئي پنهنجي هم صورت ۽ همشڪل هو، سو وڌيڪ هُن لاءِ خاص راض اهو ڏيکاريائين، جو (ڪي بائيبل جا مفسر چون ٿا تہ انين ڏينهن) هُن (جي ناسن) ۾ پنهنجو روح ڦوڪيائين. ۽ اها ڄاڻ هوندي بہ تہ هو ائين ڪندو، منع ڪيائينس تہ ”چڱي مَنَي جي ڄاڻ جي وڻ“ جو ميوو هن کي کائڻو نہ هو: هن کي جيڪڏهن، ٻين جانورن يا حيوانن وانگر، رڳو جيئڻو هو تہ اُن لاءِ باغ ۾ هن جي ”جيئاپي جو وڻ“ (Tree of Life) سڄي هن جي جيئڻ جي ضروري ساز سامان سان ”چڱي مَنَي جي ڄاڻ واري وڻ (Tree of Knowledge of Good and Evil) سان لڳو لڳ بيٺو هو! ائين حضرت انسان کي ڪائنات جي ٻيءَ

سڀ شيءِ کان امتياز ڏيندڙ اهو پنهنجي پسند جي فيصلي جو "اختيار" مليو تہ وٽيس تہ رڳو حيوان جو حيوانَ ٿيو. ڪايو پيو. خوش ٿيو ويٺو هجي ۽ وٽيس تہ انسانيت جي امتيازي راهہ يعني "چڱي مَنَي جي شعور" واريءَ راهہ سان اڳتي وڌي ۽ ترقي ڪري- ۽ هن جي انهيءَ پسند جي اختيار کي هن جو "وويڪ" يا "ضمير" (Conscience) ٿو چئجي.

هاڻي، خالق کي انسان سميت سڄي ڪائناتي مانداڻ کي جوڙڻ ۾ ڇهہ ڏينهن لڳا يا، رڳو پهرئين جيو جي پيدا ڪرڻ تائين. پنج ڏينهن: پر سائنسدانن جو اندازو آهي تہ اهو پنجين ۽ ڇهين ڏينهن جي وچ واري هڪ ڏينهن جو وقفو جيڪو ابتدائي جيوت ۽ انسان جي نهڻ جي وچ ۾ گذريو. سو هڪ ڪروڙ صدين جو وقفو هو! ان کان اڳ ذرتيءَ جي هن گولي کي پيدا ٿئي ٻہ بين ايترين ئي صدين جو عرصو گذريل سمجهيو وڃي ٿو. ٻيءَ جيوت جي سڄي مظهر کان انسان اسري الڳ ٿي بيٺو. ان کان هيلتائين گذريل عرصو پهرين ڏهہ لک. پوءِ ويهہ لک ۽ هاڻي، جيئن جيئن اوائلي انساني هڏائين پڃري يا ان جي ڪنهن سڃاڻپ ۾ اڄڻ جهڙي حصي جو پتو پوندو اچي، لڳ ڀڳ ٽيهہ لک ورهيہ چيو وڃي ٿو.

محترم بزرگ، ميان محمد صادق ميمڻ جي زير نظر 85 سالن جي آتم ڪهاڻيءَ جي نالي "تان ڪي ڏونگر ڏوريان" کي پڙهي، پنهنجي نوع انسان جي انهيءَ "تان ڪيَ -" واري اکٽ سفر جي فاصلي کي خيال ۾ آڻڻ وينس تہ "وهم، گمان ۽ خيال جي پهچ کان ٻاهر" ڪنهن "غيب" جي ڏنڌ ۾ ڪٿي وڃي پڄندڙ پنڌ جي انهن ناپيد نشانن تائين. انسان جي اڄوڪي علم ۾ آيل خبر وڃي رسايو.

اسان جي نظام شمسيءَ جي عمر، جنهن سان، شروع کان، اسان جي سڄي دنيا، سڄي جيوت ۽ اسان انسانن جي زندگي پوريءَ طرح واڳيل رهي آهي، اها تہ اسان جي ذرتي ماتا جي عمر کان، جنهن جي "مٽيءَ" مان اسين نهياسيون، گهٽ ۾ گهٽ اڄا ٻہ پنجوڻي. يعني ذرتيءَ جي ٻہ ڪروڙ صديون تہ نظام شمسيءَ جي ڏهہ ڪروڙ صديون عمر چئي وڃي ٿي - ڏهہ ڪروڙ صديون معنيٰ هڪ هزار ڪروڙ يا ڏهہ ارب سال!

وقت جي انهن غيب ۾ گم ٿيندڙ انگن جي آڏو، جڏهن مصر، بابل، اسير ۽ سنڌوءَ جي تهذيبن جي عمر کي، جيڪا مس مس پنجن کان اٺن هزار سالن جي شمار ڪئي ويئي آهي، خيال ۾ آڻجي ٿو. ۽ ان کان پوءِ پهرئين اسرائيلي نبيءَ ابراهيم "خليل الله" جي رڳو ٻہ هزار قبل مسيح واري تاريخي طور ڄاڻايل

سال کي ڏسون ٿا، ۽ ان کان پوءِ حضرت موسيٰ جيڪو وري "ڪليم الله" هو، ان جي اڳواڻيءَ ۾ 15 سو قبل مسيح ڌاري اسرائيلي خانہ بدوش ڌنار قبيلن جي مصر مان ڀاڄ کي ڏسون ٿا (۽ هُن جي ئي دور ۾ هتي اسان وٽ آريائي خانہ بدوش ڌنار قبيلن جا اُهڙا ئي ڪٽڪ چڙهي آيا هئا. جيئن هُتي اردن درياءَ جي ٻنهي ڪنارن تي آباد مهذب دنيا کي اسرائيلي ڪٽڪن پنهنجي خاص "واحد" ۽ سچي "عالم جي" خدا (جيهووه) جي مدد سان ۽ حڪم سان، تيئن هتي سنڌو درياءَ جي ڪنارن سان آباد مهذب دنيا کي آريائي ڪٽڪن پنهنجي خاص "واحد" ۽ سچي "عالم جي" خدا (برهما) جي مدد سان ۽ حڪم سان رتوڇاڻ ڪيو، ڦريو لٽيو ۽ برباد ڪيو –). تہ اهي انهن جون ۽ " انهن جي" ٻن ٽن هزارن سالن جي ڪم عمر خدا جون ڳالهيون وقت جي انهن ڪائناتي ۽ انساني "ابتدا" ۽ ارتقا جي پولارن جي مقابلي ۾ ٻنهہ ڪالهوڻيون ڪالهہ جون ڳالهيون پيون معلوم ٿين.

پنهنجي ڪم جي ڇهين ڏينهن يا، هڪ تفسير موجب، هفتي ڪان پوءِ انين ڏينهن، خدا جيڪا پنهنجي خاص خلقيل "هم صورت" ۽ "همشڪل" انسان جي فائدي جي ٻي ڳالهہ ڪئي، سا هئي هن کي ڳالهائڻ سيکارڻ جي: قرآن شريف بہ ساڳيءَ طرح ٻڌائي ٿو تہ الله تعاليٰ آدم سان پوءِ همڪلام ٿيو ۽ هن کي "شين جا نالا" سيکاريائين، ۽ انسان جي ان نئين "عطا ٿيل" فوقيت سبب ٻي مخلوق تہ سموري پر ملائڪ سڳورا پاڻ بہ هن جا فرمانبردار ٿيا ۽ سجدائي ٿيا. سائنسدان، انهيءَ سلسلي ۾ ٻڌائين ٿا تہ انسانَ ڳالهائڻ اڄ کان ڪي سٺ هزار سال اڳ شروع ڪيو. گهڻي قدر اُهوئي اڳي وانگر اشارن سان مگر پوءِ وڌي پيماني تي ۽ وڌيڪ هوشمنديءَ سان، ۽ ڪجهہ قدر آوازن وسيلي، ۽ آهستي آهستي، وڏين ڪوششن سان هو، "ٻولي" يا "ٻوليون" ناهي سگهيو ۽ سکي سگهيو: ۽ انهن جي "لکائيءَ" ۽ "ڇپائيءَ" جو هنر ۽ صلاحيت تہ اسين سچ پچ بہ تہ لکن سالن جي ايڏيءَ طويل ارتقا ۾ بس ڪالهہ ئي حاصل ڪري سگهيا آهيون.

اهڙيءَ طرح، سمجهہ يا شعور يعني ضمير، فيصلي جو اختيار يعني راءِ، ڳالهائڻ جي لياقت يعني ٻولي يا تقرير، ۽ لکڻ جو هنر يعني تحرير–اهي چار اهمترين نعمتون يا صلاحيتون آهن، جن جي آڌار تي انسان حياتياتي يا خالص حيواني ارتقا جي "پڇاڙيءَ" کان پوءِ، نئينءَ، خالص پنهنجيءَ، انساني ارتقا (ذهني يا روحاني، تهذيبي يا اخلاقي ارتقا–) جي راهہ سان اڳتي وڌي سگهيو آهي. حيوان کان انهن چئن اوصافن جي امتيازي بنياد تي ئي، انسان کي

حيوان باشعور يا حيوان باضمير، حيوان اهل الراءِ، حيوان ناطق يا حيوان با زبان، ۽ حيوان باقلم يا حيوان با "ادب" سڏيو ويو آهي. اهي انسان جا گويا اُهي ذاتي (شعور ۽ راءِ جا) ۽ سماجي (تقرير ۽ تحرير جا) اوصاف ۽ نهايت طاقتور هٿيار يا وسيلا آهن، جن سان هن ڪروڙين، اربين سالن جي ارتقا جو رخ بدلائي ڇڏيو. ۽ بجاءِ ان جي تہ معدنيات، نباتات ۽ خالص حيواني دنيا وانگر ماحول سان سمجهوتو يا مطابقت قائم ڪري، پٿر نڪر وانگر، يا ڪرڙ ڪنڊي ۽ ڪک پن وانگر، يا جيت جٺئي، ڪيڙي ماڪوڙي يا ٻي سمجهہ، ٻيوس ۽ ٻي زبان ڍورن ڍنگرن وانگر، هڪ ئي جاءِ تي، هڪ ئي حالت ۽ هڪ ئي ڪيفيت ۾ رهي ڪري، پنهنجي ٻي جسائيءَ ۽ محتاجپڻي جو نظارو بڻجي بيهي ۽ پنهنجي فنا جي چوڏس دعوت ڏيندو رهي، هن پنهنجي سامهون پنهنجي ترقيءَ جي اڪٿ راهہ کولي ڇڏي ۽ ان جا ٻي انت ڏس درشن (Perspectives) قائم ڪيا، ۽ هاڻي ان جي تهذيبي ۽ اخلاقي پروازَ جي آڏو نہ ڪائي رڪاوٽ رهي ۽ نہ ان جي ڪا حد. ۽ ڇاڪاڻ تہ فقط ۽ فقط اهي چار اوصاف انسان جا اَهي بنيادي اوصاف آهن جيڪي هن جي ارتقا جي راهہ ۾ ٻيءَ جيوت کان وڌي اڳتي وڃڻ ۽ وڌندي رهڻ جا خاص ۽ فيصلہ ڪن وسيلا رهيا آهن ۽ اڳتي بہ رهڻا آهن، انهيءَ ڪري انهن چئن اوصافن جي استعمال جي آزادي – ضمير جي آزدي ۽ راءِ جي آزادي، تقرير جي آزادي ۽ تحرير جي آزادي – جن کي انساني مهذب دنيا جون چار بنيادي آزاديون چيو ويو آهي. انهن چئن آزادين کي اڄ انسان جي انفرادي ۽ گڏيل نجات ۽ ترقيءَ لاءِ اولين اهميت ۽ اٽل ضرورت جون آزاديون سمجهيو وڃي ٿو.

مهذب انسان جي هنن چئن آزادين مان تقرير ۽ تحرير جون آزاديون (ٻوليءَ جي آزادي ۽ ادب جي آزادي) هڪ تہ سماجي آزاديون آهن – ڇو تہ انهن جي عمل ۽ اثر جو دائرو فرد جي ذات کان وڌي سماج کي پنهنجي احاطي ۾ آڻي ٿو- ۽ ٻيو تہ اهي ٻہ آزاديون ذريعا يا وسيلا آهن ضمير جي اظهار يعني ضمير جي فيصلي يا راءِ جي اظهار جا. ۽ انهيءَ ڪري انهن کي هڪ ئي نالو يعني "اظهار جي آزاديءَ" جو نالو ڏنو ويو آهي: ۽ ڇاڪاڻ تہ ضمير ۽ راءِ جو ناتو انساني فرد سان آهي، انهيءَ ڪري ضمير ۽ راءِ جي آزادين کي ذاتي، شخصي يا انفرادي آزاديون چيو وڃي ٿو. ۽ ڇاڪاڻ تہ ضمير جي عمل ۽ راءِ جي قائم ڪرڻ جو ٻيو نالو "فڪر" آهي، انهيءَ ڪري انهن ٻن آزادين کي بہ هڪ ئي نالو يعني "فڪر جي آزادي" جو نالو ڏنو ويو آهي. گويا بنيادي انساني آزاديون بہ ٽيون – هڪ "فڪر جي آزادي" ۽ ٻي ان جي "اظهار جي

آزادي". ۽ ڇاڪاڻ تہ فڪر جي آزادي، فڪر جي اظهار جي آزاديءَ کان سواءِ، ڪا سماجي معنيٰ ڪانہ ٿي رکي، انهيءَ ڪري انهن ٻنهي آزادين کي بہ گڏي هڪ ئي اصطلاح ۾ بيان ڪيو ويو آهي- يعني. "فڪر جي اظهار جي آزادي": ۽ مهذب دنيا ۾ انهيءَ هڪ آزاديءَ کي ئي اڄ انساني شناس ۽ انساني امتياز جو نشان بلڪ واحد ثبوت سمجهيو وڃي ٿو.

هن سلسلي ۾، يعني انساني امتيازي نشان يا ثبوت جي تعميل جي سلسلي ۾، هڪ ٻي بنيادي ڳالهہ بہ نوٽ ڪرڻ جهڙي آهي: مذهبي اصطلاح ۾ ڳالهہ ڪندي، چئي سگهجي ٿو تہ جڏهن خدا انسان کي شعور يا ضمير ڏيئي، ان جي استعمال کان منع ڪئي، تہ هڪ تہ ان منع ۾ ئي انسان لاءِ ان جي عدوليءَ جو اختيار مضمر هو. ۽ ٻيو تہ "شعور جي وڻ" (Tree of Knowlege) سان گڏ بلڪ ان کان پهريائين هن "معاش جو وڻ " (Tree of Life) انسان کي موجود ڪري ڏنو. جنهن جو مطلب هيءُ ٿيو تہ معاش جي موجود ڪري ڏيڻ کان اڳ انسان تي شعور جي استعمال کان روڪ وجهڻ جو حق خدا بہ استعمال ڪرڻ مناسب نہ سمجهيو. ۽ روڪ جي اعلان ڪرڻ کان پوءِ بہ ان جو مڃڻ يا نہ مڃڻ آدم جي پنهنجي فيصلي يا اختيار جي دائري ۾ رهيو. انهيءَ ڪري، انسان جي اڄوڪيءَ دنيا ۾ آهي جيڪي خدائي "اقتدار اعليٰ" جي امين ۽ ان جي استعمال ڪرڻ جا داعي آهن يا پاڻ کي حقدار ٿا سمجهن، انهن کي اول تہ اسان کي اڄ فقط انهيءَ ابتدائي حيواني سطح تي روڪي بيهارڻو ئي نہ آهي ۽ نہ ان بنيادي انساني امتياز جي "خدائي" رعايت يا "انساني" مراعت کان يعني "فڪر جي اظهار جي آزديءَ" کان ڪنهن کي محروم رکڻو آهي. پر جي ائين هو ڪرڻ ٿي گهرن تہ ان لاءِ هنن تي ڪم از ڪم لازم آهي تہ هو انسان لاءِ ڪم از ڪم ان جي حيواني ضرورتن يعني "معاش حيات" (Tree of Life) جي موجود ڪرڻ جو پهريائين بندوبست رکن! ٻيءَ صورت ۾ شعور جي استعمال جو اختيار جيڪو "خدا انسان کي ڏنو" ۽ انهيءَ طرح اهو ان جو "ابدي ۽ ازلي" يعني فطري حق آهي، ٻيو ڪو بہ هن جهڙو انسان هُن کان اُن جي کسي وٺڻ جي اختيار جي دعويٰ نٿو ڪري سگهي، ۽ جيڪڏهن ڪو فرد، ڪا جماعت يا ڪا نظامت اهڙي دعوا ڪري ٿي تہ اُها ان جي دعوا صريحن ڪفر ۽ خدا کان بغاوت آهي، يا چئجي تہ اهڙي ان جي دعوا يا حرڪت ان جي پنهنجي حيوانيت جو ثبوت آهي. واضح طور، سڌيءَ سنئينءَ ارضياتي ٻوليءَ ۾، ان جي اها دعوا خود ان جي پنهنجي انسانپڻي جو تنزل ۽ حيوانپڻي ڏانهن موٽ سمجهي ويندي ۽ اهڙي هن جي حيواني ۽ حيوانيت پسند خيال يا عمل جو مقابلو ڪرڻ

عين انساني بلڪ خدائي فرض ٿي وڃي ٿو.

هونئن تہ انسان جو هر انساني عمل هڪ سماجي عمل آهي، پر خاص طرح فڪر جو اظهار بنيادي طور هن جو پڌرو انساني عمل ۽ پڌرو سماجي عمل آهي- ڇو تہ فڪر ۽ فڪر جو اظهار انساني امتياز بہ آهي ۽ انسانيت يعني انساني تهذيب ۽ اخلاق جو بنياد بہ. حيوانيت جي سطح کان متي جيڪا بہ انسان ارتقا يا ترقي ڪئي آهي، اها انهيءَ "فڪر جي اظهار" جي طفيل- يعني سماجي نقطي نگاه کان چڱي ۽ خراب، صحيح ۽ غلط، مفيد ۽ مضر جي تميزي عمل ۽ ان جي مسلسل "روايت" جي طفيل. فڪر جي اظهار سان ئي علم يا ڄاڻ جو گڏ ٿيڻ، ۽ هڪ فرد کان ٻئي فرد تائين، هڪ نسل کان ٻئي نسل تائين ان جو پهچڻ ممڪن بنجي سگهيو ۽ ائين "روايت ۽ تاريخ" (Tradition and History) وجود ۾ آئي، ۽ ماضي حال جي ڪم اچي سگهيو، ۽ حالَ مستقبل جا خواب لذا ۽ انهن کي ساپيان ۾ بدلائڻ لاءِ ڏک سنا، جاکوڙون ڪيون ۽ پاڻ قربان ڪيو.

سوانحي احوال يا روايت، (جنهن کي ڪي عالم تاريخ سڏين ٿا، ) انهي انساني ڄاڻ جي ذخيري يعني ماضيءَ جي فڪري ۽ علمي حاصلات جو زباني ۽ تحريري روپ آهي، ۽ انهيءَ طرح انسانيت جي ارتقا، يعني انساني تهذيب ۽ اخلاق جي پرورش ۽ اوسر، لاءِ ان جي افادي اهميت ڪُلي بہ آهي ۽ خصوصي بہ ۽ ان جي انهيءَ اعليٰ اهميت سبب ان جو بيان، ڪٿا يا حڪايت هڪ بيحد ذميداريءَ جو عمل آهي. ڪوڙ، وڌاءُ گهٽاءُ، ٻَرَ ٻچار، پنهنجي پسورائي، سچ سان ٻيائي ۽ مقصد جي ڪثافت ۽ هلڪائي - انهن شين جي هن عمل ۾ گنجائش ڪانهي. اهي شيون سوانحي روايت جي افاديت تہ افاديت، پاڻ ان جي سخت ضررناڪيءَ بلڪ زهرناڪيءَ، جو باعث بنجن ٿيون. اهو سوانحي روايت جو غلط استعمال ٿيندو- بلڪل ائين جيئن باهہ سان ڪو پنهنجو گهر ساڙي ڇڏي. ائين تہ هر طرح ۽ هر نموني جو ادب - شعر، ڪٿا، ناٽڪ، ڪهاڻي، افسانو، ناول، فلسفو، تاريخ وغيره - انساني تهذيب جي اوسر ۾ "روايت" جو ئي ڪارج ادا ڪري ٿو، ۽ انهيءَ ڪري ان ۾، يعني سڄي "ادب" ۾، ڪوڙ، بد ديانتيءَ ۽ چالاڪيءَ جي گنجائش ڪانهي، پر ڄاڻا تہ آتم ڪٿائي روايت يا سوانحي احوال (زباني توڙي تحريريءَ) ۾ شخصي يا ذاتي سَنَد ۽ منسوبي يعني اکين ڏٺي، ڪنن ٻڌي ۽ ذاتي تجربي جي پُشتي بہ شامل آهي؛ انهيءَ ڪري ان ۾ خاص طرح، ڪنهن ڪوڙ جو، ڪنهن هيٺ متانهينءَ جو، ڪنهن غرور جو، ڪنهن مڪر يا منافقيءَ جو موجود هجڻ ازحد خطرناڪ

آهي - بلڪ پنهنجي معاشري، وطن ۽ انهن جي (۽ پڻ ڪل انسانيت جي) مفاد ۽ مستقبل سان ان جهڙي غداري بي ڪا ٿي ئي ڪانہ ٿي سگهي. غلط فڪر، اٿپوري فڪر، يا بلڪل ئي خاموشيءَ ۾ انساني تهذيب ۽ اخلاق لاءِ هرگز ايتري هاڃيڪاري نہ آهي جيتري هتراڌو ۽ ڪوڙي فڪر ۽ ان جي ڳلتيباز آتم ڪٿائي پروپيگنڊا ۾. ان ڪي يونان جي عظيم تاريخ دان، هومر، "جهنم جو دروازو" چيو آهي بلڪ ان ڪان بہ وڌ هولناڪ ۽ قابل نفرت سڏيو آهي – هن جا اصل لفظ هي آهن: "آءٌ جهنم جي دروازن کي ڌڪاريان ٿو، پر انهن ڪان وڌيڪ نفرت لائق مون لاءِ اهو ماڻهو آهي، جيڪو دل ۾ هڪڙي ڳالهہ رکي ۽ زبان سان ٻي ٿو ٻڌائي."

سنڌي ادب جي سوانحي روايت اڃا ايتري شاهوڪار نہ آهي. ۽ ان ۾ افسوس تہ اسين اِن قسم جي زهريلي ڪثافت، استثنائي صورت ۾ ئي سهي، ڪجهہ قدر موجود ضرور ڏسون ٿا. اِن سلسلي ۾ اسان وٽ، جيئن دنيا ۾ ٻين هنڌ بہ. ڪي ٿورا چتر زبان، خود مفادي ۽ قوم فروش سياسي قلمباز بہ، موجود آهن، جن ڪي "ضمير جي خدائي وڻ" مان ڪو ٿوشو مليو تہ ڪو مختصر ئي مليو. پر جن سڄيءَ پنهنجيءَ عمر جو انحصار رڳو "معاش جي وڻ" (Tree of Life) تي ئي رکيو ۽ ائين گهڻي قدر رڳو حيوان جا حيوان ئي رهيا– انهن پنهنجي انسانيت نا آشنا، نفاقي، قوم دشمن ڪردار کي پنهنجين سوانحي طول-بيانين ۾ لڪائڻ بلڪ ساراهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي: تاريخ دان "هومر" اهڙي ڪنهن ڪم کي ئي هيٺن ۽ ويساهہ وسوڙل ماڻهن آڏو جهنم جا دروازا کولڻ ۽ ڪليل رکڻ جو قابل نفرت ڪم سڏيو آهي.

اسان جي بزرگ ميان محمد صادق جي هيءَ آتم ڪهاڻي "تان ڪي ڏونگر ڏوريان" اهڙي ڪنهن آپيباز، ٻہ-زباني ۽ طول طويل سوانحي انسنيءَ جي زمري ۾ ڪانہ ٿي اچي. هيءَ هڪ نيڪ دل ۽ سنئين سڌي، با عزت ۽ باضمير انسان جي پنهنجي حال جي ڪهاڻي آهي. هن ۾ ڪنهن فرد جي يا فرقي جي گلا ڪانهي، ڪنهن جي خوشامد ڪانهي، ڪا خودنمائي ۽ خودپذيرائي ڪانهي، ڪا ناهہ نوهہ ۽ ڪا منافقي ڪانهي. سنڌي معاشري جو لڳ ڀڳ هڪ سَو سالن جو مذڪور، جيڪو هڪ غريب، پنهنجي خاڪ شوريءَ جو پورهيو ڪندڙ ۽ ڪڏهن ورچي نہ ويهندڙ، سڀ ڪان ۽ سڀ جو خير گهرندڙ، باهوش، حوصلہ مند، باهمت ۽ خوددار شخص، پنهنجي ذاتي مشاهدي ۽ تجربي مان سکيل ۽ پرايل، جيترو ۽ جيئن اسان کي ٻڌائي سگهي ٿو، تيئن ۽ اوترو اُهو احوال هُن اسان کي پنهنجيءَ هن ساديءَ سوديءَ، صاف ۽ مختصر

آتم ڪهاڻيءَ ۾ ڏنو آهي.

(ڪاش هيءَ آتم ڪهاڻي پوريءَ طرح ايڊٽ ٿي، صاف ۽ صحيح طرح ڇپجي سگهي ها!)

هن ڪهاڻيءَ ۾ قوم جي صالح ماڻهن جا احوال - هندن ۽ مسلمانن جا - جيڪي نيڪ نيت ۽ نيڪ عمل هئا ۽ قوم جي معاشي ۽ تهذيبي بحاليءَ ۽ ترقيءَ جي ڪم ۾ رڌل هئا، ۽ پڻ انهن ڪوتاهہ انديش، اڻ ڄاڻ ۽ بعضي پنهنجي پاڪبازيءَ جي هوڏ ۽ هوا ۾ ورتل چند ماڻهن جا بہ ضمنن ٿورا ذڪر اذڪار آيل آهن، جيڪي قوم جي تعليمي، معاشي ۽ تهذيبي پيشقدميءَ جي آڏو، شعوري يا غير شعوري طور، رنڊڪ بڻجي ٿي بيٺا.

هيءَ ننڍڙي آتم ڪهاڻي ايڏي خلوص سان لکيل ۽ ايڏيءَ معصوم پر سجاڳ دليءَ سان بيان ڪيل، سنڌي معاشري جي هڪ چپ چاپ ۽ نماڻائيءَ سان اٿيل ۽ اوتريءَ ئي نماڻائيءَ سان ۽ چپ چاپ مگر پنهنجيءَ پوريءَ توانائيءَ ۽ دل جي تونگريءَ سان سڀ لاءِ نيڪ تمنا من ۾ رکندي اڳتي وڌندڙ ۽ مٿي اسرندڙ اهڙي شانائتي ۽ شريف خاندان جي ڪهاڻي آهي، جنهن تي سنڌي قوم ۽ سنڌي معاشرو بجا طور فخر ڪري سگهي ٿو.

۽ اُن ڪهاڻيءَ ۾ جيڪي ۽ جيترا، جڏهن ڪانءِ ۽ جيستائين هن خاندان جي سرخيل ۽ سرواڻ، محترم ۽ مهندار، ميان محمد صادق پاڻ ننڍا ننڍا قدم کنيا ۽ وڏا وڏا فاصلا طي ڪيا آهن، آڏا لڪ لنگهيا آهن ۽ ڏونگر ڏوريا آهن، ۽ جنهن شعور ۽ چڱي مني جي پرک پروڙ، ۽ پاڻ اربيندڙ ڪوشش ۽ عمل سان پنهنجي زندگيءَ جو سفر اڇي طيءِ ڪيو آهي، ان تي هو پاڻ بہ مطمئن آهي ۽ ان لاءِ هو پنهنجي مولا جو، پنهنجي ملڪ جو ۽ ملڪ جي ماڻهن جو بہ ممنون آهي. اڄ هو سڀ جو دعاگو آهي ۽ سڀ جي دعا جو طالب بہ آهي.

اهڙائي نيڪ ۽ نرالا ماڻهو انساني تهذيب ۽ اخلاق جي ترقيءَ جي رستي تي پنهنجي انساني شعور ۽ پنهنجي انساني ضمير ۽ انهن جي اعليٰ پسند ۽ اعليٰ عمل جا نشان، بطور روايت جي، ٻين جي پيرويءَ لاءِ قائم ڪندا ۽ ڇڏيندا آهن.

اهڙن ئي ماڻهن لاءِ چئي سگهبو آهي تہ هو ماڻهپو سڪيا، ماڻهپي ۾ رهيا ۽ ماڻهپي لاءِ مثال ٿي گذريا.

جڏهن ڪان انسان ۾ شعور آيو، جڏهن ڪان انسان جو ضمير جاڳيو، جڏهن ڪان انسان ڳالهايو، جڏهن ڪان هن لکيو ۽ پڙهيو - لکن جا لک سال ۽

هزارن جا هزار ۽ سَون جا سوَ سال – تڏهن ڪان انسانيت جي ارتقا جِي، انساني تهذيب ۽ اخلاق جي ترقيءَ جِي اِهائي صداقت، اِهائي تاريخ، اهائي روايت رهي آهي!

”جنهن ڪي خاص طرح تاريخ چئجي، اهڙي ڪا ڳالهه ڪانهي: سڀ تاريخ سوانحي روايت آهي.“ (ايمرسن)

”انساني تاريخ دراصل خيالن جي تاريخ آهي.“ (ايچ جي ويلس)

**– محمد ابراهيم جويو**
1980ع

(16)

# "پيلا گل پلاند ۾"

(غزلن جو مجموعو)

## اياز گل

### مهاڳ

هر ماڻهو ڪاڏو ڪائي ٿو، ۽ گهر گهر ۾ اهو پچي ٿو. پر گهر گهر جي ڪاڏي جو نہ، تہ بہ ملڪ ملڪ جي ڪاڏي جو سواد پنهنجو ٿو ٿئي – توڙي جو ان جا ترڪيبي عنصر ۽ جز تقريبن ساڳيا هجن ٿا.

غزل اصل ۾ عربي ادب جي صنف آهي، پر فارسي ادب ان کي ايتري قدر پنهنجو ڪيو، جو اهو پوريءَ طرح فارسيءَ سان ئي مخصوص ٿي ويو ۽ اُن مان فارسيءَ جي خاص سڳنڌ اچڻ لڳي. ساڳيءَ طرح اردوءَ بہ ان کي ايتريءَ پنهنجائپ جي حد تائين پنهنجو ڪيو، جو اردو غزل خالص اردو غزل ٿي پيو.

سنڌي شعر ۾ غزل جي آمد ڪافي ڪجهہ پوئيري ٿي، ۽ پهريائين تہ سنڌيءَ ۾ اهو ايترو تہ ڏاريو ۽ اوپرو لڳو جيئن ڪنهن غير سنڌيءَ جي گهر ۾ پهريون پيرو پلو سيئجي يا پيهون پچن ۽ ڪاڄن. ۽ اهو غزل نہ پر "گوئنزل" سڏجڻ لڳو– اڌ پڪو اڌ ڪچو، يعني محض هڪ بي سود ۽ بي سواد نقل.

پر اڄ سنڌي غزل اهو "گوئنزل" نہ رهيو آهي. خليفي "گل" کان وٺي اياز "گل" تائين – ۽ وچ ۾ سانگي، قليچ، ڪاظم، عبد، دلگير، عزيز، اياز، شيام، گرامي، تنوير، شمشير، امداد، نياز، ذوالفقار راشدي، فتاح، استاد، خاڪي، تاج ۽ ٻيا– اسان جي نئين دور جا ڪيئي سجاڳ ذهن ۽ زنده دم شاعر، غزل کي، پنهنجي تخليقي فن جي وسيلي طور، قبولي ۽ پنهنجو ڪري سگهيا آهن. اڄ سنڌي غزل، پنهنجيءَ سنڌي ادا سان، اسان جو پنهنجو غزل بڻجي چڪو آهي.

انگريزي شاعر، وردس ورٿ، شاعر جي ڏاڍي هڪ سادي ۽ ننڍي پر تز وصف ڏني آهي: "شاعر ڇا آهي؟ بس هڪ انسان، جو انسانن سان ڳالهائي ٿو... جنهن کي زندگيءَ جي روح سان، ٻين کان وڌيڪ، عشق آهي." تنهن جو

مطلب تہ اُهو سماج جيڪو پنهنجن شاعرن کي نہ تہ ٻڌي يا پڙهي، سو زندگيءَ جي مسرت ۽ معرفت، جيڪي ئي عشق جا اوصاف هوندا آهن، پنهي ڪان محروم ٿو رهي. اها حقيقت آهي تہ اسان وٽ پنهنجن شاعرن کي – خود نثر نويسن جي پيٽ ۾ بہ – اڄ گهٽ پڙهيو ٿو وڃي. ان جا انيڪ سبب ٿي سگهن ٿا، ۽ انهن سببن ۾ ڪجهہ شاعريءَ جي پنهنجي ڪجسائيءَ ۽ بي تعلقيءَ جو بہ سبب ٿي سگهي ٿو. پر انگريزي ادب جي تاريخ ان سلسلي ۾ اسان کي پيو ڪجهہ بہ ٻڌائي ٿي، ۽ اُهو هيءُ تہ جيترو تهذيبي معيار سماج جو ارفع ۽ اعليٰ هوندو، اوترو اُهو، خاص طرح، پنهنجي ٻوليءَ ۽ ان جي ادب کي اهميت ڏيندو ۽ انهن ۾ پنهنجي زندگيءَ جو روح ۽ ان جي فضيلت ۽ افضليت جي ضمانت ڏسندو. 1623ع کان 1664ع تائين، 41 سالن جي مدت ۾، انگلنڊ ۾ سندن سڀ کان عظيم قومي شاعر، شيڪسپيئر، جا رڳو بہ ڇاپا- سي بہ رڳو پنج پنج سو ڪاپين جا- نڪري سگهيا هئا! انهيءَ ئي دور ۾، انگريزيءَ جي ٻئي پنهنجي نوع جي هڪ منفرد ۽ لاثاني شاعر، ملٽن، جي جڳ مشهور طويل نظم "بهشتُ – هٿان ويل" (Paradise Lost) جون، 1667ع کان 1678ع تائين جي جملي يارنهن سالن ۾، فقط ٽي هزار ڪاپيون کپي سگهيون هيون! پوريءَ هڪ صديءَ کان پوءِ، ڊاڪٽر جانسن، 1779ع ۾، پنهنجي ڪتاب "انگريزي شاعرن جون زندگيون" (The Lives of the English Poets) ۾، ان صورتحال بابت لکندي، ٻڌائي ٿو تہ "ڪتابن جي طلب ملٽن جي ڏينهن ۾ اها نہ هئي جيڪا هاڻي آهي. تڏهن، پڙهڻ کي وندر ڪونہ ٿي سمجهيو ويو. نہ واپارين ۽ نہ اڪثر معزز ماڻهن کي پنهنجي جهالت تي ڪا ڦڪائي ٿي محسوس ٿِي. زالن کي انهيءَ دور ۾ ادب جو تہ ڇا، رڳو لکڻ پڙهڻ جو بہ ذوق ڪونہ هو، ۽ نہ وري هر گهر ۾ ڪو ڪتابن جو ڪٻٽ موجود ٿي ڏٺو..." اهي انگلنڊ جون ٽي سو سال پراڻيون ڳالهيون. افسوس، اسان وٽ اڄ بہ گهڻي قدر اُئين ئي موجود آهن، ۽ بلڪل ائين اڪين سان ڏسجن بہ پيون – جيتوڻيڪ انهن ۾ هاڻي ڪجهہ ڪجهہ اميد افزا ڦيري اچڻ جا آثار بہ نمودار ٿيا آهن.

تازو، بہ چار مهينا ٿيندا تہ بي بي سيءَ وارن ڪان ڪنهن سوال ڪيو هو تہ "اوهين پنهنجي ملڪ جي سڀ کان بهتر ڪهڙي ڳالهہ يا خوبي سمجهو ٿا؟" سوال جو جواب هنن ڏنو تہ "هڪ ڳالهہ نہ پر بہ ڳالهيون – هڪ، اسان جي ٻولي، جنهن کي اسان هيترو ناهيو، وڌايو ۽ پنهنجي ساهہ جو ترجمان بنايو آهي، ۽ ٻي، اسان جي سماج ۾ سدا گهُلندڙ آزاديءَ جي هوا، جنهن ۾ اسين هيترو سک ۽ سوپيا جو ساهہ کڻون ٿا!" ڪاش، اسين بہ پنهنجي لاءِ ڪڏهن ائين چئي سگهون. بهرحال، اِن ڏس ۾ اسين، سڀ گڏجي توڙي هڪ هڪ ٿي،

ڪوشش ته، ڪنهن به حالت ۾، هر وقت ڪري سگهون ٿا.

زندگيءَ ۾ سک، سوڀيا ۽ ساجهه آڻڻ ۽ ان کي ثمر بار، پُر مسرت ۽ مترنم بنائڻ لاءِ ان سان عشق ضروري آهي – ۽ شاعر، جن جو زندگيءَ سان ٻين کان وڌيڪ عشق هوندو آهي، تن لاءِ هڪڙي اهل دل شخص، اوشانسي (O'Shaughnessy) جو چوڻ آهي، جيڪو پاڻ به شاعر هو (۽ انگريز هو، ۽ ورڊس ورٿ جو ئي همعصر هو) ته:

"اسين (شاعر) موسيقيءَ جا خلقيندڙ آهيون،

"۽ اسين خوابن جا خواب لهندڙ آهيون،

"هيڪلا سامونڊي ڪنارن سان هلندڙ،

"۽ اڪيلا نهرن جي ڪنارن تي ويهندڙ،

"دنيا وڃائڻ وارا ۽ دنيا کي هٿان ڇڏيندڙ،

"جن تي اڪثر رات جي پوئين پهر اباڻڪو چنڊ چمڪندو آهي –

"پر پوءِ به، اسين چوريندڙ آهيون ۽ ڏوڏيندڙ آهيون

"دنيا جا، هر حالت ۾ ۽ هميشه – ثابت ائين تيل آهي."

هيءُ سنڌي غزلن جو دلپذير ننڍو مجموعو اڄ اسين اهڙي ئي هڪ پنهنجي اسرندڙ، زنده دل ۽ سجاڳ ذهن شاعر جو، پيش ڪري رهيا آهيون، جيڪو زندگيءَ جي روح سان، اسان مان گهڻن کان وڌيڪ، عشق رکندڙ آهي، ۽ موسيقيءَ جو خالق آهي (جيڪا ڪا موسيقي غزل جي وسيلي به خلقي سگهجي ٿي –) ۽ جيڪو اسان جي آئيندي جي خوابن جا خواب لهندڙ آهي، ۽ اُهي اسان کي دلڪش لفظن ۾ ٻڌائي ٿو، ته جيئن اسان جي دنيا ۾ به ڪا هلچل پيدا ٿئي ۽ ان ۾ به ڪا اٿل پٿل اچي سگهي ——

"هيءُ جو ڪجهه پيو آءٌ لکان ٿو، ڪنهن تي ڪو احسان نه آ،
"ڌرتيءَ جو ڪو قرض آ جيڪو، آءٌ چڪائڻ چاهيان ٿو:

"ڳم تي جنهن ۾ ڊهي وڃن سڀ گهگهه انڌارا نفرت جا،
"پيار جا اهڙا روشن ديپ جلائڻ چاهيان ٿو."

("پيلا گل پلاند ۾"، 1980ع، ص 13)

"ڏرتي! توسان لائوان لهندا، منهنجا جذبا هِن ساماٽا".

"هانءُ نه هاريو، ور ورِ ٻاريو، واءَ ۾ جيڪي ديپ اجهاٽا!"
("پيلا گل پلاند ۾"، ص 17)

"جڳ ۾ پيار ورهايو، لاهيو، ذهن متاران نفرت جو زنگ!
"متان وسارين نوان نسلَ تون، توتي آ، ڌرتيءَ جو ننگ.

"منهنجو پنڌ اتان تي جاري، جنهن هنڌ دنيا وارن دنگ،
تنهنجون سوچون سرها گل، جن جو پنهنجو رنگ ۽ ڍنگ."
("پيلا گل پلاند ۾"، ص 24)

هاڻي اهو پڙهندڙن تي ڇڏيل آهي ته اياز "گل" جي هن غزلن جي ڪتاب کي هو ڪيترو پنهنجو ڪن ٿا ۽ پائنئين ٿا. ۽ انهن مانِ هو شاعر جي من جو کهڙو امنگ ۽ ترنگ جهنئين ٿا ۽ هن جي روح، ذهن يا دل جو کهڙو ڪو خواب ڏسي ۽ پنهنجو ڪري سگهن ٿا - جو ته:

"ذهن لوچي ۽ لچي ڦتڪي تو
"پوءِ ئي شعر ڪو لکيو تي تو."
(" پيلا گل پلاند ۾"، ص 38)

اياز "گل" اسان جو نوجوان ساٿي آهي. شروع 1959ع جو سال سندس جنم جو سال آهي. اجا پڙهي پيو. هيستائين هن "سوچون، سرها گل" (تاج جويي جي شراڪت ۾)، "گل ۽ تارا" (ٻارن لاءِ شعرن جو مجموعو) ۽ هيءُ "پيلا گل پلاند ۾" (غزلن جو مجموعو)- تي شعري ڪتاب رچيا، ڇاپرايا ۽ شايع ڪيا آهن. هيءُ ڪتاب ته، هڪ هزار ڪاپين جي ڀهرئين ڇاپي ۾ پاڻ پنهنجي خرچ تي ڇاپرايو اٿس. اسان جي "سهڪاري سنگت" کي، شايد "ڏنڊ" طور يا "نذراني" ۾، هڪ سو ڪاپيون سنگت جي ميمبرن ۾ ورهائڻ ۽ اخبارن ۽ رسالن وغيره کي تبصري لاءِ ڏيڻ واسطي، تحفو ته ڪري ڏيندو، جنهن لاءِ افسوس، اسين سندس نلها تورائتا ئي تي سگهنداسون. اسان وٽ اسان جا نثر نويس ۽ شاعر اجهو ائين بنان سُود نثرڪاريءَ ۽ شعرڪاريءَ ۾ وڏيءَ مدت کان مصروف اهن. هاڻي ته زربازن به "بنان سود" زرڪاري شروع ڪئي آهي - البت ان ۾ ڪين سندن زر به

محفوظ ۽ سُود ڪان ڪجھ متيري ”نقي“ جي بہ پڪ تي معلوم ٿئي. پر اسان جي نثرڪارن ۽ شعرڪارن جي ذهن جا املھ موتي ۽ انهن جي روح جا اعليٰ امنگ ۽ زخميل جگر جا خونبار لال ۽ جواهرپارا تہ ائين بنان سود ۽ پڻ بنان ”نقي“ جي رولبا تا رهن – نہ فقط رولبا، پر خاص طرح سنڌي اعليٰ شعرُ تہ ضبطيءَ جي بي نُور ۽ ڪنور قبرن ۾ وقت بوقت دفن بہ ٿيندو تو رهي – يا ان ڪان ٿي وڌ بيءَ ڪنهن آپدا جي دپ ۾ اهو شاعرن جي دلين ۾، بياضن ۾ يا نوڪ قلم تي ئي گھُٽبو ۽ بوساٽبو، سڪندو ۽ حال کان بيحال ٿيندو پئي رهيو آهي. اسان جي يارن جي خاص الخاص سماوي تهذيب جي معيار جي بلندي اها آهي، جيڪا چوڦير عالم ۾ غوغائبي ۽ ٿُوتاربي تي رهي. ٻولي ۽ ان جو ادب ۽ آزاديءَ جي جيءَ جيار هوا – اهي بہ شيون ئي، بي بي سيءَ جي تبصره نگار جي لفظن ۾، ڪنهن انساني سماج جون ”بهترين شيون“ يا ”بي مثل خوبيون“ هونديون آهن. اسان جا نثر نويس ۽ شاعر انهن بہ شين جو قدر چاڻن تا، ۽ پنهنجي منهن ۽ پنهنجي وس آهر هو ئي انهن کي دراصل اپائين ۽ تاتين بہ تا– پر ان لاءِ هنن کي اڪثر ڪيڏي نہ وڏي قيمت ڏيڻي تي پوي! بهرحال، هو پوءِ بہ سرشار ۽ غني آهن، چو تہ زندگيءَ جي معرفت ۽ مسرت هنن جي آهي ۽ هوئي آهن جيڪي ”دنيا کي چورين تا ۽ دنيا کي ڏوڏين تا – زماني ۽ ان جي تاريخ ۾ ثابت ائين ٿيل آهي.“

ديس جا شاعر غريب،
پاس آ جن جو نصيب،
سچ ست ۾ لکن،
سور ۽ سختيون سهن،
پوءِ بہ ارڏا ۽ اٽل،
چڻ تہ ڪارونجھر جبل!

(”سوچون سرها گل“، تاج ۽ اياز گل، ص 21)

اياز ”گل“ کي اسين پنهنجو اهڙو ئي هڪڙو ”اٽل ۽ ارڏو“ شاعر سمجهون تا، ۽ پنهنجي پوري قرب ۽ سنيھ سان کيس ”خوش آمديد“ چئون تا – چو تہ هو اسان جو نوجوان شاعر آهي. هن جا 65 غزل هن مجموعي ۾ پڙهندڙن جي آڏو پيش ٿيل آهن، ۽ پڙهندڙ ئي، بهرحال، هن جي ان تازه دم تخليقي ڪاوش جا پارکو ۽ ملھ ڪٿيندڙ آهن. ۽ اسين دعوت بہ انهن کي تا ڏيون تہ اهي هي غزل پڙهن ۽ انهن جو قدر ڪن.

اياز ”گل“ جهڙا نيڪ دل، ارڏا، عوام دوست شاعر، جيڪي ”هيڪلا ساموندي ڪنارن سان هلندڙ، ۽ اڪيلا نهرن جي ڪنارن تي ويهندڙ“ هوندا آهن، ۽ ”جن تي اڪثر رات جي پوئين پهر جو اپاٽڪو چنڊ چمڪندو آهي،“ دراصل، پنهنجي لاءِ ٻيو ڪجهه اسان کان يا ٻئي ڪنهن کان ڪونه ٿا گهرن. هنن جو من گهرندو آهي ته فقط هڪ ئي شيءِ گهرندو آهي ته اسين هنن کي سمجهون ۽ هنن جا خواب پنهنجا خواب بڻايون - ۽ هنن جي اداس، تنها روح جي چاهنا به، ۽ سا به سندن پنهنجي ديس واسين لاءِ، هڪ ئي هوندي آهي ته

شـــال هـــي ديـــس نـــري، ڏاڍ ڏري، ڏاڍ مـــري،
ڪيـت ۾ سـنگ پچـن، رنـگ رچـن، انـگ مچـن،
پيـار جـا پيغـام ڪٽـي، ڪـانگ اچـن، مـچ مچـن،
سـونهن سـينگارَ ڪـري، ميـتُ وري مهـر ڪـري،
شـــال هـــي ديـــس نـــري، ڏاڍ ڏري، ڏاڍ مـــري!

سـچ اوچـو ئـي رهـي، سـور سـهي، ڪيـن ڊهـي،
سـچ جيـان سـنڌو امـر، تـار وهـي، ڪيـن لهـي،
رج جـــي اج مـــري، پـــارَ پـــري، تـــر پـــري،
شـــال هـــي ديـــس نـــري، ڏاڍ ڏري، ڏاڍ مـــري!
شـــال هـــي ديـــس نـــري، ڏاڍ ڏري، ڏاڍ مـــري!
(”سوچون سرها گل“، ص 18)

اسين سڀ به اهو ئي چاهيون ٿا- شاعر اسان جي خاموش دلين جا آواز آهن - هو زندگيءَ جي ساهه جا ترجمان ٿين ٿا- اچو ته انهن جو قدر ڪريون، انهن کي پڙهون، انهن جي ٻوليءَ کي سمجهون ۽ انهن جا خواب پنهنجي دلين جا خواب بڻايون، ۽ انهن کي سايبان ڪرڻ لاءِ ڪجهه ڪريون، ڪجهه سور سهون -

ڪڏهن ڪانه سُئي ته ڪا سگهي گڏي سڄڻين!
(شاهه)

**- محمد ابراهيم جويو**
1980ع

(17)

# ” ڳالهيون ڳوٺ وڻن جون“

(دفترِ زندگيءَ جا)

## پير حسام الدين راشدي

### پيش لفظ

هيءُ ڪتاب ”ڳالهيون ڳوٺ وڻن جون“ اسان جي دور جو هڪ اهم ڪتاب آهي. گذريل تقريبن ڏيڍ سو سالن جو عرصو سنڌي معاشري لاءِ عربي ۽ فارسيءَ جي تهذيبي بالادستيءَ کان قدم بقدم آجائيءَ، ۽ ان جي پنهنجي وجود، پنهنجي ذات، جي وڏندڙ شعور ۽ جوهر شناسيءَ جو عرصو رهيو آهي. جيتوڻيڪ هيءُ عرصو، وري به، سنڌي معاشرو ڌارينءَ تهذيبي بالادستيءَ کان پوريءَ طرح آجو نہ رهيو، پر هن پيري جنهن حڪمران تهذيب سان ان جو واسطو رهيو، اها اڳيُن زوال يافتہ ۽ ڀاروتين بالادست تهذيبن جي ڀيٽ ۾ هڪ جدت پسند ۽ ڪشاده ذهن تهذيب هئي، ۽ انهيءَ ڪري ان نہ فقط پنهنجي تازه دم علم ۽ ادب جا دروازا سنڌي معاشري لاءِ ڪليل رکيا ۽ ائين پنهنجي سچي جديد عالمي تجربي جي حاصلات کي استفادي لاءِ ان جي آڏو آندو، پر ان جي پنهنجي تهذيبي اظهار ۽ سماجي فروغ لاءِ ان جي ٻوليءَ کي بنيادي ذريعو تسليم ڪرڻ سان ان لاءِ علمي ۽ ادبي ميدانن ۾ ۽ پڻ زندگيءَ جي ٻئي هر شعبي ۾ ان جي ذاتي اقبال منديءَ ۽ پاڻ پرائيءَ جا موقعا پيدا ڪيا. اُن سلسلي ۾ پوءِ سنڌيءَ ۾، تعليمي زبان طور، وڏو تعداد خاص طرح جديد علمي ڪتابن جو تيار ٿيو: اعليٰ ادبي ڪتاب - شاعريءَ جا ۽ نثر جا - گڏ ٿيا، ڪيئي ترجما ٿيا. سنڌي رسم الخط وجود ۾ آيو، سنڌي ٽائيپ ايجاد ٿي ۽ ڇاپخانا قائم ٿيا، سنڌي ٽائيپ رائيٽر نهيو ۽ سنڌي شارٽ هئنڊ ايجاد ٿي. جُڳن کان لڪل ۽ وسري ويل قديم آثار ڳولي پنهنجا ڪيا ويا، ۽ صدين کان محفوظ صدري روايتون دل جي ڪنن سان ٻڌيون ويون ۽ انهن جي عظمت ۽ حڪمت کي ساهہ سان سانڍيو ويو. ۽ ائين سنڌي معاشري پنهنجي پاڻ تي نگاهہ وڌي، پنهنجي ماضيءَ کي ڄاڻڻُ - ان تي خوش ٿيڻ ۽ پڻ شرمائڻ - شروع ڪيو، پنهنجي حال جو جائزو ورتو ۽ آئيندي جا خواب لڌا. ۽ اهڙيءَ

طرح تاريخ ۾ هڪ پاسي ان پنهنجي وٽ جي ڪٿ ڪئي ۽ ٻئي پاسي دنيا جي قومن ۾ پنهنجي جڳهہ تلاش ڪندي، پنهنجي لاءِ زندگيءَ جي ڪنهن نقش، ڪنهن ڍنگ، ڪنهن رخ جي مقرر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. قومي خود آگهيءَ جي هن علمي، ادبي ۽ تحقيقي مهم ۾، ڪيترن پنهنجن بين لائق ۽ فائق هم قوم عالمن، اديبن ۽ محققن جي صف ۾ بيهي، هڪ منزل تي، راشدي برادران بہ پنهنجو ڀرپور حصو ادا ڪيو - ۽ ان ۾ هن ڪتاب جي صاحب، اسان جي محترم دوست ۽ بزرگ، ميان حسام الدين، جي ستيا ۽ سرَ سيتائي، ثابت قدمي ۽ مستقل مزاجي تہ، اڄ بہ سنڌ جي علم، ادب ۽ تحقيقَ جي دنيا ۾ هڪ سڌانت سروپ روشن مشعل شمارجي ٿي. هيءُ سندن ڪتاب "ڳالهيون ڳوٺ وٽن جون"، جنهن ۾ سندن عرق ريزيءَ جو جستہ جستہ ۽ ٽڙيل پکڙيل، پنجاهہ سالن جي لاڳيتيءَ مدت جو پکل ۽ پيش ڪيل ثمر (1930ع ۾ لکيلَ "محمد عارف "صنعت" شڪارپوري" کان 1980ع ۾ لکيلَ "ننڍي ۾ تصنيف ۽ تاليف جو جائزو" تائين) گڏ ڪيل آهي، سندن ان لڳاتار ۽ اٽٽڪ فڪري ڪاوش جو هڪ پڌرو رڪارڊ آهي، ۽ ان ۾ سنڌ جي ان تقريبن ڏيڍ سو سالن جي طويل خود آگهيءَ جي مهم جو عڪس بہ پڙهي سگهجي ٿو.

تازو مون هڪ هنڌ پڙهيو تہ بلغاريہ ملڪ جي دارالحڪومت جي قومي نشانن واريءَ ڀِال تي هيءُ قول اڪريل آهي تہ "هيءَ ( رياست ) وڏي ٿي، وڏي ٿئي ٿي، پر پوڙهي ڪانہ ٿي ٿئي." بلغاريا جي رياست ڪي قائم ٿئي 1300 سال ٿيا ۽ هن سال ان پنهنجو 13 – سئون سالگرهہ ملهايو. دنيا جا ٻيا ڪيئي ملڪ ۽ انهن جون رياستون بہ شايد اهڙي ڪا دعوا ڪري سگهن ٿيون ۽ ڪن بہ ٿيون. پر سوال آهي تہ جڏهن تاريخ جي عام فتوا، ۽ پڻ حقيقت، انهيءَ ڳالهہ جي ابتڙ آهي، تہ پوءِ اها قومن ۽ رياستن جي ڪڏهن پوڙهي نہ ٿيڻ جي دعوا ڇو ٿي ڪئي وڃي! اها بہ حقيقت آهي تہ هر "شيءِ وقت سان گڏ هلي ٿي، نہ تہ وقت ان کي هلائي ڇڏي ٿو." ۽ ڪيتريون رياستون ۽ قومون آهن، جي وقت سان گڏ نہ هلڻ سبب، وقت جي هٿان ڌڪجي، رستي کان هٽي، ڪڏ ۾ ڪري، ختم ٿي وڃن ٿيون. ۽ هيڏانهن اسان جي سنڌ ۽ سنڌي تهذيب بہ اها دعوا ڪري ٿي تہ اها، ڪي سوَ تہ ڇا، ڪيئي هزار سال قديم آهي! تہ ڇا، سنڌ ۽ سنڌي تهذيب بہ وڏي آهي، وڏي ٿي آهي، پر پوڙهي نہ ٿي آهي؟ ۽، واقعي، پوڙهپڻ کان پوءِ شين جو خاتمو بہ تہ لازمي آهي! هڪڙي انگريز شاعر جا لفظ، انهيءَ سلسلي ۾، مون پڙهيا، جيڪي ڏاڍا سوچڻ ۽ دل سان لائڻ جهڙا لفظ آهن. پنهنجي ملڪ انگلنڊ ۽ پنهنجي قوم انگريز بابت اهڙي ئي

"ڪڏهن پوڙهي نہ ٿيڻ" جي ڳالهہ ڪندي، هن دعوا ڪئي:

"The glory of my land is the secret of youth,
To see at every sunrise, a new horizon...
To make the voyage of history
Through a perpetual sea-spring.

("منهنجي ديس جي مهما، ان جو جلال، ان جي جوانيءَ جو راز آهي-
هر نئين سج، ان جي نگاهہ هڪ نئين افق تي پوي ٿي....
۽ تاريخ جي بحر تي ان جو سفر،
بحر تي سدا موجود بسنت رت ۾ جاري آهي.")

هيءَ نئين سج نئين افق تي نگاهہ، هيءُ زندگيءَ جي سفر جو، سدا بهار جي ترنگ ۾، جاري رهڻ – واقعي وڏڻ ۽ وڏي ٿيڻ، پر پوڙهي نہ ٿيڻ، جهڙي ڳالهہ آهي: قومي خيال کان ۽ پڻ انفرادي خيال کان ائين آهي، ڇاڪاڻ تہ ٻنهي حالتن ۾ وقت سان اثوت ناتو قائم رهي ٿو. قوم جو تہ پڌري پٽ، پر فرد جو موت کان پوءِ روحاني (فڪري، ذهني، تهذيبي) ورثي سان پائيوار هئڻ جي صورت ۾. ۽ انهيءَ ئي انداز ۾ ساڳئي ملڪ بلغاريا جي خان اومرتاغ (814 –831ع) جو چڏيل پيغام اڄ بہ سمجهي سگهجي ٿو:"حافظي کي موت تي فتح حاصل هئڻ کپي، انسان سٺي زندگي گذارڻ جي باوجود مري ٿو وڃي ۽ ٻيو انسان جنم ٿو وٺي – پوءِ جي جنم وٺڻ واري کي اهو ياد رکڻ کپي." پر هيءَ "موت تي حافظي جي فتح"، هيءَ "انسان جي سٺي زندگي"، هيءَ "سدا موجود بسنت رت ۾" اڳتي وڌندڙ زندگي، فقط ۽ فقط آزاديءَ جي زندگي يا آزاديءَ لاءِ جدوجهد جي زندگي ٿي سگهي ٿي، جو تہ اها ئي پُر اعتماد ۽ پُر اميد زندگي آهي – ۽ فرد جي توڙي قوم جي "جوانيءَ جو راز" بہ اهوئي آهي. ۽ ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي تہ انهيءَ سدا جوان (– انهيءَ ڪري، سدا حَيات) زندگيءَ جي ڳولائن ۽ سيڪڙاتن لاءِ آزاديءَ جي سڪيا- گهرَ ۾ سُورائتي سبق پرائڻ بلڪ سوريءَ سزاوار ٿيڻ کان سواءِ ٻيو ڪو رستو بہ ڪونهي – جو تہ آزادي يا آزاديءَ لاءِ قرباني ئي هڪ بيمار قوم جي روح کي اعتماد ۽ اميد سان آباد ڪري ٿي. آزادي ئي ان کي انهن سيني آزارن مان ڇڏائي سگهي ٿي، جن ۾ اها هر وقت ڦاسندي ۽ سڄو وقت لڇندي، ڦٿڪندي رهندي آهي– آزادي ئي آهي، جا غلام قوم جي سيني سورن، سيني آزارن جو پختو ۽ پورو علاج آهي. غلاميءَ ۾ قومون پنهنجن آزاد اديبن، عالمن ۽

محققن ڪان محروم نہ هونديون آهن. ۽ اهي ئي هوندا آهن، جيڪي قوم جي اڄ جو رشتو ان جي ڪالھہ سان ڳنڍي، ائين ان جي حافظي کي جاڳائي، ان جي اجتماعي تشخص کي اجاگر ڪندا آهن. آزاديءَ جي بشارت سان ان ۾ نئون ساھہ وجھندا آهن، ۽ ائين ان جي تاريخ لکندا بہ آهن ۽ تاريخ بنائيندا بہ آهن.

تاريخ کي، يعني وقت کي، حقيقتن کي قائم ڪرڻ ۽ بدلائڻ جي وڏي قوت آهي. سماجي نقطي نگاھہ کان، تاريخ يا وقت جي اها قوت انسانن کي ئي استعمال ڪرڻي آهي ۽ انسان ئي استعمال ڪن ٿا. ابتدا کان اڄ تائين، انسانَ پنھنجي سڄي زندگي ۽ ان جون حقيقتون ائين وڏايون آهن. قائم ڪيون آهن ۽ بدلايون آهن. ۽ اُن لاءِ هن جي پنھنجي سوچ ۽ پنھنجي خيال ئي هن کي هر ڪرامت ۽ هر قدرت جو ڪم ڏنو آهي. خيال ئي آهي، جو تقدير جي انڌ ۽ پاڻ زورائيءَ خلاف سينو سپر ٿي بيھي ٿو ۽ ان کي بدلائي ٿو، قبضي ۾ رکي ٿو ۽ ڪم آڻي ٿو. هونئن تہ تاريخ جا اڻ ڳڻيا ۽ انيڪ سبق آهن، جيڪي انسانن کي اُها سيکاري ٿي، ۽ ان جي سبقن جي اِها ڪثرت ۽ انيڪتا ئي، هيڪر تہ، ڪمزور ۽ تابع قوم کي منجھائي ۽ ملولَ بہ ڪري ٿي ڇڏي -

گھنگھريا گھڻ چاڻ، موڙهي مت مُهائيين...

پر تاريخ جو مطالعو، بهرحال، غلام قوم لاءِ بيحد اهم ٿئي ٿو، چاڪاڻ تہ اهو ان کي هڪڙو سبقن جو سبق - قومي بڌيءَ جو سبق - سيکاري ٿو، ۽ وڏي ڳالھہ تہ ان کي ان جو بنياد بہ مهيا ڪري ٿو ڏئي، جنھن بنياد جي ان کي گھڻي ضرورت هوندي آهي. محڪم ۽ وقت جي پاتار ۾ ڪتل ڪو خيال ئي هوندو آهي، جيڪو خاص طرح ڏَڪيل انسانن، مردن ۽ عورتن، ۽ سڄين قومن، کي تختي جو، ترهي جو، سالم بيڙي جو ڪم ڏيندو آهي، جنھن تي هو وقت ۽ حادثي جي آرَ تي ترندا آهن ۽ ان جي اجھاڳ وَھہ مان نڪري اچي تيندا آهن. اهڙو ڪو بنيادي ۽ وقتائتو خيال، اهڙي ڪا محڪم قومي شناس ۽ سمڪ بہ انھن کي سندن تاريخ جي مطالعي مان ملندي آهي - تاريخ، جنھن کي جڳ مشهور تاريخدان، ايڊورڊ گبن، A great panorama of a people's fate (" ڪنھن قوم جي تقدير جو وسيع مانڊاڻ") ٿو سڏي - ۽ پوءِ هو اهو ڪجھہ ڪندا آهن، جو باندي انسان تاريخ جي هر دور ۾ ڪندا آيا آهن ۽ جيڪو باندي انسانن جو بنيادي ۽ جنمي حق آهي، جنھن کي آمريڪي شاعر، والٽ وٽمئن، "او بغاوت جا ازل کان موجود مخفي حق!" چئي، پاڻ ڏانھن ۽ دنيا جي باندي انسانن جي واهر لاءِ، پڪاريو آهي.

انگريزن سنڌ کي آزاديءَ کان محروم ڪري، ان کي پنھنجي آزادي پسند

روايتن کان واقف ڪيو. يورپ تيسين پنهنجي جديد تاريخ جي راهه ۾ پنج بنهه اهم ۽ وڏا قدم کڻي چڪو هو. جن ان جي قومن کي سچ پچ به ته سرخاب جا پر لڳائي ڇڏيا هئا ۽ اهي دنيا جي قومن ۾ سرخروئيءَ ۽ انهن جي سربراهيءَ لاءِ تيار هيون. اهي پنج قدم انساني ارتقا جا ڪي جهڙا تهڙا قدم به ڪونه هئا. پر واقعي اهي غير معمولي. بلڪ عصر آفرين قدم هئا – جو ته انهن سان يورپ کي، نئين سر، تاريخ جي، وقت جي، اها قوت حاصل ٿي چڪي هئي، جنهن سان ان جا ماڻهو يا ان جون قومون حقيقتن کي بدلائي به ۽ قائم به ڪري ٿي سگهيون. ان جا اهي قدم هي هئا: سجاڳي 1400 (Renaissance,)- 1500، اصلاح (1500-1600 (Reformation، صنعتي انقلاب (Industrial Revolution, 1600-1700) آمريڪا جي جنگ آزادي – 1776ع، ۽ فرينچ انقلاب – 1789ع. سجاڳيءَ جي تحريڪ، جنهن کي "ذهني انقلاب جي تحريڪ" به سڏجي ٿو، تنهن يورپي معاشري جي آڏو انساني فڪر ۽ عمل جا به مسئلا حل ڪيا: پهريون مسئلو هيءُ هو ته علم، پنهنجي سرشتيءَ ۽ اوسر ۾، ارضي هو يا سماوي، ۽ جيئو ويو ته علم ارضي هو. جو ڪجهه به علم سماويه ٿي چيو ويو، ان جو منڍ به انساني ذهن هو، ۽ "اندر جي بوجهه" (Intuition) به انسان جي اندر جي بوجهه ئي هئي. ٻيو مسئلو هو ته انسان ارادي ۽ عمل ۾ مجبور هو يا مختار، ۽ چيو ويو ته مختار هو – انهن جي نوع يا دائري ۾ جا ڪجهه انسان جي مجبوري هئي، ان کان آزاد ٿيڻ جا امڪان به انساني قسم جا هئا ۽ انهن جي استعمال جو معاملو به انساني معاملو هو. سجاڳيءَ جي هن تحريڪ يورپ جي معاشري کي جا اخلاقي قوت عطا ڪئي، سا ٻِٽي قوت هئي ۽ اُها هئي انسان شناسيءَ (Humanism) ۽ فردشناسيءَ (Individualism) جي قوت. ان کان پوءِ، يا ان سان گڏوگڏ، "اصلاح"، جنهن کي "مذهبي انقلاب" به سڏيو ويو آهي، تنهن وري يورپ جي معاشري جي آڏو صدين کان رائج انسانن جي مذهبي طرز فڪر جا به مکيه مسئلا حل ڪيا: هڪڙو هو انسان ۽ خدا جي تعلق جو، ۽ چيو ويو ته اهو سڌو يا بلا واسطي هو ۽ نه اڻ سڌو يا باالوسطه: ۽ ٻيو هو نيابت الاهيه ۽ اقتدار الاهيه جي دعوائن جو، جن لاءِ چيو ويو ته اهي الڳ الڳ ڳالهيون نه هيون، پر لازم ملزوم بلڪ هم معنيٰ ڳالهيون هيون. پهرئين مسئلي جي حل جي نتيجي طور مذهب سياست کان الڳ ٿيو ۽ فرد جو واسطو خدا سان براهه راست موجود سمجهيو ويو، ۽ ٻئي مسئلي جي حل سان "سلطانيءَ جمهور" جي ڳالهه صاف ٿي، يعني هيءَ ڳالهه ته حڪومت، جا، بهرحال، انساني ئي رهتي هئي، ان جو اقتدار ڪنهن فرد کي يا ڪن فردن کي انسانن هٿان ئي منتقل ٿيو ٿي ۽ نه خدا کان – جو ته نيابت الاهيه "انسان" لاءِ

يعني "انسانن" لاءِ هئي، نه ڪنهن خاص فرد يا فردن جي ٽولي لاءِ - مطلب ته بادشاهن يا آمرن جي "خدائي سَنَد" (Divine right of kings & dictators) يا "مامور من الله" (Appointee of God) واري دعوا ختم ٿي. ٻين لفظن ۾، مذهبي اصلاح جي تحريڪ سان يورپ جون قومون ارضيت يا دُنيويت (Secularism) ۽ جمهوريت (Democracy) سان روشناس ٿيون. "سجاڳيءَ" ۽ "اصلاح" جون هي تحريڪون دراصل پادريت جي (علمي) جهالت، (قولي) منافقت ۽ (عملي) مردوديت ۽ ان جي فڪري بگاڙ ۽ آبتريءَ جي خلاف احتجاج جون تحريڪون هيون. هنن ٺي مسئلن جا لڳ ڀڳ اهڙا حل يورپ جي هنن تحريڪن کان ڪيئي سَو سال اڳ اسلام به دنيا کي پيش ڪري چڪو هو (جنهن انساني فڪر ۽ عمل جي اصلاح يا تزڪيي جي سلسلي ۾ مذهبياتي انقلابي سلسلي جي خاتمي جو اعلان ڪيو) - ايتري قدر، جو يورپ جي انهن تحريڪن جي فڪري محرڪات جا بنياد اسلام جي انهيءَ اصلوڪيءَ ڪشاده ذهن ۽ آزادي بخش تعليم ڏانهن به منسوب ڪيا ويا آهن: ۽ دراصل اهي حل خود مسيحي تعليم ۾ پڻ، ڪجهه واضح ۽ ڪجهه ابهامي انداز ۾، موجود ٿي هئا- جيئن "اصلاح" جا مفڪر ۽ دانشور پنهنجي پنهنجي اهڙي موقف جا حوالا ۽ سَنَدون مسيحيت جي ڪتاب مقدس يعني بائيبل مان ٺي وري وري ڪڍي، پادرين ۽ پنهنجن ٻڌندڙن ۽ پڙهندڙن جي آڏو پيش ڪندا ٿي رهيا. ۽ انگريزن جي سنڌ ۾ اچڻ وقت ته خود اسلامي پادريت (- ملائيت) جيڪا، مسيحي پادريت وانگر ٺي، پوءِ جي وقت ۽ حالتن جي بگاڙ ۽ پستيءَ جي پيداوار هئي، انهن مسئلن جا اهي ترقي پسند حل وساري، اهي ٺي انهن تاريڪ ذهن مسيحي پادرين جا قرون وسطيٰ وارا جاهلانه، منافقانه ۽ شاطرانه حل پنهنجي پنهنجي خودساخته فقهي تعليم مان اخذ ڪري، وقت جي اقتدار ابليسيه جا همدم، هم مجلس ۽ سٿي ۽ سرسائيءَ ۾ حصيدار بنيا بينا رهيا. ۽، نتيجي طور، نه هو پاڻ، جيڪي پاڻ کي "معرفت الاهيه جا امين" سڏيندا هئا، ۽ نه سندن اهي انسان ناشناس ۽ فرعون طبع حاڪم جيڪي "اقتدار الاهيه" جا دعويدار هئا ۽ جن کي هُنن "ظل الله" ٿي سڏيو، انگريزن جي غلاميءَ کان سنڌ کي بچائي سگهيا - جو ته هو ائين ڪرڻ کان قاصر هئا. - جو ته انگريز پوئتي خود پنهنجي معاشري ۾، سندن ٺي جهڙن باطل ظل الاهين ۽ عرفان الاهيه جي دعويدار منافقن ۽ اقتدار پرستن کي ڊوڙائي ڊوڙائي، ڪيرائي، زمين دوز ڪري آيا هئا. ۽ ان کان وڌيڪ، هي انگريز صنعتي انقلاب جي سائنسي قوت پيداوار ۽ اعليٰ هنر ۽ حرفت جا صاحب هئا، ۽ آمريڪا جي جنگ آزاديءَ ۽ فرينچ انقلاب جي قومي ۽ انساني حقن ۽ سماجي انصاف جي

اصولن جا حامي نہ. تہ بہ واقف ضرور هئا. پوءِ جڏهن هتان جا محڪوم پنهنجن حاڪمن کي منهن ڏيڻ جهڙا ٿيا. تڏهن جڳ مشهور شيڪسپيئر جي ناٽڪ ”Tempest“ جي ڪردار، وطن ۾ بي وطن ”غلام“ (Caliban) وانگر، کين حاڪمن جي اُها آزاديءَ ۽ انساني حقن جي ”بولي“ ڪم آئي، ۽ ان ۾. مد مقابل بيهي، هُنن سان هو پنهنجي ”مسئلي“ جو نبيرو ڪرڻ لڳا— قومي مسئلي جو، قومي وجود، ان جي وقار ۽ ان جي زندگيءَ جي مسئلي جو. ۽ اهو سندن بزرگن، اديبن، عالمن ۽ محققن جي لڳ ڀڳ هڪ سَو سالن جي ڪَم جو ڪرشمو هو (جن سان هن ڪتاب جي صاحب عاليجناب پير حسام الدين شاهه راشديءَ جهڙا ڪيئي محب وطن، مخلص ۽ محنت ڪش اديب ۽ عالم، پنهنجي پنهنجي واري سان، شامل ٿيندا رهيا). جو هتان جي ماڻهن ايتري قدر ۽ اِنهي نوع ۾ پاڻ سجاتو. ۽ نيٺ دنيا جي هن هيٺي ۽ خاموش خطي ۾ بہ باندين جا هڪ پيرو بيهر بند خلاص ٿيا ۽ پنهنجي ست سمنڊ پار حاڪمن کان هنن آزادي حاصل ڪئي.

قومي خود آگهيءَ جا نشان ۽ ڏس، آزاديءَ جي نئين افق جي نگاهه ۽ اوڏانهن ويندڙ روشنيءَ جي چمڪندڙ ليڪ جو ڏور ڏور دَهو، جيئن مٿي چيو ويو، غلام قوم کي پنهنجي تاريخ جي ڄاڻ مان پراپت ٿين ٿا. پوءِ جيئن ڪو سٽوبرو اسڪولي ٻار ٿيلهي مان ڪتاب ڪڍي وري پيو ڏسندو آهي، يا ڪو عام اڻ پڙهيل ٻار بہ پنهنجي گود ۾ پيل رانديڪا ئي هيٺ مٿيءَ ۾ اڇلي وري وري پيو انهن کي ڇهندو ۽ ڪٽندو ڪندو آهي، تيئن اُها قوم بہ پنهنجي ماضيءَ جون اڻ شماريل ۽ اڻ بيانيل، ڪجهہ سمجهيل ۽ ڪافي ڪجهہ نہ سمجهيل، ڳالهيون هڪ هڪ ڪري وري وري پيئي اٿلائيندي پٿلائيندي آهي. ماضي هونئن بہ گهڻي قدر اڻاتل هوندو آهي، نہ فقط اڻاتل پر اڪثر اڻاڻ يعني ”ڄاڻ“ کان بلڪل نہ تہ بہ ڪافي ڪجهہ ٻاهر هوندو آهي. ۽ پوءِ هر دورُ پنهنجي ماضيءَ مان، ۽ ٻين جي ماضيءَ مان، پنهنجي پنهنجي مطلب جا سبق وٺندو آهي. قومن جا وڏا ڪتاب جن لاءِ هنن جي دعوا هوندي آهي تہ خدائي ڪتاب آهن — ويد، زنداوستا، بائيبل، قرآن ۽ ٻين قومن جا اهڙا مقدس خدائي ڪتاب – سڀ پنهنجي پنهنجي دنيا جي ”پراڻن“ ۽ پنهنجي پنهنجي دور جي سوچ ۽ ضرورت سارو سمجهيل ”قصن“ جا ڪتاب آهن: اهڙيءَ طرح ديو-مالائي ڳالهيون ۽ نسل بنسل منتقل ٿيندڙ طويل داستان ۽ ڪٿائون پڻ قومن جي ماضيءَ جا قصا آهن ۽ انهن سيني ۾ سندن بزرگن، ڏاهن، نيڪ مردن ۽ بهادرن جون ڳالهيون، ۽ سندن مخالفن ۽ مخالف حادثن ۽ مشڪل حالتن جا احوال بيان ٿيل آهن – جي ڪافي عرصو تہ زباني طور وٽن محفوظ هئا. ۽ اُها

سنڌن "زباني تاريخ" هئي، جا پوءِ لکي ويئي ۽ سنڌن "لکيل تاريخ" ليکجڻ ۾ آئي - بهرحال اهو سڀ قومن جي آزاد زندگيءَ يا آزاديءَ لاءِ سنڌن امنگ ۽ عمل جو دفتر آهي. اها سنڌن سياسي تاريخ آهي تہ سماجي ۽ ذهني تاريخ بہ آهي - ان ۾ اوهان کي جديد تاريخ نويسيءَ جا نفسياتي، فلسفيانہ، ادبياتي، سوانحي، لوڪ پريہ ۽ عالمانہ انداز بہ ملندا. پر تاريخ خواصن جي هجي يا عوامي (عام جي)، تاريخ نئين هجي يا پراڻي يعني ان جي پيشڪش جا انداز ڪهڙا بہ هجن. تاريخ ڪنهن شخص جي هجي، اداري جي هجي يا ڪنهن فڪر يا نظريي جي، بهرحال تاريخ بي مقصد ڪانہ ٿي ٿئي، ۽ مقصد ان کي جانبدار بڻائي ٿو. تاريخ جي هيءَ مقصديت يا جانبداري بذات خود تاريخ جي عظمت يا خساست جو دليل بہ نہ آهي. ان جو فيصلو مقصد جي وٿ يا قدر جي وزن تي ٽيڪو آهي. تاريخ کي پڙهڻ انهيءَ ڪري، ڏاڍي هڪ دلچسپ شيءِ تہ آهي ئي، پر وڌيڪ دلچسپ شيءِ ان کي سمجهڻ آهي. ۽ تاريخ کي سمجهڻ جي معنيٰ آهي ان جي مقصد کي سمجهڻ ۽ مقصد کي سمجهي ان جي وٿ جو وزن ڪرڻ. تاريخ جي لکڻ لاءِ تہ پهريون شرط اهو، يعني ان جي مقصد جو تعين، آهي. ان جي معنيٰ اها ڪانهي تہ تاريخ جا پڙهندڙ يا تاريخ جا لکندڙ اها ڳالھ ڪانہ ٿا سمجهن يا ائين ڪونہ ٿا ڪن. تاريخ جو هر پڙهندڙ ۽ لکندڙ نہ، تہ بہ اڪثر ان جا پڙهندڙ ۽ لکندڙ تاريخ کي سمجهن ٿا. پر تاريخ جي هيءَ سمجهہ هڪ سمجهہ ڪانهي. ۽ جهڙي ۽ جيتري اُها سمجهہ، اهڙو ۽ اوتري انداز ۽ نوع سان ان کي لکيو ويندو ۽ پڙهيو ويندو. فاتحن جي لکيل تاريخ ۽ غلامن جي لکيل تاريخ ۾ وڏو فرق ٿئي ٿو، واقعي ۾ ملوث ڌاڌي ڌرين ۽ پاران ان جو بيان ۽ هيٺي پاران ان جو بيان بہ جدا جدا ڳالهيون هونديون آهن. انهيءَ طرح، ڪو غير جانبدار تاريخ نويس، جو تاريخ جو صحيح ڄاڻو ۽ پارکو بہ هجي، ڪنهن حسن اتفاق سان ڪنهن قوم کي يا ڪنهن دور کي ملي ٿو. تاريخ جو مڃيل عالم، ايڊورڊ گبن، مملڪت روما جو اهڙو هڪ يگانو تاريخ نويس شمار ٿئي ٿو. ٽيويهہ سال (87 - 1764ع) هن کي "مملڪت روما جي ضعف ۽ زوال جي تاريخ (ڇهہ جلد)" لکڻ ۾ لڳا، جنهن جو اختصار 950 صفحن جي هڪ جلد ۾ پيش ڪندي، اختصار ڪندڙ هڪڙي عالم، گبن کي "دنيا جي ٿورن وڏن تاريخ نويسن مان هڪ" سڏيو آهي. گبن پنهنجي هن ايڏيءَ وڏيءَ، طويل مدت، مشڪل ۽ بي مثل محنت جي شروع ۾ تاريخ نويسيءَ جي ڪم جي نوعيت ۽ پڻ مقصد جو ذڪر ڪندي لکيو تہ "تاريخ نويس تي لازم آهي تہ مذهب، ڌرتيءَ تي پنهنجي طويل قيام دوران، جيڪا خوش اعتقادي ۽ خرابي هڪ ڪمزور ۽ ابتر قوم ۾ آڻي جمع ڪري ٿو، ان جي

پوري تحقيق ۽ ڇنڊڇاڻ ڪري." تاريخ نويس جي فرض جو ائين عمومي ذڪر ڪندي، هن خاص پنهنجي مقصد جي هنن لفظن ۾ وضاحت ڪئي: "مملڪت روما جي تاريخ جو هڪ تمام اهم ۽ لازمي پاسو يا حصو هيءُ آهي تہ مسيحيت جي فروغ ۽ قيام بابت پوري پوري، صاف گو ۽ عقل تي مبني تفتيش ڪئي وڃي." ۽ ان سلسلي ۾، آخر ۾ پنهنجي سڄيءَ تحقيقي ڪاوش متعلق گويا فيصلو ڏيندي چيائين: "مون مملڪت روما جي زوال جي تاريخ ۾ مذهب ۽ بربريت جي فتح جو داستان بيان ڪيو آهي!" ۽ مملڪت روما جي زوال جا بنيادي ۽ اصل سبب هُن ٽن لفظن ۾ ڏنا: "مذهب بازي، لشڪر شاهي ۽ اندروني نفاق." ۽ ايڏي پنهنجي هڪ بي مثل ۽ بي غرض مطالعي کان پوءِ، اهڙي هڪ اهم ۽ خالص فڪري نتيجي جي اخذ ڪرڻ تي، گبن کي، ڪن نظرياتي گروهن مان "منڪر خدا" جا الزام ٻڌڻا پيا!

تہ پوءِ تاريخ جو مطالعو ۽ تاريخ جي تحقيق ڇا آهي؟ پهرين ڳالهہ تہ، جيئن مٿي چيو ويو، ماضي ڇاڪاڻ تہ گهڻي قدر اڄاتل ۽ ڪافي ڪجهہ اڻڄاڻ آهي، انهيءَ ڪري ماضيءَ بابت تقريبن هر ٻيءَ ڳالهہ ۾ اختلاف جي گنجائش موجود آهي يا ڪري سگهجي ٿي. ٻيو تہ سچ جي ڳولا ڪرڻ ۽ سچ کي لڪائڻ - اهي ٻہ شيون انساني معاشري ۾ مفاد سان وابستہ آهن. حيواني (- زور جو، اقتداري) مفاد، جيڪو اصلن ناجائز مفاد آهي، ڇاڪاڻ تہ ان جي قائم ٿيڻ ۽ قائم رهڻ جو مدار ئي تشدد ۽ فريب تي آهي، لازمن سچ کي لڪائڻ جي عمل سان پاڻ کي وابستہ رکي ٿو؛ ۽ انساني (- پيار جو، انسياتي) مفاد، جيڪو اصلن جائز مفاد آهي، ڇاڪاڻ تہ ان جي قائم ٿيڻ ۽ قائم رهڻ جو مدار ئي باهمي اعتمادَ ۽ آزاد مرضيءَ تي آهي، لازمن سچ کي پڌري ڪرڻ جي عمل سان پاڻ کي ڳنڍيل رکي ٿو. محڪوم ۽ مظلوم شخص يا قوم جي دلچسپي آزاديءَ ۽ ظلم کان نجات ۾ آهي - يعني پنهنجي ۽ خارجي دنيا جي وچ ۾ باهمي انساني مفاد جي تعلق جي قائم ٿيڻ ۽ قائم رهڻ ۾، ۽ انِ لاءِ هن جي سچي ڪوشش لازمي طرح هيءَ هوندي آهي تہ مٿس حيواني (يعني زور جو، اقتداري) مفاد جيڪو قابض آهي ۽ جنهن جو قبضو ناجائز هو، ڇاڪڻ تہ اهو سندس مرضيءَ جي خلاف، فقط ڪوڙ ۽ ڏاڍ سان، مٿس قائم ٿيو هو ۽ قائم رهندو ٿي آيو، ۽ ان کي هن ڪڏهن بہ ڪونہ قبوليو هو، ان قبضي جي سڄيءَ صورتحال جو سچ ظاهر ٿئي تہ جيئن دنيا ۾ اهو خوار ٿئي، اخلاقي طور ڪمزور ٿئي ۽ ائين ان مان نجات جي جدوجهد جي ڪاميابي ممڪن ٿئي ۽ آسان بڻجي. ان جي برعڪس زور سان قابض ۽ بالادست مفاد جي سڄي ڪوشش پنهنجي وجود جي ڪوڙ کي لڪائڻ ۽ ان کي ڇڪي مڪي سچ جي ڏِڪ

ڏيارڻ جي هوندي آهي. تاريخ نويسيءَ جا اهي الڳ الڳ بلڪ متضاد به رخ ته آهن ئي، پر انهن ٻنهي جي وچ ۾ ان جو هڪڙو ٽيون رخ - بي خطر، غير اهم، بي تعلق ۽ بي وقتو رخ — به هوندو آهي، جنهن کي اوائي، توائي يا هوائي رخ به چئي سگهجي ٿو، ۽ ان کي اڪثر "غير جانبدار" رخ چئي، ڪي تاريخ جا لکندڙ ۽ ان جا "عالمانه" محقق ظالم مفاد ۽ مظلوم مفاد، حيواني مفاد ۽ انساني مفاد، جائز مفاد ۽ ناجائز مفاد ٻنهي جي آڏو سرخرو ۽ مقبول ٿيڻ چاهيندا آهن- هڪڙا شعوري طور ائين ڪندا آهن ۽ ٻين جو اهو عمل غير شعوري هوندو آهي- پر شعوري يا غير شعوري مطالعي يا تحقيق جو اهو رخ ڦري گهري، وري به معاشري جي قائم ۽ موجود ڏاڍ ۽ ڪوڙ جي مفاد (حيواني مفاد) جي ڪم ايندو آهي، ۽ ٻيو نه، ته ان جي خلاف هلندڙ جدوجهد ۾ هيٺائي ۽ مونجهارو ته ضرور پيدا ڪندو آهي. هن سلسلي ۾ هڪڙي آمريڪي عالم، پال بارن (Paul Baran) جي مضمون "دانشور جي سر سيتائي" جو هڪڙو حوالو تازو منهنجي نظر مان گذريو، جيڪو البت طويل آهي پر مطلب واضح ڪرڻ لاءِ اهو سڄو پيش ڪرڻ هتي مناسب ٿو سمجهان.

بارَن، پنهنجي مضمون ۾، چوي ٿو: "دانشور جو دلي لڳاءُ يا هن جي سر- سيتائي، لازمي طور ۽ لٽي پٽي، سچ جي تلاش جي فرض سان آهي... پر انهيءَ چوڻ سان جيتوڻيڪ هُن جي بنيادي ذميداريءَ جي نشاندهي ته ضرور ٿئي ٿي، پر سچي مسئلي جي وضاحت وري به ڪانه ٿي ٿئي. ڇاڪاڻ ته مسئلو رڳو اهو ناهي ته آيا، سچ ٻڌايو پيو وڃي يا نه، پر اهو به آهي ته "موجود حالت" ۾ سچ ڇا ۾ آهي ۽ ڪهڙيءَ شيءِ بابت اهو ٻڌايو پيو وڃي ۽ ڪهڙيءَ شيءِ بابت اهو نه پيو ٻڌايو وڃي... ائين سماجي، ۽ خاص طور، رياستي يا حڪومتي اقتدار جي دائري ۾ "سچ ڇا ۾ آهي" - ان ڳالهه جي تلاش اڪثر اهڙين شين ۾ ۽ ان جو اظهار اڪثر اهڙين شين بابت ڪيو وڃي ٿو، جيڪي بي وقت، بيجا ۽ غير اهم آهن، ۽ انهيءَ طرح ان قسم جي سچ جو پيچو ۽ ان جو ور ور اعلان يا هوڪو رڳو "موجود صورتحال" جو طاقتور هٿيار بنجي پوي ٿو. ٻئي طرف اُن شيءِ بابت سچ ٻڌائڻ جيڪا اهم آهي، ان شيءِ جي سچي سچ جي تلاش ڪرڻ ۽ سچيءَ ان شيءِ جي الڳ الڳ حصن ۽ جزن جي سماجي ۽ تاريخي سببن ۽ اندروني لڳ لاڳاپن کي ڳولڻ ۽ پڌرو ڪرڻ - انهيءَ علمي ڪوشش ۽ فڪري عمل تي اڪثر پيش ورانه تعصب ۽ عداوت، سَماجي تَڏ ۽ تاب، عدم تعاون ۽ اذيت، ۽ ظاهر ظهور ڏاڍ ۽ ڏهڪاءَ جون سزائون عائد ٿين ٿيون... انهيءَ ڪري سچ ٻڌائڻ جو امنگ يا خواهش دانشور هئڻ جو فقط هڪڙو شرط آهي. ٻيو ان جو شرط آهي بي ڊپائي ۽ همت، ۽

عقل تي مبني تحقيق (– سچ جي ڳولا) جيڏانهن بہ نئي ان کي اوڏانهن نيڻ لاءِ تيار رهڻ. "هر موجود شيءِ جي بي قياس تنقيد ڪرڻ – بي قياس انهيءَ معنيٰ ۾ تہ پنهنجن حاصل ڪيل نتيجن کان، يا بيٺل اقتدار سان ٽڪر ۾ اچڻ کان تنقيد نہ ڪڏهن ڊڄندي نہ ڪڏهن هٽندي." انهيءَ طرح، هڪ دانشور اصل ۾ هڪ سماجي نقاد آهي– هڪڙو اهڙو شخص، جنهن جو ڪم آهي (شين جي، ڳالهين جي) سڃاڻپ ڪرڻ ۽ ڇنڊ ڇاڻ ڪرڻ. ۽ ائين هڪ بهتر، وڌيڪ انساني (پيار جي، انسيائتي) ۽ وڌيڪ عقلائتي سماجي نظام جي قائم ٿيڻ جي راهہ ۾ جيڪي رنڊڪون آهن انهن کي هٽائڻ جي ڪم ۾ مددگار ٿيڻ... انهيءَ ڪري، حڪمران گروهن ۾ ۽ پڻ انهن جي ذهني ۽ علمي پگهاردارن وٽ، جيڪي "موجود حالت" کي محفوظ ۽ مامون رکڻ چاهيندا آهن، لازمي طور هُو هڪُ وڳوڙي ۽ آزار پيدا ڪندڙ شخص سمجهيو ويندو آهي، ۽ اهي، چڱي کان چڱو تہ بہ هن کي "خيالي جنت ۾ رهندڙ" يا "درويش" قسم جو ماڻهو، ۽ بري کان برو تہ هڪ غدار يا باغي سڏيندا آهن... اهڙين حالتن ۾ دانشور جي ڪردار ۽ سرسيتائيءَ جي ڳالهہ جي وضاحت ڪرڻ ۽ ان تي وري وري زور ڏيڻ هڪ تمام وڏي ۽ نهايت اهم ۽ فوري ضرورت واري ڳالهہ آهي. ڇاڪاڻ تہ اهڙين ڏکين ۽ ناسازگار حالتن ۾ ئي، بطور ذميداريءَ ۽ پڻ هڪ معزز فرض جي، دانشور جي ياڳ جي حوالي اها ڳالهہ ٿئي ٿي تہ هو ماڻهپي يا انسيت ۽ عقل، ۽ انهن جي فروغ ۽ ترقيءَ جي روايت کي نابوديءَ کان بچائي – جيڪي ئي بني نوع انسان جي سڄيءَ تاريخ جا اسان کي ڏنل اسان جا سڀ کان قيمتي ورثا آهن."

پير صاحب جو هيءُ ڪتاب "ڳالهيون ڳوٺ وٽن جون" سنڌ جي تاريخ جو ڪتاب آهي – ۽ بنيادي طرح وطن دوستيءَ جي جذبي جي تخليق آهي، ۽ بيحد پيار ۽ دل جي لڳاءَ سان لکيل ڪتاب آهي. سڄيءَ عمر، لڳ ڀڳ پنجاهہ سالن، جو هيءُ ڪاپو آهي، جو پَهي پَهي، تند تند ڪري هن هُن ڪُنڊ ويهي، ڪنو ڪيو ويو آهي. ان جي تار تار ۾ ايڏي لساڻ نہ هوندي ۽ ان جي ڪپاهہ جا پڙا پورا پڳا نہ هوندا. پر محبتي من جو هيءُ طويل پورهيو آهي، جو هيئن گڏ ٿي، هتي پيش ٿي رهيو آهي.

ڪَتي ڪَتي آئيون، ڪري تند تيار،
اتل اوڏانهين ٿئي، جيڏانهن پرينءَ پار،
ڪاپائتيءَ قرار، منجهان پوٽيءَ آئيو.

شاهہ

سوال آهي تہ پير صاحب لاءِ سندن سڄي هن ڪم جو "پرينءَ پار" ڪهڙو. جنهن کي ان جي وٿ جي ڪسوٽي يا قدر جو ماڻ مڃي سگهجي؟ ان جا بہ جواب آهن، جيڪي جدا جدا تہ آهن، پر انهن ۾ ويڇو ڪونهي. اُهو هڪڙو تہ اُهائي دانشور جي ياڳ جي ڳالھہ چئبي، جنهن مطابق هن تي انسانيت ۽ عقل جي پرورش ۽ انهن جي فروغ ۽ ترقيءَ جي روايت جي دفاع جو، يعني عام انساني تهذيب جي دفاع جو، فرض عائد ٿئي ٿو: ۽ ٻيو اُهو تہ انساني تاريخ جي انهن "املھہ ورثن"، جيڪا صورت ۽ خاص شڪل سنڌ جي معاشري ۾ اختيار ڪئي، ان جي تربيت، فروغ ۽ ترقيءَ جي روايت جي دفاع جو فرض، جيڪو خصوصي طور هڪ سنڌي دانشور تي عائد ٿئي ٿو. هيءَ جامع انساني تهذيب، جنهن جو سنڌي تهذيب هڪ حصو آهي، نيٺ بہ ڇا آهي؟ شايد – هڪ انگريز اديب جي چواڻيءَ – محض "هوا تي بيٺل هڪ عمارت – خيالن، امنگن، همدردين، عادتن جي هڪ اَٽت – ڪجھہ اهڙي اٽلڪائتي، جو هٿ وجھجيس تہ هٿ ۾ اچي نہ سگهي. ان جا ڪي دوست ڳولجن تہ نہ لڀن. ڪنهن کي ان جي اون ڪانهي – جيئن پٽ جنهن تي ماڻهو بيٺو آهي ان جي ڪو اونَ نٿو رکي يا هوا جيڪا ساھہ ۾ ڪٽجي ٿي ان جي ڪنهن کي پرواھہ ڪانهي. پر ايتريءَ ساريءَ غفلت، خودغرضيءَ، ڪروڌ، حماقت، نفرت ۽ حرص هَوَس هوندي بہ. جن سان رواجي طرح دنيا جي سڄي سياسي زندگي پري پيئي آهي، اها جيئي ٿي ۽ جيئندي رهي ٿي." انساني دنيا جي هيءَ اٽلڪي، ساھہ سنئين، "انسيت" واقعي انساني تهذيب جو بنيادي عنصر بلڪ واحد بنياد تہ آهي – ۽ اُها هر آزمائش ۾ برابر قائم ۽ مستحڪم بہ ٿي اٿي ٿي – جيئن اسين سڄيءَ پنهنجي تاريخ جي پرخطر بحر تان هيستائين ڪنهن طرح سلامت ترندي ايندڙ پنهنجي سنڌ ۽ سنڌو تهذيب بابت چوندا آهيون. بلڪ اهڙو عقيدو بہ رکون ٿا – ۽ اهائي دراصل اسان جي پنهنجي معاشري جي "وڏڻ، وڏي تيڻ. پر پوڙهي نہ تيڻ." جي ڳالھہ آهي: پر هن انساني تهذيب جو زندگيءَ ۾ بهرحال پڌرو ۽ اسٿول روپ يا اظهار هرويرو ايترو اڻ لکو ۽ هوا ۾ اٽڪيل ڪو ڇارو بہ ڪونهي، جو ان جو ڪو حامي نہ هجي يا ڪنهن کي ان جي اون نہ هجي. اُن جو هيءَ اظهار ماڻهن جي ٻوليءَ، ان جي ادب، علم ۽ فن ۾ ٿئي ٿو: اُنهن جي گهرن گهاٽن، ڳوٺن ۽ شهرن، کيتن ڪرن، ٻيلن، جبلن ۽ صحرائن، برن ۽ بحرن – مطلب تہ انهن جي پنهنجي پنهنجي اپ ۽ ذرتيءَ جي فضائن ۾ جتي جتي زندگي ساھہ کڻي ٿي ۽ چري پري ٿي. اتي ان جو روپ پنهنجي پوري نمود ۽ نقش نگار سان موجود ڏسجي ٿو. ۽ اُهي جيڪي ان سان واڳيل آهن ۽ ان جي زندگي بخش ۽ روح افزا وجود جو شعور رکن ٿا، سي اُن جا محب بہ آهن،

حامي بہ آهن – ۽ اُهي اُن جي اون بہ رکن تا ۽ ان جو، پنهنجي آخري دم تائين، بلڪ سر ۽ ساهہ عوض ۾ ڏيئي بہ، بچاءُ ڪن ٿا. ڇو تہ اهوئي انهن لاءِ – ۽ هن ڪتاب جي حوالي سان، محترم پير حسام الدين لاءِ – پنهنجو ”پرينءَ پار“ آهي. معاشري جي هر آزاد ۽ حق شناس دانشور– اديب ۽ عالم، مورخ، شاعر، نقاد ۽ فنڪار – جي فدائيت ۽ سرسيتائي بہ انهيءَ ”پرينءَ جي پار“ سان آهي، ۽ اُن لاءِ ئي هن جي هر تخليق، هر ڪم مخصوص ۽ موقوف رهي ٿو.

جنهين ديکيو دل سين، پنيءَ سي پييون،
تہ پڻ ٿي ويون، جُهڻ پنهونءَ پاڻ لڪائيو!

شاهہ

پير صاحب جي هيءَ عالمانہ تحقيقي ڪاوش هڪ پڌرو ادبي ڪارنامو تہ آهي ئي، پر آهي سنڌ جي تاريخي ورثي جي املهہ دريافت ۽ ان جو هڪ بي بها مخزن، جنهن جو بنياد انيڪ ڪتابن ۽ تمام وڏي مطالعي تي آهي. صدين جا احوال ان ۾ آيل آهن. اسان جي سڄيءَ تاريخ جون نہ، تہ بہ ان جي ڪن وڏن اهم دورن جون– عربن جي دور کان وٺي اڄ تائين جي ڏينهن جون – نهايت سبق آموز ۽ پيرائتيون ڳالهيون، ۽ ڏاڍي پرذوق ۽ دلسوز انداز سان اسان کي ٻڌايون اٿن. هن ۾ عامن جون ڳالهيون بہ آيل آهن تہ خاصن جون بہ، هن ۾ سماجي ڳالهين جا ذڪر اذڪار بہ ڪيل آهن تہ سياسي ۽ پڻ خالص فڪري نوع جي ڳالهين جا بہ – ڪجهہ سڌي سنئين، سليس ۽ سلجهيل نموني تہ ڪن جي سمجهڻ ۽ سلجهائڻ جو ڪم پڙهندڙ جي پنهنجي پرک پروڙ ۽ فڪري وابستگيءَ تي ڇڏي ڪري – انهن جي پيشڪش جي ادا اوهان کي نفسياتي ۽ فلسفيانہ بہ ڏسڻ ۾ ايندي تہ اديبانہ، لوڪ پسند ۽ عالمانہ بہ: بهرحال، اڪثر هي ڳالهيون مقصد پريون ۽ سڀ اسان جون پنهنجون، پنهنجن ”ڳوٺ وٽن جون“ ڳالهيون آهن – پنهنجي ڌرتيءَ جون، پنهنجن بزرگن جون، نيڪ مردن جون، سياڻن ۽ سروڀچن جون، اديبن ۽ عالمن جون، انهن جي سوچ ۽ ساڃهہ جون، ۽ مامرن ۽ مصلحتن جون، سندن آسُن ۽ امنگن ۽ ڪوششن ۽ ڪارنامن جون – ڪي فخر ڪرڻ جهڙيون ۽ ڪي اهڙيون جن تي شرم کان هوند ڪنڌ جهڪائي ڇڏجي – پر سڀ اُهي، جن جي باشعور يادگيري، سڄاڻپ ۽ ساڃهہ سان ئي اسان جي وجود کي تحفظ ملي سگهي ٿو– ڇو تہ (بلغاريا جي ان قديم خان اومرتاغ جي لفظن ۾) ”حافظي جي موت تي فتح“ اِها آهي ۽ اُها حاصل بہ ائين ٿيڻي آهي.

پير صاحب جو هيءُ هڪ جامع ڪتاب آهي – پر پوءِ بہ اها پڪ آهي تہ هن ڪتاب کان ”صاحب ڪتاب“ وڏو آهي. پير صاحب ”سنڌ شناسيءَ“ جي

سلسلي ۾، هن ڪتاب کان علاوه، جيڪو وسيع ۽ اعليٰ ڪم ڪيو آهي- سنڌ جي ادب ۽ تاريخ جي بنيادي تاليف ۽ تحقيق جي سلسلي ۾ -سو واقعي بي مثال آهي، ۽ ان جو پورو جائزو وٺڻ وقت جي ضرورت بہ آهي ۽ سنڌي علم ۽ ادب جي دنيا جو اهو فرض بہ آهي. پر سڀ کان وڌ. پير صاحب پنهنجي مطالعي، تحقيق ۽ قلمي پورهئي جي رخ ۽ ان جي محرڪ جذبي جو جيڪو ڏس، عملي طور، سنڌ جي عالمن، اديبن ۽ محققن جي آڏو واضح ڪيو آهي، اهو انهن لاءِ اهم هئڻ گهرجي. ۽ اُهو دراصل آهي ئي "سنڌ شناسيءَ" جو ڏس، جيڪو هنن لاءِ انفرادي ۽ اجتماعي خود آگهيءَ جو ڏس آهي. ۽ اُهوئي ڪين پنهنجي هر تحقيقي ۽ تخليقي، علمي ۽ ادبي بلڪ زندگيءَ جي هر عمل جو محرڪ ۽ بنياد بنائڻو آهي. ان جي ئي واحد روشنيءَ ۾، دنيا جي ٻين ماڻهن وانگر، سچ پچ بہ تہ. هُنن جي آڏو "هر نئين سچ نئين افق" اجاگر تي سگهندي ۽ سندن هر نئون ڏينهن ڪين نئين زندگيءَ جو پيغام ڏيندو- جيڪو ئي درحقيقت فردن ۽ معاشرن جي "جوانيءَ جو راز" آهي- ۽ ائين هو بہ پنهنجي زندگيءَ جي بحر جو سفر "بحر تي سدا موجود بسنت رت" ۾ ڪري سگهندا ۽ ڪندا رهندا. ڇو تہ پنهنجي مقصد ۽ پنهنجي ڪم کان سواءِ فردن لاءِ توڙي معاشرن لاءِ ڪا زندگي زندگي ڪانهي -

ڏکيءَ توءِ ڏکار، توڻي وسن مينهڙا،
پورهئي هٿ سڪار، تو وس آهن هٿڙا.

شاهه

ڪجهه سال اڳي، مون پير صاحب کي ڪنهن موقعي تي "پورهيت اديب" سڏيو هو، بلڪ هڪ هنڌ مون ائين لکيو بہ هو. جنهن تي دوستن مون کان پڇيو هو تہ "ڇا، پير صاحب جو گذارو ادب تي هو!" مون کين جواب ڏنو هو تہ "گذارو" رڳو جسماني ئي تہ نہ هوندو آهي، ۽ ٻيو تہ پورهيو فقط پنهنجي لاءِ بہ تہ ڪونہ هوندو آهي.

پاڻهياري سيڪا، جا سر گهڙو پري:
ڪا لئہ سندي سڄڻين، ڪا پورهئي ڪاڻ پري!

اسين جڏهن پڙهندا هئاسين، تڏهن وقت بوقت استاد اسان کان پڇندا هئا تہ "اوهين ڇالاءِ تا پڙهو؟ پڙهي ڇا بڻبا؟" پوءِ اسان مان ڪي ڪهڙو جواب ڏيندا هئا ۽ ڪي ڪهڙو. پر سڀ ڪونہ ڪو ڏنڌو ٻڌائيندا هئا تہ ان لاءِ تا پڙهون، يا چوندا هئا تہ ڊاڪٽر ٿينداسين، استاد ٿينداسين، انجنير ٿينداسين،

صوبيدار يا ڪلٽر ٿيندا سين، وغيره وغيره. جنهن تي اسان کي هر پيري تقريبن هر استاد پوءِ ٽوڪيندو هو ۽ چوندو هو تہ ”چا، اوهين تعليم انهيءَ لاءِ تا پڙايو تہ اوهين وڏا ماڻهو ٿيو، طاقت وارا بڻجو ۽ پيسا ڪمايو؟ چا، اوهان لاءِ علم خود ڪا شيءِ ڪانهي!“ پوءِ اسان کي وياکياڻ ملندا هئا تہ علم برائجي علم لاءِ، چڱائي ڪجي چڱائيءَ لاءِ، سچ ڳالهائجي سچ لاءِ، وغيره. هڪڙي اسان جي مهربان استاد ان سلسلي ۾ ڪافي ڳالهہ ٻولهہ کان پوءِ اسان کي انگريزيءَ ۾ ڏاڍو هڪڙو عجيب مقولو ٻڌايو ۽ سمجهايو، ۽ اتي بورڊ تي لکيو ۽ اسان کي پنهنجين ڪاپين تي لکايو ۽ اسان کي ياد ڪرايو- ۽ اُهو مون کي اڄ بہ ائين ئي ياد آهي: اهو هو تہ –

"The reward is in the race we run and not in the prize we get."

(”ڊوڙ جو انعام ڊوڙڻ ۾ آهي ۽ نہ ان جي عيوض يا صلي ۾ جيڪو اسان کي ملي ٿو.“) انهيءَ طرح، ڪم جو مزو يا ان جو انعام بہ ان جي ڪرڻ ۾ آهي، ۽ نہ ان جي اجرت ۾ يا پگهار ۾. موٽ يا عيوض، اجرت ۽ پگهار وغيره تہ ڊوڙ سارو يا ڪم سارو ملندا ئي- ۽ جي نٿا ملن تہ ان بي انصافيءَ يا حق تلفيءَ لاءِ خوددار، خودشناس ۽ آبرومند ماڻهوءَ وانگر، هيڪلو بہ ۽ گڏجي بہ وڙهبو ۽ جهد ڪبو – اهو فرض بہ آهي ۽ زنده ۽ آزاد انساني ذهن جو اهو هڪ فطري ردعمل بہ آهي: پر ڪم جي خود ڪرڻ ۾ ماڻهوءَ کي خوشي نہ ملي، ۽ ڪم بي دليو ڪجي ۽ غلط يا بي ڊولو ڪجي، اها بہ تہ غلاميءَ جي صورتحال آهي ۽ هڪ زنده ۽ آزاد ذهن جي سهڻ يا قبولڻ کان ٻاهر ڳالهہ هئڻ کپي-

هيــج نــہ هونــدو جــن، ســي ڪـُـن ونــدر ويـنديــون!<br>
ويهـــو وڄ رهـــن، سهســـين ســـڌن واريـــون

شاهہ

پير صاحب جي هن ڪتاب ۾ سندن زندگيءَ جي پوريءَ اڌ صديءَ جي پورهئي جو ڪل ثمر نہ تہ ان جا ڪي امل ۽ روشن آثار تہ ضرور گڏ ڪيل آهن. پڙهندڙ دوست ڏسي سگهندا تہ هن ۾ سندن هر مضمون ڪيڏي هيج ۽ محنت جي پيداوار آهي ۽ ڪيڏو نہ ان ۾ پيار جو پورهيو سمايل آهي. هر نيڪيءَ جو ڪم، هر نيڪ ڪم، بنيادي طور خوشيءَ جو ۽ خوشي ڏيندڙ ڪم ٿئي ٿو- ڪم ڪندڙ لاءِ ۽ پڻ ٻين لاءِ. اُن مان ملندڙ اُها خوشي ئي ان جي بهتر کان بهتر ٿيڻ ۽ ٿيندي رهڻ جو سبب هوندي آهي ۽ ضمانت بہ. ان طرح ماڻهوءَ لاءِ ڪم سان تعلق جي هر گهڙي نئين دريافت جو هڪ تجربو هوندي آهي: هر خيال ۽ عمل جي تخليق جو منطق ۽ ساڄ سڻاءُ اِهو هوندو آهي. بائيبل ۾ آيل

آهي تہ جڏهن پهرئين ڏينهن ”خدا ڏٺو تہ.... اونده هئي... تڏهن چيائين تہ روشني ٿئي، ۽ روشني (تخليق) ٿي، ۽ ڏٺائين تہ اها سُني هئي!“ ائين ٻئي ڏينهن، ٽئين ڏينهن، چوٿين، پنجين ۽ ڇهين ڏينهن خدا پنهنجي هر (تخليق جي) ڪم کي ڏسندو ۽ خوش ٿيندو رهيو. ۽ ڇهين ڏينهن تہ ”سڀ پنهنجي ڪم تي، جو هن بڻايو هو، نظر وڌائين، ۽ ڏٺائين تہ اهو ڏاڍو سنو هو!“ مطلب تہ ڪم مان خوشي ۽ ڪم جو هيج - اهي ئي ڪم کي عظمت (سنائي) ۽ اهميت ڏين ٿا- ۽ ائين ڪم مان ئي ان جي ڪندڙ جو قدر ٿئي ٿو ۽ هُن کي اهميت ملي ٿي. ڪم جو اصل اجورو يا عيوض بہ اهو ئي آهي. ڪا هستي، ڪا شيءِ، يا ڪو ماڻهو ڇا آهي، اها ڪا وڏي ڳالهہ ڪانهي. ڪنهن لاءِ بہ. وڏي ڳالهہ هيءَ آهي تہ ڪا هستي، ڪا شيءِ ڪو ماڻهو ڇا ٿو ڪري. ڪم ۽ ڪم ڪندڙ جو، پورهئي ۽ پورهيت جو قدر ائين ٿئي ۽ انهن جي اهميت جو تعين ائين ٿئي، انساني وٿ جو هي مسئلو معاشري ۾ جيتريءَ حد تائين انهيءَ طرح حل ٿيندو ۽ عمل ۾ ايندو، انساني تهذيب جي ارتقا جي اهائي حد اَن معاشري جي طيءِ ٿيل شمار ٿيندي. علم، ادب ۽ فن جي دنيا ۾، بهرحال، ڪم ۽ ڪم ڪندڙ جي وٿ ۽ اهميت جو فيصلو فقط ۽ فقط انهيءَ ڪسوٽيءَ تي ئي جائز تسليم ٿيل آهي- ڇو تہ اها دنيا انساني تهذيب جي مثالي دنيا آهي، اُن جي معراج جي تصور جِي، خوابَ جِي، دنيا آهي. مون کي يقين آهي تہ سنڌ جي اُن مهذب دنيا ۾ پير صاحب جي هِن ڪم جو ۽ سندن ٻئي سڀي علمي ۽ ادبي ڪم جو قدر بہ، ڪٿ ۽ سڃاڻپ جِي انهيءَ ماڻ تي ٿيندو.

ڪاپـــائـي ســـيڪا - ڪتبـــي سيباڻــــــي،
ڇـــاتو جـــن ڇـــاڻي، تـــن هٿـــان پهـــي نـــہ ڇـــڏي

شاهہ

هن پيش لفظ لکڻ لاءِ جڏهن پير صاحب مون کي چيو، تڏهن هيڪر تہ آءٌ سهمجي ويس - ڇو تہ زندگيءَ ۾ هڪڙو اهم سبق مون هيءُ بہ سکيو آهي، ۽ ان تي ڪافي سختيءَ سان عمل پيرا بہ پئي رهيو آهيان، تہ پنهنجي وٿ اندر رهجي (وٿ کي وڌائبو ضرور رهجي، پر وٿ کان ٻاهر نہ وڃجي) - ڇو تہ اُن ۾ ئي پرم رهي ٿو ۽ پلائي بہ اُن ۾ آهي، پر هڪ تہ پير صاحب سان جيئن ئي منهنجي ڄاڻ، 1949ع کان سنڌي ادبي بورڊ جي وجود ۾ اچڻ سان، ٿي، تيئن ئـي کيـن مـون پنهنجي زندگيءَ جي دلـي مقصد جو پختـو ۽ مخلص ساٿي سمجهيو، ۽ ٻيو تہ ان سلسلي ۾ منهنجي دل ۾ مزيد هڪڙي ڇوڻ جهڙي ڳالهہ هُرندِي ٿي رهِي، سا سندن پيش ٿيندڙ هن ڪم جي حوالي سان آءٌ چئي ٿي

سگهيس – ۽ ان جي چوڻ جو موقعو، جو پير صاحب جن پاڻ حڪمن مون کي ڏنو، سو ان موقعي جي ملڻ تي، ڪجهہ سهمجي پر فورن ئي پوءِ، پير صاحب جون هي "ڳالهيون ڳوٺ وٽن جون" ٻيهر وري وري پڙهيم (– جو تہ انهن مان تقريبن اڌ کن منهنجون اڳي بہ پڙهيل بلڪ پاڻ پنهنجي هٿن سان، خاص طرح سماهي "مهراڻ" ۾، ڇاپيل ۽ شايع ڪيل هيون)، ۽ پاڻ کي سندن شڪر گذار ٿيندي محسوس ڪيم. ۽ واقعي بہ سندن تهدل شڪر گذار آهيان، جو پاڻ مون کي هيءُ اعزاز بخشيائون ۽ هيءُ موقعو ڏنائون، جو سندن هي "ڳالهيون" مون وري وري پڙهيون ۽ انهن بابت هي بہ اکر لکيم:

ڪانگا ڪتابت جي آنديئي خوب خبر،
هينئڙو مون هر هر، واڇيو واڇيو ونـدري!

شاهہ

۽ ائين جيڪا ڪجهہ ڳالهہ مون کي بہ چوٽي هئي، سا – ڪچي ڦڪي، پوري اڻ پوري – چئي دنگ ڪيم. مون کي يقين آهي تہ پير صاحب کي اها وڻندي ، پر جي ڪتاب جي پڙهندڙن کي بہ وڻي ۽ ڪتاب ۾ آيل ڳالهين جي پڙهڻ ۽ سمجهڻ ۾ (جي سڀ اسان جون پنهنجون ۽ اسان جي پنهنجي ماضيءَ جون ئي ڳالهيون آهن) اُها ڪين ڪجهہ مدد بہ ڏئي، ۽ اسين سڀ پنهنجين انهن ڳالهين کي پڙهڻ ۽ سمجهڻ ۾ همدم ۽ يڪدل ٿي وڃون، تہ آءٌ پاڻ کي تہ ڀاڳ وارو سمجهندس، پر پير صاحب کي بہ پنهنجي ايڏي ڪشالي ۽ عرق ريزيءَ جو ڪافي ڪجهہ صلو ملي ويندو –

از عشوه هاي ساقي ڪارم نمي ڪشايد،
اي دوستان خدارا يڪ جام دوستگاني،

از تار ارغنوني در جنبش آر مطرب،
وز نغمہ هاي تر ڪن با روح همزباني

فيضي

محمد ابراهيم جويو
1981ع

# (18)

# ”سندي ذات هنجن“

(ادبي تنقيد)

## رسول بخش پليجو

### مهاڳ

هيءَ ڪتاب، ”سندي ذات هنجن“، ادب جي پرک جو هڪ ڪتاب آهي، جيڪو اسان جي سڄاڻ ساٿيءَ، اسان جي اڄ جي ادبي حالتن ۾، اسان لاءِ لکڻ مناسب سمجهيو آهي — ائين ئي جيئن هن 1960ع ڌاري ”انڌا اونڌا ويڄ“ اسان لاءِ لکيو هو.

هيءُ اسان جو بهادر ساٿي گذريل ڇهن سالن کان لاهور جي لکپت جيل ۾ بند آهي، بيمار گذاري ٿو —— پر اسان جي حالتن کان باخبر آهي، ۽ اسان لاءِ سوچي رهيو آهي. دراصل اٿي هو اسان جي ئي ڏوهن جو ڪفارو ادا ڪري رهيو آهي —— جيتوڻيڪ تاز پنهنجي شعور ۽ ارادي جي زنده هجڻ جو جيڪو ثبوت اسان وٽان ڪيس مليو آهي، ان ڪيس بيحد خوش ڪيو هوندو.

پنهنجي هن پياري ساٿيءَ سان اسان جا انيڪ لاڳاپن جا ڌاڳا — رات جي اڀ ۾ سدا چمڪندڙ چنڊ ۽ تارن جا ڌاڳا، ڏينهن جي اوجل صبح جا ڌاڳا، اسان جي حال جا ڌاڳا — ڳنڍيل آهن، ۽ ڪو هڪ ڌاڳو بہ ڇڪجي ٿو، ٿوري ئي ڪا ان کي ساهہ اچي ٿي، تہ هن جو من ضرور اٿي لرزبو هوندو. پر خاص طرح اسان جي ٻولي، جيڪا اسان جو ساهہ آهي ۽ جنهن سان اسان جو من جيئي ٿو، اها هن کي ۽ اسان کي (اِن کان اسين باخبر هجون يا نہ) هڪ گهڙي بہ جدا ٿيڻ نہ ٿي ڏئي.

”ٻولي“، آواز —— دانهن ۽ دانهن جو جواب — ٻوليءَ جا لفظ، ٻوليءَ جون ڳالهيون زندگيءَ جي وڏي وٿ آهن ۽ اُن لاءِ وڏو آتت آهن. بلڪ ماڻهن لاءِ ماٺيپي سان جيئڻ جو بنياد آهن. روسي اديب تر گينيف (83 – 1818ع)، جنهن پنهنجي عمر جو سڄو اڌ عرصو ڪنهن طرح بي وطنيءَ ۾ گذاريو هو، پنهنجي روسي ٻوليءَ لاءِ هڪ موقعي تي چيو هو: ”جڏهن بہ مان شڪ ۾ ويڙهجي وڃان ٿو، جڏهن بہ پنهنجي ملڪ تي ويچاريندي منهنجو من لرزجي ٿو، تڏهن او منهنجي عظيم، سگهاري، سچار، آزاد روسي ٻولي! تون ئي مون

ڪي ڏڍ ڏين ٿي ۽ مون کي بچائين ٿي. جي تون نہ هجين، تہ پڪ ئي پڪ، جو ڪجھہ منهنجي وطن تي وهي رهيو آهي، اُن کي ڏسي، آءٌ هوند ڌهي، بنهہ پٽ اچي پوان: پر، ڪو ائين آخر ڪيئن ٿو مڃي سگهي تہ هھڙي عظيم ٻولي عظيم قوم کان گهٽ ڪنهن قوم کي مليل هوندي!" اسين بہ پنهنجي ٻوليءَ لاءِ چئي سگهون ٿا تہ اُها اسان جو ڏڍ آهي، آٿت آهي ۽ اسان جا شڪ ۽ نراسايون دور ڪري ٿي ۽ جيڪا ٻولي اسان کي اڄ "سنڌي ذات هنجن" جهڙو نثر ڏيئي سگهي ٿي ۽ اُن جهڙي پرک ڏيئي سگهي ٿي، اُها ٻولي ڪيئن نہ عظيم هوندي! ۽ نيٺ ائين ڪيئن ٿو ٿي سگهي تہ هھڙي عظيم ٻولي عظيم قوم کان گهٽ ڪنهن قوم کي ملي هجي!

ترگينيف جو لاش جڏهن ٽيهن سالن جي غريب الوطنيءَ کان پوءِ روس جي مٽيءَ ۾ پورڻ لاءِ پئرس مان وڃي رهيو هو، تڏهن مشهور فرينچ اديب، فيلسوف ۽ تاريخ نويس، رينان، اتي چيو هو: "ترگينيف کان وڌ دنيا ۾ اڄ ڪو شخص ڪونهي، جو هڪُ پنهنجي سڄيءَ قوم جو ترجمان بڻجي سگهيو هجي: هُن جي وڏن جا ڪيئي خاموش نسل جيڪي صدين جي ننڊ ۾ ٻڏل هئا، انهن کي بہ هِن جي ذريعي آواز مليو آهي، ۽ اهي وري زندهہ ٿيا آهن." سچ پچ، ٻولي قومن جو آب حيات آهي – انساني روح جو سدا تازو، پريو پاڳيو، پاڪ چشمو جنهن ۾ ماڻهو پنهنجو ماضي گڏ ڪري رکن ٿا، ۽ پنهنجي تمنائن جو، چاهہ جو ، تجربي جو ۽ اڳ–ويچار ۽ پروڙ جو عڪس ڏسن ٿا. ۽ اهو سڄو ڪم سنڌن سگهڙ، اديب ۽ شاعر ڪن ٿا. ترگينيف نثر نويس هو ۽ همہ – وقتي اديب هو. شعر جي دنيا ۾ اسين بہ پنهنجي تاريخ جي هڪ دور ۾ هڪ اهڙو پنهنجو محسن رکون ٿا – لطيف – جيڪو هڪُ ئي سڳورو شخص اسان جو پورو ترجمان هو، ۽ پوءِ اسان کي ٻيا بہ ڪي شاعر پنهنجي پنهنجي دور جا ڪجھہ ڪجھہ ترجمان مليا: پر اسان جي نثر جي دنيا اجا اُهڙن ئي رڳو ڪجھہ ڪجھہ ترجمانن سان آباد آهي، اُن کي اجا ڪنهن دور جو هڪُ ئي پورو ترجمان نہ مليو آهي. اسان جي هِن رهنما اديب ۽ نقاد ساٿيءَ، رسول بخش پليجي، ۾ اُها ذات ۽ ڏانءُ هئا، جَو هو ادب جي نثري صنف ۾ پنهنجي دور جو پورو ترجمان بڻجي سگهي ها — پر، افسوس، هن جي سياسي مصروفيتن هن کي اها فرصت نہ ڏني.

هلندڙ صديءَ جي پوئين اڌ شروع ٿيڻ سان اسان جي ادبي دنيا ۾ هڪ تازه دم چرپر شروع ٿي، ۽ اسان جا قلمڪار، شاعر ۽ اديب، ملڪي آزاديءَ جي مسئلن سان مڪاميل ٿيندي ئي، ۽ اُنهن جي ٻهرينءَ اجنبيت ۽ دهشت تي

غالب پوندي ئي، پنهنجي وطن جون ڳالهيون ڪرڻ لڳا — پنهنجي ماڻهن جون، انهن جي غريبيءَ جون . انهن جي سياسي، اقتصادي ۽ ثقافتي حقن جون ۽ سندن روزمره جي مسئلن جون ..... ۽ ائين ڪجهه وقت ئي نه گذريو ته سندن حيرت جي حد نه رهي، جو مٿن تهمتن ۽ بهتانن جا بند ٻڌجڻ شروع ٿي ويا، ۽ ري گناهه هو ڪافر بنجي ويا، غدار به ٿي ويا، ۽ ڪيئي قسم جا لقب مٿن لڳي ويا. ڳالهه ڪي ڪجهه ڪنائيندي، ڏنائون ته اهي ذوڙيا مٿن اٿان ٿي اٿيا، جتي جهالت هئي، بيجا عصبيت هئي ۽ هٺ ڌرمي هئي، ۽ وڏي ڳالهه ته جنهن پاسي دولت ۽ دولت جا ذريعا هئا ۽ اقتدار هو، ۽ انهن جو اونو هو، ۽ انهن تي ڏاڍو وڏو آذار ۽ گهمنڊ هو. ترت ئي پوءِ خود منجهن به ڪي اهڙا نڪور نوان اديب اسري ميدان تي آيا، جيڪي سامراجي يورپ جي انساني زوال کان متاثر "جديديت" جا سڏا يا ان جي اثر ۾ آيل ڪجهه اهڙي اردو ادب ۽ ڪجهه هڪ ٻن پارت جي اهڙن سنڌي اديبن وسيلي، ايترا ته هڪدم عادي ۽ اصلي متوالا بنجي پيا، جو پنهنجي ادب جي محب وطن ۽ انسان دوست ڪردار کان لادعوا ٿي، "بيزاريءَ ۽ فرار" جي موڊ ۾، ادب ۾ "ڳالهه" کي ڇڏي "فن" جا دعويدار ٿي بيٺا، ۽ ڪي ته "اهم واد" (Egotism) ۾ اچي، خاص طرح "جسم جي پنٿ" (Cult of Body) کي "جوانيءَ جي راهه" (Way of Youth) سڏيندي، ڪي اهڙا سطحي ۽ سهل، ابتا ۽ لاتعلق "فنپارا" پيش ڪرڻ لڳا، ۽ اڳرا ٿي انهن جو دفاع ڪرڻ لڳا، جو عصري ادب جي سرمايه پسند ۽ اقتدار پرست اصلوڪن عداوتين کي پنهنجي تهمت بازين ۽ بهتان تراشين لاءِ ويني ويني ڪافي گهڻو مواد ملندو رهيو — جيئن هاڻي به انهن کي وٽانئن ملندو رهي ٿو. هن ڪتاب جي مصنف، اسان جي سُجاري اڳواڻ ساٿيءَ، جيئن سنڌي ادب جي ڀرپور سڌي ۽ پڌري مخالف گروهه جي وار جو بروقت پنهنجيءَ جاندار تصنيف "انڌ اونڌا ويڄ" ۾ تز جواب ڏنو هو، تيئن هُن پنهنجيءَ هن املهه تصنيف، "سندي ذات هنجڻ"، ۾ اُن بئي، "پنهنجن" جي ويس ۾، لڪل ۽ وڏيڪ خطرناڪ دشمن گروهه جي هاجيڪاريءَ جو وقتائتو جائزو ورتو آهي، جنهن لاءِ سچ ته سنڌي ادب سندس سدا ٿورائتو رهندو.

جيئن پراڻيءَ شيءِ جو پراڻو هجڻ ئي اُن جي قدر جو ماڻ نه آهي، تيئن شيءِ جو نئون هجڻ به ان جي چڱائيءَ جو دليل ڪونهي. نظرياتي طور، اسان جا "جديدي" دوست پاڻ به پنهنجيءَ ان "جديديت" جي ڪنهن انساني وٿ يا قدر جا قائل نه آهن —— بلڪ هو پنهنجي "جديدي ادب" کي انسان ۽ انسان جي دنيا کان پري رکڻ ئي پنهنجو منصب سمجهن ٿا. اصل ۾، خود فن به هُنن

لاءِ ڪا اهميت ڪانہ تو رکي – فن کي هو هڪ کيل، هڪ سانگ ئي سمجهن تا، ۽ چون تا تہ زندگي، جيڪا ڳنڀير ۽ ڳري آهي، ان سان فن کي ملائڻ ئي نہ کپي، ڇو تہ فن نرو فن ئي رهڻ کپي. ائين هو زندگيءَ کان فن کي پري رکي، جيئن ادب کي تيئن ان جي فن کي بہ پنهنجي انفرادي مرضيءَ ۽ ريجهہ جي تابع رکڻ چاهين تا، بلڪ اُن لاءِ هو هر تسليم تيل ۽ پسند پيل ادبي ۽ فني معيار جي مذاق اڏائين تا، ۽، جديديت جي عشق ۾، ان لاءِ پنهنجي نفرت، بلڪ ڪراهت جو اظهار ڪن تا. ڪليو ڪلايو هو چون تا تہ هنن جي "تخليق" مخصوص ماڻهن لاءِ، بلڪ فقط سندن پنهنجي پاڻ لاءِ آهي — هُنن کي ئي ان مان مسرت حاصل ڪرڻي آهي. ۽ اُن لاءِ هنن جي اها ڪوشش تي رهي تہ پنهنجي فنپاري مان انساني دلچسپيءَ جي ڳالهين يا مسئلن کي جيئن پوءِ تيئن گهٽائيندا وڃن — ويندي سندن ادب ۾ سندن ٻولي بہ ماڻهن جي ٻولي نہ رهي — تان جو باقي جيڪا سندن ڪاوش بچي سا خالص سندن "فن" هجي، ۽ پوءِ اهو اهڙو فن هوندو، جو ان کي فقط فن جا خاص ڄاڻو، يعني آخري طور رڳو هو پاڻ ئي، سمجهي سگهندا، ۽ ان مان سچي جمالياتي مسرت ۽ بيو بہ جو ڪجهہ ان ۾ باقي هجي سگهندو، سو اهي پاڻ ئي ان مان حاصل ڪري سگهندا!

هيءُ جديديت، "جدت براي جدت"، "جدت پنهنجي ريجهہ ۽ روُنشي لاءِ"، ادب ۽ فن جو ائين جيڪو حشر ڪري ٿي، ان مان ڏسي سگهجي تو تہ فائدو نيٺ ڪنهن کي آهي. جيڪڏهن اُن مان انساني ڪارج، انسان کي بهتر انسان بنائڻ جو ڪارج، انساني سماج جي تبديليءَ جو ڪارج، سڌ نہ تيو، تہ باقي اُن مان فقط هڪ ئي ڪارج سڌ تيندو يعني بينل ۽ موجود سماج جي خيريت ۽ سلامتي ۽ اُن جو تحفظ. ۽ اهو ئي اسان جا هي، فقط ڏک ۽ نالي لاءِ، پاڻ کي "نئين کان نوان" ترقي پسند چوندڙ دوست چاهين تا — جو تہ هو (عالمي توڙي ملڪي، ڪنهن بہ سطح جي) انقلاب کان ڏڄن تا ۽ ڪين ان کان نفرت آهي، جيڪو مٿن ذميداريون رکڻ چاهيندو، ۽ هو انساني مسئلن جي سلسلي ۾ ڪابہ ذميداري قبولڻ لاءِ تيار نہ آهن.

عالمي سطح تي، مغرب جو سامراج اڄ ڪُليو ڪُلايو انسان-دشمن فسطائي راهہ تي بينو آهي ۽ ڪتي بہ، ڪنهن بہ صورت ۾، انقلاب نتو چاهي. دنيا جو هر سک ۽ چڱائي ۽ ان جي دولت جا سڀ وسيلا هو پاڻ لاءِ پسند ڪري تو، ۽ ان لاءِ هو جيئن سائنس کي تيئن بئي علم، ادب ۽ فن کي پنهنجي عوام ۽ پوئتي پيل محڪوم دنيا جي قومن ۽ عام انسانن جي خلاف

استعمال ڪرڻ چاهي ٿو —— سائنس کي هڪ ڏڪي طور يعني ان جي ديچاريندڙ ۽ ناس ڪندڙ حيثيت سان، ۽ علم، ادب ۽ فن کي هڪ دلبي طور يعني انهن جي منفي ابلاغي حيثيت ۾. محڪوم ۽ پوئتي پيل دنيا ۾ هن سامراج جي "گراهڪ" قومن جون حڪومتون ۽ اتان جا حڪمران طبقا —— چاڪاڻ تہ اهي بہ پنهنجي پنهنجي ملڪ جو هر سک ۽ چڱائي ۽ ان جي دولت جا سڀ وسيلا پاڻ لاءِ پسند ڪن ٿا—— مغرب جي اِن انسان دشمن سامراجي منصوبي ۾ شريڪ آهن. جو تہ اِن ۾ اهي پنهنجي فوري خيريت ۽ سلامتي ڏسن ٿا. ادب ۽ فن ۾ "جدت براءِ جدت" جو رجحان، انسان ۽ انسان جي مسئلن ڏانهن بي تعلقيءَ جو رجحان، ادب ۽ فن کي سندن ان منفي ابلاغي حيثيت ۾، عالمي سامراج لاءِ ۽ ان جي گراهڪ قومن جي حڪمران طبقن لاءِ، انهيءَ دلبي طور استعمال ڪرڻ جي ڪوشش آهي. اهي جيڪي عالمي سامراج ۽ ان جي ملڪي حڪمران گروهن جي منصوبن کي ڄاڻن ٿا، ۽ انهن سان شامل نہ آهن، سي هر گز پنهنجي ادب ۽ فن کي، جديديت جي چڪمي ۾، اهڙين دلبي طور استعمال نہ ڪري سگهندا.

اسين پنهنجي محترم عزيز ساٿيءَ جا دلي شڪر گذار آهيون، جو پاڻ اسان کي هيءُ وقتائتو ۽ اهم ڪتاب ڏنو اٿن. ادب ۽ فن ۾ جديديت جي فتني لاءِ، جنهن جا مغرب جي سامراجي دنيا ۾، جتي ان جي اوسر ٿي، گهڻيئي دلڪش نالا ۽ گهڻيون ئي مٺي-ڦير تاويلون موجود آهن. آن سڀ لاءِ پاڻ اسان کي هن ڪتاب ۾ جيڪا تفصيلي ڄاڻ ۽ پرک جي ڪسوٽي ڏني اٿن، اها اسان لاءِ پنهنجي ادب کي وطن دوست، عوام پسند، انقلابي راهہ تي قائم رکڻ ۾ املهہ رهبريءَ جو ڪم ڏيئي سگهندي — ۽ اها راهہ ئي اسان لاءِ پنهنجي ادب ۽ فن جي سچي ترقي پسند انساني راهہ آهي.

– محمد ابراهيم جويو
1983ع

(19)

# "چنڙ ليکا"

(ناول)

## پڳوتي چرن شرما

### حرف آخر

اخلاقيات خالص هڪ سماجي علم آهي. ان جو بنياد انساني ارادي تي ۽ ان جو واسطو انساني زندگيءَ سان آهي. اخلاقيات جي واسطي ۽ بنياد بابت ٻيو ڪو ماورائي تصور فقط افادياتي اهميت جو، ۽ انهيءَ ڪري تاريخي نوع جو، ۽ انهيءَ ڪري مائل بتبديل ٿي ٿي سگهي ٿو. اخلاقيات جي سڄي ارتقائي حقيقت اُن جي اِن بنياد ۽ اِن واسطي جي وسيع ۽ ارفع ٿيڻ جو مظهر رهي آهي. ڪيتري قدر ڪنهن وقت انساني ارادو جبر کان آزاد ۽ پنهنجي اوسر ۽ ترتيب ۾ پاڻ وهيڻو آهي، ۽ ڪيتري قدر ان جو وسيع کان وسيع تر عمل انساني زندگيءَ جي امن ۽ عافيت جو سبب بڻجي ٿو. اخلاقيات جي سڄي تشڪيل ۽ تربيت جو رخ توڙي رستو اهو رهيو آهي ۽ ائين رهڻو آهي.

مذهبُ انساني تهذيب جي هن بنهه بنيادي ڳالهه يا مسئلي، يعني اخلاقيات، متعلق پنهنجي فڪر ۽ عمل کي رڳو مالداريءَ ۽ جنسيت (زر، زمين ۽ زن) تائين محدود پئي رکيو آهي - ۽ پنهنجي لاتعداد سالن جي طويل تاريخ ۾ ان جو حل يا رستو فقط ۽ فقط انهيءَ "زر، زمين ۽ زن" جي ذاتي ملڪيت جي سرشتي ۽ ان بابت "منع ۽ اجازت" جي نظام هيٺ پئي ڳوليو آهي ۽ نافذ ڪيو آهي، جنهن جي سَنَد ۽ پُٺتي ارضي ۽ سماوي "فرمانن" ۽ انهن جي تعميل لاءِ "جزا ۽ سزا" جي لوڀ ۽ ڊپ جي رڪاوٽن تي ئي موقوف پئي رهي آهي. انسان جي آزاد ارادي يا مرضيءَ جي عمل جو ان ۾ گهٽ يا خاص ڪو دخل تسليم نہ پئي ڪيو ويو آهي. ان ئي سلسلي ۾ ترڪ ۽ نفس ڪُشي، تياڳ ۽ تپسيا بہ انساني ارادي يا مرضيءَ تي جبر جا ۽ آخر ۾ ان جي آڏو مڪتيءَ يا نجات جا پرڪشش ۽ ڪافي ڪجهہ سهل ۽ ڏيکاءَ وارا طريقا ئي پئي رهيا آهن.

پاپ ۽ پڇ. گناھہ ۽ ثواب جي ھن تخصيص ۽ ضبط و نظم کان.
بھرحال. انساني عقل کڏھن بہ پوريءَ طرح مطمئن نہ پئي ٿيو آھي. ۽ ان بابت سدائين ان جي آڏو وڏا وڏا سوال پئي اٿيا آھن. ۽ وقت جي قبوليل ۽ چالو اھڙن سچن مانداٽن کي ان وري وري ۽ يڪسر پئي عدوليو ۽ رد ڪيو آھي. ۽ ظاھريت کان باغي بڻجي ۽ "دستور" جا ليڪا ڊاھي، وڏي وات ائين پئي دانھيو ۽ پڪاريو آھي تہ:

"آھي "لَنديون" لک لھن، جي ڏين ڏيھاڻي ڏيھہ کي،
سي "سَتيون" ڪوھہ ڪجن، جي پنھنجو رکن پاڻ سين!"

ھندي ٻوليءَ جو ھيءُ عظيم ناول. "چترليکا" بہ اھڙيءَ ئي ھڪ دانھن، اھڙيءَ ئي ھڪ پڪار تي ٻڌل ناول آھي، جنھن جا ترجما دنيا جي ڪافي وڏين ٻولين ۾ ٿي چڪا آھن. اسان جي روشن ضمير ۽ سڄاڻ دوست، محترم رشيد ڀٽيءَ، ڏاڍيءَ محنت ۽ پوري سليقي سان ان جو ھيءُ سنڌي ترجمو ڪيو آھي. مون کي پڪ آھي تہ سنڌي ادب ۾ ھن ناول جو اضافو وڏو ھڪ قدم شماربو ۽ اسان جي اديب ۽ ادب دوست ساٿين لاءِ ان جو مطالعو بيحد دلچسپ ۽ مفيد ثابت ٿيندو.

- م . ا . ج
1983ع

# (20)

# ”انقلابن جي تاريخ“

## اين. ايم. راءِ

(سنڌي ترجمو: اَمانُ شيخ)

### مهاڳ

ايم اين راءِ * هندستان جو، دنيا جو ، هڪ بي مثل مفڪر ۽ انقلابي اڳواڻ ٿي گذريو آهي.

هو بنگال جي ڀهواڙيءَ جي هڪ مندر جي پروهت جو پٽ هو. سندس اصل نالو نريندرناٿ ڀٽ آچاريہ هو. سندس پيءُ ڪلڪتي جي ويجهو هڪ اسڪول ۾ سنسڪرت جو استاد هو. جنهن کان هن سنسڪرت جا سبق ورتا، ۽ عام اسڪولي تعليم پوري ڪرڻ کان پوءِ وڌيڪ تعليم لاءِ نئشنل ڪاليج ڪلڪتي ۾ داخل ٿيو. هن جي تعليم ان مرحلي کان اڳتي ڪانہ وڌي سگهي.

ڪانئس عمر ۾ ڪجهہ وڏي، هن جي اُنهن ڏينهن جي هڪ انقلابي ساٿيءَ (اي. ڪي. هنديءَ) پنهنجي ڪتاب ”هڪ شخص — جنهن اڳتي ڏنو ٿي.“** ۾ هن جي ننڍيءَ عمر جي اجهل قومي جذبي جو ذڪر ڪندي، لکيو آهي: ”نريندر

– بنهہ هڪ ڇوڪرو، مشڪل ڇوڏهن ورهين جو. پر چست ۽ سگهارو، انقلابي امنگ سان ٽمٽار – هڪ ننڍيءَ ڪوٺيءَ ۾ تڪو تڪو اسان وٽ لنگهي آيو. جتي اسين بنگال ۽ ملڪ جي بين حصن جي مسئلن تي پاڻ ۾ ڳالهائي رهيا هئاسين. اچڻ سان هن اسان سان ڳالهائڻ شروع ڪيو، ۽ پوءِ دشمن جي چنبي مان ملڪ کي آزاد ڪرڻ لاءِ هن پنهنجون ڪل-وقتي خدمتون اسان کي آڇيون. هن قسم کڻي چيو تہ جو ناممڪن هوندو ان جي بہ ڪرڻ لاءِ هو تيار هو – ڇو تہ ”هڪ انقلابيءَ لاءِ ڪجهہ بہ ناممڪن نہ هو“! پوءِ ٿورن ئي ڏينهن ۾ هو اسان سان اچي شامل ٿيو، ۽ تحريڪ لاءِ تمام گهڻو ڪم ڪيائين، ۽ هن اسان وٽ پاڻ کي اهڙين خوبين ۽ صلاحيتن جو مالڪ ثابت ڪيو، جيڪي وڏن اڳواڻن ۾ هونديون آهن.“*

ايم – اين – راءِ ڇاهٺ ورهيہ حياتيءَ جا (فيبروري 1887ع – جنوري 1954ع) ماڻيا، جن مان 16 ورهيہ (آگسٽ 1915ع کان وٺي، ) هو وطن کان

ٻاهر رهيو - ڪلُ وقتي طور عالمي انقلابي تحريڪن سان ڳنڍيل. پر هڪ ئي مقصد لاءِ تہ هندستان آزاد ٿئي ۽ ان جي صدين جي جمود ۾ هلچل ۽ انقلاب اچي، ۽ ان جا ماڻهو پنهنجي وطن ۾ اٿي بيهي. سڏا ٿي، ڪنڌ اوچا ڪري هلن ۽ پنهنجي حال جا ۽ پنهنجي مستقبل جا معمار ۽ مالڪ بڻجن.

ڊسمبر 1930ع ۾، لڪي لڪي، هو پنهنجي وطن موٽي آيو. پر سنن مهينن جي پر خطر روپوش زندگيءَ کان پوءِ جهلجي پيو. ۽ 1915ع کان اڳ جي دهشت پسند ڪارروائين جي ڏوهہ ۾ هن کي ٻارهن سالن جي جلاوطنيءَ جي سزا ملي، جا اپيل تي گهٽجي ڇهن سالن جي سخت پورهئي جي سزا ۾ تبديل ٿي.

ڪامريڊ راءِ اها سزا ڪاٽي، جڏهن ٻاهر نڪتو تڏهن جيل مان هن پاڻ سان رجسٽر سائيز جي هزار هزار صفحن جا نَوَ نوٽبڪ، ڳتيل اکرن ۾ سڄا لکيل، ٻاهر آندا. (جيل ۾ هڪ مهل ڪين اهڙي قسم جو هڪ ئي نوٽبڪ ملندو هو. پر ان جو هڪ ورق بہ ٻاهر موڪلڻ جي ڪين اجازت نہ هوندي هئي - لکجي پوري ٿيڻ کان پوءِ، ٻئي خالي نوٽبڪ وٺڻ لاءِ، پهرين اڳيون نوٽبڪ ڪين جيل سپرنٽينڊنٽ جي آفيس ۾ ڊپازٽ ڪرائڻو پوندو هو.)

نوَن نوٽبڪن جو هيءُ سڄو مواد انگريزيءَ ۾ لکيل هو. ۽ پوءِ ان جو ڪافي گهڻو حصو "رنيزانس پبلشرس" ۽ "انڊين رنيزانس انسٽيٽيوٽ" طرفان هينئين ڪتابن جي صورت ۾ شايع ٿيو - جيڪي ٻيئي ادارا جيل مان ٻاهر اينڊي ئي، "فڪر و عمل جي تحريڪ جي مرڪز" طور، قائم ڪيا هئائون:

(1) فسطائيت - ان جو فلسفو ۽ عمل.

(2) اسلام جو تاريخي ڪارنامو.

(3) عورتپڻي جو هندستاني آدرش.

(4) ماديت.

(5) ويهين صديءَ جا پاڪنڊ.

(6) علم ۽ اوهام.

(7)" ٻليءَ جون يادگيريون."

(8) عقل، رومانويت ۽ انقلاب، وغيره.

زير نظر ڪتابڇي، جو تعارفي مضمون، "ايم. اين. راءِ- پنهنجي نظر ۾ "، انهن ڪتابن مان ٽئين نمبر ڪتاب، "عورتپڻي جو هندستاني آدرش"، مان ڪنيل آهي - جنهن ۾ "متفرقہ ويچار" جي عنوان هيٺ سندن جيل جي ڏينهن جا قلمبند ٿيل اهڙا ٻيا بہ ڪيئي ذاتي نوع جا تاثرات شامل ٿيل آهن.

ڪامريڊ راءِ، نومبر 1936ع ۾ جيل کان ٻاهر ايندي ئي، انڊين نئشنل ڪانگريس سان شامل ٿيو – قومي آزاديءَ جي جدوجهد ۾، ۽ ان ۾ سرگرم حصو وٺڻ لڳو — ”انهيءَ پراڻيءَ جدوجهد ۾، جنهن جي پڄاڻي ڪانهي تان جو ڪاميابيءَ ۾ ان جي پڄاڻي ٿئي!“

پريس وارن ڪامريڊ راءِ تي پريس ڪانفرنس لاءِ زور رکيو، پر ان لاءِ معذرت ظاهر ڪندي، پاڻ مختصر پريس بيان پڌرو ڪيائين: ”هيءُ پهريون ڀيرو آهي، جو ويهن سالن کان پوءِ قانوني طور هندستان ۾ هندستان جي ماڻهن سان مخاطب ٿي رهيو آهيان. ائين ڪندي، مون کي ڏاڍي خوشي ٿئي ٿي. اسين سڀ سامراج جي ڏاڍ ۽ ظلم جا شڪار آهيون. منهنجو سيني پنهنجي مظلوم ڀائرن لاءِ پيغام هيءُ آهي: لکن ۾، ڪروڙن ۾، وڏي اچي نئشنل ڪانگريس جي جهنڊي هيٺان گڏ ٿيو. جمهوري آزاديءَ لاءِ وڙهندڙ منظم ۽ مضبوط فوج وانگر. هن جدوجهد ۾ اسان لاءِ نه رڳو پنهنجي مقصد جي تيز سڃاڻپ ضروري آهي، پر ان ۾ ڪاميابيءَ لاءِ اسان کي عمل جي صاف ۽ پختيءَ راهه جي به گهرج آهي. وڌيڪ آءٌ ائين به چوڻ مناسب ٿو سمجهان ته سوشلزم يا ڪميونزم- جيڪا هڪ ئي ڳالهه آهي- اسان جي اڄ جو مسئلو اهو نه آهي. سچا سوشلسٽ يا ڪميونسٽ ضرور اهو مڃيندا ته جيڪڏهن هندستان جي عوام جي نجات لاءِ جدوجهد ۾ هو ڪو حصو ادا ڪرڻ گهرن ٿا، ته ان لاءِ قومي نجات پهريون ۽ فوري ڏاڪو آهي. انهيءَ ڪري، سيني سامراج-مخالف قوتن کي جمهوري آزاديءَ جي نعري تي گڏ ٿيڻ گهرجي، جيڪا حاصل تڏهن ٿيندي جڏهن جمهوري حڪومت جمهور جي هٿن ۾ ايندي، عوام جي حڪومت عوام جي هٿن ۾ ايندي..... نئشنل ڪانگريس ان لاءِ اسان جو گڏيل پليٽفارم آهي.

”آءٌ هي سمورا سال ڪانگريس جو دستوري طور ميمبر نه رهيو آهيان، پر مون هميشه ڪانگريس جي مضبوطيءَ لاءِ ڪم ڪيو آهي - انهيءَ طرح، جو مون هر وقت ڪانگريس کي وڌيڪ عوامي بنائڻ ۽ وڌيڪ سرگرم بنائڻ پئي گهريو آهي، ۽ هاڻي پنهنجي ان دلي مقصد جي حاصلات جي آسانيءَ خاطر آءٌ دستوري طور به ڪانگريس جو ميمبر ٿيندس. مون کي هندستان جي ماڻهن کي ثابت ڪري ڏيکارڻ جو پڪو ارادو آهي ته ڪميونسٽ هندستان جي سياسي جسم ۾ ڌاريان عنصر نه آهن، پر اهي هن ڌرتيءَ جا سپوت آهن، جيڪي انڊين نئشنل ڪانگريس جي جهنڊي هيٺ قومي آزاديءَ جي فوج جي هراول دستي طور وڙهي رهيا آهن.

"پر ڇهه سال آءُ جيل جي اندر تمام مشڪل حالتن ۾ رهيو آهيان. ۽ منهنجي صحت بنهه ڊانوان ڊول آهي. جيتري قدر تي سگهندو، ايتري قدر آءُ پنهنجي صحت جي بحاليءَ ڏانهن ڌيان ڏيندس. ۽ آءُ سمجهان ٿو ته گهٽ ۾ گهٽ ڇهن مهينن تائين سياست ۾ ڪو سرگرم حصو وٺڻ مون لاءِ ممڪن نه ٿيندو. آءُ هن موقعي مان فائدو وٺندي، سڄي هندستان جي سيني ڪانگريس، ٽريڊ يونين ۽ هاري ورڪرن کي پنهنجا سلام موڪليان ٿو."

ٿوري ئي وقت کان پوءِ، جو ڪن حلقن طرفان ائين هل اٿاريو ويو ته ڪامريڊ راءِ جي ڪانگريس ۾ شامل ٿيڻ سان ڪانگريس "سرخ" بڻجي ويئي هئي، ڪامريڊ راءِ کي بيو هڪ مختصر بيان ڪڍڻو پيو، جنهن ۾ چيائين: "ڪانگريس ڪميونسٽ ڪانه ٿي بڻجي، پر پاڻ ڪميونسٽ هندستاني عوام جي آزاديءَ لاءِ اڻموٽ سپاهين طور، ڪانگريس ۾ شامل ٿي، ڪانگريسي بڻجي رهيا آهن. ذاتي طور آءُ، ڪانگريس سان هر ڳالهه ۾ متفق نه رهندي به سدائين ان جي حمايت ڪندو رهيو آهيان. البت، ملڪ کان ٻاهر رهڻ سبب آءُ هڪ دستوري ڪانگريسي ورڪر طور ڪم نه پئي ڪري سگهيس. هاڻي، جو آءُ ائين ڪري پيو سگهان، مون پنهنجي سياسي پوزيشن ۾ انهيءَ هڪ نوع جي تبديل آڻڻ جو فيصلو ڪيو آهي: وڏيڪ ڪانگريس کي، سواءِ جمهوري آزاديءَ جي، ٻئي ڪنهن به پروگرام جي قبولڻ يا پنهنجي ڪرڻ لاءِ چوڻ يا مجائڻ جو منهنجو ڪوبه ارادو ڪونهي."

انهيءَ ئي مهيني يعني نومبر 1936ع ۾، بريليءَ ۾ ڪانگريس جي سهاري هيٺ سڏايل سياسي ڪانفرنس جي موقعي تي، ڪامريڊ راءِ کي ڪانگريس ۾ شامل ڪيو ويو ۽ يو. پي. صوبائي ڪانگريس ڪاميٽيءَ ۽ آل انڊيا ڪانگريس ڪاميٽيءَ جو ميمبر به بڻايو ويو. ٻئي مهيني، هن ڪانگريس جي فيضپور سيشن ۾ حصو ورتو، ۽ اتي مهاتما گانڌيءَ سان سندس پهرين منهان منهن ملاقات ٿي. مهاتما گانڌيءَ ڪيس صحت جي بحاليءَ، آرام ۽ ملڪ جي حالات جي ڇپ ڇپات مطالعي جي صلاح ڏني. ڪامريڊ راءِ ساڻن ڪانگريس کي وڏيڪ سر گرم بنائڻ جي ڳالهه ڪئي، ته مهاتما گانڌيءَ ان لاءِ پنهنجي "تعميري پروگرام" (چرخي، اهنسا، عدم تعاون، وغيره) جو ذڪر ڪيو. مزدورن سان سندن فوري مطالبن جي جدوجهد ۾ رابطي لاءِ جڏهن ڪامريڊ راءِ چيو ته بنگال-ناگپور ريلوي مزدورن جي (اُن وقت) هلندڙ اسٽرائيڪ ۾ ڪين مدد ڏني وڃي، ته مهاتما گانڌيءَ همدرديءَ جو اظهار ڪندي چيو ته مسئلي جي پهريائين "پڇا ڳاڇا" ضروري هئي! ۽ آخر ۾

جڏهن مهاتما گانڌيءَ اتي پرارٿنا ۾ ساٿس شامل ٿيڻ لاءِ ڪيس چيو تڏهن ڪامريڊ راءِ پوري ادب ۽ فضيلت سان ان لاءِ ساٿن پنهنجي مجبوريءَ جو اظهار ڪيو. مهاتما سان هن پهرينءَ ئي گڏجاڻيءَ کان پوءِ ڪامريڊ راءِ جي دل تي سياسي طور جيڪا ڳالهه نقش ٿي، سا هيءَ هئي تہ ڪانگريس ۾ هڪ نئينءَ ۽ تازه دم اڳواڻپ جي اپارڻ جي تمام گهڻي ضرورت هئي.

پنجن مهينن کان پوءِ، اپريل 4، 1937ع تي، ڪامريڊ راءِ پنهنجي هفتيوار انگريزي اخبار "Independent India" ("خود مختار هندستان") جي نالي سان شروع ڪئي. اُن لاءِ ڪامريڊ راءِ ڏانهن پنڊت جواهر لعل نهروءَ، سباش چندر بوس ۽ ٻين پنهنجا پيغام ۽ پنهنجون نيڪ تمنائون موڪليون: مهاتما گانڌيءَ ان لاءِ ڏانهس پوسٽ ڪارڊ تي پنهنجو پيغام لکي موڪليو جنهن ۾ ڪيس "خاموش خدمت" جي صلاح ڏنائين. ڪامريڊ راءِ اخبار جي پهرينءَ اشاعت جي ادارتي نوٽ ۾ لکيو: "سياسي خود مختياري (Political independence) مقصد نہ پر مقصد جو ذريعو آهي، ۽ مقصد آهي تہ هندستاني سماج ۾ بنيادي اٿل پٿل آندي وڃي – جنهن کي جمهوري اٿل پٿل يا جمهوري "انقلاب" چئجي ٿو..... اُن انقلاب جي سياسي صورت هيءَ آهي تہ ماڻهو رياست جي اقتدار تي قابض ٿين، ڌارين توڙي ملڪين جي حڪومت جي جاءِ تي نمائنده حڪومت – يعني جمهوري حڪومت جمهور جي هٿن ۾، ماڻهن جي حڪومت ماڻهن جي هٿن ۾، قائم ڪئي وڃي. هندستان اڄ اهڙي "انقلاب" جو منتظر آهي...."

1938ع ۾ سباش چندر بوس ڪانگريس جو صدر چونڊيو ويو ۽ 1939ع لاءِ ٻيهر هو اميدوار بيٺو جنهن ۾ بہ هو ڪامياب ٿيو. پر مهاتما گانڌيءَ جي "دعائن" حاصل نہ هئڻ ۽ خود پنهنجي بہ ڪجهہ هڪ طرفيءَ انتها ڏانهن مائل رخ سبب، ڪانگريس جي قابض جهونيءَ اڳواڻپ جو ڪيس تعاون حاصل ٿي نہ سگهيو ۽ ڪيس ڪانگريس جي صدارت تان دستبردار ٿيڻو پيو. جنهن کان پوءِ (جون 1939ع ۾ ) هن ڪانگريس جي اندر پنهنجي ساٿين جو هڪ جدا گروپ "فارورڊ بلاڪ" جي نالي سان قائم ڪيو. ساڳين ئي ڏينهن (مئي 1939ع) ۾، ڪانگريس جي ان ئي قدامت پسند هڪ هٽيءَ واري سياسي ماحول ڏانهن رد عمل طور، ڪامريڊ ايم. اين. راءِ پڻ، ان ۾ ڪجهہ تازه دم فڪر ۽ عوام پسند نئينءَ اڳواڻپ لاءِ موقعي پيدا ڪرڻ جي ارادي سان پنهنجي همخيال ڪارڪنن جو هڪ گروپ قائم ڪيو، جنهن کي هن "ليگ آف ريڊيڪل ڪانگريس مين" سڏيو. ترت ئي، ٽن مهينن کان پوءِ (سيپٽمبر 1، 1939ع

تي.)يورپ ۾ ٻيءَ خونخوار عالمي جنگ جو آغاز ٿيو. ۽ وقت جي ان ذماڪيدار للڪار تي، پنهنجي پنهنجي نظرياتي بنياد تان. ڪانگريس جي اندر هنن ٽن ڌرين يا گروهن جنگ ڏانهن پنهنجا پنهنجا رخ اختيار ڪيا. سباش بوس ان کي سامراجي جنگ چيو. راءِ ان کي فسطائيت خلاف عالمي جمهوريت جي جنگ چيو. ۽ (انهيءَ ڪري هندستان لاءِ به) جمهوريت جي جنگ سڏيو. ۽ ڪانگريس، هندستان جي اپرندڙ حڪمران طبقي جي طاقتور ترجمان (طبقاتي مفاد پسند هڪ تنظيم) طور. ان ڏانهن دورخي رويو اختيار ڪيو. سباش چندر بوس جي رخ جي فڪر ۽ عمل جي ڪامل ناڪاميءَ کي ترت ئي دنيا ڏسي ورتو. ڪانگريس پنهنجي طاقتور حڪمران طبقائي تنظيم جي زور تي، ۽ زوال پذير برطانوي سامراج جي عين مرضيءَ سان، جنگ جي پڪل ميوي طور، هڪ طرح جي ڪاميابي ته حاصل ڪئي، پر ڪانگريس جي ان مصلحت باز عملي "ڪاميابيءَ" جا نتيجا سڄو برصغير هندستانُ پنهنجي پوءِ جي وجود ۾ آيل حالات جي صورت ۾ اڄ به ڀوڳي رهيو آهي. ۽ ڪامريڊ راءِ جو فڪري سڏ ته "قومي آزاديءَ کي مقصد نه پر مقصد جو هڪ لازمي وسيلو سمجهي، اصل مقصد جي حاصلات طور. هندستاني سماج ۾ بنيادي اٿل پٿل آندي وڃي - جنهن کي جمهوري اٿل يا جمهوري انقلاب چئجي ٿو........ جنهن جي سياسي صورت هيءَ هجي ته ماڻهو رياست جي اقتدار جا مالڪ بڻجن. ڌارين توڙي ملڪين جي حڪومت جي جاءِ تي نمائنده حڪومت يعني جمهور جي حڪومت جمهور جي هٿن ۾ (عوام جي حڪومت عوام جي هٿن ۾) قائم ٿئي!" — سڄي برصغير لاءِ اهو انقلابي سڏ اجا هڪ ڏورانهون سڏ ئي آهي — هندستان اُن "جمهوري انقلاب" جو اڄ به اهڙو ئي منتظر آهي جهڙو تڏهن هو — ڇو ته هندستان جي جمهور جو سياسي شعور، هندستان جي جمهور جي تنظيم، ۽ هندستان جي جمهور جي ڪامياب جدوجهد لاءِ عمل جي راهه اجا ايتري قدر تيز، پائدار ۽ وسيع، ۽ صاف نه آهن جيئن ڪامريڊ راءِ جي نظر ۾ انهن جو هئڻ ضروري هو. ۽ اڄ به اٿين آهي.

جمهوري آزاديءَ جي مقصد جي ان تيز سجاڳيءَ ۽ ان جي حاصلات لاءِ عمل جي ان صاف ۽ پختيءَ راهه جي ڳولا واسطي - جيڪي ئي ڪامريڊ راءِ جي سڄيءَ زندگيءَ جي عمل جا محبوب عنوان رهيا - مئي 1940 ۾ ڪامريڊ راءِ پنهنجي ساٿين، ليگ آف ريڊيڪل ڪارنگريس مين، جي هڪ سؤ مکيه ڪارڪنن کي دهرادون ۾ ٻن هفتن جي "تعليمي ڪئمپ" ۾ گڏ ڪيو. ۽ اتي سيني گڏجي تاريخ ۽ زندگيءَ، آزاديءَ ۽ انقلاب، جي هر مسئلي تي ڳالهه

بولهه ڪئي. ان ڪئمپ ۾ ڪامريڊ راءِ جيڪي مضمون پڙهيا ۽ ليڪچر ڏنا، سي هيٺين عنوانن سان پوءِ 1942ع ۾ پهريون ڀيرو "Scientific Politics" ("سائنسي سياسيات") جي نالي سان ڪتابي صورت ۾ شايع ٿيا:

(1) انقلابيءَ جو آدرش.

(2) سائنس، فلسفو ۽ سياست.

(3) ڪي بنيادي اصول – تنظيمي ۽ نظرياتي.

(4) ويهين صديءَ جو انقلابي ذهن.

(5) هندستان جي انقلاب جو مسئلو.

(6) انقلابن جي تاريخ (History of Revolutions) وغيره.

پوئين (نمبر6) عنوان تي ڪامريڊ راءِ پنهنجن ساٿين جي تعليمي ڪئمپ بدران دهرادون شهر جي سٽي هال ۾ هڪ پبلڪ ليڪچر ڏنو هو – سندن اهائي تقرير آهي، جيڪا زير نظر ڪتابچي جي متن طور اڄ سنڌي پڙهندڙن جي خدمت ۾ پيش ڪئي پيئي وڃي. ان جو اردو ترجمو "انقلاب ڪي تاريخ" جي نالي سان مڪتبهٔ اردو، لاهور، جي طرفان ڪجهه عرصو اڳ شايع ٿي چڪو آهي. هيءُ ان جو سنڌي متن ان اردو ترجمي جو ترجمو آهي – اميد ته لائق پڙهندڙ ان مان جوڳو فائدو وٺندا.

* منابندرا نات راءِ – آمريڪا جي اسٽئنفورڊ يونيورسٽيءَ جي ڪئمپس تي روپوشيءَ ۾ رهندي، جون 1916ع ۾ پاڻ ڏانهن سندس منسوب ڪيل انقلابي نالو، جيڪو ئي پوءِ آخر تائين هن جو نالو رهيو.

M.N: Roy, the Man who Looked Ahead**

– محمد ابراهيم جويو
1984ع

# (21)

# "نوجوانن ڏانهن"

(چوٿون ڇاپو)

## ٻه اکر

"آءٌ جڏهن ڪاليج ۾ پڙهندو هوس، تڏهن مون کي هڪڙي ڪنهن نيڪ شخص کان ڪامريڊ برڪت علي "آزاد" جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿيلُ روسي مصنف پرنس ڪروپاتڪن جو ڪتاب "نوجوانن ڏانهن" مليو. ننڍو ڪتاب هو. ان جا صفحائي ڪي پنجاهه کن هئا. پر ان جي پڙهڻ کان پوءِ منهنجو ذهن اُهو ساڳيو نه هو جهڙو پهرين اُهو هو. ان ۾ نوجوانن سان مخاطب ٿيندي، ڪين ٻڌايل هو ته هو ڊاڪٽر هجن، عالم يا سائنسدان هجن، وڪيل، انجنيئر، ماستر، آرٽسٽ يا ڪلاڪار، سياستدان يا ٻيا ڇا به هجن، پر جيسين سندن سماجُ بي انصافيءَ تي ٻڌل هوندو – جيئن هاڻي اُهو هو – تيستائين هو پنهنجي ڪم ۾ نه ڪهڙي آزادي، نه ڪهڙي ڪاميابي ۽ نه پوري خوشي ماڻي سگهندا: ۽ سماج جي اُها بي انصافي هيءَ هئي، جو اُن ۾ پورهئي، ۽ پورهئي جي ڦل جي ورڇ غلط هئي، جو ته ان ۾ جن پورهيو ڪيو ٿي اُهي اڻ هوند ۾ ورتل ۽ زندگيءَ جي اڪثر سک کان محروم هئا، ۽ جن پورهيو نٿي ڪيو يا رڳو نالي ماتر ٿي ڪيو اُهي هوند وارا به هئا، ۽ زندگيءَ جا اڪثر سک به انهن کي ميسر هئا!......"

هيءَ 1934ع جي ڳالهه آهي، جيڪا مون نوجوان شاعر، مختيار ملڪ، جي ڪتاب "تم تم تانداتا" جي مهاڳ ۾ لکي هئي، جيڪو ٻاراڻي شعر جو ڪتاب هُن ٻارن جي عالمي سال 1979ع لاءِ تخليق ڪيو هو، ۽ اسان جي "سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت" اُن سال اهو شايع ڪيو هو.

يعنيٰ 1934ع کان وٺي، جڏهن ڪامريڊ برڪت علي "آزاد" جو ترجمو ڪيل هيءَ ڪتاب "نوجوانن ڏانهن" مون پهريون ڀيرو پڙهيو هو، اڄ ڏينهن تائين اُن بابت منهنجو رايو ساڳيو اُهو ئي رهيو آهي، بلڪ 45 سال پوءِ "تم تم تانداتا" جي اُن مهاڳ ۾ هُن ڪتاب لاءِ مون وڌيڪ لکيو هو ته:

"اڄ ٻارن جي هن عالميَ سال 1979ع جي حوالي سان آءٌ سوچيان ٿو ته ڪاش! اُن ڪتاب ۾ نوجوان مائرن ۽ نوجوان پيئرن کي به اهو ٻڌايل هجي ها ته اهڙي بي انصافيءَ تي ٻيٺل سماج ۾ هو رڳو پنهنجي اولاد کي آزاد، پورو ۽ خوشيءَ ڀريل پيار به نٿي ڪري سگهيا: انهن جي سنڀال لهڻ ۽ پالڻيءَ لاءِ سوچڻ جي ڳالهه - انهيءَ درجي ۽ معيار تي جنهن لاءِ سندن خود پنهنجي هلندڙ

سماج ڪانئن تقاضا ڪئي ٿي — اُها تہ اجان ئي ڪيڏي نہ سندن پهچ ۽ لياقت کان ٻاهر ڳالهہ هئي!"

بهر حال، منهنجو هن ننڍڙي، مختصر ڪتاب لاءِ، جنهن کي سنڌيءَ ۾ سياسي فڪر ۽ اتساهہ جو آءٌ واقعي هڪ املهہ ڪتاب سمجهان ٿو، پوءِ بہ، پورو ويچاريل رايو هيءُ آهي تہ ان جو مطالعو جهڙو ان جي مخاطب نوجوانن جي ذهنن لاءِ انقلاب آفرين آهي، اهڙو ئي اُهو اسان وڏن لاءِ. استادن ۽ مائٽن لاءِ، سبق آموز ثابت ٿي سگهي ٿو، بشرطيڪ اسين هڪ ڀيرو پنهنجي خودپسند خيالن مان نڪري ۽ پنهنجي خسيس ۽ ڪل جهڙين ڏاهپن کي ڇڏي، همت ٻڌي، ان کي پڙهڻ لاءِ هٿ ۾ کڻون ۽ پڙهي پورو ڪريون.

ڪتاب جي زير نظر ڇاپي ۾ ڪامريڊ برڪت علي "آزاد" تفصيلي پيش لفظ ۽ مصنف جي سوانح عمريءَ جا طويل اضافا بہ ڪيا آهن، جن جي آءٌ گهڻو فائدي ۾ نہ هوس، جيتوڻيڪ انهن جي تعارفي ۽ توسيعي افاديت جو آءٌ معترف آهيان. بهرحال، لائق پڙهندڙن لاءِ نيڪ صلاح جا بہ لفظ هي ئي عرض ڪرڻا اٿم تہ هو پهريائين ڪتاب جو اصل متن پڙهن - هڪ ڀيرو، بہ ڀيرا، ٽي ڀيرا - ۽ پوءِ ان بابت انهن اضافي ۽ توسيعي شارحانہ تحريرن جي مطالعي مان لطف وٺن ۽ افادو ڪن: ڇو تہ اصل ڪتاب جي سڌي سادي علمي تاثر ۽ عملي دعوت ۽ سندن وچ ۾ اهي تفسيري ۽ تعبيري تحريرون جيترو گهٽ وٿي ٻڌجي بيهن اوتر چڱو. ڪتابَ جي مصنف، ڪروپاٽڪن، جي بہ اها ئي مراد معلوم ٿئي ٿي، ۽ اُن ڪري ئي پاڻ مصنف ان جي مهاڳ طور پڙهندڙن جي آڏو گهڻيءَ ڪنهن وضاحت کي بلڪل ضروري نہ سمجهيو هو.

اسان تي ڪامريڊ برڪت علي "آزاد" جي تهدل شڪر گذاري لازم آهي، جن اسان کي دنيا جي هن بي مثل ڪتاب سان ايڏي صاف، آسان ۽ سلوڻي سنڌي ترجمي جي صورت ۾ سڃاڻپ ڪرائي. مون کي ساڻن اُن جي ٽن اشاعتن ۾ شريڪ حال هجڻ جو شرف مليل آهي، اُها خوشي ۽ اُهو موقعو مان پنهنجي لاءِ وڏي عيوض ۽ مان جو باعث سمجهان ٿو. مون کي اميد آهي تہ انسان دوست سنڌي اديب ۽ ناشر هن ڪتاب کي ڪڏهن بہ سنڌي ڪتابي دنيا ۾ اڻ لڀ ٿيڻ نہ ڏيندا ۽، جيئن ڪامريڊ برڪت علي " آزاد" امنگ ڏيکاريو آهي، سدائين اُن کي مطبوعہ صورت ۾ ان جي شائقن لاءِ ڪتابي مارڪيٽ ۾ موجود رکڻ جو جتن ڪندا رهندا.

— **محمد ابراهيم جويو**

1985ع

# (22)

# "تنقيد نگاري – ارتقائي جائزو"

## بدر ابڙو

### تعارف

بدر ابڙي جو ڪتاب "تنقيد نگاري – ارتقائي جائزو" پنهنجو تعارف پاڻ آهي. ان جي پهرئين جملي کان ۽ پهرئين عنوان جي مضمون پڙهڻ سان ئي ڪتاب جي پهچ ۽ گهرائيءَ جو اندازو ٿي وڃي ٿو، ۽ دل ۾ زوردار اتساهه جاڳي ٿو ۽ اميد اڀري ٿي تہ اڳتي پڙهڻ سان ان مان ڪا املهہ ڳالهہ معلوم ٿيڻي آهي — ۽ ان جي تلاش ۾ پڙهندڙ پنهنجي من کي اڏمجندو. ڪتاب کي اڳتي ۽ اڳتي پڙهندو محسوس ڪري ٿو.

بدر ابڙي هيءُ ڪتاب جيل ۾ لکيو. پاڻ ٽي سال ۽ ڏهہ مهينا (4 – نومبر 1980 کان 29 آگسٽ 1984ع تائين) باندي رهيو. سينٽرل جيل ڪراچيءَ جي هڪ ئي ڪوليءَ ۾: مٿس الزام هو تہ هو بندش پيل ڪميونسٽ پارٽيءَ جي سربراهيءَ ۾ ۽ ان جي "زير زمين" اڳواڻ ڄام ساقيءَ جي زير ڪمان، حڪومت وقت جي بيخ ڪنيءَ جي ڪم ۾ مصروف هو. جيلن ۾ رهي، اسان جا بهادر جوان اهڙا سڀ – پَرئين سهٽا ۽ سالم ڪتاب لکي سگهن ٿا، ان دل افروز حقيقت مان اسين، انهن جا مائٽ، استاد، دوست ۽ ساٿي گهٽيئي سبق سکي سگهون ٿا— بهادر ٿيڻ جا، سچ سان سر لڳائڻ جا، انسانن سان قرب ۽ وفا جي نباهڻ جا، ۽ وڏي ڏک ۽ تڪليف ۾ پهاڙ بڻجي، هميشہ مٿي ۽ پري ڏسڻ جا.

هن ڪتاب جي لکڻ ۾ بدر کي جيڪا محنت ڪرڻي پيئي هوندي، ڪتابن جو جيڪو مطالعو ڪرڻو پيو هوندو ۽ جيتري من جي پيڙ پنهنجي سوچ کي يڪجا ۽ منهائتي ڪرڻ ۾ سهڻي پيئي هوندي، اهي ڳالهيون اسان مان اهي ئي ڪنهن حد تائين محسوس ڪري سگهندا، جن اهڙا ڪتاب رچيا هوندا، ۽ انهن لاءِ تياريون ڪيون هونديون ۽ اهي واقعي لکيا بہ هوندا.

بدر ابڙي جو هي پهريون ڪتاب آهي، ۽ اهو پاڻ ڏکين حالتن ۾ لکيو اٿن —— ان ڪري ان ۾ ڪي ضعف ۽ خال پوري ڌيان ۽ سوچ سان پڙهندڙن کي محسوس بہ ٿين، پر هڪ ڳالهيئن آهي هن ڪتاب جي قدر ۽ پسنديدگيءَ

لاءِ پاڻ مهميز جو ڪم ڏيندا. جو اُهي پڙهندڙن جو ذهن پاڻ ڏانهن ڇڪيندا. ڪين ويچار جو موقعو ڏيندا ۽ وڏيڪ تلاش ڏانهن مائل ڪندا.

انسان سماج ۾ جو رهڻ لڳو. ۽ گڏجي گذاري جا جتن ڪرڻ لڳو. ته ابتدا کان ئي هن کي "تور تڪ" سان منهن ڏيڻو پيو. تنقيد کان ڪم وٺڻو پيو — ڇا ۾ فائدو، ڇا ۾ نقصان. ۽ اُن حوالي سان ڇا پلو ڇا برو. ڪيترو هي ڪيترو هو. وڏ ۽ گهٽ — ۽ ائين انسانن بابت ۽ شين بابت هن کي فيصلا ڪرڻا پيا. ۽ اُن سڀ لاءِ هن کي، پنهنجي تجربي ۽ ڄاڻ مطابق وزن، ماپا ۽ قدر ناهڻا پيا. جن جي آڌار تي هن کي پنهنجي رهت کي، چال چلت کي، ڪنهن پورائي ۾، ڪنهن قدر ۽ وزن ۾، رکڻو تي پيو. اِهو پنهنجي عمل کي — پنهنجي انفرادي توڙي سماجي عمل کي - پورائي ۾ رکڻ، وزن ۽ اعتدال ۾ رکڻ، جو شرط، يا اُن جي ڳالهه. هڪڙي ڪنهن شخص اڄ، يا ڪي چند سؤ سال اڳ ڪنهن هڪ مذهب يا دين ئي رکيو. ڪانه ڪئي — ۽ رکيو ڪري ئي ڪانه ڇڏي: پر اول کان سماج ۾ انساني زندگيءَ جي فروغ لاءِ اهو شرط لازمي ۽ اٽل هو — ۽ جيئڻ لاءِ توازن جي، اعتدال جي، اُن شرط جي تلاش ۽ اُن سان نباهه جي ڪوشش سماج ۾ رهندڙ انسان شروع کان ۽ لڳاتار بدلجندڙ حالت ۾ ڪندو پئي آيو آهي، ۽ اڄ به هن جي اها تلاش ۽ اها ڪوشش ائين جاري آهي جيئن پهرين انسانن کي اُها درپيش هئي.

تحرڪ ۽ تبديل جي هوڏي ۽ اورچ موجودگيءَ ۾ زندگيءَ جي گهربل توازن يا اعتدال جي نوعيت به بدلجندي ۽ بلند ٿيندي رهي آهي، ۽ اُن جا قدر ۽ ماپا به بدلبا ۽ بهتر کان بهتر ٿيندا رهيا آهن. زندگيءَ جي هر ڪم، هر سلسلي، هر انتظام جي اصول ۽ فلسفي جي تاريخ ۾ اسان کي انساني قدرن جي انهيءَ ارتقا جا عڪس ۽ نشان موجود ملن ٿا —— مذهب جي فلسفي ۾، سياست جي فلسفي ۾، ثقافت جي فلسفي ۾، ۽ ائين تاريخ، تعليم، فنون لطيف (ادب وغيره) جي، ۽ بين سلسلن جي فلسفن ۾. تنقيد، جيڪا پڻ هڪ "فلسفو" آهي، جنهن جو پڻ هڪ فلسفو آهي، ۽ تنقيد نگاري يعني اُن جو عمل، فلسفن جو فلسفو آهي— خود فلسفي جو به. ڇو ته جيڪو به فلسفو، جنهن به سلسلي جو فلسفو، تنقيد جي عمل کان، "تور تڪ" جي عمل کان، پاڻ کي بالاتر تو سمجهي . اُهو وقت کان ويل ۽ مئل فلسفو آهي — ۽ ڪيتريءَ به پنهنجي پرستاريءَ ۽ خودثنائيءَ ۾ اهو محو هجي، اُن جو اُهو "پڃرو" پوءِ رڳو تاريخ جي مسترد ڍيرن مان ڪنهن ڍير جي ئي حوالي ٿيڻ لاءِ هوندو آهي.

ائين جيتوڻيڪ تنقيد پاڻ به فلسفو آهي، بلڪ فلسفن جو فلسفو آهي، ۽ اُن

جي عمل کان ڪوبہ فلسفو ٻاهر نہ آهي. پر ڪافي زماني کان، تنقيد جو دخل، هڪ خاص علمي ضابطي طور، فنون لطيف تائين محدود ۽ فنون لطيف لاءِ ئي مخصوص رهندو پئي آيو آهي: ايتري قدر، جو خود تنقيد تي —— ان جي اصولن تي، فلسفي تي —— تنقيد ٿئي ٿي. تہ بہ خاص فنون لطيف جي حوالي سان ٿئي ٿي: ۽ اهو انهيءَ ڪري آهي. جو فنون لطيف ئي خصوصي طور انساني رهت ۾ انساني قدرن ۽ ماپن جي حيثيت جي اپٽار جا واهڻ ۽ ذريعا آهن — انهن جي سچ ۽ ڪوڙ، مهل ۽ ڪمهل، اصل ۽ ظاهر، ڪار آمد ۽ بيڪار هجڻ وغيره جي اپٽار جا. اُن ڪان بہ وڌيڪ خصوصي طور، تنقيد کي ، گهڻي وقت کان ۽ عام طرح، رڳو ادبي تنقيد تائين ئي محدود رکيو ويو آهي — بلڪ خود تنقيد کي بہ ادب (عاليہ) جي ئي مد ۾ شماريو ويو آهي — اهو وڌيڪ انهيءَ سبب ڪري بہ، جو ادب ۽ تنقيد ٻنهي جي بيان ۽ اظهار جي پوشاڪ هڪ ئي آهي، يعني ٻولي، ۽ اهائي انساني خيالن جي ترتيب ۽ ڏي وٺ جو پڌرو ۽ واحد وسيلو آهي. ائين بدر ابڙي جو زير نظر ڪتاب "تنقيد نگاري، ارتقائي جائزو"، واجبي طور، در اصل ادبي تنقيد نگاري يعني ادبي تنقيد ۽ ان جي عمل جو ئي ارتقائي جائزو آهي.

فنون لطيف، يا رڳو ادبَ بہ پنهنجي پنهنجي صنفن ۾، زندگيءَ جي رهت جا ئي صورت گر هجن ٿا —— انهيءَ ڪري اُهي زندگيءَ جي قدرن جي سماجي حيثيت لاءِ آئيني جو ڪم ڏين ٿا. بلڪ پنهنجي انهيءَ ڪارج سبب فنون لطيف، يا رڳو ادب، جو ڪم ئي انساني قدرن جي روشنيءَ ۾ انساني رهت جي تور تڪ آهي. اهڙيءَ طرح تنقيد جو ڪم بہ هڪ ئي آهي —— ۽ اهو وري، اُن جي ابتڙ، انساني رهت جي روشنيءَ ۾ ادبي ڪاوش ۽ پيشڪش جي تورتڪ ڪرڻ آهي. انهيءَ طرح (ادبي) تنقيد سڄيءَ انساني رهت ۽ ان جي هر (انفرادي توڙي اجمتاعي) ڪردار جي تورتڪ ڪرڻ جو اختيار بہ رکي ٿي ۽ اُن لاءِ هردم موقعي جي تلاش ۾ رهي ٿي —— ۽ ائين اُها سماجي صورتحال جي ڪٿ ماپ ، پردي کول ۽ ان بابت "رد ۽ قبول". يعني اُن جي اصلاح ۽ تبديل لاءِ هڪ آزمايل اوڙ – گس ۽ اٹل هٿيار تسليم ٿيل آهي.

انهيءَ ڪري تنقيد ڇا آهي، ڇا رهي آهي، تنقيد نگاريءَ ۾ ڇا ٿو ٿئي، ڇا ٿيندو آيو آهي، ۽ اُها پنهنجي اصول ۽ عمل ۾ ڪيئن آزاد اڳتي وڌندي رهي آهي، ۽ ڪيئن ۽ ڪٿي گهُٽجي، ٻتال ٿي آهي ۽ ان جا فيصلا بجاءِ انساني ترقيءَ ۽ نجابت جي انساني زوال ۽ نحوست جا سبب بڻيا آهن — ائين ان جي تاريخ جو مطالعو ڪرڻ ۽ انسانيت جي ارتقا ۾ ان جي عملڪاريءَ

کان واقف ٿيڻ اعليٰ انساني تربيت ۽ ترقيءَ جي راهه ۾ وڏيڪ پيشقدميءَ لاءِ هڪ بيحد اهم ۽ اٽل ضرورت جي ڳالهه آهي.

جديد دؤر جي استاد هجڻ جو جيڪو حق ۽ شرف دستوري تاريخ جي هتان يورپ کي مليل آهي، اَن جي ناتي، ادبي تنقيد نگاريءَ جي رسمي ابتدا بہ، بين تقريبَن سيني علمن جي اَهڙيءَ ابتدا وانگر، يونان کان ٿيل ڏسي وڃي ٿي، ۽ زير نظر ڪتاب ۾ بہ، سَنَدَ سان ان جا پهريان استاد سقراط (وفات 399 ق م)، افلاطون (وفات 347 ق م) ۽ ارسطو (وفات 322 ق م) ڇيا ويا آهن، ۽ پوءِ ان جا سڀ ارتقائي دؤر يورپ ئي جي حوالي سان بيان ڪيا ويا آهن. ۽ اسان جو واقعي يونان کي ۽ يونان جي هنن امر استادن ۽، پنهنجيءَ جاءِ تي، يورپ جي بين عالمن ۽ لاثاني مفڪرن کي سلام آهي. پر وقت آهي، جو اسين مغرب جي ان فوقيت واريءَ حيثيت جو اَن جي رهت ۾ اظهار ڏسون ۽ اَنهيءَ روشنيءَ ۾ اَن جي زير تعميل قدرن جي تور تڪ ڪيون — ورنہ اَهو گذريل تقريبن پنج سؤ سالن کان باقيءَ سڄيءَ دنيا کي علم ۽ هنرڪاريءَ (Science and Technology) جي برتريءَ، بلڪ هٺيءَ تي آڏاريل پنهنجي سامراجيت جي ڇڪيءَ ۾ پيڙيندو، ڪائيندو ۽ هضم ڪندو رهيو آهي، اَن کان ڇوٽڪاري جي منزل طرف پوئتي رهجي ويل مشرق کي پوري ڪنهن اثرائتي پهرئين قدم کڻڻ ۾ بہ ڪافي دير لڳي ويندي ۽ وڏي ڪا طويل مدت اڃا بہ اسان جي پراڻيءَ دنيا کي انهيءَ نئينءَ دنيا جي تابعداريءَ ۽ غلاميءَ ۾ ڪاٺي پوندي.

ان سلسلي ۾، اسان کي پنهنجي سنڌ ۽ هند جي قديم علمي ۽ هنرڪاري حيثيت جو جائزو بہ وٺڻو پوندو — خاص طور سنڌ ۽ هند جي قبل از اسلام بلڪ قديم يونان جي همعصر ۽ ان کان بہ گهڻي اڳ (قبل از آريہ دؤر ۽ ان کان پوءِ ويدڪ دؤر: 15 کان 5 صدي ق م) جي علمي ۽ هنرڪاري حاصلات کي ڏسڻو پوندو ۽ ان جي تور تڪ ڪرڻي پوندي — تہ آخر ڪيئن ۽ ڪٿي اسان جا قدر ناڪام ۽ فيصلا بتال ٿيا، جو ڄاڻ ۽ هنر ڪاريءَ جي راهه ۾ پراڻيءَ دنيا جي اَنهيءَ پهرينءَ پيشقدميءَ ۾ اسان جا ايڏا اهم ۽ اَڳرا قدم کنيل هئا، ۽ پڻ قديم يونان جي سڄي رڪارڊ ٿيل علم ۽ هنر جيترو ۽ اَن کان بہ وڌ علم ۽ هنر اسان وٽ موجود هو — بلڪ يونان جو گهڻي قدر اهو علم ۽ هنر تحقيق نگارن جي هڪ ڇوڻ موجب، هتان اسان وٽان ئي نيلُ هو — تہ بہ اسان جي پنهنجي رهت ۾ پوءِ اسان جا اَهي ئي قدر ۽ اَهي ئي سوچ جا فيصلا اسان جي وڏيڪ ترقيءَ ۽ سک لاءِ اسان جي پيش نما بَڻجي رهڻ بدران اسان جي هيٺري زوال ۽ ڏک جا سبب بڻجي ويا، جو ڪِرندا ڪِرندا، نيٺ مغرب جا

اڄ اسين ايڏا ٻانهن ٻڌا نفر ٻڻيا بيٺا آهيون، جو ان جي بني آدم– وروڌي سامراج جي توتارن تي احمقن وانگر نچي وهيا آهيون — تہ جيئن اُهو سامراج بچي، ۽ ان جو نجي پُونجيءَ ۽ ملڪيت وارو حيواني مقابلہ آرائيءَ وارو نظام بَچي، جنهن جا اسين پاڻ بہ شڪار آهيون! —— ۽ اُهو سڀ رڳو ان ڪري جو ان سان اسان جي ڪن نجي ملڪيت وارن جون نجي املاڪون بچن ٿيون! —— ۽ اُهي ئي اسان جا پونجي – پتي ۽ ملڪيتدار طبقا اُنهيءَ ئي سبب، پنهنجن انهن مغربي آقائن جي اثر ۽ اشاري هيٺ پنهنجي پست پئجي ويل رهت جي مدي خارج (Out of date) ۽ زواليل (Decadent) انساني قدرن تي اسان جي عصري تنقيد جي سچائيءَ کي گهٽيو ۽ ٻوساٽيو ۽ انهن بابت اسان جي فيصلن کي ٻي ساهو ۽ ٻتال ڪيو بيٺا آهن!

انساني رهت جا قدر، پنهنجي پنهنجي دور جي حوالي سان سائنسي، ترقي پسند ۽ انقلاب آفرين بہ ٿين ٿا، ۽ غير سائنسي، رجعت پسند ۽ زوال پذير بہ. انساني دنيا ۾ پهريائين مشرق بربريت يا جهنگلي پڻي (The hunter- gatherer Society) مان ٻاهر نڪري تهذيب جي طويل راهہ تي قدم رکيا، ۽ انهيءَ اوليت ۾ سنڌو تهذيب اڳري بہ هئي — ڪيئي هزار سال نہ تہ ڪيئي صديون اڳري. اڳتي وڏي غلاميءَ جي دؤر مان پار پَئي —— جنهن دؤر ۾ يورپ جو يونان بہ اُن سان اڇي همقدم ٿيو هو —— جاگيرداري دور ۾ مشرق جڏهن پير پاتو، جنهن کي ڪي "انسانيات" جا ماهر "ڌنارڪو– زرعي دور" (Pastoral Agricultural Age) بہ چون ٿا (انهن مان ٻنهہ هاڻوڪي هڪ عالم جي چوڻ موجب پاڪستان جو ڪثير علائقو —— "Most of Pakistan" —— اڄ بہ گذري رهيو آهي)، تہ تهذيب جي اُنهيءَ ڌنارڪي–زرعي ڏيڻ ۾ اسين ڦاسي پياسين، ۽ يورپ اڳتي وڏي صنعتي دور ۾ ۽ ان جي بُورجوئا (درميانہ طبقائي) جمهوري رهت ۾ داخل ٿيو، ۽ پنهنجي برتر ڄاڻ ۽ هنرڪاريءَ مان طاقت جو ڪم وٺندي، اسان تي ڇانئجي ويو، ۽ اڃا تائين اسين ان جي سامراجيت جي ڄار ۾ ڦاٿا، اڌ مئا ۽ اڌ جيئرا ساهہ کڻي رهيا آهيون. ۽ ان وچ ۾ دنيا جو ڪافي هڪ نمايان حصو تمام وڏو هڪ قدم اڳتي کڻي، اعلىٰ صنعتي دور ۾، ۽ ان جي عوامي جمهوري رهت ۾، داخل ٿي چڪو آهي، جيڪا رهت ۽ جنهن جا سيڪيولرسٽ سوشلسٽ (دنيائي اشتراڪي) قدر اڄ دنيا جي پوئتي رهجي ويل غلام ۽ محتاج سماجن لاءِ انقلاب جو سڏ ۽ چوٽڪاري جي واٽ ثابت ٿي رهيا آهن.

پر تمام گهڻي ڏک جي ڳالهہ آهي، جو اُهوئي مغرب جيتوڻيڪ ساڳئي ان اعليٰ صنعتي دور ۾ شامل بہ آهي، بلڪ هڪ طرح ان ۾ پيش پيش ٿي آهي، پر ان جي رهت جا قدر ان اڳيري دور پٽاندر سيڪيولرسٽ سوشلسٽ نہ پر اُهي ئي ان جي اڳئين صنعتي دؤر جي بُورجوائي جمهوري رهت جا سيڪيولرسٽ ڪئپيٽلسٽ ۽ امپيرئلسٽ (دنيائي سرمايہ دوست ۽ سامراجي) قدر آهن — ۽ اهو هڪ وڏو المناڪ تضاد آهي. جنهن ۾ "مغرب" اڄ ورتل آهي، ۽ سڄو اُهو پاڻ ۽ اُن جي زير حڪم ۽ زير اثر جديد نوآباديات بہ ڪافي وڏي دنيا ان اعليٰ جاڻ ۽ هنر ڪاريءَ ۽ ادنيٰ رهت جي ادنيٰ قدرن واري تضاد جا زهريلا نتيجا ڀوڳي رهي آهي، ۽ اُن جي ائٽمي هنر ڪاريءَ جي قيامت خيز جنگي ممڪنات جي خوف ۾ سوشلسٽ دنيا سميت ڪل انساني دنيا ۽ خود ان مغرب جو پنهنجو بہ اڄ پورو ساهہ مٺ ۾ آهي.

مغربي سامراج جي مفادي تفاضائن جي نتيجي ۾. برصغير هند ۽ سنڌ ڪي، دنيا ۾ سامراج جي بين بيٺڪي ملڪن وانگر، ڦرجڻو ۽ ڊانوان ڊول ٿيڻو ئي هو: ۽ ائين اُن قابض سامراج اسان کي صنعتي دور ۾ بہ تہ ڪنهن پوري ڊنگ سان پير وجهڻ نہ ڏنو — ان کان وڏي اعليٰ صنعتي دور تائين. اهڙين حالتن ۾ اسان جي پهچڻ جو خواب تہ اڃا خواب ئي رهڻو آهي — پر اِن سامراج اُن سڄيءَ طويل مدت ۾، ويندي اڄ تائين بہ. اسان جي ڏيهي "حڪمرانن" ۽ "وڏ گهراڻن" لاءِ پنهنجي مڪاني منصب جي حفاظت جو بيو ڪو رستو بہ باقي ڪونہ ڇڏيو سواءِ اُن جي تہ هو پنهنجي اُن پست حاليءَ جي پت رکڻ لاءِ پنهنجي ڏناڪي–زرعيّ دور جي قبائلي رهت ۽ ان جي فوق الفطري ۽ فوق البشري آمرانہ قدرن جي چڪ مهٽ ڪندا رهن. اُنهن کي بہ صنعتي دور جي قدرن جهڙا بلڪ اُن کان بہ اڳيري صنعتي دور جي قدرن يعني سوشلسٽ قدرن کان بہ برتر قدر ثابت ڪن. ۽ عوام جي شعور کي دونهائڻ ۽ دبڙائڻ لاءِ انهن پنهنجي ديومالائي (Mythological)، فوق طبعي (Meta- physical) ۽ افلاڪي (Theo- logical) قدرن جي ابديت ۽ ازليت جون وڏي جوش خروش سان دعوائون ڪندا رهن — ۽ سڄين سندن ازلِيت ۽ ابديت جي انهن دعوائن جو اصل آڌار ڇا تي؟ - هن ڳالهہ تي تہ "انسان پنهنجي هستيءَ ۾ ڪجهہ نہ هو، پر غيب پنهنجي "هستيءَ" ۾ سڀڪجهہ هو"، ۽ مقصد ڇا؟ —— هيءُ تہ "ڏناڪو–زرعي سماج جيئن هو تيئن غيب جي منشا موافق هو، ۽ اُهو ائين رهڻو هو." هند ۽ سنڌ ۾ مغربي سامراج جي تسلط جو سڄو دور اسان وٽ بس اِنهيءَ قسم جي ذهني ڪيفيت ۾ گذريو ۽ اڃا بہ گذري رهيو آهي — اسان

جي سڀني قابل قبول ۽ "قانوني" سياست، سڄو معاشرو ۽ سڀ اسان جا ڪم ۽ سلسلا، تعليم جا، اقتصاديات جا ۽ (ادب سميت) سڀئي فنون لطيف جا انهن ڏنارڪي – زرعي دور جي اهڙن قدرن جا آئينه دار رهيا آهن – يعني ڦري گهري انهن جا تعريفي ۽ پير جهلائو. صنعتي دور ۽ ان جي بُورجوائي جمهوري رهت جا، اعليٰ صنعتي دور ۽ ان جي عوامي جمهوري رهت جا سائنسي، ترقي پسند ۽ انقلاب آفرين قدر اُن وچ ۾ رڳو لڪي لڪي، ڊڄي، بيان ٿيندا رهيا آهن — سزائن هيٺ، قيد ۽ بند ۾، ڏنڊن پرينديءَ، ڦٽڪن سهندي ۽ ڦاهين تي چڙهندي. بدر ابڙي پنهنجي ڪتاب "تنقيدنگاري، ارتقائي جائزو" ۾ انهن باغي، انقلاب آفرين ماڻهن ۽ قدرن جو به ذڪر ڪيو آهي — "سوشلسٽ ريئلزم" جي عنوان هيٺ، ۽ انهن جي روشنيءَ ۾ پيڇاڙيءَ ۾ اسان جي ڪلاسيڪي ادب جي عظيم، لافاني شاعر، لطيف سائينءَ، جي فڪر جي تور تڪ پيش ڪرڻ جي به حوصله مند ڪوشش ڪئي اٿن.

ادبي تنقيد جو هيءُ مختصر پر ملهائتو ڪتاب، جنهن ڪي تنقيدي اصولن ۽ تورتڪ جي قدرن ۽ انهن جي ارتقا جو نچوڙ ڇنڊي، ڇَٽَ ڇڻي، بدر ابڙي ڪال ڪونڙيءَ مان اسان لاءِ انهن سمورن امنگن ۽ ان سڄي علمي احساس ۽ شعور سان لکيو آهي، جيڪو انساني سماجي زندگيءَ جي سڄيءَ تاريخي ارتقا ۾ موجود آهي. مون کي اميد آهي ته اسين ان جا پڙهندڙ ان جو پورو مطالعو ۽ ان تي ويچار به اهڙي ئي جذبي ۽ امنگ سان ۽ اهڙو ئي سجاڳ شعور دل ۾ رکي ڪنداسين — ۽ پوءِ ئي اسين اِن مان اها روشني ۽ اهو لاڀ پائي سگهنداسين، جيڪو ان جي نيڪدل سڀاجهي لکيڪ اسان کي ڏيڻ گهريو آهي.

* بي. اي. جيدي، "ڊان"، 20 سيپٽمبر، 1985ع – تاريخ جي جڳن ۾ پيريءَ جو مسئلو".

– محمد ابراهيم جويو
1985ع

# (23)

# ”اباڻي اڪبر“

(شاعري)

## نرنجن دوداڻي

### تعارف

اسان سنڌين جي گھرن ۾ ۽ اوطاقن ۾ ۽ اسان جي هردي جي تارن ۾، مارئيءَ جو قصو، مارئيءَ جو سرود، تمام گهڻو ٻـُري ٿو، ۽ ڳائجي ٿو، ۽ پچارجي ٿو. ڀاءُ نرنجن دوداڻيءَ جا ٿورا مان ڪهڙن لفظن سان مڃان، جو ڏيساور تان پاڻ پنهنجي ڪوتا ”اباڻي اڪبر“ جي نالي واري، مون ڏانهن موڪليائون — پڙهڻ لاءِ، ۽ موٽ ۾ ان بابت ڪجھ چوڻ لاءِ.

پهريون ڪم، جو مون ڪيو، سو هيءُ تہ ڀاءُ نرنجن جي ڪوتا پاڻ پڙهيم، ۽ پوءِ ان جو هڪڙو نقل محترم دوست ڊاڪٽر الهداد ”عاصم“ کي پڙهڻ لاءِ ڏنم، جن کي آءُ سنڌي ادب جو هڪ سڄاڻ پارکو سمجهان ٿو، ۽ ٻيو محترم دوست عبدالقيوم ”صائب“ کي ڏسڻ لاءِ ڏنم، جن کي آءُ سنڌي شعر جي علم عروض جي ڄاڻن مان مڃان ٿو. ٻنهي مهربانن جا تاثر، جيڪي منهنجي ويچار ۾ وڏيءَ ڳالھ وارا آهن، لائق پڙهندڙ هن منهنجيءَ گذارش کان پوءِ پاڻ پڙهندا، ۽ ڀاءُ نرنجن جي رچنا بابت پنهنجي راءِ قائم ڪندا، — وڌيڪ اُن لاءِ ڪجھ چئي، آءُ رڳو پڙهندڙن کي ڪجھ گهڙيون هن سندس درديلي آواز کي پڙهڻ، ۽ ڪنين ٻڌڻ، کان پري ٿي رکي سگهيس ٿي، جا مناسب ڳالھ نہ هئي: پر عزيز دوست الهداد پنهنجي تبصري جي آخر ۾، پنهنجي هڪ دلبند ادا سان ”پيار ۾ شرڪت“ لاءِ چئي، مون لاءِ پوئتي رهڻ جي ڳالھ بہ ڪانہ ڇڏي آهي. پڙهندڙن کي، بهرحال، هن جاءِ تي، آءُ اهائي منٿ ڪندس تہ وڌيڪ هن گذارش کي پڙهڻ هتي بند ڪري، پهرين ڊاڪٽر الهداد جو تبصرو ۽ جناب ”صائب“ جو مطالعو پڙهن، ۽ پوءِ ڀاءُ نرنجن جي ڪوتا سچي پڙهي وڃن، ۽ اُن جو ”سوز ۽ سرور“ محسوس ڪن، جا ئي ان جي وڏي وٿ آهي — ۽ ان کان پوءِ، جي دل ۾ اچين، تہ رهيل منهنجي هيءَ گذارش بہ پڙهڻ جي تڪليف وٺن.

(2)

آءٌ "اباڻي اڪير" جي ورجيس کي انگريزيءَ جي لفظ Patriotismسان تعبير ڪريان ٿو. جنهن جو مول اندو يورپي ٻولين جي Pater (پدر. Father. پتا. پيءُ وغيره) مان آهي. جنهن مان Patrios (اباڻو) ۽ Patriot ("جيڪو پنهنجي اباڻيءَ ڌرتي کي بچائي ٿو يا ان جي حقن جو ۽ آزاديءَ جو پر جوش محافظ آهي"). ۽ ٻيا ڪيئي ان سلسلي جا لفظ جڙيا آهن.

دادا چينمل پرسرام ڪان برطانوي سامراج ڪان آزاديءَ جي جدوجهد دوران اڪثر ائين چوندي مون ٻڌو هو ته "ماتر-ڀومي‌ءَ جي آزاديءَ جي تحريڪ ۾ اسان جو سنڌي هاري ڪيئن ڪو جوش ڏيکاري ٿو سگهي. جڏهن ماءُ هن جي پنهنجي ئي گهر ۾ نظربندياڻي آهي ۽ ڀومي (زمين) هن جي زميندار جي قبضي ۾ يا شاهوڪار وٽ گروي آهي!" اهڙيءَ ئي ساڳيءَ طرح. انهن ئي ڏينهن ۾. لوڪمانيه تلڪ. جيڪو وطن جي عام ماڻهن لاءِ آزاديءَ جو گهوريو هو. جڏهن اصلاح پسند يا سڌارڪ اڳواڻن ڪان هيءُ نعرو ٻڌو ته "سماجي سڌارا پهرين. سوراج (آزادي) پوءِ!" — تڏهن چيو هئائين ته عام طور سماجي سڌارا معنيٰ گهرو سڌارا: "اوهين پلي. جيئن اوهين چئوٿا. گهرو سڌارن جا دهل وڄايو. پر انهن کي اوهين چا ڏيندا جيڪي ٻي گهر آهن! پهرين ماڻهن کي گهر ڏيو. پوءِ انهن کي گهر جي سڌاري لاءِ چئو!"

ننڍي هوندي جي هڪڙي ڳالهه مون کي سڄي عمر هُرندي رهي آهي. پنهنجي غريب امڙ قائمان جي: سدائين هوءَ جڏهن سيبي جي ٽيٽي پاسي ۾ رکي. سئي ڌاڳو هٿ ۾ ڪٽي. ڪپڙو جوٽن ۾ جهلي. سبڻ ويهندي هئي ته جهيل سان ۽ ڌاڍي مني. شفاف آواز سان جهونگاريندي هئي — "منن مارن کي ڏني ڏينهن ٿيا. سکين سانگين کي ڏني ڏينهن ٿيا.... گذري ورهيه ويا ....—" ۽ پيئي وڃهلندي هئي. ۽ مان مٿس پرُ ڏيئي آلين اکين سان. ور ور. ڏانهنس وينو ڏسندو هوس. امڙ منهنجي. مان ٻنهه ننڍو هوس — ٻن اڍائن سالن جو ئي ـــ ته منهنجي پيءُ جي اوچتي فوت ٿي وڃڻ ڪان پوءِ. عدت جي پوري تيندي ئي. زوريءَ نڪاحجي. اسان جي ئي ويڙهي ۾. هڪڙي ٻئي گهر اماڻي ويئي هئي.

هن اتي وڃڻ نٿي گهريو. ۽ جو دم جيئري هئي. واجهائيندي رهي. واجهائيندي رهي — "پنهنجي" اسان جي گهر لاءِ جتي آءٌ ڄائو هوس. ۽ پنهنجي "اباڻي" گهر لاءِ جتي سندس بيواهي پوڙهي ماءُ. منهنجي پورهيت ناني سعيدان. هيڪلي ۽ بيحد سقيم حالت ۾ رهندي هئي.

ابتدائي انساني سماج جي ماتائي (Matri-archal) دؤر جا "گهر" لاءِ، "جُوءِ" لاءِ، "وطن" لاءِ يادگار لفظ اسان وٽ "ڌرتي ماتا"، "ماتر ڀومي"، Mother land، آهن. ۽ پوءِ جڏهن سماج پتائي (Patri- archal) دؤر ۾ داخل ٿيا، تڏهن ٻولين ۾ "آبائي ملڪ" "ملڪ اباڻو"، "ڏيهہ ڏاڏاڻو" وغيره جا اصطلاح رائج ٿيا. ماتائي سماج ۾ مرد بہ غلام ڪونہ هو. ڇو تہ ماءُ جو فطري منصب ئي پيار ۽ پنهنجائپ هو. پر پتائي سماج ۾ پيءُ Patri- arch مان وڏي، "گهر" جو، "ڌرتيءَ" جو، Mon - arch (حاڪم = Arkho + اڪيلو = Monos) ٿي ويو. ۽، ان آپيشاهيءَ ۾، عورت (ماءُ) جي حيثيت مرد جي آڏو محض هڪ غلام، هيٺي ۽ بي زبان جيوَ جي رهجي ويئي. ۽ اِن طرح سماج جي هر گهر ۾، "ماءُ" هڪ ڦاٽل ۽ ڪنين پڳل ڪونج وانگر پنهنجي اباڻن لاءِ، اباڻي "گهر" لاءِ، اباڻي "وطن" لاءِ، سدا لڇندي، ڪوڪندي ۽ ڪرلائيندي ٿي رهي — جيئن اڄ بہ ان جي حيثيت اسان وٽ اُها آهي: ڀاءُ نرنجن پنهنجي نظم "الائي ڇو!" ۾ بہ ائين چوي ٿو:

"اباڻن مان لڏڻ جي پٽ ڪنئي اتهاس مان ور ور،
ڇڪي سڪ دادلي در جي، ايامن کان الائي ڇو!*

۽ ائين "اباڻي اڪير" جي ورجيس اسان ڪي ان پنهنجي نظربندياڻي "ماءُ" جي ڏنل آهي. ۽ اسان وٽ مائي مارئي ان اباڻي اڪير، ساٿيهہ جي سڪ، وطن جي حُب، جي علامت آهي. ۽ اسان جي ادب ۽ سيپتا ۾ پنهنجي ستيا ۽ سيل سان "عمر جي قيد" مان نجات جي جدوجهد جو مثالي ڪردار بڻجي پيش ٿيل آهي.

(3)

ڀاءُ نرنجن جي ڪوتا "اباڻي اڪير"، ان حوالي سان، دنيا جي سيني باشعور ٻولين جي Patriotic روايت پٽاندر، اسان جي پنهنجي سنڌي ٻوليءَ جي نبار وطني حب جي ڪوتا آهي.

اسان جو هيءُ نرنجن، لاڙڪاڻي - "شهر شهاڻي، معشوقاڻي، ملوڪ مڪاڻي، ساهہ سيباڻي، ورثي اباڻي" - جي طيب ڳوٺ جو ڇاول 1926ع جو، ايڪيهن سالن جي جوانيءَ مستانيءَ ۾ وطن کان وڇڙيو ۽ وڃي بمبئيءَ پهتو، 1972ع ۾ ڪٽنب سميت انگلنڊ ويو، ۽ ٻئي سال آمريڪا جي ماسيشوسيٽس رياست ۾ حالي وڃي ٿانيڪو ٿيو. ۽ اتان ويهي شاهہ سائينءَ جي مارئيءَ جيئن - "ڪيم مهاڙ ملير ڏي، ڳوڙها پيم ڳڙي!" - ست سمنڊ پار پنهنجي "اباڻي"

پار ڏانهن منهن ڪري ان سان پنهنجي دل جو امنگ هيئن ٿو اوري:

"تنهنجي قرب جو ڪيئن مان قدر ڪيان!
"تنهنجي پريت جي ڪهڙي ڳاڻ ڳڻيان!
"تنهنجي دل جون مرادون ثاب تين،
"سڀ سهڻا سپنا ساپيا تين،
"هر جنم جنم جو قرار ڏيان،
"توکي دل گهريو دلدار چوان....."*

۽ ڪڏهن پنهنجي نازڪ دل تي ڪن رکي دانهين ٿو—
"آتن تيون اندر ۾ الاهي آڪيرون،
" ٿميا نيڻ ڇا ڪوئن، الائي الائي!....."*

۽ پنهنجي ويڳائپ کي هيئن چئي پريائي ٿو——
"سونهاري سا سوني ڏرتي، ساري سال سڃا،
"سارَ سنڌوءَ جو، سرُ واهن جو، منڙي ساءِ ڏڃا،
"ڳايان نغمو نورَ وطن جو، توڙي سينو ڪُنو!
"روءُ نہ دلبر دل منهنجي، اڄ ڳايون راڳ منو!"*

نرنجن جو اوجل من وڇوڙي جي ان لوءَ تي اڃا حيرت ۾ آهي تہ هو ۽ هن جو ايڏو سارو ولر ان ڇپيءَ جا شڪار ٿيا ئي ڪيئن! —— ڇو تہ:

"مليا جي فرض سي اڪثر آدم وت سان نياياسي،
"مگر، ڇا ٿيو، ڇا پاتوسي، ڇا سوچيوسي، ٿيا ڇا سي،
"اسان کي دورَ جيوت جو، مليو انجام ڇو اهڙو؟
"ڪيان ان جو بيان ڪهڙو!
"رهڻ خاموش ڀاتوسي، ڪچڻ مان ڪين پاتوسي،
"ڇيي تو درد پيو ڪهڙو؟
"ڪيان ان جو بيان ڪهڙو!......."*
۽ هن جي دل اياڳيءَ کي نيٺ ——
"جڏهن ايڏي اڪيلائي نهوڙي تي،
"نهوڙي تي، نهوڙي تي، نهوڙي تي.....

"مون کي منهنجي اڪيلائي نهوڙي ٿي ....
"تڏهن دل انقلابي ٿي، ولوڙي ٿي....."*

ائين تعصب جي جهنمي هوا سائي ستابي وڻ مان هڪڙو نرنجن نہ پر لکين نرنجن چني، الڳ ڪري ڇڏيا— "ملڪ ڪَنيائون، دل چيريائون، ڪير ڪٽان جو ويو ڪاڏي!* — هر ڪو انهن مان جتي بہ آهي اتي اڄ ائين ئي پيو ٿو ڪرلائي—

"دعا پنهنجي، زمين پنهنجي، الاهي آرزو آهي —
"جي يارو موڪلايوسي، بدن مان پاڻ ئي ناهيان!"*

مون پنهنجي ڪتاب، "شاهہ – سچل – سامي" (1978ع)، جي پهرئين جملن ۾ چيو هو تہ "سنڌي سماج رڳو انهن حدن تائين محدود نہ آهي، جيڪي جاگرافيائي يا سياسي طور اڄ سنڌ جون آهن — سنڌي سماج سنڌ کان ٻاهر بہ موجود آهي. جتي جتي ڪو سنڌي ڪٽنب آباد آهي، اتي سنڌي سماج موجود آهي، ۽ اتي انهن جي سڄاڻپ سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌن پنهنجن سڳورن سنت شاعرن – شاهہ، سچل ۽ساميءَ – سان پريت ۽ سڀنڌ مان پئجي سگهي ٿي:" ياءُ نرنجن ڏيساور مان بہ اهوئي آواز ٿو آلاپي —

"شاهہ سچل ساميءَ لئہ ڇڪيا شاعر سودائي،
"حق جي سڌ تي ڪڏندا ايندا ماڻهو مولائي،
"ڳايون منيرو راڳ وطن، جو سر سان سيگهہ سنو....
" آهي الاهي اڪير اباڻي، پرچي هرڪو رنو —
"روءُ نہ دلبر دل منهنجي، اڄ ڳايون راڳ منو!....."*

............

"مارو‏ئڙن جو ملڪ منيرو، گهر گروءَ جو در،
"سنڌوءَ جي آسيس گهڻيري، جهولڻ جهوليون پر،
"سنڌي سدائين سنڌي سڏبا جاتي هوندا،
"پنهنجي اباڻي اڌ ڇڪيندا،
"نياز ڪري تا گڏجون سپ سان،
"پنهنجا نيٺ بہ تہ پنهنجا ٿيندا....."*

.............

"سڪ پري جا صحبت پاتي، تعصب کي ڏيون ڪونہ ٽڪاءُ،
"مهمانن جي حجت اسان تي، پيد نہ پانيون پاءُ!
"صلح شانتي مرڪ اسان جو، قربانيءَ ۾ راحت،
"پڻيءَ کي پرٿام اسان جو، لازم تي جي شهادت!
" نماز پڑهون يا پوڄيون پاٺ، پاسيون جيڪا پاس
سنڌ سڳوري، تنهنجي ڪاتر، اپ ڪان وڌ ٿئون آس!"*

(4)

ائين ٿو پائنجي تہ تاريخ جو هيءُ دؤر، جو اسان سان هيترو ڪجهہ ڪري گذريو آهي، نظرين جو دؤر هو ۽ آهي. ڪئپيٽلزم ۽ سوشلزم دنيا ۾ اڳي ئي موجود هئا، جيڪي بيئي سيڪيولرسٽ (Secularist) يعني "دنيائي"، "ارضياتي"، "لوڪائتا" نظريا ٿا سڏجن. هاتي وري اڳوڻا سئڪرلسٽ (sacralist) يعني "افلاڪي"، "آسماني" "پَرَ - لوڪائتا" نظريا، جيڪي اڳتي وڏي آيل انساني سماج جي صنعتي دؤر ۾ مدي خارج ٿجي، استعماليءَ مان نڪري ويا هئا، ڪافي ڪجهہ اوور - هالنگ (Over- hauling) ۽ چند ڦوڪ ڪان پوءِ، نوان ٿجي، بيهر اچي نئينءَ دنيا جي آڏو بيٺا آهن، پر "ذرتي" ۽ ذرتيءَ جي بولين ۽ (۽ ذرتيءَ جي "مامرن")کي اهي وري بہ ڇڏي نٿا سگهن. سندن ٻاهرين دعوا برابر "نظرياتي" وحدت آهي، جنهن ۾ هو ذرتيءَ ۽ بوليءَ جي "لايلٽيز" (Loyalties)ڪان پاڻ کي بالاتر سمجهن ٿا، پر بولين ۽ ذرتيءَ جي مفادن ۽ پائبندين ڪان هو هرگز آجا نہ آهن. ۽ اها منافقت ۽ بہ-چَتائي انهن کي پنهنجي ڏاڍ ۽ ظلم جي مفادن جي حاصلات ۽ بچاءَ لاءِ ئي اختيار ڪرڻي پوي ٿي، ۽ انهيءَ منافقت ۽ دولاب ڪري ئي اهي اڄ پاڻ بہ سڄيءَ دنيا ۾ ايڏي وڏي آزار ۽ مونجهاري ۾ ورتل آهن - جو تہ:

" خودي" ۽ "خدا" ڪين مائيندا من ۾،
بن ترارين جاءِ ، ڪانهي هڪ مياڻ ۾.
(شاھ)

نظرين جي خيال ڪان اسين جيڪي پاڻ کي سنڌي سڏيون ٿا. سي بہ هڪ نظريو رکون ٿا. جنهن کي اسين "سنڌيت" ٿا سڏيون — ۽ اهو هڪ صاف سڌو سيڪيولرسٽ نظريو آهي، ۽ ان ۾ اسين ڪابہ لڪ يا منافقت ڪانہ ٿا ڪريون. ۽ پڌري پٽ چئون ٿا تہ ان جي پاڙ ذرتيءَ ۽ بوليءَ ۾ کتل آهي. اسان

جي هيءَ "سنڌيت" اسان کي سڄي عالم ۾ ڳنڍي هڪ ڪري بيهاري ٿي، ۽ ان سان اسين پاڻ کي سڃاڻي سگهون ٿا، ۽ ان سڃاڻپ جي سهاري، جي چاهيون ته پاڻ کي سوپياوان بڻائي سگهون ٿا ۽ سدا پاڻ کي سڦل ۽ سرخرو رکي سگهون ٿا.

اسان وٽ اسان جي هن پنهنجي سنڌيت جي بنياد جا صديون پراڻا سنوان سڌا ۽ آزمايل اصول موجود آهن، جيڪي انسانيت جا اصول آهن، ماڻهپي جا اصول آهن – محبت، فضيلت ۽ خدمت جا، پريم، مريادا ۽ شيواڌاريءَ جا اصول – جن کي اسين هڪ ئي لفظ ۾ "سنڌوءَ جي ساجهه" بہ چئون ٿا. هيءَ انسانيت، هيءُ ماڻهپو، هيءَ ساجاهه، جتي بہ انسان ۽ انسان ۾ بيائي يا دوئي نہ هوندي اتي ۽ فقط اتي موجود هجي سگهي ٿي. اسان جي بزرگن ۽ رهبرن، اسان جي سڳورن سنت شاعرن – شاهه، سچل، ساميءَ ۽ بين – اسان کي پنهنجي ٻوليءَ ۾ اها دوئيءَ دور ڪرڻ جي ڳالهہ وري وري ۽ پوريءَ چٽائيءَ سان پئي ٻڌائي آهي ۽ سيکاري آهي.

بيائيءَ کي ٻَک، جن وڌو سي ورِسيا.

شاهہ سائينءَ تہ اسان کي انسانيت جي هيڪڙائيءَ جو، ان جي ايڪي جو، هيءُ سبق انيڪ نمونن ۾ ڏاڍي پياري انداز سان ڏنو آهي —

"مون"، "تون"، "آءٌ"، "اسين"، چارئي چتان لاهہ،
سندي "دوزخ" باهہ، تہ تو اوڏيائي نہ اچي.

اسان سنڌ ۽ سڌي ٻوليءَ جي ٻنهي ٻالڪن، هندن ۽ مسلمانن، مان هر هڪ کي سڌي، ۽ وري وري سڌي، چيو اٿن ——

اِن پر نہ ايمان، جئن ڪلمي گو ڪونائيين،
دَغا تنهنجي دل ۾، شرڪ ۽ شيطان،
منهن ۾ مسلمان، اندر آذر، آهيين.

ڪوڙو تون ڪفر سين، ڪافر مَ ڪوناءِ،
هندو هڏ نہ آهيين، جڻيو تو مَ جڳاءِ،
تلڪ تنين کي لاءِ، سچا جي شرڪ سين.

سر نايو سجدا ڪرين تَنَ تواضع تو نہ،
هو جو مٺڪو من جو، سهجان سارين سو نہ،
ڪوڙا تيندءِ ڪونہ، ڌوڻيئين ڦوڪئي فائدو.

ڏسڻ ڏسين جي، تہ همہ ڪي حق چئين،
شارڪ شڪ م ني، اوڳا انهيءَ ڳالهہ ۾.

چو تہ ——

اوڏو جو ”اثبات“ ڪي سو شرڪ لاهي شڪ،
هئي جنهن ۾ ”حق“، تنهن ”نفيءَ“ جهڙو ناهہ ڪي.

(5)

اسين جيڪي پاڻ کي پنهنجن شاعرن ۽ بزرگ رهبرن جي ان اعليٰ سکيا جا پوئلڳ سمجهون ٿا، سنڌي آهيون، ۽ سنڌيت جا دعويدار آهيون - جيتوڻيڪ اڄ اسين ظالم دنيا جي مفاد پرستن جا ڏکويل ۽ آزاريل آهيون ۽ هڪبئي کان وڇڙيل ۽ واوکر ٿيل آهيون. پر جيسين اسين پنهنجي فڪر ۽ عمل ۾ انسانيت جي انهيءَ حق ۽ اثبات جي اون رکون ٿا ۽ ان جي ئي شناس ۽ ڳولا اسان جو مقصد آهي، تيسين پڪ آهي تہ اسان جي تقدير جي ٻيڙي لڏي لڏي، وري بہ تار تري، اوس پار پهچي ويندي.... تيسين اسان کي سوکيم سجاڳ ۽ سُرتائتو سو رهڻو پوندو -

ملاحظو مهراڻ جو مور م لاهہ منءُ،
ساموندي سنپال، ڪي سمهڻ آيئہ ساءُ!
جاڳي جر متاءُ، تاري وانءُ تراز ڪي!

(شاهہ)

۽ اهائي وڏي ڳالهہ، اهوئي املهہ چتاءُ، اهائي جيءَ جيار خوش خبر، پنهنجي هَن اندر جي ڳري آواز، پنهنجي هن سُڪ-درسي ڪوتا، دوست الهداد جي لفظن ۾ ”سور ۽ سُرور گاڏڙ“ ”اباڻي اڪير“ ۾ اسان جو پيارو ياءُ نرنجن دوداڻي بہ اسان کي ڏئي ٿو - شال، اها اسين ٻڌون ۽ هنئين سان لايون:

"جڏهن لامن کي لاڏ لڳندو، باغن تي رنگ سَجندا،
"ٽانگر وليـن ۾ ٽڙنـدا، ٻجـن مـان سـلا ڦٽنـدا،
" . . . . . . . . . .
"وڻجارن لئہ واءُ ورندو، سيڻن کي لاڳ ملندا،
"هيڻن کي آڌ ڏيندا، گلاب رابيل سرهاڻ ڏيندا،
چنڊ چغلي نہ هڻندو، چانڊاڻ نہ ڪندي مانڊاڻ،
"ڪڪرن مان ٺار ڪرندو —
"وحدت وارو سبق سِيئون، آدرياءُ جي اڍ اٿئون،
"ورثو اهو جو جُڳ جڳ ڪان آهہ:
ٻرانگهہ ورائي هيڏانهن هو ڏانهن پيو ڏسجانءِ،
"پيرو پچائي پنڌ ڪجانءِ،
"پيرو پچائي پنڌ ڪجانءِ. . . . ."*

o اسلامي شريعت جي هڪ شرط مطابق، مڙس جي فوت ٿيڻ کان پوءِ زال چئن مهينن جي گذرڻ تي، نڪاحجي سگهي ٿي، ۽ ٻيو تہ ڏنارڪن زراعتي سماجن ۾ عورتون اڪثر زوريءَ وهانئجي وڃن ٿيون.
* نشانيءَ وارا سپ شعر ۽ شعري اصطلاح اڳتي هن سڄي مضمون ۾ آندل، ڪوي نرنجن جي "اباڻي اڪير" مان ڪنيل آهن.

– محمد ابراهيم جويو
1985ع

# تبصرو

1. مهاڳ
2. سُور ۽ سرور
3. سماجي روايتن جو شاعر
4. يادگيريون
5. ويچاندر
6. وطن دوستي
7. ڏک جي پيڙا جو تجربو
8. سنڌو سُڪي وئي
9. پيار ۾ شرڪت
10. تڪنيڪ جي تلاش
11. سدائين گڏ!

**1. مهاڳ**

نفرت ۽ گهٽ سمجهه جنگ جو ڪارڻ آهن. پيار ۽ حسن امن جو ڪارڻ آهن. سچي شاعري جنگ جي خلاف ۽ امن جي حق ۾ تمام گهڻي زور وارو ڪردار ادا ڪري سگهي ٿي. جو اعليٰ ۽ ضروري شاعري امن جو مذهب آهي ۽ انسان جو اهو دين جيڪو هن ڪي ضمير جي آواز ڏانهن راغب رکي ٿو. نرنجن دوداڻي جنگ ۽ امن جي انهيءَ فضا ۾ لکي ٿو جنهن ۾ مرڪ ۽ لڙڪ بيئي گڏجي ڪڏهن قرب جي ۽ ڪڏهن دوريءَ جي ڳالهه ڪن ٿا: پر نرنجن هي سيڪجهه چڻ ته سنڌ ۾ ويهي لکي ٿو ۽ لاڙڪاڻي جي انهيءَ زمين تان لکي ٿو جنهن ڪي قافلي سراءِ، گهاڙ بندر، تجر باغ، گجڻ پور، جڻس بزار ۽ بين پاڙن ۽ محلن ۾ اڄ بہ ورهائي سگهجي ٿو (جيئن شاهه سائينءَ چيو ”عمر، منهنجي چت اوطاقون ترن ۾“) انهيءَ ڪري دوداڻيءَ جي شاعريءَ جي مطالعي جي لاءِ سنڌي سماج جي سماجياتي سٽا ڪان واقفيت تمام ضروري آهي.

**2. سور ۽ سرور**

ماڻهو ڪتي بہ هجي، ڪير بہ هجي، ڪيئن بہ هجي، رنجور ئي رهڻو آهي، سُورَ ڏٺيءَ ئي رهڻو آهي ۽ سورُ ئي پرائي ٿو. پر سور انسان جو مقدر نہ

آهي. سور انسان جو حصو آهي ۽ ان جي عملي زندگيءَ ۾ جاڪوڙ جو ۽ ان جي اتساه جو وڏو سبب آهي. سک ۽ سرور به انسان جي ئي زندگيءَ جا حصا آهن، جيئن رنج ۽ سور آهن. اعتدال واري حياتي انهن ٻن مهرن ۾ چوٽين جي گڏجڻ سان ئي نهي ٿي، ۽ هن طرح نه ته سور شڪايت جو سبب آهي ۽ نه سرور ئي وڏائيءَ جو ٿي سگهي ٿو.

دوداڻيءَ جي شاعري، جيئن هڪ پُر مذاق ۽ معتدل مزاج جي حامل هڪ پڙهندڙ کي نظر ايندي، سک ۽ سرور جي ڪيفيتن جو گڏيل اظهار آهي، ۽ شايد هيءَ ڳالهه سنڌ جي هڪ هن لائق پُٽ نرنجن جي شاعريءَ جي عظيم خوبي سمجهي ويندي.

## 3. سماجي روايتن جو شاعر

سنڌيءَ دوداڻيءَ جو داستان هڪ شرنارٿيءَ ۽ هڪ سپاهيءَ جي داستان جهڙو آهي پر دوداڻي عملي طور تي هڪ ڊاڪٽر آهي ۽ هڪ آمريڪي سنڌي آهي. هن ڳالهه جي ڳرن ملائڻ سان به دوداڻيءَ جي شاعريءَ کي سمجهڻ ۾ مدد ملي ٿي.

نِرو انسانُ دوداڻي قرب، سگهڙائيءَ، پنگتي ۽ ڪڙَمي زندگيءَ، مامتا ۽ خانداني بزرگيءَ جي اهم جذبن ۽ روايتن جو هڪ روايتي شاعر آهي، جيئن هڪ سنڌيءَ کي پنهنجيءَ روايتي زندگيءَ ۾ هئڻ گهرجي به. هڪڙو شهري سپ ڪان اڳ ۾ پنهنجي گهر جو، پوءِ ڪڙم جو، پوءِ شهري زندگيءَ جو ۽ پوءِ ڪنهن قوميت ۽ وطنيت جو هڪ جز آهي. بس ائين ئي دوداڻي به آهي. سندس مجموعي جا ابتدائي شعر اهائي زندگي سمجهائين ٿا. دوداڻيءَ جا شاعراڻا خيال سنڌ جي موهٽيءَ مٽيءَ جي بزرگيءَ ۽ بلنديءَ جا خيال آهن، جيڪي سنڌي سماج جي سماجيات سمجهڻ کان سواءِ ماڻي نه ٿا سگهجن. هن طرح جڏهن دوداڻيءَ جي شاعري پنهنجيءَ مخصوص سنڌي لئه ۽ مذاق سان شروع ٿئي ٿي، تڏهن سچ پچ ته اها نزديڪ ترين ۽ قريب ترين انهيءَ سماجي سوچ جو تاثر ڏئي ٿي، جيڪا سنڌ ۾ هميشه کان قائم آهي ۽ اڄ به طاقتور آهي.

سندس نظم "مامو مڪٽو" پڙهيم نه مون کي هڪ نوجوان ۽ صحتمند جذبن ۽ سليم سوچ وارو اهو سنڌي نظر آيو. جيڪو شاعريءَ کي سماجي لاڳاپن Social Relationship کان جدا ۽ بيگانو نه ٿو سمجهي. لفظ "مامو" سنڌي لوڏ ۽ سنڌي مذاق ۾ سچ پچ ته عجب جهڙي شيءِ آهي. مامي ۽ ڀاڻيجي جو رشتو اسان وٽ تمام وڏي سماجي وٿ آهي. اسان جي روايتن ۾ هرڪو

مهربان، بزرگ ۽ سہاجھڙو انسان مامو سڏبو آهي. پوءِ ان سان سڳي ياٽيجاٽپ جو رشتو هجي يا نہ. هن طرح سچ پچ تہ مامي سان لفظ لڳي تہ لڳي اهڙو جهڙو لفظ "مکڻو"، "مکڻ جهڙو"، "مکڻ جو چاٽو".

## 4. يادگيريون

انبن ۾ مچيءَ جو ذڪر، تاذل گهوٽي پيئڻ جو ذڪر ۽ ڊوڊي لسيءَ جو ذڪر بلڪل اهڙو آهي جهڙو لاڙڪاڻي واري گهاڙ جي ٻنهي ڪپن تي ساوڻيءَ ۾ گهاتن وڻن جي ڇانوَن ۾ ماماڻن، ناناڻن ۽ انهن سان گڏ "محبوبن" جي وچ ۾ ويهي زندگيءَ جي فطري حسن جو احساس بيان ڪرڻ يا جيئن شڪارپور جي سنڌ واهہ تي ۽ ڪوهن وارن باغن ۾ منداڻتا ڏينهن ملهائڻ ۽ دل وندرائڻ جا سامان گڏ ڪرڻ. عجب نہ آهي جيڪڏهن اهڙو اظهار اڳ ۾ هڪ نظم ۾ ڪيو بہ ويو آهي، جيئن: "ڪي ڇيچ ڏندن ۾ دبائي رکن، ڪي نظر ملائي گهائل ڪن".

## 5. ويڇاندر

جيئن اڳ ۾ عرض ڪيو اٿم، دوداڻي سک ۽ سور جي گڏيل احساس جو نمائندو آهي، ان ڪري اهڙي ئي نظم ۾ بلڪل ٿيڻءَ پڻرا ۾ لفظ اچن ٿا "ڪير ڪٿان جو هو، ڪاڏي ويو!" ۽ سچ پچ تہ هنن لفظن سان سنڌيءَ جو اهو لوڪ گيت ياد اچي ويو آهي جنهن ۾ چيو ويو آهي تہ "ڪٿي ڪونج، ڪٿي باغ، ڪٿي گل سماڻا" يا "جانيڙا، تو لئہ لولو پڪو ڙي!"

بيشڪ دوداڻيءَ وٽ اها لغت نہ هوندي جيڪا حضرت پٺائيءَ وٽ هئي جيڪو ملير ڏانهن مهاڙ ڪرڻ لاءِ ڪوٽ جي مٿان چڙهڻ جو ذڪر ڪري ٿو، ڏيهہ ڏي نهارڻ سان ڳوڙهن جي ڳڙڻ جو ذڪر ڪري ٿو، روح مان ڪوڪ نڪرڻ جو ذڪر ڪري ٿو ۽ اها ميار رکي ٿو تہ "ويڙهيچن وري ڪل نہ لڌي ڪڏهين!" پر دوداڻيءَ وٽ جذبن ۽ احساسن جو اوترو ئي زور موجود آهي. هن طرح هڪ عام سماجي صورتحال کي جيڪڏهن ڪل خوشيءَ سان شروع ڪيو اٿس تہ ان جي انتها اٿهيءَ الميي سان ڪئي اٿس جيڪو صدين کان انسان جي سماجن ۾ رنج ۽ سور جو سبب بڻبو رهيو آهي - رنج، وڇوڙو، ويڇاندر!

اهڙي ئي شاعري نهايت ئي موزون لفظن ۾ دوداڻيءَ پنهنجي نظم "پينر منهنجون پنج" ۽ "سس تہ منهنجي سون جهڙي" وارن نظمن ۾ ڪيو آهي. پيڻ بہ نہ رڳو سنڌي سماج جو پر انساني پوري سماج جو هڪ پريت پريو نالو آهي ۽ رڳو هڪ لفظ "ادي" هڪڙي پوريءَ شاعريءَ جو عنوان آهي. سچ پچ تہ مون کي جيڪڏهن دوداڻيءَ جهڙي شاعري ڪرڻ اچي تہ آءُ جيڪر سرلا، انجلي،

آشا، سڪدا ۽ پارتيءَ جي لائق ۽ محترم نالن جي اڳيان لفظ "ادي" لکندو وڃان ۽ پوءِ ڪٿي تورو گھڻو بوليءَ جو جڙاءُ ڪريان. دوداڻيءَ به ائين ڪيو آهي. ضروري نه آهي ته دوداڻيءَ جي سنڌي شاعريءَ (جيڪا منهنجي اڳيان آهي) سان شاعراڻي هنر ۽ علم جو ڪو ويهي ليکو ڪجي. "يارن سان ليکا کھڙا." پر دوداڻي پوءِ به قابل قدر شاعري ڪئي آهي ۽ پاڻ دنيا جي اهم سوالن ۽ مسئلن جي باري ۾ لکيو اٿس.

### 6. وطن دوستي

دوداڻيءَ ماءُ تي لکيو ۽ ڪير اهو شاعر هوندو جيڪو انسانذات جي هن محترم ۽ معزز رشتي جي ساڃاهه نه رکندو!

ڪندن ۾ جڻن گل گلابي،
ڏيندو آهي سرهاڻ
سوچيم ڪوئي "گيت" لکان مان
اهڙيءَ مرڪ مِنيءَ جي ڪاڻ

پر ماءُ جو هڪ بيو روپ به آهي، بلڪل "انسان ماءُ" جهڙو، جنهن کي دنيا جي عظيم ڪتاب "رعيتي راڄ" (Republic) ۾ افلاطون به ماءُ سڏيو آهي. اهو روپ ماءُ جي وطن ۽ ديس جي روپ ۾ رهيو آهي. هن تصور سان سماجي علوم مان هڪ وڏي حقيقت دريافت ٿي آهي ۽ اها حقيقت آهي "مادر گيتيءَ" يا "مادر وطن" يا مادري بوليءَ سان محبت جنهن کي "حب وطن" (Patriotism) چيو ويو آهي. حب وطن کي وري سڄيءَ سياسي ۽ سماجي چڪتاڻ جو اهم ترين سبب مڃيو ويو آهي.

دوداڻيءَ به سنڌي شاعرن جيان ۽ سنڌي ماڻهوءَ جيان هن جذبي کي بيقراريءَ سان محسوس ڪيو آهي. هن هڪ پيغام جيڪو سنڌ کي موڪليو آهي تنهن ۾ هن لکيو آهي ("ائن ميري شمل" جي عنوان هيٺ):

"ورهيه وري ويا. آجهو چڏيوسي. ويسر ناهه وئي" (ويسر لفظ "ويساري" جي معنيٰ وارو آهي ۽ هت مطلب آهي "يادگيري") هن سٽ کي سنئون ڪري لکڻ سان اهو پيغام وڌيڪ سمجهه ۾ اچي ٿو. مثال طور:

"ورهيه وري ويا اجهو ڇڏيوسي، ناهه اڪير وئي!" (پوءِ) "مهر ڪري مهراڻ وطن تي (ڪڻ ڪڻ) ڦڙ ڦڙ کي ڇڻجاڻ!"

اها خبر ته ناهي ته پروفيسر آئن ميري شمل ڪڏهن ۽ ڪٿي "جيئي سنڌ" چيو آهي، پر محترم پروفيسر سنڌي زبان جي ترويج جي لاءِ ڪي ڪوششون

ڪيون هونديون. ۽ شايد اسان جو شاعر انهيءَ احساس هيٺ لکي رهيو آهي ۽ خوب لکي رهيو آهي.

## 7. دک جي پيڙا جو تجربو

شاعر جي بيتابيءَ ۽ اندر جي پيڙا جو اظهار اسان جي شاعر "هڪ لهر هيس" واري نظم ۾ ڪيو آهي. بيتابيءَ ۽ اڻ تڻ جو احساس ان ۾ هن طرح تو ابري اچي:

اڀربو آ امنگ ڦتڪي ڦتڪي
ڪڪرن ڏي وڃان ڇڪجي ڇڪجي
ڪٿ واءُ وَني، ڪٿ وهڪ ڇڪي
مان ڪوهن ۾ ڊوڙان ڊوڙان
پٽڪي پٽڪي، ساحل ڳوليان.

شاعر پنهنجو تجربو ئي لکي ٿو. هو اهوئي لکي ٿو جيڪي هو سوچي ٿو. ۽ هرڪو ماڻهو پنهنجو تجربو سوچي ٿو. اندين نئويءَ جو آفيسر نرنجن دوداڻي بہ پنهنجو تجربو سوچي ٿو. سندس نظم "ساموندي‎ءَ جا ساٿي" ۽ "وڻجارن جو ورثو" (واسطا وسري ويا)- هن تجربي جو هڪ ابياس ڏين ٿا. پر هرڪو نظم وچوڙي، ويچاندر ۽ ويراڳ جو اهو احساس بہ اڀاري ٿو جنهن ۾ انسان کي ۽ اسان جي شاعر کي اڪيلائيءَ ۽ نراسائيءَ جو مقابلو ڪرڻو ٿو پوي. محترم دوداڻيءَ جي هڪڙي نظم "اباڻي لوچ" (اڪير؟) جو موضوع بہ اهڙو آهي جهڙو محب وطن جي انهيءَ سوچ جو جيڪا بدنصيبيءَ سان پريل هڪ تاريخ تي روئي رهي آهي. اڳ تہ سهڻي سندر وطن جي پوتر مٽيءَ جي تعريف ڪئي اٿس. مثال طور:

ماڪ جون بوندون عطر جي هير ۾ پلجن پيون

يا

هت جواني آهہ مستاني مثل مهراڻ جان

يا

هت مٽر سنگيت جي ڌن ۾ رتل آهي پَٽي

۽ هيستائين سک ۽ سرور جو تصور. اڳتي؟ تاريخ جو اهو الميو جنهن کي محب وطن فقط هڪ سپاهيءَ جي شان سان ئي بيان ڪري ٿو سگهي.

مثال طور:

سوچ ڪر تاريخ ڇا آندي تباهي گهر بہ گهر
آريا، هُڻ ۽ سڪندر (يوناني) شاڪ ۽ تيمورلنگ (منگول)...........
ساهہ انگريزن گهٽيو، ويندي ڪيائون ڏار "انگ"
ان چڪر ۾ ناس ٿيا آهيون ايامن کان اسين
هن سنڌي سنسار ۾
سپنن "پريل" سنسار ۾.

## 8. سنڌو سڪي وئي

اڳتي؟ اڳتي "سنڌو سڪي وئي، " تاريخ جو تمام وڏو الميو. مان پانيان ٿو تہ سنڌي ادب ڇا هي لفظ امر ٿيندا جيڪي آءٌ هيٺ اسان جي شاعر جي شاعريءَ مان لکان ٿو. هي اهو قصيدو آهي ("لاوارثي زمين")جيڪو فقط هڪ محب وطن سپاهي شاعر ئي لکي سگهي ٿو:

هن لاش جي دفن لئہ ڪونهي(ڪفن) ٽڪر ڪٿي،
هن ماس کي ڍڪڻ لاءِ ڪونهي ڪفن ڪٿي،
..... ..... .....
لاوارثي زمينَ ڏري ڦاڪ ٿي پئي.
ڇو تہ—
سنڌو سُڪي وئي.....

۽ هاڻي سنڌو فقط ڳوڙهن جي پاڻيءَ سان ئي وَهي سگهي ٿي. ٿي سگهي ٿو تہ تاريخ جو ڪو نئون باب سنڌوءَ جي پيٽ ۾ وهڻ لاءِ پاڻي پيدا ڪري سگهي، پر اها بہ حقيقت آهي تہ تاريخ هرڪا بڪاري هوندي آهي ۽ ان جي بک رڳو تجويزن، تدبيرن ۽ تحريڪن سان ئي لاهي سگهجي ٿي (جيئن استاد بخاريءَ چيو آهي:)

تجويـــزون يـــا تدبيـــرون يـــا تحريڪـــون
ڪجهـــ تـــ بکـــايل تـــاريخن کـــي کـــارايو!

(احمد شاهہ "استاد بخاري")

اهڙا ئي ڪي خيال اڄ کان ڪجهه وقت اڳي لاڙڪاڻي جي ئي هڪ ٻئي شاعر پنهنجي نظم "جرجلو" (زلزلو) ۾ ظاهر ڪيا هئا. دلچسپيءَ لاءِ هڪڙو بند لکان ٿو:

تهان پوءِ؟

تهان پوءِ،

رڻ ڪڇ جي واري اڏندي

پو واريءَ جي هر هڪ ذر ي مان -

ڪو آيري ۽ آسري -

وري هڪ نئون روح-

سنڌي ٿي ويندو-

جڏهن ذرتي هڪ ڀيرو ٻيهر ڏڏندي.

ذرتي وري ڏڏندي، ۽ ذرتيءَ اڳي ٻه ڏوڏو ڪاڏو هو، تڏهن ته "ذري ڦاڪون ٿي ٻئي هئي!" ۽ اهائي اميد دوداڻي ٻه ظاهر ڪري ٿو. "اڄ ڳايون راڳ منو" واري نظم ۾ اسان جو شاعر لکي ٿو.

بيلو (لس بيلو)، تر ۽ ڪوهه (ڪوهستان) ڪتي تيو (پري تي ويو)

ساوڪ جو سينگار

ڪانوُ ڪبوتر ڳيري لاتو (ناهيو) آڪيرو آ ڏارَ

قدرت ڇاتو خوب قدر پر-

هت انسان مُنو.

رو ته نه دلبر - رو ته نه منڙا!

اڄ ڳايون راڳ منو.

جڳائي ته ائين ته جناب دوداڻيءَ جي هر هڪ نظم جي باري ۾ هڪ تاثر لکان، پر شايد قلم جا قانون ۽ اصول اهڙي اجازت ڪونه ٿا ڏين. مون نموني طور دوداڻيءَ جي شاعريءَ جا اهي پهلو ڏنا آهن، جن مان سندس خيال اپرن ٿا ۽ پڙهڻ واري تي اثر ڪن ٿا.

### 9. پيار ۾ شرڪت

مون هي پيار جو پورهيو ڪي قدر انهيءَ ڪري به ڪيو آهي جو منهنجو تعلق به لاڙڪاڻي سان آهي ۽ مان جئسنگهاڻي (سام) ۽ گيانچنداڻيءَ جو

ڳوڻائي بہ آهيان. شايد هن نسبت سان آءُ هڪڙو حق بہ ادا ڪري تو سگهان پر هن تحرير جو وڏو محرڪ مشهور اديب م- ا - جويو آهي جنهن مون کي جناب دوداڻيءَ جي تحرير پڙهڻ جو موقعو ڏنو آهي. مون کي خوشي ٿيندي جيڪڏهن جويو صاحب پاڻ بہ ٻہ لفظ وڌيڪ لکي، هڪڙو احسان ڪندو (مون تي بہ).

## 10. تڪنيڪ جي تلاش

آخر ۾ موڪلائيندي عرض ڪرڻو اٿم تہ دوداڻيءَ جي شاعري پڙهڻ وارا اسان جا دوست اها ڳالهہ ضرور خيال ۾ رکن تہ هنر ۽ ڪاريگريءَ کان بہ وڏي شيءِ اُهو جذبو آهي جيڪو اصل ۾ شاعريءَ کي حسن بخشي ٿو ۽ تاريخ کي روح ۽ تحرڪ. دوداڻي انهيءَ جذبي جو شاعر آهي. ان ڪري اهڙيءَ حالت ۾ فن، هنر ۽ تڪنيڪ جي ڪن باريڪين ۾ وڃڻ هن لاءِ ڏاڍو مشڪل آهي. بيشڪ مڪمل ۽ بي عيب شاعري فن ۽ تڪنيڪ جي پختگيءَ سان ئي ممڪن آهي پر شايد دوداڻي انهيءَ "عظمت" (Sublimity) جي تلاش ۾ آهي ئي ڪونہ. بس هن جي مرضي آهي جو هو شاعر آهي. هو پنهنجيءَ عظمت جي لاءِ تلاش بہ رڳو جذبن جي تو ڪري.

## 11. سدائين ڳڏ

خدا حافظ چوان يا چوان تہ "سدائين ڳڏ"، "هاڻي موڪلاڻي ناهي" پ .. بہ دودانيءَ جي شعر مان بہ سٽون لکي موڪلايان تہ چڱو.

شاهہ سچل جي اَڏَ چڪيندا (روايت ئي هلندا) "شاعر سودائي" حق جي سڏ تي ڪڏندا ايندا "ماڻهو مولائي."

۽ سچ پچ تہ جناب دوداڻيءَ لاءِ "شاعر سودائي" ۽ "ماڻهو مولائي" چوڻ بہ ڪافي ٿيندو، توڙي جو هن جو ڪلام خيال ۽ فڪر جو وڏو مواد آڇي ٿو.

**- الهداد ٻوهيو**
15 سيپٽيمبر 1985ع
ڄامشورو

# تنقيدي نوٽ

..... ناچيز کي "اباڻي اڪير" جي اپياس مان ائين ٿو معلوم ٿئي ته نرنجن دوداڻيءَ جي هردي ۾ ڪَوي ضرور وينل آهي، پر ان کي ڪو ڪيڙُ وارو ڪين مليو آهي. شايد ورهاڱي کان اڳ تعليم دوران هن شخص جيڪي ٻڌو، ڪيو يا پرايو آهي، ان جو پورو نقش هن جي دل جي پٽيءَ تي نقش ٿي ويل آهي. ورهاڱي بعد هو وڃي آمريڪا نڪتو ۽ پنهنجن ڌنڌي ۾ لڳو، پر هن لڪل ڪويءَ کيس اتي به نه ڇڏيو، جنهن جي نتيجي ۾ هُن "اباڻي اڪير" لکي ورتو، جنهن ۾ هن جي اپياس جي آذار تي شعري پرت پريل آهي. پر اهو پرت فني لحاظ سان ابتدائي منزل کان اڳتي وڌي نه سگهيو آهي. حالانڪ ڪٿي ڪٿي هن جون شعري جولانيون واهه جون متاثر ڪن ٿيون. کيس شاباس هجي، جو هن اهڙين حالتن ۾ به پنهنجي مادري ٻوليءَ کي نه وساريو آهي. هن جي ان جذبي کيرون لهڻيون.

.....هن جو شعر ڪٿي عروض جي وزنن تي چيل آهي ته ڪٿي ان کان هٽيل نظر ٿو اچي. ممڪن آهي اهو هٽيل حصو انگريزي يا هندي شاعريءَ کان متاثر هجي، جيڪو آزاد نظم جي تحت اچي سگهي ٿو. منجهس هڪ اڌ مسدس به ضرور لياڪو پاتو آهي، پر اهو مسدس جي پابندين کان قدري پريرو آهي. عروض جا وزن وٺن ٻن ڇئن کان وڌيڪ ڪونه آيل ڏسجن ٿا، جن ۾ "مفاعيلن" (بحر هزج)، "فاعلاتن" (بحر رمل)، "مفعل فاعلاتن" (بحر مضارع) ۽ فعلن (بحر متدارڪ ۽ متقارب) کان وڌيڪ ٻيو وزن خير ڪو آهي. بهرحال، جيڪي به آهي سو غنيمت آهي. صفحن 49، 57، 74، 75، 76، 78 ۽ 84 تي آيل شعري "مفاعيلن" جي وزن تي، 53، 61، 63، 65، 80، 81 ۽ 82 تي آيل شعر "فاعلاتن" جي وزن تي، 43، 45، 49 ۽ 72 تي آيل شعر "فعلن" جي وزن تي، 58 تي آيل شعر "فعولن" جي وزن تي، ۽ 50 ۽ 70 تي آيل شعر "مفعول فاعلاتن" جي وزن تي بيهاريل آهن. باقي سندن شاعري انگريزيءَ ۽ هندي شاعريءَ جي صورت ڏانهن مائل نظر اچي ٿي.

.... او "لاڏلا" ۽ "الجهائيندڙ ياد"، "اميدن جو بهتان" ۽ ٻيا اهڙا نظم سنو تاثر ڇڏين ٿا. "الجهائيندڙ ياد" جو سندن هيءُ بند ڪيڏو نه پيارو آهي!

”جيئن مچي مهراڻ پوري ماهہ تي پُر جوش ۾،
”تيئن اچي تي ياد تنهنجي چوهہ سان چوليون پيري،
”ڏس ڪناري تي اِهي چوليون اچي چَر تي ويون
”پير ڪومل سي چمڻ لاءِ ڪيئن نہ آيون ڦٽڪنديون!...“

سندن هي شعر بہ پيارا آهن:

”تو بنان نندپڻ جي ناداني ۾ ورتو مون اَجهو،
اچ تہ منهنجي آس ۾ جاڳي جوانيءَ جو جزو،
واءَ جي سيلاب ۾ آئي ڪتان ڪچندي متي،
مون تہ ڇاتو منهنجي ديهي تي پسم جندڙي ڇتي،
اُڀ اُفق ڪيسين تڪيندي، سجَ ننولي مان سهان،
روشني تون ئي سندم، ڇو توڪ ڏارين جي سهان،
ٻن وڇوڙو، ٻن جدائي، ٻن ٻڌي منهنجي سڄي،
يادگيرين جي تصور ۾ اچين من تون ڪڇي....“

نياز ڪيش
- عبدالقيوم (صائب)
26 سيپٽمبر 1985ع
حيدرآباد سنڌ

# (24)

# ”ڳوندر ويندا گذري“

(شاعري)

## ابراهيم منشي

### مهاڳ

ويهين صديءَ جو پويون اڌ — ان جي چوٿين ڏهاڪي جي آخري سالن کان وٺي، ان جو پنجون ڏهاڪو، ان جو ڇهون ڏهاڪو، ان جو ستون ڏهاڪو ۽ ان جو اٺوڪو انون ڏهاڪو.................. اسان لاءِ زنجيرن ۾ ٻڌل جبل جي وڏيءَ ڇپ وانگر گهسڪندو ۽ گهلجندو ئي رهيو ۽ اسين ان جي اڳ ۾ ڏکيا ۽ ٿيلهبا، رتو رت ٿيندا ۽ ڇيچلائبا ئي رهياسين. سماجُ بيٺل پاڻيءَ جي ڍُبي وانگر ڪنو ۽ ماضيءَ جو ڀوت اسان جي ڪنڌ تي سوار، اڙيون هنيو، مڳ ٻٽيو، ويٺو رهيو. انگريز ناول نويس چارلس ڊڪنس (70–1812)، پنهنجن ڪن اهڙن ئي ڏينهن کي ”ڏکيا ڏينهن“ (Hard Times) سڏيو هو ۽ ان نالي سان پورو ناول لکي، پنهنجي ديس واسين لاءِ انهن جو نقشو چٽيو هو. اسين ويهين صديءَ جي پنهنجي هِن پوئين اڌ کي پاڻ لاءِ ڇا سڏيون! پر هن تار اونداهي مان اُهاءَ جو دوَر اسان کيِ بہ اسان جي اديبن ۽ اسان جي شاعرن ئي ڏيکاريو. ۽ ڇو نہ ائين هجي؟ سچن شاعرن ۽ اديبن جي ئي دلين ۾ پنهنجي وقت جا پڙاڏا گونجندا آهن، ۽ اهي ئي پهرين، وقت جي زخمن جو رت رسندي ڏسندا آهن ۽ انهن کي چيڻ ڏانهن بہ انهن جو ئي ڌيان رهندو آهي، بلڪ اُن کي هو پنهنجي مخصوص ذميداري سمجهندا آهن.

پنجاهہ، سٺ ۽ ستر جي ڏهاڪن واري عرصي ۾ وطن دوست، قوم شناس ادب جي جيڪا نئين لهر اسان وٽ آئي، اُن ۾ اسان جي شاعرن ۽ اسان جي نثر نويسن ڇيهہ ڪري ڇڏيا. ڇا ڇا نہ هُنن اسان کي ڏنو، ڇا ڇا نہ هُنن اُن لاءِ سَنو! وٺائن جو ڪجهہ اسان کي مليو، اُهو شايد اڃا پورو اسان پڙهيو بہ ڪونهي- ان تي پورو ويچارڻ تہ بي ڳالهہ ٿي.

وطن پاڪ سنڌ جي لاڙ جي سرزمين - جتان جي لهجي ۽ لغت کي اسان جي سدا جيئري لطيف سائينءَ پنهنجي پيغام- ساويءَ جي خاص ذريعي جو شرف ڏنو، اتان جي استاد محمد خان مجيديءَ، سرويچ سجاوليءَ، منشي ابراهيم ۽ ٻين اسان جي درديلن شاعرن اسان جي ”ڏکين ڏينهن“ جون ڇا ڇا نہ

ڳالهيون اسان کي ٻڌايون!

جيڪڏهن پنهنجي تخليقي لياقتن جو اظهار ۽ ترقي قوم جو پهريون فرض آهي - جو تہ قوم جي وجود جو دارو مدار ۽ ان جي سچي مانَ مريادا جو اصل راز اهو آهي - ۽ جيڪڏهن اديبن ۽ عالمن جو ئي ڪم آهي تہ قوم جي آڏو جيئڻ جو زوردار امنگ سدا تازو ۽ ان جو مقصد سدا روشن رکن، تہ ڪيڏي نہ اها وڏي ڳالهہ آهي تہ هيءُ سچو پهاڙ جهڙو اٿانگو ۽ ڳرو دؤر جڏهن اسين محروميءَ، مظلوميءَ ۽ مجبوريءَ جا شڪار رهياسين (۽ غلاميءَ کي بيا سگ ڪونہ ٿيندا آهن). تڏهن اسان جي هن فقيراڻي لڏي - لاڙ جي، اتر جي، ٿر ۽ ڪوهستان جي، سچيءَ سنڌ جي، شاعرن، اديبن، سگهڙن - ئي پنهنجي قوم پاران اُهو پهريون فرض بہ ادا ڪيو ۽ علم ۽ ادب، سيپتا ۽ ساڃاهہ جي خاص سُرهي سٽ طور، سندن پنهنجي ذمي جيڪو ڪم هو اهو بہ پنهنجي وس پڄندي هنن پورو ڪيو. ائين بہ نہ هو تہ طاقت(Power) ، طمع (Purse) ۽ طالع (Patronage) جي جُوفي جُڙن، جيئن اڄ اسان جي آڏو اڄي اسان مان ڪن جي صبر، حوصلي، همت ۽ غيرت کي آزمائش ۾ وڌو آهي ۽ ڪن تہ بنهہ جهل ئي نہ ڏني — ڇڻ ترسيائي اَن چچڪار لاءِ وينا هئا - تيئن ڪا اهڙي صورت اڳي اسان وٽ ڪانہ هئي. پر اديب، عالم ۽ شاعر جو پنهنجو هڪ ڪردار، هڪ رتبو، ٿئي ٿو - اديبن، عالمن ۽ شاعرن هميشہ اصولن سان وفا ڪئي آهي، نظريي سان نباهيو آهي. هو هميشہ پنهنجي زبان، پنهنجي ادب ۽ تاريخ سان سچا رهيا آهن. سندن سچو ڪم هڪ ئي احساس سان واسيل هوندو آهي - پنهنجن ماڻهن جي محبت سان، انهيءَ سچائيءَ ۽ انصاف ۾ پختي يقين سان تہ ظلم جو موجود چڪر ختم ٿيڻ تي آهي ۽ سندن ڌرتيءَ جو انسان هڪ نئين انقلابي رهت چاهي ٿو، اُنهيءَ پڪي ۽ سر گرم ارادي سان تہ هو پنهنجي تخليق ڪاريءَ وسيلي ڏتڙيل، محڪوم سماج جي اَن مقصد جي تڪميل ڪندا.

۽ اسان جي قوم کي تاريخ جنهن صورتحال سان دوچار ڪيو هو، ان ۾ منڍ کان ئي سنڌي عالمن، اديبن، شاعرن، صحافين ۽ سگهڙن ۾ انهيءَ اميد رکڻ جو هرڪو سبب بہ هو تہ هو پنهنجي قومي مشاورت جي دل، اَن جو روح، بنجي ڪم ڪندا- اهو روح جيڪو پنهنجي جنم يوميءَ، پنهنجي ابن ڏاڏن جي جنم يوميءَ، ڪاڻ لاڦاني پيار سان سرشار هجي، پنهنجن انهن ابن ڏاڏن تي فخر سان ٽمٽار هجي جن سندن سامهون واقعي اڳتي وڌڻ لاءِ ڪليل رستا ۽ انهن تي پنهنجي سڃاڻ پيرن جا نشان ڇڏيا آهن- هڪ ئي ڀڪندڙ خواهش سان روشن هجي تہ سندن وطن جي پاڪ ڌرتي نہ فقط پنهنجي، پر بني نوع انسان جي، آدرش جِي تڪميل ڏسي سگهي - اها سندن "پنهنجي ڌرتي"

جيڪا شاعر جي ٻوليءَ ۾ "جيئن ڏسان ٿو تہ بہ ڇمان ٿو. پر جيئن اُها ٿيندي تہ ٿي پيرا جهڪي آءُ ڇمندس!"

پنوهــارن پــاٻوهيو. ڪـــــــي واهونــدن وس،
عمــر، انهـــيءَ ڏيهـــ جـَـا ڏوٿيـــن ڏنم ڏس،
وليـــون وڻ ڦلاريـــا، لـــُــلر نـــــگيا لـــس،
آئيـــو وجهـــن آهريـــن، ســـدا توَهـــن تـــس،
ميـــوا مجـــر، مـــاڪيون. ســـيڪا چڪـــن چـــس،
مـــاڙيءَ آهيـــن مـــس، مليـــر ويندـيـــنءَ مـــارئي!

(شاهہ)

هيءَ هيرن جهڙي املهہ ۽ موتين جهڙي ملوڪ ۽ اوجل شاعري جيڪا هن مجموعي "گوندر ويندا گذري......" ۾ اسان کي عطا ٿي رهي آهي، اُها اُهڙن اسان جي عوام دوست، قوم شناس، سونهارن شاعرن جي صف اول جي هڪ فقيرتن شاعر، ابراهيم منشيءَ، جي تخليق آهي. هو پنهنجي پرَ جو هڪ ڪاهوڙي، هڪ لاهوتي آهي ۽ پنهنجي ڌرتيءَ ۽ پنهنجي ديس واسين لاءِ ڏونگر ڏوريندو رهيو آهي – "خبر ڪاهوڙين، آهي لڪ لاهوت جي" : اُها "گوندر ويندا گذري........" جي خوش خبر، پاڻ اسان کي هتي ڏيڻ گهري اٿن – پنهنجي ديس جي ڌرتيءَ سان ۽ ان جي حال سان سچائپ جي خبر، اٿي ان جي ڪلياڻ لاءِ جاکوڙڻ جي خبر، ۽ ان لاءِ جيڪو خواب مـن ۾ ڪنيو، هـو سڀ پنهنجا ڏينهن، سڀي سنڌ واڪيندو ۽ واڇيندو رهيو آهي. ان خواب جي خبر.

اسين، جيڪي "گوندر ويندا گذري" جي اها خوش خبر پڙهنداسين، شاعر جي ان خوش خبر جي ڪهڙي موٽ ٿا ڏيون، اَن جون سڀ واڌايون اسان لاءِ ۽ سڀ ميارون اسان تي آهن:

"هلـــو تـــ هلـــون ڏٿ کـــي، اٿـــو اٿو!" کـــن،
پـــاٽي پـــوَٽـــَـــڙَيـــن ۾، کـــَـــندرُ ســـر ڪلهـــن،
"ڏونـــرا ڏور ســـجهن، وئـــي وهـــامي راتڙي!"

(شاهہ)

هن مجموعي ۾، هـن ڏوٿيءَ، هـن عطائيءَ، هـن درياءَ دل، راڳي شاعر، پنهنجن منفرد نظمن، وايـن ۽ ڪافين ۽ بيتـن سـان اسـان جـون جهوليـون ڀريـون آهن. جهولين ڪان وڌ اسان جو دليون پرڻ چاهيون آهن. بشرطيڪ هُن جي اها ورڪا ونڻ لاءِ اسين پنهنجـون دليـون کوليـون ۽ ان ۾ جا صدا آهي. پنهنجن ماروئن ۽ پنهنجي ملڪ لاءِ قربانيءَ ۽ ڪم جي صدا – اها ٻڌون ........ جيئن ڪا صدا ٻڌبي آهي ۽ جيئن ڪا ورندي فرض ٿبي آهي. ان ورنديءَ جي ڏيڻ

لاءِ پاڻ ڏونڏاڙيون ۽ پنهنجا ستل من جاڳايون.

منشيءَ کي مون "عطائي" سڏيو آهي، "راڳي" سڏيو آهي. هائو، هو عطائي آهي، راڳي آهي. اسان جي قديم معاشري ۽ تاريخ ۾ عطائين ۽ راڳين جي موجود روايت جي عين مطابقت ۽ سلسلي وارو هو عطائي ۽ راڳي: بيجلُ جن جي علامت آهي، جيئن حضرت شاهه عبداللطيف اها علامت ڳائي وڃائي اسان کي عطا ڪئي آهي – مقصد جي تند تنوارڻ وارو، ان لاءِ "سک ۽ سواد" کان پاڻ پلي، سر-دانَ جي ثواب جي موقعي بڏائڻ وارو ۽ رستي پنڌ، ڪيت ڪري، گهر گهر ۽ اوطاقن آڏو بيهي هوڪي ڏيڻ وارو. جن منشيءَ کي، هن "درويش" شاعر کي هيئت ڌرتيءَ جي ماڻهن جي "درن" تي، پنهنجي ملڪ جي ماڻهن لاءِ ۽ پنهنجي ملڪ جي ماڻهن جي "درن" تي – عام ۽ خاص مارڪن، گڏجاڻين ۽ مجلسن ۾ اها صدا هڻندي ۽ اوچي گلي سان دانهيندي ۽ ڳائيندي ٻڌو آهي، اُهي شاهدي ڏيندا ۽ چئي سگهندا تہ "منشي" اهو عطائي آهي يا ڪو بيو. جو چوي ٿو، سرد دليون گرمائي ٿو ۽ وڏي آواز ڳائي ٿو:

ڪارونجهر کان ڪينجهر تائين، ڪيٽي بندر کان ڪشمور،
موتين کاڻ هي ملڪ سڄو آ، مارن جو، ۽ مارو مور!

عجب ڏنوسون اڄي ادا ڙي، دنيا جو دستور هتي،
راهه رهڻ جي ڪائي ڪانهي، مسڪينن لئہ مُور هتي.

ڪيڏي رات انڌاري آ، ڪيڏي رات انڌاري آ،
ٻڙڪي بم بندوق سان بيٺو تڙ تڙ تي تاتاري آ–
ڪيڏي رات انڌاري آ!

"منشي" مور نہ ٻئي ڪنهن ماريو، ماريو ماروئڙن جي ماٺ،
ڏيهه سڄي ۾ ڏوتين کي ڏس، ڪيئن نہ ڏاري ڏاڍ جي ڏاٺ!
تن جي ڪارڻ جوڳي بنجي ڳايان، جڳ جاڳايان!
توکي کهڙا گيت ٻڌايان، توکي کهڙا گيت ٻڌايان!

مون پڪ سڄاتا پنهنجا هئا، ڪي ڏارين سان گڏ ڏاڙي ۾،
تي واٺ ڏسيائون ويرين کي، ويهي وانگيئڙن جي واڙي ۾.

مون رات گنجي ۾ گجندي، ڪيڏا سنڌوءَ جا سرواڻ ڏٺا،
تي ڀڪيا منهن ۽ ٻانهن ٻـَر، مون ٻلواڻن هٿ ٻاڻ ڏٺا.
جهيڙي جي جهونجهار، وو، يار، پرڪا آهي پڙ ۾!

نيئر ٿوڙي نڪري ويندي، ٿاريلي ٿو ٿاٽي مان،
دوکي جي اڄ ڏپ اچي ٿي، تنهنجي داٽي داٽي مان.

نہ هونديون حويليون نہ هوندا هي ٺاٽان،
مان هوندس نہ هوندس، سو پاٽان نہ چاٽان.

اجها رات ڪٽي " باک ڦٽي، انسان ازل کان آجو آ،
ڪي غلام ڇٽا، ڪي ويندا ڇٽي، انسان ازل کان آجو آ!

۽ اُنهيءَ اسان جي آجائيءَ، قومن جي آجائيءَ، انسانن جي آجائيءَ، جي ازلي حقيقت جي ياد هڪ ڀيرو ٻيهر، هتي "گوندر ويندا گذري........" ۾ • شاعر اسان کي ڏئي ٿو، ۽ سر – دانَ جي عيوض ان جي حاصلات جي " خوش خبر" هو اسان کي ٻڌائي ٿو، ۽ اهوئي سندس ٿورو اسان تي ايڏو وڏو ٿورو آهي، جو سچ تہ اسان جي لاهڻ جو نہ آهي: ۽ انسانن جي آجائي پنهنجي سر پاڻ تہ واقعي سر – دانَ گهري ٿي – جنهن ئي لاءِ سيدنا حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحمت الله عليہ "راءِ ڏياچ" جي واتان چوايو آهي تہ –

متي اتي منهنجي، جي ڪوڙين هُون ڪپار،
تہ واريو واريو وڍيان سسيءَ ڪي سئو وار،
تہ پڻ تند تنوار، تنهنجي مٿاهين مڱڻا!

— محمد ابراهيم جويو
1985ع

# (25)

# ”چٽگانگ جا عظيم انقلابي“

(سنڌي ترجمو)

ڪلپنادت \ سرواڻ

## مھاڳ جا ٻہ اکر

هيءُ ترجمو سنڌ جي هڪ نوجوان محب وطن قيديءَ جي قلمي پورهئي جو نتيجو آهي، جنهن پنهنجي عمر عزيز جا ٽي سال (79– 1982ع) پنهنجي وطن ۽ قوم سان محبت جي ڏوهہ جي سزا طور ائين قيد ۾ گذاريا. هيءُ ترجمو جڏهن ڏسڻ لاءِ مون تائين سنڌ جي ان گمنام قيديءَ کان پھتو، تہ مون کي اهو بہ اطلاع ڏنو ويو تہ ڪتاب ۾ اهو ٽيون ترجمو هو — پهريان ٻہ ترجما، انهيءَ ئي قيديءَ جا ڪيل، سندس جيل جي محافظن کان سلامت ٻاهر پهچي نہ سگهيا هئا.

اصل ۾ هيءُ ڪتاب، بنگالي ٻوليءَ ۾ لکيل، هندستان جي ڪافي گهڻين ٻولين جي ترجمن کان سواءِ، هندي ترجمي سان، 1945ع ۾ شايع ٿيو. ان جو اردو ترجمو، ”چٽ گاؤن ڪي انقلابي“ نالي سان، ڪامريڊ رضيہ سجاد ظهير جو ڪيل، سوامي نگر، لاهور جي مڪتبہ جاويد وارن، سيپٽمبر 1976ع ۾ پنجاب آرٽ پريس، لاهور، مان ڇپائي، ٽيون ڀيرو ڇڊرو ڪيو. خوشيءَ جي ڳالهہ آهي تہ ايڏي مقبول عام ڪتاب جو هيءُ سنڌي ترجمو ”چٽگانگ جا عظيم انقلابي“ نالي سان اسان جي لائق سنڌي پڙهندڙ پيرن ۽ پائرن لاءِ پهريون ڀيرو هاڻي 1987ع ۾، شايع ٿي رهيو آهي.

ڪتاب ۾ آيل احوال جي باري ۾، ان جي ليکڪا، ڪامريڊ ڪلپنا دت، پنهنجي ”ديباچي“ ۾ ۽ ڪميونسٽ پارٽي آف انڊيا جي تڏهوڪي سيڪريٽريءَ، ڪامريڊ پي سي جوشيءَ، پنهنجي ”تعارف“ ۾، ڪابہ حوالي طور اهم ڳالهہ اڻ سمجهايل ڪانہ ڇڏي آهي.

ڪتاب ۾ وطن ۽ قوم جي آزاديءَ جي راهہ ۾ بنگال جي سورمن ۽ سورمين 1930ع کان 1945ع تائين جي پندرهن سالن جي عرصي ۾ جيڪي تڪليفون سٺيون، قربانيون ڏنيون، بلڪ پنهنجا سر گهوريا، انهن ڪاهوڙين ۽ جان نثارن جي ان جاڪوڙ ۽ سوريءَ سزاواريءَ جا عبرت لائق سچا، اکين ڏٺا دل آويز احوال قلمبند ٿيل آهن.

ان زماني جا آهي بهادر ۽ سر فروش ماڻهو اسان جا بہ هموطن پائر ۽ پنرون هئا — جو تہ اهي بنگالي هئا ۽ سندن وطن بنگال (هاڻوڪو بنگلاديش) هندستان جو حصو هو. جنهن جو اسان جي ماتر ڀومي سنڌ بہ حصو هئي. اهڙن سر ترڻ تي رکندڙن ۽ سوريءَ سزا وار شخصن. پنهنجي قوم ۽ پنهنجي وطن تان پروانہ وار قربان ٿيندڙن لاءِ ئي اسان جي سدا حيات رهبر لطيف سائينءَ اسان جي ئي لاءِ پنهنجي رسالي (پيغام) جي سرڪلياڻ جي داستان ٻئي ۾. فرمايو آهي:

سوريءَ سڏ ٿيو، ڪا هلندي جيڏيون؟
وڃڻ تن پيو، نالو نيهن ڳنهن جي.

سوري سڏ ڪري، ايي عاشقن ڪي،
جي آتئي سڏ سڪڻ ۾، تہ ڪر مہ پير پري،
سسي ڏار ڏري، پڇج پوءِ پريتڻو.

سوري آهہ سينگار، اڳهين عاشقن جو،
مڙڻ، موٽڻ ميهڻو تيا نظاري نروار،
ڪسڻ جو قرار، اصل عاشقن ڪي.

سوريءَ چڙهڻ سيج پسڻ، ايءُ ڪم عاشقن،
پاهون ڪين پسڻ، سائو هلن سامهان.

- محمد ابراهيم جويو
1987ع

# (26)

# ”جيئي سنڌ! جيئي سنڌ!“

(شعري ڪليات)

## ڪامريڊ حيدربخش جتوئي

### تعارف

[پنهنجي محترم ۽ محبوب ڪامريڊ حيدربخش جتوئيءَ جي شعري ڪليات، ”جيئي سنڌ! جيئي سنڌ!“ (حيدر بخش جتوئي اڪيڊمي، 21، مسلم هائوسنگ سوسائٽي، حيدرآباد سنڌ، آڪٽوبر 1988ع) جي اشاعتي مهورت —— آڪٽوبر24، 1988ع — جي موقعي تي، قربائتين ڳالهين، يادگيرين ۽ دلي امنگن جو بيان: هن لکيل تقرير جا آخري چار حصا (ستين ڪان يارنهن) ان موقعي تي پريس ڪلب، حيدرآباد، ۾، دوستن جي آڏو پڙهيا ويا. سڄو ان جو هيءُ متن پوءِ ”ادب ۽ سياست عوام - لاءِ“ جي عنوان سان، جنوري 1989ع ۾ سنڌ فرينڊس سرڪل، حيدرآباد، جي هڪ خصوصي اشاعت طور پڌرو ڪيو ويو.]

(1)

ڪامريڊ حيدربخش جتوئي ۽ آءٌ ٻيئي، ائين ڏسجي ٿو ته، پنهنجي پنهنجي زندگيءَ جي ڊوڙ ۾ ڪجهه Late starters هئاسون. هن بي. اي. عمر جي چوويهين سال پاس ڪئي، ۽ مون ٽيويهين سال. هو يارهن سالن جي عمر ۾ ڳوٺ جي اسڪول ۾ پڙهڻ وينو، ۽ مون بہ، پنهنجي ڳوٺ جي اسڪول ۾ ڪجهه دير سان داخل ٿيندي، ۽ پوءِ پڙهندي پڙهندي، ڪنهن نہ ڪنهن سبب، چار سال ڪن عمر جا ضايع ڪيا. بهر حال، ٻنهي اسان کي پنهنجي ننڍپڻ ۾، ۽ پڻ پڙهائيءَ ۾، ائين لڳي ٿو تہ لڳ ڀڳ ساڳيو ماحول مليو: گهرو ماحول پورهئي جو، غربت جو ۽ ڪجهه مذهبي. اسڪولي ماحول پڻ مذهبي رنگ جو — ڪامريڊ لاڙڪاڻي مدرستہ الاسلام مان مئٽرڪ پاس ڪئي ۽ مون ڪراچيءَ جي مدرستہ الاسلام مان، ۽ ڪاليجي ماحول تہ هوئي ساڳيو، جو ڪراچيءَ جي ساڳئي ڊي. جي. سنڌ ڪاليج مان (البت ٽن سالن جي وٿيءَ سان) بي. اي. پاس ڪري نڪتاسين.

(2)

ڪراچيءَ ۾. تعليمي ماحول کان ٻاهر. انهن ڏينهن ۾ خاص طور ٿياسافيءَ جي تعليم ۽ تحريڪ جو پڙهيل حلقن ۾ ڪافي چوٻول هو. سو جيئن آءٌ قبلہ محترمہ سائين جي. ايم. سيد ۽ سندن دوستن ۽ بزرگن — جمشيد نسروانجي. غلام علي چاڳلا. دادا چينمل پر سرام. حاتم علوي. دادا ڪيول رام شهاڻي. ديوان سام جشنگهاڻي. سائين اين. بي. پٽاڻي. ساڌو ٽي. ايل. واسواڻي ۽ ٻين اهڙن درويش-صفت انسانن - جي صحبت مان. سڌيءَ يا اڻ سڌيءَ طرح. فيضياب ۽ انهن جي مثاليٰ ڪردارن کان متاثر ٿيس. ٿيئن ڪامريڊ حيدربخش جتوئي بہ ضرور ٿيو. بلڪ ڏسجي ٿو تہ پاڻ بہ رتيون ڪسر — جو تہ هو قبلہ محترم سائين جي. ايم. سيد جو تہ همعمر هو. ۽ سيٺ غلام علي چاڳلا جي پٽ احمد. جو هم ڪلاسي بلڪ گهاٽو يار هو. جيئن هن ڏانهن پنهنجي پهرئين شعري مجموعي "تحفہ سنڌ" (1930) جي سندس انتساب مان پڌرو آهي. جيڪو " بطرف حبيب شفيق احمد غلام علي چاڳلا. ڪراچيءَ" جي قربائتن لفظن سان پاڻ ڪيو اٿن. ٿياسافيءَ جي تعليم ۽ تحريڪ سان پنهنجي تعلق جو ذڪر ڪامريڊ پنهنجي آخري انٽرويو (مارچ 1970ع) ۾ ڪامريڊ سوڀي گيانچندانيءَ سان. بنهہ پرشوق لفظن ۾. پاڻ بہ ڪيو آهي —— "مان ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جو ميمبر هوس.... پانيان ٿو اجان بہ آهيان. ڇو تہ هنن جا اصول تہ "سڀ انسان ڀائر آهن". "سچ کان مٿي ڪو مذهب ڪونهي" (بي بها) سونهري اصول آهن!"

انساني سماج ۾ هوندي بہ هر نسل کان ٻيو نسل لازمي طور گهڻو ڪجهہ سکي ٿو. پر انهن ڏينهن ۾ (آءٌ پنهنجي تجربي جي آڌار تي چئي سگهان ٿو). ان سلسلي ۾ اسان جي گهرن. اسڪولن ۽ اعليٰ تعليم گاهن ۾ ۽ ٻاهر جي سڄي سماج ۾. ننڍيءَ ٿهيءَ کي ادب ۽ فضيلت جي ڳالهين ۽ زندگيءَ لاءِ ماناڻي ۽ ڳنڀير رويي رکڻ ڏانهن زيادهہ مائل رکڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي هئي —— ڇو تہ سڄي ڏهوڪي سماجي زندگي پنهنجي ٿي نوع سان پر هڪ طرح جي وزن. ضابطي ۽ انتظام تي ٻڌل هئي ۽ هلندي ٿي رهي. ماڻهن ۾ پنهنجي پنهنجي ذاتي آزارن ۽ جهمگهٽن ۾ ايڏي غلطاني ۽ انساني آسپاس کان ايڏي بي تعلقي يا بيزاري ڪانہ هئي.

1934ع ۾ جڏهن مان ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ۾ داخل ٿيس. تڏهن ڪاليج کان اٽڪل ٽن ميلن تي سولجر بزار جي ايراضيءَ ۾ تازو تعمير ٿيل مسلم ڪالونيءَ ۾ قبلہ محترم سائين جي. ايم. سيد جي بنگلي. 126 - حيدر منزل. ۾ رهائش جي سهولت نصيب ٿيم. جتان چار ئي سال. اڪثر پيرين پنڌ

ڪاليج ايندو ويندو هوس. بندر روڊ تي. ڪراچي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ آفيس (هاڻوڪي ريڊيو پاڪستان. ڪراچيءَ) جي بلڪل سامهون ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جي بلڊنگ هئي (اڄان بہ آهي). جتان لنگهندي، انهن جي هفتيوار ليڪچرن ۽ ٻين سماجي، ثقافتي تقريبن بابت اڪثر ڳاڙهي ڪپڙي جي بئنر تي وڏن اکرن ۾ لکيل اعلان پڙهندو هوس. ۽ پوءِ سعيو ڪري اهي وڃي ڏسندو ۽ ٻڌندو هوس. اهڙي ئي ڪنهن ٻئي يا ٽئين موقعي تي اُتان مون کي ٻن آنن (اڄ جي 13 پيسن ڪن) جي قيمت ۾، سندن 29 صفحن جو انگريزيءَ ۾ ڪتابڙو Public Spirit - Ideal and Practical جي عنوان وارو مليو، جيڪو سوسائٽيءَ جي تڏهوڪي پريزيڊنٽ، ڊاڪٽر ائني بيسنٽ، جو 1908ع ۾ ڏنل، سوسائٽيءَ جي "اديار (مدراس) پاپيولر ليڪچرس" جو پهريون ليڪچر هو. ۽ تازو ٻيو پيرو ڇپجي انهن ڏينهن ۾ پڌرو ٿيو هو. شروعات ان ليڪچر جي هيئن ٿيل هئي:

"دوستو. اڄ جي پنهنجي سوچ لاءِ هيءُ جو "خدمت عام جي جذبي" جي چڱاين کي مون هٿ ۾ کنيو آهي، سو انهيءَ لاءِ تہ سالن جا سال جيڪي مان هتي رهي آهيان، مون اهو سڄو وقت، بلڪ ماڻهن کي ٽڪائي ڇڏڻ جي حد تائين، هڪ ئي خيال جو پرچار پئي ڪيو آهي: ۽ اهو هيءُ تہ سڌارا کهڙا بہ، عام يا خاص قسم جا، پنهنجن مقصدن ۾ ڪڏهن بہ ڪامياب نہ ٿيندا، جيستائين جو هندستان جا رهواسي مسئلي جي بنياد ڏانهن ڌيان نہ ڏيندا، ۽ اهو مسئلو آهي منجهن " شخصن" جي، "فردن" جي، اخلاق جي تعمير. ڪابہ هلچل، ڪابہ تحريڪ، جيڪڏهن قوم جي اڏاوت ۾ مددگار ٿيڻي آهي، تہ ان جي ڪاميابيءَ لاءِ اوچو اخلاق هڪ اٽل ضرورت آهي. ڪنهن بہ تحريڪ جو مقصد ڪهڙو بہ ۽ ڪيترو بہ چڱو ڇو نہ هجي، ان جي منزل ڪٺي ڪا بهترين ۽ اعليٰ ترين ڇو نہ هجي، پر اها تحريڪ ناڪام ٿي ٿيندي، جيڪڏهن ان جا هلائيندڙ اعليٰ اخلاق جا مالڪ نہ هوندا ۽ ديانتدار، "خدمت عام جي جذبي" سان ڀرپور ۽ سچار نہ هوندا. اوهين ڪو سٺو گهر پُٽين سرن سان اڏي ٿي نہ سگهندا. اوهين خراب ۽ پست اخلاق رکندڙ شهر واسين جي اجتماع سان ڪا عظيم قوم ناهي نہ سگهندا. جيئن ڪا گهر جي جاءِ ان جي سرن کان الڳ نہ هوندي آهي، تيئن ڪا قوم بہ پنهنجي شهر واسين کان الڳ نٿي ٿي سگهي. شهر واسي ئي قوم آهن، ۽ جهڙو انهن جو اخلاق هوندو، لازمي طرح سندن قوم جو اخلاق بہ اهڙو ئي هوندو......... بس اهو ئي سبب آهي، جو آءٌ هندستان جي ماڻهن تي اهو زور ڏيندي رهي آهيان تہ هو پاڻ وٽ تعليم ۽ تربيت جو اهڙو نظام قائم ڪن، جنهن ۾ لازمي جز يا حصو اخلاق جي تعمير

هجي- چو تہ جيڪڏهن هتي هڪ عظيم قوم جي تعمير ٿيڻي آهي، جيڪڏهن متحده هندستان جيڪو اسان سيني جي من جو خواب آهي. انسانن جي دنيا ۾ اهو اسان کي حقيقت جي صورت ۾ ڏسڻو آهي، تہ اهو فقط صحيح راهہ سان تربيت ورتل شهر واسين جي هٿان ئي ممڪن ٿي سگهندو —— اهي شهر واسي جيڪي نيڪ اخلاق جا مالڪ، اعتبار جوڳا ۽ امانتدار هوندا. سچائيءَ لاءِ هڪڙي پراڻي عبراني پستڪ ۾ لکيل آهي تہ "سچائي ئي قوم کي اتم درجو ڏئي ٿي، ۽ جيڪا قوم سچن ۽ صداقت وارن شهر واسين کان خالي آهي، دنيا ۾ ان قوم جي جٽادار زندگي ممڪن ئي ڪانهي"....... هاڻي، هڪ نيڪ ۽ سچي شهر واسيءَ لاءِ اخلاق جي سڀ کان وڏي صفت آهي "خدمت عام جو جذبو". "خدمت عام جو جذبو" ڪونهي تہ قوم بہ ڪانهي. حقيقت ۾ "خدمت عام جو جذبو" ئي آهي، جيڪو قومي عمارت جي اڏاوت لاءِ بنياد جو ڪم ڏئي ٿو....."

(3)

ڪامريڊ حيدر بخش جو پهريون شعري مجموعو "تحفہ سنڌ" 1930ع ۾ شايع ٿيو. ۽ اهو سنڌ جي ماڻهن سان سندس انهيءَ پيار ۽ خدمت عام جي جذبي جو پهريون ثبوت هو. ان وقت آءٌ اڃان ٿيون درجو انگريزي پاس ڪري رهيو هوس، ۽ مئٽرڪ ڪرڻ ۾ مون کي وڌيڪ چار سال گهربل هئا. "تحفہ سنڌ" جي اشاعت تي ڪافي اختلاف اٿيا ۽ فتوائون صادر ٿيون. پر ان سڄي هنگامي کان آءٌ اڃاڻ رهيس، چو تہ تن ڏينهن ۾ جنهن اسڪولي فضا ۾ آءٌ پڙهي رهيو هوس —— ۽ ڪامريڊ حيدربخش جتان فارغ ٿي نڪتو هو —— ان ۾ اهڙين ڳالهين جي گرما گرم چوٻول جي گهٽ گنجائش هئي. "اسلامي مدرسن" ۾ اسان جي حالت ائين هوندي هئي جڻ معصومن کي واڙي ڇڏجي: سبقن ونڻ ۽ ياد ڪرڻ، راندين ڪرڻ ۽ نمازن جي پڙهڻ —— يا انهن کان نتائڻ —— ۾ اسين پورا هوندا هئاسون. ڪم از ڪم آءٌ پاڻ تہ پنهنجي پاڻ ۽ پنهنجن هم ڪلاسين ۽ ويجهن مٽن مائٽن جي دنيا ۾ ئي ذهني توڙي جذباتي طور پورو واڳيل ٿي رهيس. مئٽرڪ جي پوين ٻن درجن ۾ سو اسان کي انگلنڊ جي تاريخ مان هائوس آف ڪامنس ۽ هائوس آف لارڊس، پارليامينٽ بمقابلہ آپيشاهي، شهري حقن ۽ ذميدارين، اسپين ۽ فرانس سان انگلنڊ جي لڙاين ۽ انهن جي سببن ۽ انهن ۾ انگريز قوم ۽ ان جي قومي سورمن جي وطن دوستيءَ ۽ جان نثاريءَ جي مثالن جي ڄاڻ ملندي ٿي رهي. البت ڪاليج ۾ پير رکڻ کان پوءِ اخبارن ۽ رسالن جي پڙهڻ، انگريزيءَ جي باغي شاعرن —— شيلي، ڪيٽس، بائرن وغيره- جي اتهاسڪ نظمن جي مطالعي، سماجي

اهميت جي انگريزي ڊرامن، لارڊ مارلي جي On Compromise جهڙن سياسي تعليم جي فڪرانگيز ڪتابن جي پڙهڻ ۽ سمجهڻ جا موقعا مليا. 1938ع ۾ بي. اي. ڪرڻ کان پوءِ سرڪاري نوڪريءَ بدران پنهنجي مادر علميءَ، سنڌ مدرسي، ۾ استاد ٿيس. ۽ اتي استادن جي لئبرريءَ مان خاص طرح وليم ڊريپر جو ڪتاب، ٻن جلدن ۾ History of the Intellectual Development of Europe ۽ جين جئڪس روسو جي آپ بيتي Confessions، ڇهن جلدن ۾، پڙهيم. ٻن سالن کان پوءِ بي. ٽي. ڪرڻ لاءِ بمبئي وڃڻ ٿيو، ۽ اتي ڪاليج لئبرريءَ مان ٿامس ڪارلائل جو The French Revolution ، ائبٽ جو Napoleon Bonaparte، جادو ناٿ سرڪار جو Aurangzeb Alamgir (چئن جلدن ۾ ) پڙهيم. ٽن ڏينهن يورپ ۾ ٻي مهاڀاري لڙائي شروع ٿي چڪي هئي، ۽ ان بابت ايم. اين. راءِ جا لکيل مضمون، خاص طور سندن انگريزي هفتہ وار India "Independent " ۾، پڙهيم ۽ ائين سندن قائم ڪيل ريڊيڪل ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ جي سوچ ۽ پروگرام سان روشناس ٿيس. 1941ع ۾ واپس سنڌ ۾ اُن پارٽيءَ جي ڪراچي تنظيم ۽ سندن تازي جاري ٿيل پندرهن روزه " Karachi Calling " سان وابستہ ٿيس، ۽ ان سلسلي ۾ راءِ جا تقريبن سڀ ڪتاب، جيئن Scientific Politics","Historical Role of Islam" "From Savagery to Civilization"۽ ٻيا، پڙهيم. سياست جي ان تعلق سان سنڌ قانون ساز اسيمبليءَ جي ڪارگذاريءَ ۽ سنڌ جي سياست تي سوچڻ ۽ ان کي سمجهڻ لڳس. تنڪرس لئبرريءَ جا ڪتاب پڙهڻ شروع ڪياسين. انهن ئي ڏينهن ۾ دادا چيتمل پرسرام جي ڏس تي ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جي ڪائونٽر تان ائني بيسنٽ جي جوانعمريءَ جي ليڪچرن تي مشتمل "History of the Great French Revolution- From the Standpont of the People" ۽ ڪامريڊ برڪت عليءَ جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيل، پرنس ڪرو پاٽڪن جو ڪتابڙو " نوجوانن ڏانهن"، ۽ ٻيا بہ ڪيئي ان نوع جا ۽ "ڪميونسٽ مئنيفيسٽو" سميت 1917ع جي سو ويت انقلاب جا ننڍا جيڪي وڏا ڪتاب هٿ آيم، مون من جي وڏي هڪ ترنگ ۽ جولان ۾ پڙهيا "۽ وري وري پڙهيا —— جن ۾ ٻن ڪتابن، هينري جارج جي "Progress and Poverty" ۽ ڪروپاٽڪن جي ٻئي ڪتاب "Mutual Aid" جو مون تي خاص اثر ٿيو. طبيعت جي انهيءَ ڪيفيت ۾ هوس، جو 1945ع ۾ سڄيءَ سنڌ ۾ هيءَ خبر وچ جي چمڪاٽ جيئن پکڙجي ويئي، ۽ منهنجي ڪنن بہ ٻڌي ۽ ماٺهن جي چهرن تي سرهائيءَ جي صورت ۾ منهنجي اکين بہ ڏٺي، تہ حيدربخش جتوئيءَ وڏيءَ سرڪاري نوڪريءَ کي ٺڏو هڻي، چڏي ڏنو آهي، ۽ هارين جي سک سلامتيءَ

۽ انهن جي عزت ۽ آجائيءَ لاءِ انهن سان گڏجي ڪم ڪرڻ لڳو آهي! ترت ئي پوءِ، ڪامريڊ حيدربخش جو ٻيو شعر جو ڪتاب "آزادي قوم" (مارچ، 1947ع) ڇپجي پڌرو ٿيو. ۽ سنڌ ۾ ان جو هر هنڌ ذڪر ٿيڻ لڳو. پنجن مصرعن جي 171 بندن تي مشتمل اهو طويل نظم مون بہ پڙهيو. ۽ ان جي هر صفحي تي ڏکين لفظن جي معنيٰ ۽ ٻين سمجهاڻين ۽ حوالن جي موجود هوندي بہ، مون کي ياد آهي تہ ان جي هر بند جي آخري مصرع ۾ "آزاديءَ قوم" جي رديف جو بامعنيٰ استعمال اڪثر هنڌن تي وري وري پڙهڻ ۽ غور ڪرڻ کان پوءِ ئي مون کي سمجهہ ۾ اچي ٿي سگهيو. پر جيستائين اهو سمجهہ ۾ نٿي آيم، تيستائين تائين مان ان بند کي وري وري پڙهندو ٿي رهيس ـــ ايترو سچي ان نظم منهنجي من کي جهٽي پاڻ وٽ سوگهو ڪري ڇڏيو هو.

جون 1947ع ۾ مون سنڌ اسيمبليءَ جي ميمبرن ڏانهن کليل خط لکيو ـــ انگريزيءَ ۾ ۽ سنڌيءَ ۾ ـــ جو اخبارن ۾ ڇپيو. ۽ اهو پترن ۽ ڪتابچن جي صورت ۾ عام ورهايو بہ ويو. ۽ اهي، 26جون تي پاڻ کڻي اسيمبليءَ جي دروازي تي بيهي، هڪ هڪ ميمبر کي هٿ ۾ ڏنم، جو تہ ان ڏينهن هو پاڪستان آئين ساز اسيمبليءَ سان سنڌ جي شموليت جو فيصلو ڪري رهيا هئا. اسيمبليءَ جا مسلم ليگي ميمبر سپ سيد، مير، پير ۽ وڏيرا هئا. ۽ وڏيءَ ڏاڍل سان اڪثريت ۾ چوندجي آيا هئا ـــ هڪ بہ انهن ۾ عام ماڻهن مان نہ هو ـــ جن لاءِ ڪامريڊ حيدربخش، اڳتي هلي، ون ـ يونٽ جي حوالي سان، پنهنجي هڪ انقلابي نظم، "اي سنڌي وڏيرا، ڪجهہ انسان ٿيءُ!" (1967ع) ۾ چيو هو:

"وڏيرا وطن پنهنجو هارائي وينا،
"مٺيءَ سنڌ پنهنجيءَ کي مارائي وينا،
"حقن پانهنجن کي ڪهارائي وينا،
"ٻچن مائرن کي رٺارائي وينا،
"تڏهن پي آ دعوا: "پهلوان آهيون!"
"اجان پي چون ٿا تہ "انسان آهيون!"

ان منهنجي خط ۾ انهن کان طلب ڪيل هئي تہ سنڌ لاءِ انهيءَ شموليت جي فائدي ۾ پنهنجي فيصلي سان گڏو گڏ، هو مارچ 1940ع واري پاڪستان ريزوليوشن ۽ آل انڊيا مسلم ليگ جي آئين ۾ خصوصي طور بيان ڪيل اغراض و مقاصد مطابق، سنڌي قوم لاءِ، پاڪستان جي هڪ شريڪ قوم طور، Autonomy (خود حڪومت) ۽ Sovereignty (ڪل اختياريت) جي درجي ۽ حيثيت جو واضح لفظن ۾ شرط رکن! ان کان اڳ منهنجو انگريزي

Lords, Capitalists" "Save Sind, Save the Continent- From Feudal ڪتاب ("سنڌ بچايو. براعظم بچايو —— جاگيردارن. and their Communalisms سرمايه دارن ۽ انهن جي فرقه پرستين کان!") بہ شايع ٿي چڪو هو. جنهن جي سزا طور آءٌ پنهنجي مادر علميءَ جي ملازمت کان علحده ڪيو ويو هوس.

(4)

انهن ئي ڏينهن ۾ پوءِ آءٌ ڪامريڊ حيدربخش سان پهريون ڀيرو روبرو ملڻ جو سوچي. ۽ کين اڳواٽ اطلاع موڪلي. حيدرآباد جي (هاٿوڪي) "حيدرچوڪ" وٽ سندن گهر تي (جيڪو تڏهن بہ "حيدرگهر" سڏبو هو) وڃي حاضر ٿيس. پاڻ مون سان وڏي جذبي سان مليا. منهنجي خوش قسمتي هئي، جو ان موقعي تي پاڻ منهنجي پوءِ بنهہ جگري يار ٻڌيل. ميان محمد عثمان ڏيپلائيءَ، کي بہ گڏجاڻيءَ ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ دعوت ڏيئي گهرايو هئائون. ۽ پوءِ اسان ٽنهي ڪافي گهڻي دير ويهي، ۽ دليون کولي، ڪچهري ڪئي. پنهنجي پنهنجي مطالعي جون ڳالهيون ڪيونسين. اصولن ۽ عقيدن جو ذڪر نڪتو. ۽ آل انڊيا سياست جي چڪر ۾ پنهنجا سنڌي سياستڪار ۽ سياستدان جنهن ڪمال صفائيءَ سان رڌ ڪڏائي. رڳو پنهنجي ذاتي انا ۽ طبقاتي مفادن جي پنيان المست ٿي. پاڻ کي ۽ پنهنجي وطن ۽ قوم کي اوڙاهہ ۾ اڇلي رهيا هئا، بلڪ اڇلي چڪا هئا. ان لاءِ پاڻ ٿي، انهن تي ۽ دنيا جهان ۽ ان جي سڄيءَ "ڪارسازيءَ" ۽ "ڪارفرمائيءَ" تي پنهنجي خاص ڪاريگريءَ ۽ قدرت جي دعويدارن تي خوب چوهہ ڇنڊياسين. انهيءَ طرح، انساني عقل ۽ آسماني عقل، ۽ ٻنهي جي ڀيڄ ۽ معتبريءَ جي ڪَچَ - تور بہ ڪئيسين. ۽ سڄيءَ ان ڏکئيءَ صورتحال (The sorry state entire)جي سمجهڻ ۽ ان جي ڪنهن قدر پورائيءَ بلڪ تلافيءَ لاءِ جو ڪجهہ ٿي سگهيو. ان تي آڇاريو ويچاريوسين. ان موقعي تي، ڪامريڊ حيدربخش کان مون کي هڪڙي ڪنهن گمنام ڏاهي جي هڪ املهہ ڳالهہ بہ ملي. جيڪا مون سدائين لاءِ پنهنجي ڳنڍ ٻڌي ڇڏي:

"The serenity to accept the things
I cannot change
The courage to change the things
I can; and
The wisdom to know the difference."

يعني: "اهو صبر جيڪو قبول ڪري شيون. جن کي بدلائي نٿو سگهان.
اها همت جنهن سان بدلايان شيون. جن کي بدلائي ٿو سگهان. ۽
اها ڏاهپ جيڪا انهن ٻن ڳالهين جو فرق مون کي سمجهائي!"

ڪامريڊ حيدربخش سان پوءِ مون ڊاڪٽر آئني بيسنت جي "Public

Spirit" واري ليڪچر جي ڳالهہ ڪئي، ۽ منهنجي خوشيءَ جي حد نہ رهي، جڏهن پاڻ ٻڌايائون تہ اهو ڪتابچو سندن پڙهيل هو. بلڪ سندن قومي شعور جي اوائلي دور ۾ خاص طرح، متن ان جي خيالن جو تمام گهڻو اثر رهيو هو! ان کان پوءِ، پاڻ مون کان خاص ٻن انگريزي ڪتابن ـــ ٿامس پين جي Age of Reason ۽ اينگرسال جي Essays بابت پڇيائون: ڇا، اهي مون پڙهيا هئا! ٿامس پين جي سوانح ۽ فڪر متعلق انهن ڏينهن جي بئي مشهور انگريزي ڪتابن جي سلسلي The Living Thoughts Libraryجو ڪتاب Tom Paine منهنجو پڙهيل هو، جنهن ۾ پين جي ٽن مشهور ڪتابن Rights of Man, Common Sense, Age of Reason بابت گهڻو ڪجهہ لکيل هو: پر Essays of Engersall منهنجو پڙهيل نہ هو. ڪامريڊ حيدربخش، اهو ٻڌي، فورن اٿيو، ۽ پنهنجي ذاتي لئبرريءَ مان اهو ڪتاب ڪڍي آيو ۽ مون کي ڏنائين، ان جي پڙهڻ جو خاص تاڪيد ڪيائين. ۽ خوش خوش پاڻان ٻڌايائين تہ ان ڪتاب جي پڙهڻ جو پهريون ڏس کيس ڊاڪٽر دائود پوٽي ڏنو هو. منهنجي ۽ ڪامريڊ حيدر بخش ۽ ڏيپلائيءَ جي وچ ۾ ان ڏينهن واريءَ ان پهرينءَ گڏجاڻيءَ جي ياد، روحاني ڳانڍاپي طور، پوءِ اسان ٽنهي جي دلين ۾ هميشہ موجود رهي، ۽ مون وٽ بہ اها سدا بهار ياد اڄ بہ انهيءَ طرح ئي محفوظ آهي ـــ ۽ جيستائين اها مون وٽ ائين آهي تيستائين سچ تہ ٻين منهنجن يارن سان گڏ اهي ٻيئي يار بہ مون کان ڪڏهن الڳ نہ آهن.

(5)

30 ۽ 31 مئي 1948ع تي، رتي ديري جي ڪل - سنڌ هاري ڪانفرنس ۾، آءٌ بہ سائين جي. ايم. سيد سان گڏجي، شريڪ ٿيس، جتي ڪامريڊ حيدربخش پهريون ڀيرو سنڌ هاري ڪاميٽيءَ جو صدر چونڊيو ويو. ان ڪانفرنس ۾ سائينءَ جي. ايم. سيد جي چوڻ تي مون ئي نهراءَ انگريزيءَ ۾ لکيا ۽ سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيم، جيڪي ڪامريڊ حيدربخش کي بہ بيحد وڻيا، ۽ سندن صدارت هيٺ اهي نهراءَ پوءِ ڪانفرنس ۾ پاس ٿيا، جي پريس کي موڪليا ويا، پر ڪٿي بہ ڪنهن اخبار ۾ اهي ڇپجي نہ سگهيا ـــ پاڪستان ۾ شروع کان ئي، خاص طور سنڌي عوام جي قومي مفاد جي سلسلي ۾، پريس بنديءَ جو اهو حال هو. سنڌ ۽ سنڌي قوم لاءِ هنن نهرائن جي تاريخي اهميت جو احساس رکندي ۽ انهن جي ڪامريڊ حيدربخش سان ان موقعي جي نسبت سبب، انهن جو سنڌي متن هتي پيش ڪرڻ بيجا نہ ٿيندو.

نهراءُ پهريون: سنڌ متعلق (On Sind):

”سنڌ جي هارين جي هيءَ ڪانفرنس هن پختہ راءِ جي آهي تہ جيڪڏهن پاڪستان کي مستحڪم ۽ مضبوط بنائڻو آهي تہ اهو فقط پاڪستان ۾ شامل ٿيل سمورن صوبن جي رضامندي ۽ رضاڪارانہ تعاون سان ئي ٿي سگهي ٿو. آل انڊيا مسلم ليگ جي لاهور واري نهراءَ جي بنياد تي ئي پاڪستان حاصل ڪيو ويو آهي. ان نهراءَ ۾ پاڪستان ۾ شامل ٿيندڙ سمورن صوبن لاءِ ”خود حڪومت ۽ ڪل – اختياريت“ جا حق تسليم ٿيل آهن. ۽ ائين پاڪستان هڪ ڪان وڏيڪ قومن جي اجتماع جي صورت ۾ ئي تصور ڪيو ويو هو. ۽ ان ئي بنياد تي هاڻي سندس تنظيم ۽ تعمير ڪري سگهجي ٿي ۽ ڪرڻ گهرجي. پاڪستان ۾ رهندڙ سنڌي، پنجابي، بنگالي، بلوچستاني ۽ سرحدي ماڻهو، باوجود انهيءَ جي تہ هو سڀيئي مسلمان آهن. بين الاقوامي سياست جي سمورن تسليم ٿيل قانونن ۽ اصولن پٽاندر پنهنجو پنهنجو مستقل قومي وجود رکن ٿا، ڇاڪاڻ تہ منجهانئن هر هڪ کي پنهنجو مخصوص وطن، پنهنجي مخصوص زبان ۽ ادب، تاريخ ۽ تهذيب و تمدن، ۽ پنهنجا مخصوص سياسي، سماجي ۽ اقتصادي مسئلا، پسندگيون ۽ مفاد آهن. انهيءَ ڪري منجهانئن هر هڪ وٽ پنهنجي پلائيءَ لاءِ پاڻ فيصلي ڪرڻ جو حق محفوظ آهي، ۽ هو اها دعوا پوري حق ۽ انصاف جي بنياد تي ڪري سگهن ٿا تہ انهن جي اها حيثيت پاڪستان جي وفاقي رياست جي آئين ۾ ڪنهن بہ رڪ رڪاءَ کان سواءِ ۽ پوريءَ وضاحت سان تسليم ڪئي وڃي.

”مٿي بيان ٿيل حقائق جي روشنيءَ ۾ سنڌ جي هارين جي هيءَ ڪانفرنس اعلان ٿي ڪري تہ سنڌ جا ماڻهو، خاص قوميت جي مالڪ هجڻ جي حيثيت سان، اهو نہ مٽجندڙ ۽ ناقابل ترديد حق رکن ٿا تہ-

(الف) هو هر قسم جي ٻاهرينءَ سياسي، اقتصادي ۽ ثقافتي بالادستيءَ کان پنهنجي آزاديءَ جي ماڻڻ ۽ ان کي محفوظ رکڻ جو اعليٰ مقصد سامهون رکن ۽ ان لاءِ جدوجهد ڪن.

(ب) هو هر اهڙي اقدام کي رد ڪن ۽ ان جو مقابلو ڪن، جيڪو سڌيءَ يا اڻ سڌيءَ طرح هنن جي وطن جي علائقائي يا اقتصادي يڪجهتيءَ کي ٽڪر ٽڪر ڪرڻ لاءِ تجويز ڪيو وڃي يا ڪنيو وڃي. ۽

(ج) هو پاڪستان ۾ هر شامل قومي اڪائيءَ سان مرڪز ۾ نمائندگيءَ جي معاملي ۾ برابريءَ جي درجي، ۽ پنهنجي قومي زندگيءَ جي اندروني ۽ گهرو دائري جي حدن اندر پنهنجي ڪل – اختياريت ۽ خود حڪومت جي ماڻڻ جي دعوا ڪن ۽ ان لاءِ جدوجهد ڪن.“

نهراڻ ٻيو: هندو زميندارن جي ڇڏيل زمينن بابت :
**(Reg: Lands abandoned by Hindu Zamindars)**

"سنڌ جي هارين جي هيءَ ڪانفرنس، اهو ڄاڻندي ته حڪومت پاڪستان جي سامهون سيني مسئلن تي ترجيح مشرقي پنجاب مان نڪتل. قسمت جي ماريل لکين پناهگيرن کي آباد ڪرڻ ۽ اجهي ڏيڻ جي آهي، ۽ پڻ ائين مڃيندي ته ان مسئلي جو واحد حل هيءُ آهي ته پاڪستان جي مغربي پنجاب ۽ ٻين صوبن ۾ سڄي زرعيءَ زمين کي قومي ملڪيت ۾ ورتو وڃي، حڪومت طرفان سنڌ ۾ ان مسئلي جي سلسلي ۾ جيڪي بلڪل ابتا طريقا ۽ ذريعا اختيار ڪيا ۽ ظلمي انداز سان عمل ۾ آندا پيا وڃن. تن تي پنهنجي وڏي صدمي، بيحد ڏک ۽ ڪاوڙ جو اظهار ڪري ٿي، ڇو ته انهن ئي ذريعن ۽ طريقن جي نتيجي ۾ سنڌ جا اصلوڪا هاري زمين تان بيدخل ۽ پنهنجي ئي وطن ۾ پناهگير ۽ خانه بدوش بڻجي رهيا آهن ۽ بڻايا پيا وڃن.

"پنجاب جا جاگيرداري مفاد اڄ هڪ گنڀير چئلينج جي منهن مقابل آهن: سندن پاروتو ۽ سڙيل سڄو زميني نظام اڄ مشرقي پنجاب کان نڪتل انهن لکين بي گهر ۽ بي زمين پناهگيرن جي دٻاءَ هيٺ آهي. پنجاب جا هي جاگيرداري مفاد اڄ پوريءَ انهيءَ ڪوشش ۾ آهن ته هو ان معاملي ۾ پنهنجي ذميداريءَ جو سڄو بار سنڌ جي ڪلهن تي اڇلي وجهن ۽ ائين سنڌي هارين جي قيمت تي اتان جي زميندار شاهي پنهنجي سڄي ان بحران کي حل ڪرڻ گهري ٿي.

"سنڌي هارين جي هيءَ ڪانفرنس، هن موقعي تي هڪ نهايت خطرناڪ غلطفهميءَ کي دور ڪرڻ چاهي ٿي، جيڪا هونئن پنجاب جي جاگيردار حڪمرانن جي مٿئين اجوڳ مقصد جي حمايت ۾ استعمال ڪئي پئي وڃي. اها غلطفهمي هڪ بنهه ڪوڙي ۽ پر فريب دليل تي ٻيٺل آهي ته پناهگيرن کي سنڌ ۾ هندو زميندارن جي ڇڏيل زرعي زمينن تي آباد ڪيو پيو وڃي ۽ ڪري سگهجي ٿو، جڏهن ته حقيقت هيءَ آهي ته اهڙيون سڀ زمينون سنڌ ۾ اڳي ئي ۽ شروع کان وٺي سنڌي مسلمان هارين جي پوکيءَ هيٺ آهن. ۽ انهيءَ طرح پناهگيرن کي انهن زمينن تي آباد ڪرڻ جي ڪوشش ۾ اتان جا اهي سنڌي مسلمان هاري ئي زوريءَ بي دخل ۽ خانمان برباد ڪيا پيا وڃن —— ٿر پارڪر ضلعي جي جڪراٽي ڳوٺ جو سانحو اهڙي ٻڌري پٽ ظلم جو هڪ ثبوت آهي.

"هيءَ ڪانفرنس انهيءَ ڪري متعلقه اختياريءَ وارن کي صورتحال جي حقيقت کان آگاهه ڪري ٿي ۽ ان جي پوشيده ڀيانڪ نتيجن کان خبردار رکڻ گهري ٿي جيڪي سنڌ ۾ پناهگيرن جي آبادڪاريءَ جي انهيءَ طريقي ڪار جو

لازمي حصو آهن. ۽ واسطيدار صوبائي ۽ پڻ مرڪزي حڪومتن ڪان گهر ٿي ڪري تہ اهڙيون زمينون پٽي (Lease) تي سنڌي مسلمان هارين وٽ ئي رهڻ ڏنيون وڃن ۽ ڪانئن ليز جي قيمت جي ڏهہ في صدي رقم فورن ۽ بقايا فصلن جي ڪٽڻ مهل وصول ڪئي وڃي."

تيون نهراءُ: سياسي صورتحال (Present Political Situation):

"سنڌ جي هارين جي هيءَ ڪانفرنس سنڌ ۾ پيدا ٿيل نهايت اجوڳي ۽ غلط سياسي صورتحال تي پنهنجي شديد ڳڻتيءَ جو اظهار ڪري ٿي، جيڪا مرڪزي حڪومت جي انَ ويچاريل ۽ ڪوتاهہ بين تازن فيصلن ۽ اقدامن جو نتيجو آهي: مثلا سنڌ کان ڪراچيءَ جي علحدگيءَ جو ارهہ زوراوُن قدم. سنڌي هارين جي سندن هارپ هيٺ زمينن ۽ گهرن گهاٽن مان بيدخلي ۽ انهن جي جاءِ تي زوريءَ پناهگيرن جي آبادڪاري. ۽ ان مقصد لاءِ حڪومت سنڌ کان پناهگيرن جي آبادڪاريءَ جو محڪموئي کسي ڇڏڻ. وغيرهہ. ۽ متعلقہ اختيار ۽ اقتدار جي صاحبن کان مطالبو ٿي ڪري تہ هو پنهنجا اهي قدم روڪين. ۽ ان باري ۾ سنڌ جي ماڻهن جي متفقہ طور اظهاريل خواهشن. امنگن ۽ سندن بنيادي مفادن کي نظرانداز ڪرڻ ۽ انهن ڳالهين ۽ مسئلن ۾ ائين انهن جي هتڪ ۽ نظراندازي ڪرڻ کان باز اچن. پاڪستان جي مرڪزي اختيار جا اهي فيصلا ۽ اقدام قومن جي اخلاقي ۽ سيني عادلانہ ۽ منصفانہ اصولن جي خلاف ورزيءَ جا واضح مثال آهن. جن مان ائين ظاهر ٿو ٿئي تہ ان سلسلي ۾ سنڌ جي ماڻهن لاءِ ٻيو ڪو رستو ڇڏيو نہ ٿو وڃي سواءِ هڪ جي تہ هو مرڪزي حڪومت کي ڌارين حڪومت سمجهي، پنهنجن قومي حقن جي مڃتا ۽ حفاظت جي طلب ڪن ۽ انهن جي حاصلات لاءِ جدوجهد ڪن.

"سنڌ جي هارين جي هن ڪانفرنس جو انهيءَ ڪري پختو رايو آهي تہ پاڪستان ۾ قوميتن جو مسئلو ۽ ان مان وقت بوقت اٿندڙ ٽڪراءَ جا اسباب، غلطفهميون ۽ اختلاف، مارچ 1940ع جي پاڪستان نهراءَ جي بنياد تي، صلاح مشوري سان ۽ پر امن طور، فقط انهيءَ راهِ نيتيءَ ۽ حڪمت عمليءَ سان حل ٿي سگهندا ۽ ٿيڻ گهرجن. جنهن تي عمل ڪندي سوويت يونين پنهنجي قوميتن جي اهڙي ئي بلڪہ ان کان وڌيڪ مشڪل مسئلن کي حل ڪري سگهي آهي."

(6)

انهن ئي ڏينهن ۾ مون کي ميونسپل هاءِ اسڪول. ٺٽي، جي هيڊ ماستري ملي. ۽ ترت ئي پوءِ جڏهن اهو اسڪول سنڌ گورنمينٽ جي تحويل ۾ آيو. تہ منهنجي بدلي حيدرآباد ۾ ٽريننگ ڪاليج فار مين ۾ استاد طور ٿي.

جتي ڪامريڊ حيدربخش سان گڏجڻ جا مون کي لڳاتار موقعا ملندا رهيا. هونئن ته ساڻن 1947ع جي پهرينءَ گڏجاڻيءَ کان پوءِ، ڪيئي سنڌن يادگيريون، ذاتي توڙي قومي نوع جون، منهنجي دل ۾ محفوظ آهن، پر خاص ڪن هڪ ٻن جو ذڪر ڪرڻ هتي واجب ٿو سمجهان. ڪامريڊ سان منهنجا ايترا ته ويجها ناتا هئا، جو هڪ ڀيري، 1949ع جي آخر ۾ شايد، پنهنجي وڏي پٽ غلام مصطفيٰ خان کي صبح سوير مون وٽ وٺي آيا — تڏهن آءٌ حيدرآباد جي ٽنڊي ولي محمد ۾ ڪاليج جي هاسٽل نمبر 6 جو هائوس ماستر هوس — ۽ پاسيرو نيئي چيائون ته "مصطفيٰ جي دل ڪجهه اٿيل لڳي ٿي، تو سان دل ريڙل اٿس. هڪ ٻه ڏينهن پاڻ سان رهائينس ته من ڪجهه سانت ۾ اچيس." ڪامريڊ جي غلام مصفيٰ خان سان ڏاڍي دل هوندي هئي — هو تڏهن بي. اي. لاءِ پڙهندو هو، شعر و شاعريءَ سان شوق هوندو هوس ۽ ڪامريڊ سان سياسي ڳالهين ۾ به واڳيل رهندو هو. سو، ڏينهن اجا لڙيو ئي مس ۽ پڪيون سانجهيون ئي نه لٿيون، ته ڪامريڊ موٽي آيو! ان وچ ۾ غلام مصطفيٰ خان کي مون وٽ ننڊ ڪٽي ويئي هئي، ۽ ڪامريڊ هن کي ائين آرامي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو. ۽ ٻيءَ ڪوٺيءَ ۾ ڪچهريءَ ۾ مون سان ويهي رهيو. ديردير تائين اويارين لهوارين ۾ لڳي وياسين. تان جو رات جي ماني ڪاڏيسين. ۽ پوءِ پياري مصطفيٰ جي به اک کلي، ۽ پيئي پيءَ پٽ گڏجي. کلي، خوش ٿي پنهنجي گهر ويا. ان موقعي تي ٻين ڳالهين سان گڏ ڪامريڊ جي ڪتاب "زميندار شاهي عرف ڪمدار جا ڪارناما" جي رٿا طئي ٿي، ۽ پاڻ مون کان ان ۾ شامل ڪرڻ لاءِ پنهنجي ڪنهن تحرير ڪين ڏيڻ جو پڪو واعدو به ورتائون. سندن اهو، سنڌي ادب ۾ پنهنجي نوع جو پهريون ڪتاب، پوءِ 1953ع ۾ شايع ٿيو، ۽ ان ۾ منهنجو لکيل، پنجن منظرن وارو، مختصر ناٽڪ "هاري ۽ تعليم" جي عنوان سان پاڻ شامل ڪيائون.

غالبن 1951ع ۾ سنڌ پرائمري ٽيچرس ائسوسئيشن پنهنجي صدر، ڪامريڊ جان محمد جماليءَ جي اڳواڻيءَ ۾، سنڌ سرڪار جي تعليم کاتي آڏو پنهنجا ڪافي پراڻا ۽ مضبوط مطالبا رکندي، عام اسٽرائيڪ جو اعلان ڪيو. ڪامريڊ جمالي تن ڏينهن ۾ ٽريننگ ڪاليج فار مين، حيدرآباد، جي پرئڪٽسنگ اسڪول ۾ نائب ماستر هو. هن سان، پيشي جي ناتي، ٽريننگ ڪاليج ۾ ساٿي هجڻ جي ناتي، ادب توڙي سياست جي ڳالهين ۾ ڪافي ڪجهه همخياليءَ جي ناتي، منهنجي گهٽي ويجهائپ هئي. هن کي سنڌ جي استادن جي ان جدوجهد جي رٿا ۽ حڪمت عمليءَ ۾ شروع کان ۽ سڄو وقت ڪامريڊ حيدربخش جو ساٿ حاصل هو. ان عرصي ۾، ٽريننگ ڪاليج مان

منهنجي بدلي سنڌي ادبي بورڊ جي سيڪريٽريءَ طور ڪراچيءَ تي ٿڪي هئي، جتي مون کي سيد هاشم رضا، سيڪريٽري تعليم، حڪومت سنڌ، جي ماتحت ڪم ڪرڻو ٿي پيو. سنڌي ادبي بورڊ جا ميمبر تـوڙي منهنجا سرڪاري بالادست، هاشم رضا سميت، منهنجي ڪم مان پوريءَ ريت خوش هئا. ان وقت تائين اسين بورڊ جي پرنٽنگ پريس ۽ بورڊ جو بڪ اسٽال حيدرآباد ۾ قائم ڪري چڪا هئاسين. بورڊ جا ڪتاب ڇپجڻ شروع ٿي ويا هئا. بورڊ جون تصنيف و تاليف ۽ ترجمي جون رٿائون نهي راس تي ٿڪيون هيون ۽ تعميل لاءِ تيار هيون. آءٌ پنهنجي آڏو سڄو اهو ڪم ائين وڌندي ڏسي گد گد ٿي رهيو هوس ۽ ان کي فوري پنهنجي زندگيءَ جو ڪارج خاص (Mission)ٿي سمجهيم. ٽيستائين پرائمري ٽيچرس جي اسٽرائيڪ جي مسئلي جي ڪنهن طرح حل ٿي وڃڻ ڪان ڪجهه ڏينهن پوءِ، سيد هاشم رضا صاحب، جنهن جي، وڏن سرڪاري عملدارن مان، ناموس اها به هئي ته هو ترقي پسنديءَ ۽ روشن خياليءَ ڏانهن مائل هو، مون کي اوچتو هڪ ڏينهن پنهنجي آفيس ۾ گهرايو، ۽ ڪجهه رسمي ڳالهه ٻولهه کان پوءِ پڇيائين: "مسٽر جويا، اوهين ڪامريڊ حيدربخش جتوئيءَ سان ڪيئن واسطي ۾ آهيو؟" مان ڪجهه دهلجي ويس، دل جهلي، مون کين جواب ڏنو ته ڪامريڊ حيدربخش جتوئيءَ کي مون پنهنجو بزرگ ۽ دوست سمجهيو ٿي، ساڻن منهنجي ڪا تنظيمي وابستگي نه هئي، سياست ۾ منهنجي دلچسپي فقط تعليمي ڳالهين تائين محدود هئي. هاشم رضا صاحب منهنجي ڳالهه ٻڌي، مون کي چيو، "مون کي اوهان جي ڳالهه تي اعتبار آهي. اوهين هڪمنا تي ڪم ڪيو." هيءَ گفتگو زباني هئي ۽ زباني ئي رهي، ۽ مون پهرين سائين جي. ايم. سيد کي ان کان واقف ڪيو —— جو ته ساڻن منهنجي ذاتي نيازمنديءَ کان علاوه پاڻ سنڌي ادبي بورڊ جا باني ميمبر ۽ ان وقت بلڪل ئي روح روان هئا، ۽ منهنجي لاءِ بورڊ جي ڪم جي سلسلي ۾ وڏو پرجهلو هئا، ۽ پوءِ اهو احوال ڪامريڊ حيدربخش سان به ڪيم، ۽ ٻنهي انهن منهنجن محترم بزرگن سڄيءَ ان ڳالهه ۾ منهنجي موقف جي تائيد ڪئي.

(7)

ڪامريڊ حيدربخش ۽ منهنجي وچ ۾ پهرينءَ ملاقات کان وٺي هيءُ به ڪو اڻ ٻوليل ۽ اڻ لکيل وچن ٿي ويو هو ته جيڪا ڪا اسان جي لکت ڇپبي (يا ٽائيپ ٿيندي) سا هڪٻئي کي پهچائيندا سين. ائين آءٌ ڪراچيءَ ۾ هوندو هوس يا حيدرآباد ۾، جيڪب آباد ۾ يا لاهور ۾، ڪوهاٽ ۾، خيرپور يا

ڪٿي به، ته ڪامريڊ جا ڪتابچا، پترا، وضاحتون، بيان ۽ خط وغيره، جيئن به هو پڌرا ڪندو هو، انهن جون ڪاپيون مون کي ڪائنس ضرور پيون ملنديون هيون. ائين آءٌ ڪوهاٽ ۾ هوس ته هڪ ڏينهن ڪامريڊ جي ٻن ٽائيپ ٿيل خطن جون ڪاپيون مون کي اچي پهتيون: اهي مون وٽ اڄ به موجود آهن. ڏهين مئي، 1967ع تي ڪامريڊ جي ٻن تازه رچيل نظمن "حيوان انسان" ۽ "سلام سنڌ" جي خلاف ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ، حيدرآباد، ڪامريڊ تي امن عامہ جي آرڊيننس 1960ع هيٺ ذاتي طور ڏهن هزارن جي ضمانت نامي ۽ وڏيڪ ان لاءِ ٻن ضامنن کان ڏهن ڏهن هزارن جي الڳ الڳ ضمانت نامن داخل ڪرڻ جو آرڊر تعميل ڪيو هو، ۽ 23 مئي تي حڪومت ويسٽ پاڪستان جي هوم سيڪريٽريءَ، لاهور مان ڪامريڊ تي ان سلسلي ۾ ويسٽ پاڪستان آرڊيننس 1963ع هيٺ ڪو فائينل نوٽيس به ڪڍيو هو. ڪامريڊ جا اهي ٻه خط جيڪي هڪبئي پٺيان پاڻ هوم سيڪريٽريءَ ڏانهن جوابن موڪليا هئائون، تن ۾، ٻين ڳالهين سان گڏ، پنهنجن انهن ٻن نظمن جون خالص ادبي ۽ علمي سمجهاڻيون ڏنيون هئائون. اهي ٻيئي خط انگريزيءَ ۾ هئا، ۽ سڌا سرڪار — حيدرآباد جي ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ ۽ لاهور جي هوم سيڪريٽريءَ — ڏانهن ويل هئا، ۽ اتان جي مرده دلين جي سردخانن ۾ مشڪل هو ته انهن تورڙي به ڪا ڪوساڻ پيدا ڪئي هجي، ۽ اتان کان ٻاهر جي دنيا ۾ به نٿو چئي سگهجي ته سواءِ ڪن ٿورن جي اهي ڪن ڏٺا هجن. انهيءَ ڪري — اڄ جڏهن انهن کي لکئي ورهيہ گذري ويا آهن، ۽ جنهن درد پرپل دل ۽ ان جي تڙپ ۽ ڏک ڏک سان اهي لکيا ويا هئا، اسان جا ٻوڙا ڪن اها ٻڌي نٿا سگهن —— سنڌيءَ ۾ انهن جو ترجمو، منهنجي خيال ۾، سنڌي ادبي ۽ علمي دنيا کي ڪافي ڪجهہ ڏوڏيندو ۽ ان لاءِ سبق آموز ثابت ٿيندو. هنن خطن جو ترجمو هتي ڏيڻ ان ڪري به ضروري آهي، جو جنهن جا گيرداري هيچ ۽ حيوانيت ۽ مذهبي تاريڪ خياليءَ ۽ دقيانوسويت گڏجي، سنڌ ۽ سنڌي قوم تي تاريخ جو هيءُ پيرن ڪٽيل عفريتي دور طاري ڪيو آهي، جنهن جي پردي — ڪول ۽ مقابلي لاءِ ئي ڪامريڊ جو هيءُ سڄو شعر — شروع کان آخر تائين — رچيل آهي ۽ سڄو سندس فڪر ۽ سڄو سندس جدوجهد مخصوص ٿيل آهي، ان سندس شعر ۽ ان جي پيغام ۽ سڄي سندس مقصد حيات تي موت ۾ هن عفريتي دور ۽ ان جي داعين ۽ حامين جيڪا به تنقيد ۽ تنقيص ڪئي آهي، ۽ جيڪي به حملا ڪيا آهن ۽ زخم رسايا آهن، تن سڀني جو جواب ڪامريڊ جي پنهنجي قلم سان سندس هنن ٻن خطن ۾ اسين ڏسي ۽ پڙهي سگهون ٿا.

پهريون خط: حيدرآباد سنڌ – مئي، 22– 1967ع
امن عام جي حفاظت لاءِ آرڊيننس 1960ع هيٺ نڪتل آرڊر بابت
"......................

........................

"ابتدا طور: شاعريءَ جي فن جون پنهنجون حدبنديون آهن. تنهن سان گڏ ان جا نبار ۽ اوچا امنگ ۽ تصور بہ آهن. مثلاً، ان ۾ لفظ رهائي ڇڏجن ٿا، تہ جيئن ٻڌندڙ يا پڙهندڙ پنهنجي خيال مان انهن جو پورائو ڪري. ان ۾ تاثر ۽ تاڪيد لاءِ استعاري ۽ وڌاءَ کان ڪم ورتجي ٿو. ان ۾ لفظن کي نيون معنائون ملن ٿيون ۽ ان ڪري انهن جا تعبير ڪرڻا پون ٿا. شاعري سڌي، خشڪ ۽ تز نثر کان مختلف ٿئي ٿي. جيتوڻيڪ ڪو نثر بہ پنهنجي عڪس پذيريءَ ۽ سحربيانيءَ سبب شعري بلندين تائين پهچي وڃي ٿو. جيڪڏهن شاعريءَ کي رواجي، عدم تصورائي معيارن سان ماپي سگهجي ها، تہ گهڻا اعليٰ شاعر تڏهوڪو سوريءَ چڙهي وڃن ها، ۽ هيءَ دنيا ثقافتي ۽ جمالياتي طور سڃي سکڻي ۽ بيڪار بڻجي وڃي ها. پر خوشقسمتيءَ سان ان ڳالهہ ۾ انسانن جو فيصلو مختلف رهيو آهي، شاعر انسانيت جو شان سمجهيا ويا آهن. بلڪ لائق پرستش شمار ٿيندا رهيا آهن.

"ڏسجي ٿو تہ هيءَ [خط جي حوالي ۾ ڄاڻايل] "آرڊر" ۽ ان جي ثبوت ۾ "دليلن" جو لکندڙ شاعرن جي ٻوليءَ کان پورو باخبر نہ آهي، هو شاعريءَ ۽ نثر جو فرق بہ نٿو ڄاڻي! حقيقت هيءَ آهي، جنهن ڏانهن ڌيان نہ ڏنو ويو آهي، تہ "حيوان انسان" ۽ "سلام سنڌ" بہ نظم آهن – برابر جدا جدا ڇپيل، پر پئمفليٽ (Pamphlets)نہ آهن. رڳو پترا (Leaflets) آهن، هر هڪ رڳو هڪ پيرو بيٺي تيل ڪاغذ تي: " آرڊر" ۾ انهن جي سلسلي ۾ لفظ "Paras" ڪم آيل آهي، جيڪو نثر لاءِ لکبو آهي، "Stanzas" نہ، جيئن ٿي شعر جي حالت ۾ صحيح ڳالهہ آهي.

"گذارش: 1– (الف): پهرئين نظم "حيوان انسان" ۾ مون سورهن مختصر بندن ۾ انسان جي تاريخ، هُن جي ارتقا، جيوت جي ادنيٰ صورت مان اپري باشعور انسان جي درجي تائين هن جي رسائيءَ جي سچي منظر جو جائزو ورتو آهي، ۽ هن جي ان "اعراج" [مٿي ايرڻ جي عمل] کي ضمانت ڇيو اٿم [بند 8، شعر 3 ۾] ان ڳالهہ جي تہ هو اڃان بہ مٿي ايرندو تان جو فوق الانسان جو رتبو وڃي ماڻيندو! اها ڳالهہ چوندي، مون تاريخ جي دردمند ۽ دياوان شخصن کي ساراهيو ۽ ڪنورن ۽ ظالمن کي نِنديو آهي، جتي گهڻن شاعرن گلن ۽ بلبلين ۽ شخصي محبتن ۽ حسن پرستين جي ڳالهہ ڪئي آهي اتي مون

اعليٰ فنڪارن، سائنسدانن، عظيم جدت ڪارن ۽ جدوجهد ۾ مصروف انسان ذات جي محسنن جا ڳڻ ڳايا آهن.

"مارشل لا حڪومتون: ائين عمومي نموني ۾، مون مارشل لا جي نظامن لاءِ پنهنجي ناپسنديءَ جو اظهار به ڪيو آهي، جيڪي، اسان جي اها بدنصيبي آهي، اسان لاءِ جڻ روزمره جا دستور بڻجي پيا آهن. انسان جو ضمير هن "قانون" کان بغاوت تو ڪري، جو قانون ڪونهي. خود ان جا مبلغ ۽ پڪا حامي به ان کي رڳو عارضي اقدام طور جائز چوڻ جي هامي پري تا سگهن. چا، خود صدر ايوب 7 آڪٽوبر، 1958ع تي اعلان نه ڪيو هو ته جيترو جلد تي سگهيو اوترو جلد مارشل لا لاٿو ويندو؟ ۽ پوءِ هن اهو واعدو پورو نه ڪيو چا؟

"مون مارشل لا کي ننديو آهي، خاص طور جڏهن اهو ملڪ جي دستوري ۽ دائمي قانون جي صورت وٺي بيهي تو. پاڪستان ۾ خاص اها اچ صورت به ڪانهي، جو ان صورت ڏانهن يا اهڙي ڪنهن خاص شخص لاءِ ئي چيل سمجهي سگهجي.

"مون رڳو مارشل لا جي خصوصيتن جو عمومي اظهار طور ذڪر ڪيو آهي. مون چيو آهي ته فوجي ڊڪٽيٽرُ ملڪ (در اصل "گهر") جي دفاعي ذميدارين جي پوري ڪرڻ بدران سڄي ملڪ جو قبضو وٺي ويهي تو رهي. وڌيڪ مون چيو آهي ته مارشل لا جي دوران دليل کي زور دبائي ۽ نپوڙي تو ڇڏي. مون چيو آهي ته مارشل لا ۾ زبانون ڪڙجي وجن ٿيون. مان پانيان تو ته ٿورا ئي ڪي ماڻهو هوندا، جيڪي منهنجي انهن ڳالهين سان اختلاف ڪندا، چو ته اهو ئي اصل ۾ سچ جو هڪ انصاف پريو تفسير آهي.

"مون کي افسوس آهي ته منهنجن نظمن کي پوريءَ طرح سمجهيو نه ويو آهي ۽ انهن جا لفظ غلط ترجمو ڪيا ويا آهن، بلڪ بگاڙيا ويا آهن، جيئن آءُ ان ڳالهه ڏانهن هيٺ ڌيان ڇڪائيندس. سچ ته مون تي ڪنهن قدم کڻڻ جي فيصلي کان اڳ ڪنهن قابل مترجم جون خدمتون ورتيون وڃن ها ته بهتر ٿئي ها.

1– (ب) "سلام سنڌ": "شڪار". (بند انون)

"هي چا جي لئہ شڪار آهہ، جهنگ ۾ بزار آ،

"چو عيش برقرار آهہ، ڏيهہ ۾ ڏڪار آ!

"غريب سنڌ جي مٿان هي بار بار بار آ،

"هي رشوتن، نوازشن، غلامين جو چار آ!

"هي لهو لعب جرم جي وسيع واردات آ!

"اي سنڌ، تو مٿان سدا سلام آ صلات آ!"

"آءُ پنهنجي طبيعت کان مجبور هڪ صلح پسند ماڻهو آهيان. منهنجو ايمان آهي تہ انساني زندگيءَ جو آخري مقصد ۽ آدرش جنگ نہ پر دائمي امن هجڻ کپي. اهو سچ آهي تہ ڪي ماڻهو ان جي ابتڙ سوچ رکن ٿا. ۽ مارڻ واريءَ پنهنجي حيواني جبلت کي خوش ڪرڻ لاءِ "شڪار" کي پسند ڪن ٿا. اهڙا ماڻهو پلي اهڙن پنهنجن "مشغلن" (`Games`)۾ پاڻ وندرائين. پر انهن ۾ ايترو ماڻهپو هئڻ کپي تہ سندن ڪنورتا تي ڪو تنقيد جا ٻہ لفظ چوي يا لکي تہ هو اهي برداشت ڪن.

"اسان وٽ حڪومت جي آڏار تي هلندڙ "حيوانن" تي ظلم جي روڪ لاءِ سوسائٽيون بہ آهن. جيڪڏهن حيوانن کي مارڻ ظلم نہ آهي تہ پوءِ ظلم ڇا آهي؟

"هتي مون شراب نوشيءَ، رشوت ستانيءَ ۽ عيش ڪوشيءَ کي بہ نِنديو آهي. پاڪستان ۾ انهن کي نندڻ اجان ڪو ڏوهہ ڪونهي — مثلا بند –9 ۾:

"غريب هي ديار آ. غليظ هت شڪار آ.

"مدار ملڪ جو مڙئي گدا گري آڌار آ.

"ٿيو چنبي سامراج ۾ شڪاري اڄ شڪار آ!

"شڪار سان شراب آ گڏ تہ شر شرار آ:

"هيءَ صاف صاف بات آ. بيان واقعات آ!

"اي سنڌ تو مٿان سدا سلام آ صلات آ!"

پهرينءَ مصرع جو ترجمو [اوهان جي "آرڊر" ۾]: `This Poor land has become filthy prey` غلط آهي، مصرع جو مطلب آهي: "هي ملڪ غريب آهي، هتي شڪار جو شغل غليظ ڪم آهي".

"اسان سڀني پاڪستانين کي پنهنجين گهرجن ۽ هڙ ۾ پيسن يعني پنهنجن وسيلن کي نظر ۾ رکندي، سڀني محاذن تي انتهائي ڪفايت کان ڪم وٺڻ گهرجي. "شڪارن" تي هزارها روپين جي خرچ کي نہ نہ تہ بيجا زيان تہ ضرور چئي سگهبو!

"اجايا خرچ اسان جي اقتصادي قوت کي ڏڪ هڻن ٿا ۽ اسان کي مجبور ڪن ٿا تہ ڌارين سامراجين کان امدادن ۽ قرضن جا خيرات گهرون. جيڪي هو پنهنجي سياسي مفادن جي سڌ ڪرڻ کان سواءِ اسان کي هر گز ڪونہ ٿا ڏين. اهي خيال اسان جي صدر پاڪستان جي واتان بہ هر هر ٻڌجي رهيا آهن. ان سلسلي ۾ قوم کي پنهنجين ذميدارين جي ياد ڏيارڻ لاءِ مون تي ڏوهن مڙهڻ بدران مون کي لائق آفرين ئي ڳڻڻ گهرجي.

"هاڻي آءُ ڏهين بند جو (جنهن کي غلطيءَ کان "آرڊر" ۾ 9 عدد ڏنو ويو آهي) هتي[مرڳوئي] اردو ترجمو ڏيان ٿو:

"شڪار عيش بند هو. ڪلام حق بلند هو.
"علوم ڪا. فنون ڪا. شعاع هو سگند هو.
"حسين ڪاروبار سي هر ايڪ ارجمند هو.
"مزور هاري پائي حق جهد محنِ سي قند هو!
"عمل حيات قوم اور عيش مين ممات هي!
"اي سنڌ تجهه پہ جاودان سلام هي صلات هي!"

"منهنجي سمجهہ ۾ نٿو اچي تہ هنن مصرعن ۾ اعتراض جي يا ملڪ دشمنيءَ جي ڪهڙي ڳالهہ آهي. جنهن تي مون کي سزائن ڪاٽڻ يا ڏنڊن ڀرڻ جا دڙڪا ملن!

"[هونئن بہ]ون — يونٽ نظام سياسي يا انتظامي سرشتي جي دنيا ۾ ڪو آخري حرف ڪونهي. ان جي جمهوري مخالفت ڪي ڪو قانوني ڏوهہ بہ ڪونہ ڄيو ويو آهي. هيءُ نظام اعتراض جوڳن طريقن سان قائم ڪيو ويو هو. ۽ آئيني ذريعن سان، بهرحال، ختم ڪري سگهجي ٿو. پاڪستان جي اسلامي ريپبلڪ جي هاڻوڪي اسلامي آئين ۾ پڻ، ڏاهپ ڪان ڪم وٺندي، ان [سلسلي عمل]جي گنجائش رکي ويئي آهي.

"گذريل ڏهن سالن ۾ ون — يونٽ جي ڪارڪردگيءَ مان ثابت آهي تہ هن نظام ۾ اسان جي زمين جون ڊلون اسان ڪان شمالي علائقي وارن پاٿرن ڪان وڏيون وصول ٿين ٿيون. جيتوڻيڪ اسان جي زمينن مان اسان کي پيدائش گهٽ ٿئي ٿي. وڏين نوڪرين ۾ اسان جو جيترو حصو هئڻ کپي ان ڪان تما گهڻو گهٽ آهي. ۽ سرڪاري ۽ نيم سرڪاري خود مختيار ادارن ۾ اسين تہ نالي ماتر بہ ڪي مشڪل تا ڏسجون. گذريل 15 سالن ڪان، ڪنهن نہ ڪنهن بهاني، اسان جا آفيسر پڪا ڪونہ ٿا ٿين. ۽ پوئتي ڪان پوئتي ڌڪجندا تا وڃن. اسان جي سنڌي بولي سرڪاري طور تسليم نٿي ٿئي. ان کي دبايو ۽ هيسايو ٿو وڃي. "سنڌ" جو نالو نقشن مان ڪڍيو ويو آهي. سنڌ جون زمينون جن تي بي زمين سنڌي هارين کي پهريون حق آهي. وڏا واڪ ڏيندڙن ٻاهرين کي نيلام ڪيو پيون وڃن.

"ائين چوڻ تہ ڏاڍي وڻندڙ ڳالهہ آهي تہ "اسين سڀ پاڪستاني آهيون. اسين سڀ مسلمان آهيون. اسين سڀ پاٿر آهيون، سنڌين، بلوچن ۽ پٺاڻن جي نالن ۾ اسين ڇو سوچيون؟" پر هن بي ترس، حسابي ۽ تاجر سماج ۾ اُها سچي ۽ اصلي پاٿپي ڪٿي آهي؟

"ڇا، سنڌين سان روا رکيل سڀجي اها مٿي بيان ڪيل هلت پاٿپيءَ جي هلت سڏي سگهجي ٿي؟ ڇا، ائين بهتر نہ آهي تہ ڏنو وڃي ۽ سمجهيو وڃي تہ

"صوبہ پرستيءَ" جون اصل پاڙون ڪٿي آهن ۽ ڪهڙيون آهن؟

"جيڪي ڏکوئيا، سي ضرور دانهن ڪندا. صحيح ڳالهہ تہ هيءَ آهي تہ ڏک جا سبب هٽايا وڃن، ائين نہ تہ دانهيندڙ کي دٻايو ۽ مرڳوئي واردات تان غائب ڪيو وڃي.

"آرڊر" ۾ جيڪي شعر ڏنا ويا آهن، اهي لکي مون رڳو سنڌين جي آواز ۽ انهن جي جذبن جو اظهار ڪيو آهي. منهنجي ان نظم جي 11، 12 ۽ 13 بند کي ان پس منظر ۾ پڙهڻ گهرجي.

"انهن شعرن ۾ مون درخواستون وڌيون آهن، منٿون ڪيون آهن —— ڪٿي ڪٿي استعاري ۽ وَڏکَ لفظن ۾ —— ان ظلم ۽ ان گهٽ ۽ ٻوسٽ جي ڪارستانين خلاف جيڪي مختلف نمونن سان اسان تي روا رکيون پيون وڃن —— انهيءَ اميد سان تہ ڏاهپ ۽ ذميداريءَ جي روش ورتي ويندي، ۽ اسان جي دانهن جي اسان کي معقول موٽ ملندي. ۽ ائين اسان جون پريشانيون ختم ٿينديون ۽ اسان جا مسئلا حل ٿيندا! اهي شعر (پنهنجي ڪچي ڦڪي اردو ترجمي سان) آءٌ هيٺ وري اوهان جي مطالعي لاءِ ڏيان ٿو:"

[ڪامريڊ پنهنجي هن جوابي خط ۾ پوءِ اهي ٽي بند اردو ترجمي سميت، ڏنا آهن:

"بند – 11، ڇو سنڌ سان آ دشمني، قديم پاڪ نام سان!.........

"بند – 12، اي بي صبر ستمگرا! اسان سان جنگ بند ڪر........

۽ "بند – 13، اٿو اٿو اي سنڌيئو! ڪلهن مٿي ڪفن ڪيو!........

جيڪي سندن نظم "سلام سنڌ" ۾ سندن شعري ڪليات "جيئي سنڌ! جيئي سنڌ!" جي ص ص 147– 151 تي ڏسي سگهجن ٿا. – م.ا.ج]

"هنن شعرن مان ڏسي سگهجي ٿو تہ انهن ۾ هڪ منٿ آهي، هڪ اپيل آهي تہ "سنڌ" جو مقدس نالو نہ مٽايو! سنڌي ماڻهن جي خلاف وڙهڻ بند ڪريو! 12 بند جي ٻئي شعر "سڏائي ڀاءُ ڀاءُ تي تير تفنگ بند ڪر!" جي سرڪاري معنيٰ ۾ "ڇمڙا پوش ڪيل ڀاءُ" (Brother in disguise) جو اصطلاح غلط آهي. سڄي شعر جو صحيح مفهوم آهي: "پاڻ کي ڀاءُ سڏائي، تون پنهنجي کهاڙي ۽ بندوق ڀاءُ تي نہ اپي ڪر!" منهنجي سڄي ان بند جو روح ئي هيءُ آهي تہ "ڀائرو! پنهنجي ڀائرن تي ڪنور نہ ٻڌجو ! ڀائرو ! اسان کي پنهنجي ظلم جي مشق جو نشانو نہ بڻايو! اسان سان انصاف ڪريو!

"ڪٿي بہ مون تشدد يا اڳرائيءَ ۽ وڳوڙ جي تبليغ نہ ڪئي آهي. جيڪڏهن مون ڪا تبليغ ڪئي آهي تہ قربانيءَ جي، پاڻ مٽائڻ جي. صلح پسند هئڻ ڪري ۽ حيوانن جي دنيا لاءِ بہ نرم دل رکندي، پنهنجن انساني

پيائرن خلاف — ساڻن پوءِ ڪيترا بہ منهنجا اختلاف هجن — تشدد ۽ مارڪٽ جي تبليغ ڪرڻ منهنجي طبيعت جي ئي خلاف ڳالهہ آهي. آءٌ برابر بهتريءَ لاءِ تبديل گهران ٿو، پر آئيني طريقن سان، يعني پارليامينٽي عمل ۽ اقدامن جي سلسلن سان.

"اظهار جي آزادي هڪڙو بنيادي انساني حق آهي، ۽ جيڪڏهن ڪا بہ حڪومت ماڻهن کي ان جي استعمال کان روڪي ٿي تہ نہ رڳو فردن کي نقصان رسي ٿو پر سڄي سماج جو ان ۾ هاڃو ٿئي ٿو. پنهنجن مخالفن ڏانهن ۽ سندن ديانتدار راءِ لاءِ سهپ جو جذبو — انساني سماج ۾ ماڻهن جو هڪڙو بيو اخلاقي حق ۽ پڻ فرض اهو آهي. منهنجا نظم فوجداري توڙي شهري ڏوهن جي درجي ۾ اچي نٿا سگهن، ۽ نہ اهي عام جي سلامتيءَ، عام جي مفاد يا امن عام جي خلاف ورزيءَ جي دفعي ۾ شمار ٿي ٿا سگهن [جيئن "آرڊر" ۾ انهن لاءِ چيل آهي].

"2. مون کي باغيانہ ڪاروايون ڪرڻ جي ڪا نيت ڪانهي ۽ نہ ڪنهن فسادي قسم جي ڪتابچن ڪڍڻ جي رٿا اٿم، جيئن اوهان پنهنجي "آرڊر" ۾ مضبوط انديشو ظاهر ڪيو آهي.

"3. هتي منهنجي خلاف اوهان وٽ پهچندڙ "معتبر ذريعن کان مخفي اطلاعن" جو بہ ڪو سوال ڪونهي. منهنجون لکيتون ڇپيل دستاويز آهن ۽ اهي بلڪل کليل ۽ واضح شعر جي صورت ۾ رچيل آهن.

"ضمانت ناما (Bonds): " آرڊر" ۾ مون کي چيو ويو آهي تہ ڏهن هزار روپين جو ضمانت نامو آءٌ پاڻ ۽ ٻين ٻن شخصن جا الڳ الڳ اهڙا ڏهن ڏهن هزارن جا ضمانت ناما آئنده لاءِ پنهنجي چڱيءَ چال واسطي داخل ڪرايان. مون کي افسوس آهي، جو آءٌ ان "آرڊر" جي پيروي نٿو ڪري سگهان — جنهن جو سڌو سادو سبب اهو بہ آهي تہ اهي رقمون مهيا ڪرڻ منهنجي وس ۾ نہ آهن، ۽ ڊپ اٿم تہ ڪنهن سي. آءِ. ڊي پوليس جمعدار جي "مخفي رپورٽ" تي مون کان ۽ منهنجي دوستن کان بي دريافتا سڄا سارا ٽيهہ هزار روپيا ڏنڊ طور وصول ٿي ويندا. اهو "آرڊر" آپيشاهيءَ جو آرڊر آهي ۽ غير منصفاڻو آهي، ۽ هن وضاحت نامي ۾ پيش ڪيل سببن ۽ دليلن جي روشنيءَ ۾ ان کي واپس ورتو وڃي.

"حرف آخر: آءٌ 66 سالن جي عمر جو آهيان. هن عمر ۾ منهنجو مکيہ ڪم هن علائقي جي هارين کي آزادي پنهنجي پيرن تي بيهارڻ جو آهي. آءٌ سنڌ هاري ڪاميٽيءَ جو صدر آهيان. هارين جا مسئلا گهڻا آهن. سنڌ جو 1950ع وارو هارپ جي حقن جو قانون، هارين جي بيدخليءَ ۽ بٽئي ۾ سندن

جائز حصي جي سلسلي ۾. اسان وٽ هڪ بيجان اکر ٻڌجي چڪو آهي. ان بابت منهنجو لکيل ۽ تازو شايع ڪيل پترو *اوهان جي پڙهڻ لاءِ هن گڏ پيش ڪريان ٿو. جنهن ۾ مون زميندارن ۽ عملدارن کي اپيل ڪئي آهي ته هو هارين کي پنهنجا حق ڏين ۽ ساڻن انصاف سان هلن. جيڪڏهن سرڪار واقعي هارين جي ڏکوئيندڙ حالت کي سڌارڻ جي خواهش رکي ٿي ته سرڪار کي، منهنجين انهن فرض ڪيل غلطين جي باوجود، مون سان تعاون جو هٿ وڌائڻ گهرجي. آءٌ به هڪ انسان آهيان، انسان ڪان، خطائن جي گهر هئڻ سبب، ڪي خطائون ٿي سگهن ٿيون، ۽ ان ناتي تحقيق آءٌ خطائون به ڪري سگهان ٿو.

"— حيدربخش جتوئي، حيدرآباد سنڌ، مئي –22 ، 1967ع ."

ٻيو خط: حيدرآباد سنڌ – مئي، 25– 1967ع

ويسٽ پاڪستان پريس ۽ پبليڪيشن آرڊيننس 1963

هيٺ نوٽيس بابت

"......................

"مون 10 مئي، 1967ع جي "آرڊر" جي جواب ۾ 22 مئي، 1967ع تي هڪ وضاحت نامو پيش ڪيو آهي. ان جي اضافي طور آءٌ هتي فقط منهنجي نظم "سلام سنڌ" جي رهيل اعتراض ورتل ٻن آخري بندن بابت پنهنجي سمجهاڻي پيش ڪريان ٿو:

"بند – 15: "جهان ۾ ڪيئي ظالمن جا قيد ڪوٽ اڏي ويا!

"سپاهي هئاڪ شير هئا، دلير گهوٽ اڏي ويا!

"هو حق پرست جي هٿارون ڪائي چوٽ اڏي ويا،

"سهي سگهيا نه بت شڪن جي هڪ مروٽ، اڏي ويا!

"جلايو جت به سومنات، لات آ منات آ!

" اي سنڌ تو مٿان سدا سلام آ صلات آ!"

"فقط ظالم ۽ بت پرست ئي هنن شعرن تي اعتراض ڪري ٿا سگهن. "لات" ۽ "منات" جا بت پيغمبر اسلام ناس ڪيا هئا، ۽ "سومنات" جا بت محمود غزنويءَ!

"بند – 16: هيءُ منهنجي نظم جو پويون بند آهي، جنهن ۾ منهنجو تخلص آيل آهي. ان ۾ شاعرانه تعليءَ جا دستوري لفظ به آيل آهن، جيڪي نظرانداز ڪرڻ جهڙا آهن. هن بند ۾ اهم خيال هيءُ آهي:

"جو سنڌ لئه عذاب آهه، ناس سو نظام ٿئي!"

"اها حتمي نه پر شرطيه بد دعا آهي – انهن لاءِ جيڪي واقعي سنڌ لاءِ عذاب آهن يا سنڌ کي عذاب ڏين ٿا.

"اسين سنڌي ماڻهو ون – يونٽ نظام جي هٿان عذابن ۾ آهيون يا نہ – اسان لاءِ اهو برابر هڪ داخلي امر آهي.

"ائين تہ ڏسجي تہ جيڪي ون – يونٽ جي نظام کي هر قيمت تي قائم رکڻ گهرن ٿا. اهي "سنڌ" جو رڳو نالو بہ نہ ٻڌڻ ٿا گهرن. سنڌن آڏو ان جو رڳو اچارڻ بہ انهن لاءِ خودبخود هڪ باغيانو قدم آهي! افسوس. سنڌ ۽ سنڌين جي تقدير اها ۽ اتي اچي بيٺي آهي! سنڌي ماڻهن. سنڌ جي ويچاري محمد علي جناح سميت، پاڪستان لاءِ ڪم ڪيو – هڪ آزاد رياست لاءِ. ڇا. اهو انصاف آهي تہ اتي، يعني پاڪستان ۾. سنڌي ماڻهو – سنڌن محب وطن جوان ۽ شاعر — بس جيلن ۾ ڳرندا ۽ مرندا ئي رهن!

"آخر ۾، ڇاڪاڻ تہ دليل هتي شمار ۾ نٿا اچن. آءٌ پنهنجي هيءَ مزيد وضاحت بت شڪن محمود جي دربار جي شاعر. جهوني فردوسيءَ، جي شعر سان ختم ڪريان ٿو –

"آيا شاهہ محمود ڪشور ڪشا.
ڪ آز ڪس نہ ترسي بترس از خدا"
[اي بادشاهہ محمود. دنيا جا فتح ڪندڙ!
جي ڪنهن کان نٿو ڊڄين، تہ خدا کان تہ ڊڄ!]"

"– حيدر بخش جتوئي، حيدرآباد سنڌ. مئي 25، 1967ع "حيوان انسان" ۽ "سلام سنڌ" جي پنهنجي "انساني خطا" لاءِ ضمانت نامن جي هن ڪوڙڪي سان ائين بي باڪ مقابل ٿيڻ کان تقريبن ٻارنهن مهينا پوءِ، مئي 1968ع ۾ ڪامريڊ حيدر بخش کي راڄ ڏوهيءَ جي بين الزامن سان گڏ پنهنجي لازوال نظم "جيئي سنڌ!" – خاص ان جي هيٺئين بند — جي ڏوهہ ۾ ٻي دريافتا 9 مهينا مچ ۽ ڪراچي جيلن جا ڪاٽا پيا:

"جيئي هند ۽ جيئي سنڌ، جيئي جيءُ منو هر هنڌ!
"پيار بهار ٿئي عام ۽ جام! جيئي سنڌ! جيئي سنڌ!"

(8)

تڏهن آءٌ اڃان ڪوهاٽ ۾ هوس. پر مچ جيل مان بہ ڪامريڊ جي هڪڙي املهہ نشاني مون کي اتي پهتي – 23 بندن جو طويل نظم بعنوان "ون يونٽي پنجاب مرده باد!" جنهن جي ان عنوان هيٺان اٽي ئي ڪامريڊ فورن هيءُ نوٽ لکيو هو: "هيءُ نظم انهن پنجابين متعلق آهي. جي ون – يونٽ جا باني ۽ حامي آهن!" هيءُ نظم ڪامريڊ جي ڪليات ۾ شامل نہ آهي – مچ مان ان جون وڏيڪ ڪاپيون شايد باهر نہ اچي سگهيون هيون ۽ ڪليات جي ترتيب

وقت هيءُ نظم مرتب ڪي دستياب ٿي نہ سگهيو! ان جا پنج بند لائق پڙهندڙن جي فيضان طبع لاءِ بهر حال هت پيش آهن — جن مان پڻ ڪامريڊ جي روشن ذهن ۽ منصفانہ مزاج ۽ حق پسند طبيعت جي ڄاڻ ملي ٿي، جنهن ڪي ميچ جيل جهڙي صبر آزما صورتحال ۾ بہ پنهنجي هٿان وڃڻ نہ ڏنائون:

1- ستمگر سامراجي سازشي پنجاب مرده باد!
غريبان مارَ ۽ مڪارَ ۽ ڪذابَ مرده باد!
هي دشمن عام جا ۽ نام جا نواب مرده باد!
هي مرده باد، مرده باد، با احباب مرده باد!
4- تيا زخمي هنن جي چابڪن کان رهمنا پنهنجا!
هنن جي وحشي چنبن کان تيا ڪيئي فنا پنهنجا!
هنن جي ڪارنامن داستان ڪارا ڪيا پنهنجا!
هي ڪارا قلب جا ۽ ظاهري مهتاب مرده باد!
6- هتان ئي آئي ون – يونٽ جي آفت ۽ زبردستي!
مٽائن ٿا ستمگر سنڌ سونهاريءَ سندي هستي!
وسائڻ ٿا گهرن اڄ پنهنجو گهر ۽ باغ ۽ بستي!
هي ون – يونٽ جا باني، حامي ۽ اسباب مرده باد!
20- پلائي وينا بلا شاهہ، وارث شاهہ، فريدڻ ڪي !
منو آواز جن جو تو وٺي انسان ڪي، وڻ ڪي!
قلندرڪي، سڪندر ڪي، پورس ڪي، برهمڻ ڪي!—
هي انساني آخوت جا عدو احباب مرده باد!
22- هي هڪ پيغام آ پنجاب ڏي هڪ نعره حيدر!
"تيو انسان، رهو خوش، پائرن ڪي ڪيو خوشتر!
"مبدل ٿي وڃي هي شعر، برپا عيد ٿئي گهر گهر!
"بلوچستان زنده باد ۽ پنجاب زنده باد!
"سدائين سنڌ زنده باد، پاڪ آداب زنده باد!"

ان 9 مهينن جي ٻي دريافتي بند کان ترت ئي پوءِ آگسٽ 1969ع ۾ ڪامريڊ حيدر بخش کي سائين جي. ايم. سيد جي ڪراچيءَ واري گهر مان، بنگلہ بنڌوءَ شيخ مجيب الرحمان، ۽ ٻين پاڪستان جي صف اول جي سياسي اڳواڻن جي پريءَ مجلس مان سڏي، گرفتار ڪري، وٺي ويا — ڏوهہ؟ رڳو هيءُ تہ ڪامريڊ کي تازو جيل مان آزاد ٿيڻ تي، جيئن سنڌ ۾ هر هنڌ تيئن نوابشاهہ جي شهر واسين مانُ ڏنو ۽ "جيئي سنڌ!" جا نعرا هنيا! ڪوهاٽ مان وئڪيشن تي تڏهن آءٌ سنڌ ۾ آيل هوس. ۽ ڪامريڊ جي گرفتاريءَ جي موقعي

تي اتي موجود هوس. اهو هاڻ – نيوڙيندڙ منظر — سنڌ جي عظيم ۽ محترم سپوت جو پوليس حراست ۾ ائين بيوس جهلجي وڃڻ وارو — ڏسي، پنهنجي قومي هيٺائيءَ تي مان روئي وينو هوس. ان کان پوءِ ڪامريڊ محترم پنهنجي جسد خاڪيءَ ۾ اسان وٽ باقي ڪي ڏهاڪو مهينا ئي رهئو هو — مئي، 1970ع ۾ ڪين اسان کي خير باد چئي. اسان کان ۽ پنهنجي پياريءَ سنڌ جيجل کان هميشہ لاءِ موڪلائي وڃئو هو! منهنجو بزرگ دوست حسام الدين راشدي، جيڪو ابتدا ۾ تہ ڪامريڊ حيدربخش جو مخالف رهيو هو پر پوءِ هن جو مداح بلڪ عقيدتمند بڻجي ويل هو، ائين مون کي روئندي ڏسي، اُتان باهران ئي پنهنجي گهر "بيت الضيا"، عامل ڪالوني نمبر 2 ۾ وٺي ويو هوم، ۽ ڪافي دير تائين آءٌ وٽس وينو رهيو هوس، ۽ اسان ٻنهي جي واتان ڪابہ ڳالهہ اڪلي نہ سگهي هئي.

(9)

ڪامريڊ حيدربخش جي "شعري ڪليات" ۾ سندن سچو شعر آيل تہ معلوم ٿئي – سواءِ ڪن هڪ ٻن نظمن يا رباعين جي، مثلا، خاص طور، "ون – يونٽي پنجابي مرده باد!" واري نظم جي. ڪامريڊ شاعر هو، سگهارو نثر نويس هو، لاجواب ڳالهائيندڙ هو، پر سڀ کان وڌ هو هڪ انڻ – ٿڪ عملي ماڻهو هو. خاص طرح ائين پائنجي تہ تہ شاعريءَ لاءِ وٽن گهڻي فرصت ڪانہ هئي، ۽ نہ ان لاءِ عام طرح جي اشاعت جو ڪين گهڻو خيال بہ هو، مثلا اخبارن، رسالن يا راڳ رس ذريعي: ۽ ان جا ڪيئي سبب – خاص طرح سياسي ۽ سماجي فضا جو ناموافق هجڻ بہ – ٿي سگهيا ٿي، پر هڪڙو وڏو ۽ اهم سبب سندن شعر جو "پيغامي يا "تبليغي (didactic)هجڻ ۽ سرودي (lyrical)نہ هجڻ بہ هو، ۽ ان جي، يعني، شعر جي، ڪين بمقابلہ نثر جي، خاص ضرورت بہ محسوس ڪانہ ٿي ٿي. ان طرح ڏسڻ سان، ڪامريڊ جي سچي شعري تخليق ٽن الڳ الڳ دورن ۾ ورهائجي سگهي ٿي: پهريون دور سندن ڪاليجي زندگيءَ ۽ فورن ان کان پوءِ جو، جنهن ۾ پاڻ 1930ع تائين "تحفہ سنڌ" جا نظم ۽ رباعيون، پنهنجي مشهور فڪري ڪاوش "شڪود"، جي طويل نظم سميت، اسان کي ڏنائون. ٻيو دور 1945ع ۾ ملازمت کي سندن خير باد چوڻ کان وٺي ڏهن سالن ڪن جي مدت وارو جنهن ۾ پاڻ "آزادي قوم" جو طويل نظم (1947ع) ۽ "هاريءَ جو زمانو" (1948ع)، "سنڌ جا ساهہ ۽ سردار ۽ دلبر هاري!" (1948)، "ائٽم بم" (1953ع) ۽ "سنڌ پياري" (1954ع) نظم تخليق ڪيائون. ٽيون سندن شاعريءَ جو دور سنڌي ادبي بورڊ

جي سماهي رسالي "مهراڻ" جي نئين سر اجرا (1955ع) کان پوءِ شروع ٿيل ۽ سندن وفات جي سال 1970ع تائين تقريبن 15 سالن جي مدت وارو. چئجي سگهجي ٿو. ۽ اُن سان. سندن ڪاليجي زندگيءَ کان تقريبن ٽيهارو سال پوءِ، شايد پهريون پيرو بيهر سندن ڪنهن شعري تخليق جي اشاعت – هن پيري، سندن هڪ غزل، "تي پلي اها ئي قسمت، نہ سهي وصال ٿئي ها....". سان "مهراڻ" –، 1959ع ۾ ٿي. ان کان پوءِ سندن ٻيو غزل "نصيب منهنجي تي هر ڪنهن کي چو نہ ارمان ٿئي" وري بہ "مهراڻ" ۾ ئي شايع ٿيو. تقريبا انهن ئي ڏينهن ۾ پاڻ تي وڏيڪ غزل —— "تو مرد مرد ٿئي ڪجھ تفنگ تير سهي....". "اسان حق جي بات چوندا رهياسين...." ، ۽ "اي بادشاهہ عالم! سجدو نماز چا لئہ ......" رچيائين، جن مان پويان بہ رسالي "ڪونج" ۾ ڇپيا. ان کان پوءِ جيڪي نظم پاڻ تخليق ڪيائون – 1967ع ۾ "سلام سنڌ"، "اي سنڌي وڏيرا ڪجھ انسان ٿي!"، "حيوان انسان"، "جيئي سنڌ! جيئي سنڌ!"، بلوچستان زنده باد!" ۽ "اي مني جيجل! اي سنهاري سنڌ" 1968ع ۾، "تون هردم منهنجي دل ۾ مصطفيٰ ماءُ!" ۽ "پاڪستان زنده باد!" ۽ 1970ع ۾ "هوش محمد"، "پيام امن"، ۽ سڀ کان آخر ۾، ون – يونٽ جي خاتمي جي اعلان تي خوشيءَ ۾ "اجها عيد آئي" —— اهي تقريبن سڀ پاڻ الڳ الڳ پترن جي صورت ۾ هڪبئي پنيان ڇپائي پڌرا ڪيائون.

(10)

مون ساڻن پهرين جڏهن هڪ ملاقات ۾ "مهراڻ" لاءِ سندن ڪنهن شعري تخليق جي ڳالهہ ڪئي، تہ پاڻ هڪ گهڙيءَ لاءِ حيرت ڏيکاريائون، ۽ پوءِ ڏاڍي ڳنڀير ۽ ڏکياري لهجي ۾ شڪايت ڪيائون تہ سنڌي اديبن ۽ نقادن ("جيڪي ڪي پاڻ وٽ هئا يا آهن") ۽ سنڌي پڙهندڙن سندن شعرن سان انصاف نہ ڪيو هو. مون ڪين جواب ڏنو تہ "ڪامريڊ! پنهنجي شعر ڏانهن اوهين پاڻ بہ تہ رواداد نہ رهيا آهيو!" پنهنجي هڪ خاص چمڪ اکين ۾ آڻيندي ۽ پربهار هڪ ننڍڙو ٽهڪ ڏيندي، چيائون. "تون ئي ٻڌاءِ، مان ڇا ٿو ڪري سگهان؟" – "شعر کي اوهان پنهنجي مقصد سان پابند ڪري رکيو آهي. پنهنجي دل سان پائبند ڪيوس ئي نٿا!" – "تہ ڇا، منهنجي دل منهنجي مقصد سان پائبند ڪانهي؟" – "مقصد سان آهي، پر شعر سان ناهي! ڪجھ اُن سان بہ پيچ رکوس!" ڪجھ مونجهہ ۾ اچي، چيائون. "اها دل ٻل جي ڳالهہ پراڻي آهي، اجائي آهي – چوڻ ۾ پرڪشش، پر اصل ۾ غلط! پر "مهراڻ" لاءِ اوهان کي شعر ڏيندس!" اهي هئا چار ٻول اسان جي ڳالهين جا، جيڪي آءٌ سمجهان ٿو تہ

ڪامريڊ جي آخري پنجن عاليشان غزلن جا محرڪ ٿيا – پر غزل ڪامريڊ جا وري بہ اهي ڳرا ۽ فلسفيانہ رهيا! انهن جي خاص حسن ۽ عظمت جي ڪشش ۽ تاثر انهن جي خاص پڙهڻ ۽ سمجهڻ سان آهي. بهر حال ادب جي تحريڪ ۾، ان وقت، جيڪو اپار ۽ زور هو. ان جو اهو ڪرشمو ٿو پانئجي، جو ڪامريڊ پنهنجي انقلابي مقصد لاءِ، خاص طور ان پوئين دور ۾، پنهنجي معمول کان ڪجهہ زياده. پنهنجي شعر کي ڪم آندو – پر پوءِ بہ جي ڏسبو تہ، ان سڄي دور (55– 1970ع) ۾ رڳو مقدار جي خيال کان بہ سندن شعر سندن نثر جي سوينءَ پتيءَ ۾ مس ايندو. انهيءَ ڪري سنڌي قوم جي تاريخ ۾ ڪامريڊ حيدربخش جي ڪردار جي، سندن ادبي تخليقات مان، جانچنا ۽ ڪٿ ڪرڻي آهي، تہ ان لاءِ سندن نثر کي وڌيڪ اهميت ملندي.

سندن سڄيءَ شاعريءَ کي بيءَ هڪ طرح بن وڏن دفعن ۾ بہ رکي سگهجي ٿو. هڪ ۾ سندن مشڪل اصطلاح ۾ رچيل، فلسفيانہ نوع جو شعر – جيئن سندن غزل، رباعيون، ۽ "شڪوه"، ۽ "آزادي قوم" جي عنوانن وارا طويل نظم، ۽ ٻئي دفعي ۾ سندن سليس، سڌا سادا، وطن دوست ۽ انقلابي نوع جا نظم، جن مان گهڻا پاڻ پنهنجي شاعريءَ جي نئين دور ۾ رچيائون.

ڪامريڊ حيدربخش جي شعري ڪليات جي نئين سر مطالعي لاءِ جڏهن انهن کي هن ڇپيل صورت ۾ هڪ ئي جاءِ تي پڙهڻ وينس، تہ انهن کي ڏسي ۽ پڙهي مون کي خوشي بہ ڏاڍي ٿي، پر بعضي جاين تي انهن جي پڙهڻ ۽ سمجهڻ ۾، معمول کان ڪجهہ زياده ڏکيائي بہ محسوس ڪيم – سبب؟ هڪڙو هيءُ تہ اسين پنهنجي ٻوليءَ جي ڇپائيءَ (توڙي لکائيءَ) ۾ حروف علت (Vowels) اڪثر ڪم ڪونہ ٿا آڻيون: سواءِ الف، واءُ ۽ يي (ا، و ۽ ي) جي، ٻيا حروف علت، مثلاً زبر، زير، پيش وغيره، جيڪي بہ اسان جي ٻوليءَ جي الف – بي جو حصو آهن. اسان لاءِ جڻ وجود يا افاديت ئي نٿا رکن. ٻيهڪ جون نشانيون (مثلاً: ; ، . – ! ؟ وغيره) جيڪي جيتوڻيڪ انگريزيءَ تان اسان جون ورتل آهن. پر اڄ اسان جي "الف – بي" جو حصو آهن. پوريءَ طرح اهي بہ اسين ڪم نٿا آڻيون. شعري توڙي نثري مضمون کي ڪاغذ تي آڻڻ لاءِ گهربل ترتيب ۽ رٿا جون ٻيون بہ ڪيئي تقاضائون هجن ٿيون، جن جو بہ اسين گهڻو خيال ڪونہ ٿا رکون. در اصل، تحرير جي انهن سڀني امدادي نشانين ۽ اهتمامن ذريعي اسان لاءِ پنهنجي ٻوليءَ جي ئي لکيل يا ڇپيل مواد جي پڙهڻ، سمجهڻ ۽ ان جي پوري لطف ماڻڻ ۾ آساني ٿئي ٿي. مثلاً "مهراڻ" (1955ع) ۾، پورن 25 سالن کان پوءِ، سنڌيءَ جي لافاني شعر جي هڪ مثال طور ڇپيل ڪامريڊ حيدربخش جو نظم "دريا شاه" ڪين ڏيکاريو ويو. تہ ڏسي

۽ پڙهي، ان جي نڪريل ۽ سوڌيل ترتيب ۽ ڇپائيءَ تي بيحد خوش ٿيا، ۽ چوڻ لڳا: "لڳي ٿو، هيءُ مان اڄ پهريون پيرو ٿو پڙهان!" ته ڪامريڊ جي هيءَ ڪليات، جيئن اها هيئن ڇپيل آهي، پڙهڻ ۽ سمجهڻ ۾ لائق پڙهندڙن کي به برابر ڪتي ڪتي مشڪل لڳندي – جنهن لاءِ ڪن نظمن ۾ فلسفيانه دقيق حصن جو به هر نظم ۽ هر نظم جو هر بند جيئن پڙهڻ ۽ سمجهڻ گهرجي تيئن جي پڙهيو ۽ سمجهيو وڃي، ته مون کي يقين آهي ته جيئن مون انهن کي پڙهي، محسوس ڪيو تيئن اسان جا لائق پڙهندڙ به محسوس ڪندا ۽ پورو انهن جو لطف ماڻيندا – اصل ائين ڇڻ ڪنهن جي من جي بند دري کُلي پوي، ڇڻ ڪنهن جون پوريل اکيون پٽجي پون ۽ سامهون وسيع منظر ڏسي هن جي دل بهار بهار ٿي پوي! سچ پچ ته نبار خيال ۽ اعليٰ تصور ماڻهوءَ جي ذهن کي ائين ئي کولين ٿا، ائين ئي ان کي روشن ڪن ٿا، ۽ ائين ئي امنگ پريل هُن جي من کي آزاد ۽ بيخوف اوچن آدرشن جي آسمانن ڏانهن اڏائي نيئن ٿا.

(11)

زندگيءَ جي آخري ڏينهن ۾ ڪامريڊ بيماريءَ جي بستري تي هو، سندن وفات 21 مئي 1970ع تي ٿي، فقط به مهينا اڳ ڪانئن پڇيو ويو ته "اوهين پنهنجي شاعريءَ جي ڪهڙن شهپارن کي وڌ ۾ وڌ پسند ڪريو ٿا؟" جواب ۾ چيائون: "شڪوه"، "آزادي قوم"، "حيوان انسان"، "پيام امن" ۽ بيون ڪي رباعيون." انهن سان اسين سندن پڙهندڙ سندن بيون تخليقون، پنهنجي فائدي جون ۽ پنهنجي پسند جون، شامل ڪري سگهون ٿا. ايترو ته موت ۾ اسان مان هر سمجهدار تي پنهنجي بزرگن جي ڇڏيل ورثي کي، پنهنجي ئي ڇڱائيءَ لاءِ، جانچڻ پرکڻ ۽ پنهنجو ڪرڻ فرض ٿئي ٿو!

انهيءَ ئي موقعي تي جڏهن ڪانئن پڇيو ويو ته "سنڌين لاءِ، هارين لاءِ، دوستن لاءِ، اسان سيني لاءِ سندن ڪهڙو پيغام هو، ته وراڻيائون: "منهنجو پيغام [اُوهان سيني لاءِ جيڪي منهنجا آهيو ۽ مون کي پنهنجو سمجهو ٿا]اهو ئي آهي، جو ڪجهه مان پاڻ ڪري رهيو آهيان!" ائين چئي، پوءِ انگريزيءَ جا چار لفظ اچاريائون: Courage, Discipline, Vigilence, Hard work— يعني خطرن کي للڪاريو! نظم ۽ ضبط پيدا ڪريو! سدا سجاڳ رهو! لڳاتار جاکوڙ ڪريو! انگريزيءَ جي انهن چئن لفظن جي اچارڻ کان پوءِ پاڻ چيائون: "آزادي قوم" ۾ جو مون چيو آهي، سو ياد رکو!" ائين چئي، ان نظم جو پاڻ هينيون بند ٻڌيائون:

"سنڌي فرزند، اٿي زور نظر پيدا ڪر!

"جو وجهي ترتلو، دنيا ۾ اثر پيدا ڪر!
"نئون چراغ نئون خورشيد و قمر پيدا ڪر!
"نئون گلزار ۽ هبڪار ۽ ڪَرُ پيدا ڪر!
"جو انهيءَ سان ئي همراز آ آزادي قوم!"

سندن وفات کان پوءِ، سندن تڏي تي، سندن تعزيتي ڪتاب ۾، جيڪي ٻه اکر پنهنجي تاثو جا، پنهنجي عقيدت جا، مون لکيا، اهي ساڳيا، آخر ۾، هتي، اوهان دوستن کان اجازت وٺندي، وري پڙهي ٻڌائڻ گهران ٿو — جو ته چڱن لاءِ ۽ چڱن جي چڱاين لاءِ مجتا جا اکر هر هر ۽ هر هنڌ چوڻ پاڻ کي چڱو ڪرڻو آهي ۽ پنهنجو ئي شان وڌائڻو آهي:

"زندگيءَ جي سچي اهميت ۽ سچي عظمت اُن جي مقصد سان آهي. جيترو اوچو ۽ اعليٰ مقصد زندگيءَ جو قائم ٿئي ٿو، اوتري ئي اوچي ۽ اعليٰ اها زندگي سڏجي ٿي. اسان جو محترم پيارو بزرگ ۽ دوست، ڪامريڊ حيدربخش زندگيءَ جي اعليٰ کان اعليٰ مقصد کي پاڻ لاءِ قائم ڪري ويو. اُن لاءِ پنهنجو سمورو جيئڻ ۽ مرڻ وقف ڪري ڇڏڻ جو سبق اسان لاءِ ڇڏي ويو.

"سنڌ ۽ سنڌ جون سموريون آئنده پيڙهيون ڪامريڊ جي انهيءَ بي مثل آدرشي ڪردار کي پنهنجي لاءِ مشعل راهہ طور سامهون رکي، انفرادي توڙي اجتماعي طور دنيا جي اڳيان پنهنجي لاءِ اعليٰ مقام پيدا ڪري سگهن ٿيون.

"جيئري بہ اسان جو هيءُ بي غرض ۽ نماڻو ڪامريڊ اسان لاءِ پنهنجون سموريون طاقتون ۽ صلاحيتون خرچ ڪندو رهيو، ۽ اسان کان وڇڙي وڃڻ کان پوءِ بہ هو اسان جو ذهني ۽ عملي طور لافاني ۽ بي مثل رهبر آهي.

"زندگيءَ جي جيڪا بہ معنيٰ ۽ مطلب ۽ ان جي جيڪا بہ اهميت ۽ نيڪي آءٌ سکي ۽ سڃاڻي سگهيو آهيان، اها مون ڪامريڊ حيدربخش جي زندگيءَ ۾ ڏٺي. آءٌ هميشہ سندن پوئلڳ ۽ پرستار ٿي رهيس، شال اڳتي بہ آءٌ سندن نقش قدم تي هلندو رهان!"

"سنيپريو جيان ڳالهيون پريَم تنهنجون،
کهڙا ڳڻ ڳڻيان، تورن متو ناهہ ڪو."
(شاهہ)

-"Hari's Petition of Right" *

– محمد ابراهيم جويو
1988ع

# (27)

# ”پنهنجي پچار“

## (آپ بيتي)

## گل محمگ چانگ

### مهاڳ

زندگيءَ ۾، ۽ خاص طور انساني سماجي زندگيءَ ۾، هيٺائي هر مامري جي جڙ ثابت ٿئي ٿي.

سنڌي قومي زندگيءَ کي، پاڪستان جي قيام کان پوءِ خاص طرح، جا ناڪامي ئي ناڪامي ڏسڻي پئي آهي، ان جو سبب به ان جي هيٺائي آهي.

اها ان جي هيٺائي ان جي فيوڊل (زميندارِي) سماج جي هيٺائي آهي، جيڪا اصل ۾ ان سماج جي اندروني هيٺائي آهي.

سنڌي زميندارِي سماج خود پنهنجيءَ قوت کان ڪٽيل ۽ ڊنل رهي ٿو، ۽ اڪثر ڌارينءَ ۽ دشمن قوت سان واڳيل ۽ ان تي آڌاريل پئي رهيو آهي – پاڪستان کان پوءِ لڳاتار ۽ پاڪستان کان اڳ انگريز حاڪم شاهيءَ جي دؤر ۾ به.

غلام قوم جي زميندارِي طبقاتي سماج جي اهائي سياهه بختي هوندي آهي. غلاميءَ جي حالت ۾ ان جو زوال پذير حڪمرانَ طبقو – جيئن سنڌ جا زميندار (وڏيرا، رئيس، مير وغيره)، سندن ڪمدار ۽ ڪاراوا ۽ سندن پاتاريون ۽ سندن آسماني چوبدار، ملا ۽ پير، هڪ پاسي، ۽ سندن زميني سرڪار ۽ ان جي ڪامورا شاهي ٻئي پاسي – سڀ عوام دشمن ۽ قوم ناشناس، سڄو وقت پنهنجي عوام کي ڏَڪڻ ۽ ڪاٺڻ ۽ پنهنجي قومي مفادن کي پنهنجن آقائن وٽ گروي رکڻ ۽ وڪڻڻ ۾ پورا – ۽ ائين ئي اُهي پوءِ، پنهنجي رد ٿيل وجود جي بچاءَ لاءِ، پنهنجن بدران ڌارين ماڻهن ۽ ڌارين قومن جائي جِي حضوري بڻجي تا سگهن، ۽ بڻجن تا.

ان طرح قومي غلاميءَ جي حالت ۾ فيوڊل سماج جو پورهيت طبقو ۽ پڻ ان جو بالادست طبقو بيئي مجبور ۽ هيٺي زندگي گذارين تا – اندروني طور منجهن ماڻهو ماڻهوءَ کان بيزار، ۽ هو هڪبئي جي پرجهلي بڻجڻ بدران

هڪبئي سان ٽڪراءَ ۾ رهي، پنهنجي ئي گڏيل هيٺائيءَ جو شڪار ٿين ٿا. اُها هيٺائي سندن قومي توڙي عوامي مامرن جي جڙ تہ هجي ئي ٿي، پر عام تضاد جي ان حالت ۾ ان سماج کان خود پنهنجي قومي سڄاڻپ بہ وسريو وڃي، بلڪ اها ان لاءِ وڏي هڪ اندروني انتشار جو سبب بڻجيو وڃي. ان صورتحال تي پهتل سماج لاءِ پوءِ، پنهنجي نجات جي سُجهاءَ طور، هڪ ئي مامرن جو مامرو اپري اچي اڏو بيهي ٿو — يعني ان جي قومي سڄاڻپ جي حل ۽ ان جي حقَ— طلبيءَ جو مامرو.

هن مرحلي تي ان سماج ۾ "قوم— دوستي" ۽ عوام — دوستي"، بہ متضاد سياسي خيال بڻجي، اپري بيهن ٿا. هڪڙا ان ۾ "قوم پرست" ۽ ٻيا ان ۾ "عوامي"! — پر اهو ڏسڻ ۾ ۽ نتيجن ۾ اجان ئي زياده هاجيڪار تضاد دراصل سياسي ليڊرشپ جو تضاد هوندو آهي، جيڪو طبقاتي بالادستيءَ ۽ نظرياتي احساسَ برتريءَ جي ڳريل ۽ سڙيل سوچ مان اڀيلُ ۽ عملي طور عوام کان علحدگيءَ ۽ سياسي بي عمليءَ تي بيٺل هوندو آهي. ورنہ "قوم ۽ عوام" يا "عوام ۽ قوم" پنهنجي وطن ۾ همزبان ماڻهن جي معروف اڪثريت جي نوس حقيقت طور، صدين کان ۽ جڳن کان هڪ ٿيلَ، " يڪ جان يڪ قالب"، جتي هوندا آهن اتي موجود هوندا آهن. قوم ۾ "عوام" ۽ "خواص" جو فرق سو هوندو آهي — ۽ ان طرح اُن ۾ عقيدي جا ۽ ٻوليءَ جا بہ فرق هوندا آهن — پر ان جا اهي فرق رکندڙ افراد يا گروهہ "اقليتي فرقا" ئي ليکبا آهن، جن جي جمهوري ۽ انساني حقن جي Equality of justice under Law (قانون تحت مساوي انصاف) جي قبول عام بنياد تي پوري ۽ قطعي ضمانت ميسر ٿي سگهي ٿي، ۽ ان سان قوم جي اتحاد ۽ امن ۽ پڻ ان جي خوشحاليءَ کي هڪ حد تائين، بهر حال، يقيني بڻائي بہ سگهجي ٿو. پر زبون ٿيل ۽ آذاريل فيوڊل سماج ۾ پهرين ۽ وڏي محرومي جا هوندي آهي، سا اِن "قانون تحت مساوي انصاف" جي محرومي هوندي آهي ۽ ان محروميءَ جي پورائي لاءِ ئي پوءَ ان سماج ۾ عوامي (اڪثريتي) سياست، فيوڊل (اقليتي) سياست جي مقابلي ۾، پنهنجي جدوجهد راس ڪندي آهي ۽ ان ۾ مصروف رهندي آهي.

هنن چند لفظن کان پوءِ لائق پڙهندڙن جي آڏو سنڌي عوامي تحريڪ جي هڪ دلير ۽ حوصلہ مند، ذهين ۽ جفاڪش، بيحد هڪ مخلص ۽ سرفروش هاري ورڪر، گل محمد چانگ، جي آپ بيتي "پنهنجي پچار" حاضر آهي. جيڪا 1955ع ۾ پنهنجي جنم کان ڪٿي 1982ع تائين هن پيش ڪئي آهي، ۽ جنهن ۾ هن منهنجي متي بيان ڪيل سنڌي قوم جي زبون حال زميندراي

سماج جا سڀ مخول ۽ سڀ هيٺايون ائين آٿي اسان جي آڏو رکيون آهن، ڇڻ ڪيٽ ۾ بند ڪنهن مُردي کي ڪيٽ ڪلڻ سان ماڻهو ڏسي سگهي ۽ ڇهي سگهي ۽ وڌيڪ ان کي ڏسڻ ۽ ڇهڻ جو تاب نه رکندي اکيون ٻوٽجي وڃن ۽ هٿ پنهنجا ماڻهورڳو مليندي ئي رهجي وڃي! هن پنهنجي عجيب ۽ پر اثر پر ڏاڍي هڪ دلگداز احوال جي پس منظر طور لکن تا:

"آءٌ بيمار هوس .... پرجيئن ته اڪيلو هوس. ان ڪري محنت ته ڪرڻي پيئي تي.... ان وقت راهوڪيءَ ۾ هارين جي ڪانفرنس 8 ۽ 9 آڪٽوبر 1979ع تي ٿي پئي جنهن جون دعوتون هلي ويون.... مون سوچيو ته بيمار آهيان، مري ته هونئن ئي ويندس، پر ڪانفرنس تائين من زنده هجان!.....آخر ڪانفرنس ٿي.... ٽي ڏينهن پوءِ، گرفتاريون ڪيون ويون جن ۾ مون کي به گرفتار ڪيو ويو.... مون کي پنجن ڄڻن سان گڏ هڪ سال سزا ۽ پندرهن ڪوڙن جي سزا ملي .... ٽئين ڏينهن، 17 آڪٽوبر تي مني مهيريءَ ۽ مون کي حيدرآباد سينٽرل جيل مان وني بدين آيا، جتيٰ ٻئي ڏينهن اسان کي ۽ ٻين ٽن کي .... قاضيا واهه جي ڪپ تي.... پڙهو ڏيئي، ڏهه هزار ماڻهو گڏ ڪري .... سر عام ڦٽڪا هنيا ويا .... ٽورن ڏينهن ۾ آءٌ ٻنهي ڌهي پيس....اسپتال موڪلي منهنجو ميڊيڪل چيڪ اپ ڪيو ويو..... رپورٽ ۾ مون کي ٽي بيءَ جو مريض قرار ڏنو ويو.... اندر جيل ۾ جڏهن اسپتال کان واپس پهتس، ته دوستن صلاح ڏني ته "تون پنهنجي آتم ڪهاڻي لک!".... آءٌ هڪ اڻ پڙهيل ماڻهو... مون ڪڏهن لکيو نه .... صرف هڪ ٻه درجا پڙهيا.... پر دوستن چيو ته لک! جيڪا حقيقت آهي اها لک!"..... پوءِ مون ڪهاڻي لکڻ شروع ڪئي ... جو لکبو هو سو پڙهبو هو .... ان جو دوست تنقيدي جائزو وٺندا هئا... اهڙيءَ طرح جيل ۾ 1977ع جي دؤر تائين جا واقعا مون جيل ۾ لکيا."

وڌيڪ، 3 آگسٽ 1980ع تي جيل مان نڪرڻ کان پوءِ جا پنهنجا احوال – مئي 1982ع تائينءَ جا – پوءِ پاڻ ٻاهر لکيا اٿس.

پائلو فراري جي ڪتاب جو ترجمو "علم تدريس مظلومن لاءِ" مون 1984ع ۾ شايع ڪرايو هو، ۽ اُهو "مظلومن جي نالي ۽ انهن جي نالي جيڪي ساڻن گڏ عذاب سهن ٿا ۽ ڪلهو ڪلهي ۾ ڏيئي وڙهن ٿا" منسوب ڪيل هو. اسان جي محترم ۽ عزيز ساٿيءَ، گل محمد چانگ، جي هيءَ آتم ڪهاڻي ان ڪتاب جي تعليم جو سندس پنهنجي زندگيءَ جي روپ ۾ هڪ عملي مثال آهي.

پنهنجي پياري ساٿيءَ، گل محمد چانڱ، جي هن "پنهنجي پچار" جي لکيت کي مون فقط دمن جون نشانيون ڏنيون آهن. ۽ پٺرائن ۾ ۽ انگ ڏيئي ستاويهن ڀاڱن ۾ ورهايو آهي، ۽ ان جي لفظن جي اکرن کي، جتي جتي ڪا ضرورت هئي، درسي ڪتابن جي صورتخطيءَ ۾ آندو آهي.

مون کي پڪ آهي تہ پنهنجي سنڌي قوم جي هيٺاين ۽ محرومين کي – خاص طرح "قانون تحت مساوي انصاف" جي محروميءَ کي – دور ڪرڻ لاءِ جيڪي اسان جا عوام دوست ۽ قوم شناس ساٿي، پنهنجي پُر خلوص لڳاءَ سان اڄ حقيقي معنيٰ ۾ اسان وٽ عوامي سياست جي روايت قائم ڪرڻ لاءِ ڪوشش ۾ مصروف آهن، اهي هن ڪتاب "پنهنجي پچار" کي درسي ڪتاب طور پڙهندا ۽ ان مان، پنهنجي سياسي عمل جي سلسلي ۾، مناسب سبق سکندا.

- محمد ابراهيم جويو
1989ع

# (28)

# ”قيدياڻيءَ جون اکيون ۽ چنڊ“

(شاعري)

## نور الهديٰ شاهه

### مهاڳ

سچا شاعر انسانيت جا پيغمبر تہ آهن ئي، پر سڀ کان اول هو قوميت جا پيغمبر هجن ٿا– ٻن ڳالهين جي خيال کان: هڪ تہ هو پنهنجي قوم سان ان جي ئي ٻوليءَ ۾ ڳالهائين ٿا، ۽ ٻيو تہ هو سڀ کان وڌيڪ پنهنجيءَ قوم کي انسانيت جي راهہ تي اڳيرو ڪن ٿا.

نورالهديٰ شاهہ جا هي نثري نظم– ”قيدياڻيءَ جون اکيون ۽ چنڊ“ (ڇا نہ تصويرڪشي ٿيل، ڇا نہ پيڙا پريل آهي، هنن لفظن ۾!) – قوميت ۽ انسانيت جو اوچو ۽ سچو پيغام رکندڙ آهن، ۽ اسان مان انهن جي پڙهڻ لاءِ آهن، جن کي جذبو آهي ۽ جيڪي سڄاڻ آهن– جذبو پنهنجي قوم ۽ وطن لاءِ، ۽ سڄاڻپ انهيءَ آزار ۽ آپدا جي جن ۾ اسان جو وطن ۽ اسان جي قوم اڄ ورتل آهن.

پر افسوس، نجات لاءِ رڳو جذبو ۽ سڄاڻپ بہ ڪافي ناهن. جتي وطن وڃڻ جي خطري ۾ ۽ قوم زندگيءَ ۽ موت جي ٻہ–واٽي تي بيٺل هجن، اتي سڀ کان وڌ ضرورت عمل جي ۽ قربانيءَ جي هجي ٿي. الله جي دوست حضرت ابراهيم کي الله جي ئي فرمان سان پنهنجي سڪيلڌي پٽ کي مثال بڻائي، سڄيءَ پنهنجي قوم (يا قبيلي) کي، ۽ خاص ان جي جوان نسل کي، قربانيءَ جي راهہ جو اهو ئي ڏس ڏيڻو هو، نہ تہ الله کي ماڻهوءَ جي رت جي، يا ڪنهن دنبي جي رت جي نہ تہ تڏهن ۽ نہ هاڻي ئي ڪا ضرورت هئي. قومن جي تاريخ ۾ اجتماعي بقا جي راهہ تي هر اڻموٽ قدم انهيءَ قربانيءَ جي قيمت چڪائڻ سان کڄي ٿو– انسانيت جي معراج ڏانهن نيندڙ خالص نيڪيءَ جي (۽ بيحد مشڪل) راهہ بہ اهائي آهي.

اڄ جڏهن عالمي تاريخ قومن جي سڄاڻپ، حيثيت ۽ تعلقات کي سچي بحث کان آجو ۽ پوريءَ طرح واضح صورت ۾ دنيا جي آڏو آڻي بيهاريو آهي، تڏهن اسان وٽ آهي ئي پنهنجو پنهنجو وقت ڪاٿي آيل ۽ زمانن جا ٽڪرايل دليل– نظرياتي/ مذهبي قوميت جا، سامراجي / بينڪي قوميت جا، (۽

اندروني طور، طبقاتي يا وڏ ماڻهپ ۽ ننڍ ماڻهپ واريءَ قوميت جا)، ننڍين ۽ هيٺين قومن جي انساني ۽ قومي فطري حقن کان انڪارَ ۽ انهن جي پائماليءَ جي جواز طور ، پوريءَ ننر پائيءَ ۽ حرفتبازيءَ سان آزمائجن ٿا ۽ استعمال ٿين ٿا: ۽ اهو سڀ رڳو انهيءَ ڪري، جو حڪمرانن وٽ ان انڪار ۽ ان پائماليءَ جي پشتيءَ طور طاقت ۽ تشدد جا اهڙا ذريعا ۽ ايترا رستا موجود آهن، جن کي هو پنهنجي خيال موجب هڪ ٽڪ ۽ لاجواب، اڻ گس ۽ اَجيت سمجهن ٿا. پر وڏي ڀاڱ جي ڳالهه آهي، جو اهڙن ئي اڻبرابريءَ جي مقابلن ۾، دشمن جي زد ۾ آيل ۽ نشان بڻيل ٿورا ۽ هيڻا پر حق لاءِ وڙهندڙ ماڻهو سڀ گڏجي، ۽ پڻ هيڪل هيڪل، پنهنجا سينا سپر ڪري ميدان ۾ نڪري اچي بيهندا آهن، ۽ سر جي قربانيءَ ڏيڻ کان ڪين هٽندا آهن، ۽ ائين آخر سوڀ انهن جي ٿيندي آهي.

”سوين سر گهرن سر ريءَ سوڀ نہ سَپجي!“

سر گهورڻَ يا فدائيت جو هيءُ سبق اسان جي سچي ادب (نظم توڙي نثر) جو روح رهيو آهي. اسان جا لوڪ قصا ۽ نيم تاريخي داستان ذري گهٽ سڀ اسان جي قومي ماضيءَ جي اجتماعي ۽ انفرادي سر فروشيءَ جي بيانن سان ڀريل آهن. اسان جي سدا حيات قومي شاعر حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو سڄو رسالو اسان کي زندگيءَ جي اعليٰ تربيت لاءِ مقصد تان سر گهورڻ ۽ آزمائش جي گهڙيءَ ۾ ”جيءَ نہ مني ڪرڻ“ جي تعليم ڏئي ٿو:

”ڪيچ نہ جنبڻ جاءِ، تہ ڪا هلي هوت ڏي!
مون سين هلي ساءِ، جا جيءُ منو نہ ڪري.“

ائين مقصد لاءِ جاکوڙ ۾ ”جيءُ منو نہ ڪرڻ“ ۽ وقتَ پئي ان لاءِ مرڻ قبولڻ قربانيءَ جو آخرين درجو ليکجڻ ۾ اچي ٿو، جنهن تي پهچڻ ماڻهوءَ لاءِ فقط اٽل ارادي ۽ نور جهڙي نِبار جذبي سان ئي ممڪن ٿئي ٿو. پاڻ آرپڻ، ”پاڻ“ کان نڪري ڪنهن ٻئي جو، ڪنهن ٻيءَ شيءَ جو (وطن جو، قوم جو) ٿي وڃڻ، ان ۾ فنا ٿيڻ جي برابر آهي ۽ اهو مڪمل طور ”ڏيڻ“ جو جذبو آهي، جنهن ۾ ”وٺڻ“ واري ڳالهه هرگز سامهون نہ هوندي آهي. محبت ۽ وابستگيءَ جو هيءُ امالڪائون جذبو ٻار لاءِ ماءُ جي پيار ۾ اڪثر ڏسي سگهبو آهي، جنهن ۾ ٻار ۾ دعوا يا مالڪي جتائڻ بدران ٻار تي گهورجڻ جو اڏمو موجود هوندو آهي. ٻار ٻار ماءُ جي واتان، ٻار جي ناتي آهون ۽ دانهون ٻڌبيون آهن — ”مان صدقي!“ ”مان گهوريس! مان مُيس!“ — تہ اهي ٻار سان ماءُ جي ان بي

غرض ۽ نبار تعلق جون ثابتيون آهن.

وطن تان مرڻ قبولڻ بہ اهڙي ئي بي غرض ۽ نبار لاڳاپي جي ڳالهہ آهي، چو تہ ماءُ پيءُ ۽ اولاد جي لاڳاپي وانگر وطن بہ ماڻهوءَ جي پنهنجي مرضيءَ يا فيصلي جو معاملو نہ آهي: ماڻهوءَ جو "ڏاٿو پاٿي" اتي آهي، ماڻهو "ساهہ" اتي کڻي ٿو– پر اها آسودگي يا اهو جياپو بہ فطري آهي. ائين ئي جيئن ٻار لاءِ ماءُ پيءُ جي مهر پيري گود. من جي ڪجهہ اهڙي پاءَ سان وطن جي سر زمين کي "ماتر ڀومي" سڏيو اٿن. ڪي ان ساڳئي پاءَ هيٺ پيئيتي ناتي پٽاندر، وطن کي پنهنجو سيڪجهہ سمجهي، "پيءُ جو ملڪ" يا "ڏاڏاڻو ملڪ" چون ٿا– جيئن نورالهديٰ شاهہ بہ ان کي پنهنجي هنن نظمن ۾ سڏيو آهي. شاهہ سائينءَ جي "مارئيءَ" بہ پنهنجي اباڻي ملڪ کيِ بار بار ائين ياد ڪيو آهي:

"جو اباڻن اڏيو ڳڻن سين ڳوپي–"

"باباڻن سين ٻول، ڪيم نہ ڪوٽ وهڻ جا–"

نوان ماڻهو، جيڪي پنهنجي مرضيءَ سان يا ڪنهن مجبوريءَ هيٺ ٻئي وطن ۾ آباد ٿيڻ لاءِ داخل ٿين ٿا، انهن جو ان سان لاڳاپو تيستائين خود غرضائون ۽ مطلبي نموني جو هجي ٿو – جيستائين اتي هو فطرتجڻ (Naturalization)جي سلسلي عمل مان نٿا گذرن . ۽ ان سان پنهنجي ناتي کي غرض يا طمع کان متيرو ڪري، اتان جي اصل رهواسين جهڙي فطري مائٽاٽي تعلق جي ڪيفيت نٿا ڏين – ٻين لفظن ۾، جيستائين نئين وطن کي هو پنهنجو چرا گاهہ يا پنهنجي قبضيداري سمجهڻ بدران، پنهنجو پاڻ ان جي سپرد ڪري، پاڻ کي ان جو سمجهڻ شروع نٿا ڪن. هن سلسلي ۾ اهي ماڻهو هڪ اڻ فڪري فارسي شعر جي مصرع – هر ملڪ ملڪ ماست ڪ ملڪ خداي ماست – ڏاڍيءَ درديٽا سان پڙهي، ٻئي ملڪ تي پنهنجو زوريءَ قبضو جوازيندا آهن. ۽ ائين پاڻ کي خدا جو بندو نہ پر خود خدا کي پنهنجو هٿيو ڄاڻندي، پنهنجي ان جواز لاءِ استعمال ڪندا آهن. بهر حال، اوسيتائين يا پوءِ بہ، هو جيڪڏهن پاڻ سان آندل ٻولي ۽ هلت چلت (ڪلچر) محفوظ رکڻ ۽ ائين پنهنجي سڃاڻپ بحال رکڻ گهرندا، اوتري تائين وري بہ کين اتي پهرين تہ پنهنجي اقليتي حيثيت کي پاڻ قبولڻو ۽ ان تي مطمئن ٿي رهڻو پوندو، ۽ ان ئي حيثيت ۾ هو اتان جي رهندڙن ٻين سيني جي برابر بنيادي ۽ انساني حقن ۽ سهوليتن جي ماڻڻ جا حقدار شمارجي سگهبا آهن.

ائين، ماءُ پيءُ ۽ اولادَ، ڪٽنب ۽ قبيلي جي فطري لاڳاپن وانگر، قوم سان لاڳاپي جو معاملو بہ ماڻهوءَ جي پنهنجي وس يا چونڊ جي ڳالهہ نہ آهي. تاريخ ۾، قوميت جي ارتقا تائين، فرد، ڪٽنب ۽ قبيلا، ڪيئي گڏوچڙ ٿي،

وڏيڪ فطرت جي تقديريل پاڪرن سان اوڙهجي وجن ٿا– قومي ٻوليءَ، قومي وطن ۽ قومي تاريخ جي پاڪرن سان. ۽ پوءِ وري ٻوليءَ جي هڪ ئي پاڪر جي طفيل (جيڪائي سيني "نون آيلن" لاءِ وک وڌائي ڪٽڻ، واپرائڻ ۽ پنهنجي ڪرڻ لاءِ ڏيندڙن طرفان پاٽمرادي ۽ مفت تحفي طور موجود هوندي آهي.) قوميت پنهنجا دروازا کولي ٿي ۽ پنهنجا پَلوَ ڪشادا جهلي ٿي. ۽ پرانهن پرانهن ماڻهن کي (وطن ۾ نون آيلن کي هيڪاري وڏيڪ) سڏي پنهنجو ڪري ٿي ۽ پنهنجي قومي وجود ۽ پنهنجي تاريخ جي فطري حصي بنائڻ جي ڪوشش ڪري ٿي.

افسوس، پاڪستان ۾ فطرتجڻ (Naturalization) جي اِن تاريخي عمل جي ابتڙ راهه ورتي ويئي، ۽ الٽو نون آيلن مان هڪ قليل اقليتَ جي ٻوليءَ کي سڄي پاڪستان جي "قومي ٻولي" سڏيندي ۽ ان کي حاڪماڻو درجو ڏيندي، اهڙي هڪ انسان دشمن ۽ قومن جي دشمن بينڪي (Colonial) فتني جو آغاز ڪيو ويو، جنهن جو سڀ کان وڏ ۽ سڌو نشانو پاڪستان ۾ اسان سنڌين کي ٿيڻو پيو آهي. اڄ اها اقليت پاڻ کي "لڏي آيل" جو نالو ڏيندي، ٻاهران آيلن ۽ ايندڙن کي "لڏي آيل" سڏيندي، ۽ وڏيڪ جنهن کي تنهن کي ٻاهران چوريءَ ۽ زوري آڻائي ۽ "لڏي آيل" چوندي، سنڌ ۾ پاڻ کي "لڏي آيلن" جي اڪثريت ۾ بدلائڻَ ۽ قوم ثابت ڪرڻ جي عمل ۾ مصروف آهي! ۽ اُن عمل ۾ اُن کي پاڪستان جي نظرياتي / مذهبي قوميت ۽ قوم پنجاب جي بينڪي قوميت (Colonial Nationalism) جي سڄي حڪومتي دهشتڪاري ۽ ٻيا سڀ دلبا ۽ دولاب ميسر آهن. انهيءَ ئي حالَت ۾، اڄ اسين پنهنجي وطن کي وڃڻ جي خطري ۾ ۽ پنهنجي قوم کي موت ۽ حياتيءَ جي ٻہ– واٽي تي بيٺل ڏسون ٿا.

نورالهديٰ شاه پنهنجا هي نثري نظم ۽ پاڻ جو اُنهن تي "ڦيدياٺيءَ جو اکيون. ۽ چنڊ!" نالو رکي، اسان کي اهي ڏنا آهن – جنهن نالي کي پڙهڻ سان ئي هانءَ ۾ چڻ جهيڙ پئجي ٿا وڃن! – اهي اسان جي اُنهيءَ قومي بدبختيءَ تي هُن جي ڪوملَ دل جون دانهون آهن، مياروں آهن، منٿون آهن، صلاحون ۽ سڏ آهن – اسان سيني لاءِ، مائن لاءِ پيئن لاءِ، پائن ۽ پيٽن لاءِ، استادن ۽ اديبن لاءِ، ننڍيرن ۽ وڏيرن لاءِ، اڳواڻن لاءِ ۽ پوئلڳن لاءِ! اسان سيني جي قلب تي انهن جو ڇا اثر ٿو ٿئي. سو ڪٿڻ ۽ ڇاڻڻ اسان مان هر ڪنهن جو پنهنجو ڪم آهي.

هنن نظمن جو اسان جي روشن دل ۽ جوان فڪر دوست نصير مرزا هڪ نهايت مَعياري، پيارو ۽ وڏي جذبي ۽ پوريءَ سڄاڻپ وارو پيش لفظ لکيو آهي. مون تہ هيڪاندا پنهنجا وڏپڻ جا اجايا خيال لکي، پنهنجي هن وڏيءَ

همت ۽ نيڪدل نندڍيءَ ڀيڻ جو ڪٺي ڇوڻ ڪيو آهي – جن ڏانهن پڙهندڙ ڪو ڌيان ڏين يا نہ ڏين، پر اها پڪ اٿم تہ نورالهديٰ شاه جا هي نظم جيڪي سچ تہ رت ڦڙا آهن، جي اکين مان ڳاڙي هن اسان جي آڏو رکيا آهن – انهن کي پڙهي، جيئن منهنجو من لڇيو پڇيو آهي تيئن هُنن جو من بہ ضرور لڇندو پڇندو.

ڇا ڇا نہ لکيو آهي سنڌ جي هن مهربان ماءُ! ڇا ڇا نہ چيو آهي اسان جي هن دلير، دردمند، مشفق سنڌي ڀيڻ، ابتدا ۾ ئي اسان لاءِ هيئن لکي!

"بہ
ليکا ڪڍي
صليب ناهي
پنهنجو پاڻ
ٽنگي ڇڏيان
جي
ڏک سيپئي
لکي نہ سگهان!"

- محمد ابراهيم جويو
1992ع

# (29)

# ”سامي ءَ جا سلوڪ“

(ٻن جلدن ۾)

پروفيسر ناگراڻي ۽ ڊاڪٽر سنديلو

## ناشر طرفان

(پهرئين جلد لاءِ)

ورهاڱي کان هڪ سال اڳ مارچ 1946ع ۾، سنڌ جي سنت–ڪويءَ، ”ساميءَ“، جي چار سَو ڏهن چوندِ سلوڪن جو انگريزيءَ ۾ ترجمو Song of the Spirit جي نالي سان شايع ٿيو هو: ترجمو ڪندڙ، ڇپائيندڙ ۽ شايع ڪندڙ شانتي ايل. شهاڻي هو. سلوڪن جي ترجمي بابت ديباچي ۾ پاڻ لکن ٿا.

"In 1943, from the tumult of political turmoil to the silent sanctuary of prison walls.... in the ....barrack of the Karachi District Prison ... an irresistible urge arose within me to translate these slokas into English...., till it was time for my release.... on 25th. November of that year. But I had finished my work much before that date. From 11th. of November, the manuscript went round in hands of my friends lodged in other barracks as security prisoners and I had the benefit of their learned criticism during that fortnight...

"This is merely a spadework for some fututre lover of Sindhi literature and culture to till it and to bring forth.... the rich.... melodious harvest of beauty, tranquilty and unity embedded in the songs of our desert singers...."

(يعني: ”1943ع ۾، سياسي هنگامن جي شور مان نڪري، ..... ڪراچي ضلعي جيل جي چوڏيواريءَ اندر هڪ بند ڪوليءَ جي خاموش پناهگاهه ۾ آيس، .... تہ منهنجي اندر ۾ هنن سلوڪن کي انگريزيءَ ۾ ترجمي ڪرڻ جو هڪ اجهل امنگ اڀريو ...، تان جو ان سال جي نومبر مهيني جي 25 تاريخ تي منهنجي رهائيءَ جو ڏينهن بہ آيو. پر ان تاريخ کان گهڻو اڳ مان پنهنجي هٿ ۾ ڪنيل ڪم پورو ڪري چڪو هوس. نومبر جي 11 تاريخ کان ترجمي جو مسودو منهنجي ساٿين جي هٿن ۾ پهچي چڪو هو، جيڪي اتي ٻين ڪولين ۾ مون جيئن سياسي باندي هئا، ۽ مون کي انهن پندرهن ڏينهن ۾ ان بابت سندن تنقيدي رايا بہ ملي چڪا هئا....

"هيءُ منهنجو ڪم فقط سر زمين جي سُوڏ سنوار جو آهي _ آئيندي جي سنڌي ادب ۽ ثقافت جي ڪنهن باذوق ۽ سڄاڻ "هاريءَ" لاءِ جيڪو ان جي ڪيڙ ڪندو ۽ اُن مان "سونهن، سُڪونَ ۽ ٻڌيءَ" جي ٻجن جو اهو پلو فصل اپائيندو، جيڪي اسان جي هنن ريگستاني راڳين، ڳتي ۽ ڳوٺي، پنهنجن روح—رڇندن گيتن ۾ اسان لاءِ سانديا آهن....)

سنڌ جي پَر سڌ درويش، ساڌو ٽي. ايل. واسواڻيءَ، هن جي ان ترجمي جو مهاڳ لکيو، جنهن ۾ چيائون:

"Today Sind is under Western influences: in the pre - British period, Sind developed her individuality, and while the Kalhoras,- descended from a holy faquir,- and the Talpurs, offspring of simple shepherds, ruled,- the rustic people of Sind rejoiced in their singers and saint.

Today, alas! Sind is in a state of physical and moral disintegration: today, we need to study anew Shah Latif, Sami and Sachal: they purify the heart and the affections, while 'current' education makes us 'clever', controversial, communal, sectarian..... When will New Schools appear? When will Sind be born anew?"

(يعني: "اڄ سنڌ مغربي اثرن هيٺ آهي: انگريزن کان اڳ جي دؤر ۾ سنڌ پنهنجي انفراديت قائم ڪري چڪي هئي، ۽ ڪلهوڙا جيڪي فقير جو اولاد هئا، ۽ ٽالپر جيڪي سادن ۽ صافدل ريڍارن مان هئا، تن جي راڄ ۾ سنڌ جا معصوم ماڻهو پنهنجي راڳين ۽ سنتن جي آسيس ۽ سنگ ۾ خوش هئا، منگهن هئا.

"اڄ، افسوس! سنڌ طبعي ۽ اخلاقي مونجهاري ۽ وڳوڙ ۾ ورتل آهي: اڄ اسان کي نئين سر لطيف کي، ساميءَ کي ۽ سچل کي پرجهڻ جي ضرورت آهي: اهي دليون صاف ڪن ٿا ۽ هينئان نارين ٿا، پر هُلندڙ هوا، اپوڳي تعليم، اسان کي "ڏاهو"، جهيڙاڪ، وچ —ڪڏٽو ۽ تفرقائي بڻائي ٿي.... ڪڏهن نوان اسڪول نهندا؟ ڪڏهن سنڌ نئين سر ڄاپندي؟")

ساڳئي ئي ان سال، ستاويهن عنوانن هيٺ ترتيبيل چار سؤ چاهٺ "ساميءَ جا چونڊ سلوڪ – معنيٰ ۽ سمجهاڻيءَ سان – شايع ٿيا، جن سان گڏ سنڌ جي هڪ محسن بزرگ، رشي ڏيارام گدومل، جو لکيل مضمون، "ساميءَ جي سلوڪن جو تاتپرج"، بہ شامل هو (جيڪو، ان جي پنهنجي محڪم اهميت سبب، هتي، زير نظر هن جلد جي شروع ۾، بہ پيش ڪيل آهي).

تنهن کان پوءِ پورا ٽي ڏهاڪا سالن جا ائين ئي گذري ويا.... تان جو ڊسمبر 1975ع ۾ سنڌ جي هڪ خاموش پورهيت، پَرمُک عالم، ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي، "ساميءَ سنديون سپون" نالي سان، چاليهن صفحن تي

آندلساميءَ جا ٻہ سؤ چوندبہ سلوڪ، ۽ وڌيڪ انهن صفحن تي پکڙيل، وڏيءَ جاکوڙ سان تيار ڪيل، معنيٰ ۽ سمجهاڻين سميت، شايع ڪيا، ۽ هڪ ڀيرو ٻيهر ورهاڱي کان پوءِ سنڌ جي علم ۽ ادب جي دنيا کي ان ”پنهنجي (سنڌي) شعر ۽ ادب جي پڪي ۽ پختي شيرازي“ سان روشناس ڪرايو. هنن ”ساميءَ سندين سپن“ لاءِ پهريان اکر لکندي، ڊاڪٽر سنديلي جو هڪ محب ساٿي، ميان الهداد چغتائي، ٻڌائي ٿو:

"ساميءَ جا سلوڪ پهريون ڀيرو (پريداس رامچنداڻيءَ جي 1859ع ۾ لکيل) ٽئين (سنڌي) درسي ڪتاب ۾ نظر اچن ٿا، جي جملي پنج آهن: پر آخر ۾ اهي گنج ثابت ٿيا، ڇاڪاڻ تہ 1874ع ۾ درسي پنجون ڪتاب لکندي، ان ۾ راءِ بهادر ڪوڙي مل وري ٽيٽيهہ سلوڪ درج ڪيا، ۽ بعد ۾ پاڻ ئي ايڪيهہ سؤ سلوڪ ٽن ڀاڱن ۾ ڇپائي پڌارا ڪيائون ........ سچ پچ تہ آنجهانيءَ ان طرح سنڌي ادب تي احسان عظيم ڪيو، جو سلوڪ ميدان تي آندائين، ورنہ اهي دُر شايد انهيئين دبليءَ ۾ رهجي وڃن ها..... سامي اسان کان گهڻو ڪجهہ لهڻي ٿو، ڇاڪاڻ تہ هن گهڻو ڪجهہ اسان کي ڏنو آهي، ..... اُها تہ وٺ اسان کي ورثي ۾ ڏني اٿس، جنهن جو بيان ئي بي پايان آهي. ساميءَ جو هڪ ئي نڪتو – ايڪ رانجهو لکان دا مٺ – ڪافي آهي تہ ”انسان کي پنهنجي اندر مان پرينءَ جو پرو پوي ٿو، ۽ ڊور جيان ٻاهر ڊونڍڻ اجايو آهي.“ ان کان وڌيڪ انسان لاءِ ٻي ڪهڙي املهہ چيز ٿي سگهي ٿي، جا هن جي راهہ جو رهبر ثابت ٿئي! خبر ناهي تہ ڇو ساميءَ سان اهڙو انصاف نہ ڪيو ويو آهي، جهڙو حضرت پنائيءَ سان ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ ۽ سچل سرمست سان آغا صوفيءَ ڪيو آهي! قبول ٿو ڪجي تہ شاهہ واقعي شاهہ آهي، سچل واقعي سنڌ جو منصور آهي، پر ساميءَ جيڪا منزل ماري آهي، سا سندس سلوڪن مان روز روشن جيان ظاهر آهي. پوءِ اهڙي شاعر جي ڪلام کي چمڪڻ جو موقعو نہ ڏيڻ حد درجي جي غفلت چئبي .... اڄ بہ شمس العلما ڊاڪٽر دائودپوٽي جا 1956ع وارا لکيل لفظ دماغ ۾ تازا آهن تہ ”ساميءَ سان هن مهل تائين انصاف نہ ٿيو آهي..... وري بہ سنديلو ئي هن ڪم کي هٿ ۾ ڪٽندو، ڇاڪاڻ تہ هن ”تحقيق لغات سنڌي“ ۽ ”سنڌ جو سينگار“ لکي، منهنجي دل تي هميشہ لاءِ اثر ويهاري ڇڏيو آهي.... ”ڏسو، ان مرد مؤمن جا لفظ، اڄ ”ساميءَ سنديون سپون“ جي صورت ۾، سچا ثابت ٿيا......!“

ان وچ ۾، سيما پار، هندستان ۾، 1940ع جي ڏهاڪي جي پوين سالن ۾ ئي، ٻڙودي (گجرات) مان نماڻي فقير هٿان سچل سائينءَ جو مڪمل رسالو، پنجاهہ جي ڏهاڪي ۾ پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻيءَ جي تيار ڪيل شاهہ جي

رسالي جا بہ ڇاپا– هڪ مفصل صورت ۾ ۽ ٻيو مجمل صورت ۾– بمبئي مان ، ۽ اتان ئي پروفيسر بي. ايچ. ناگراڻيءَ جا تيار ڪيل ساميءَ جا سلوڪ. پوريءَ تشريح. مختلف پڙهڻين ۽ معنيٰ سميت (ٽن جلدن ۾) — مطلب تہ سنڌي شاعريءَ جا اهي ٽيئي صحيفا وڏي آب تاب سان پڌرا ٿيا . هتي اسان وٽ حالت اها رهي، جو ستر جي ڏهاڪي ۾ صورت اها بہ سامهون آئي، "جو ساميءَ جا سلوڪ" تہ پنهنجيءَ جاءِ تي پر "رسالو سچل سرمت" ۽ "شاهہ جو رسالو" بہ ڪتابي مارڪيٽ ۾ اڻ لڀ ٿي ويا. 1978ع ۾ "سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت، حيدرآباد" نيٺ حوصلي کان ڪم ورتي، سنڌي ڪلاسيڪي شاعريءَ جا هي ٽيئي امر ڪتاب ڇاپائي، ساندڻ جهڙيءَ هڪ ئي پيتيءَ ۾ رکي، هلڪيءَ ۽ پهچ ساروءَ قيمت تي شايع ڪيا. ۽ ائين سنڌي قوم جي ٽنهي درويش شاعرن جي قومي اهميت جي احساس کي پاڻ وٽ (انهي علامتي انداز سان بہ) قائم رکڻ جي ڪوشش ڪئي. ان تہ ڪتابائين اشاعت (Triology) لاءِ راقم هڪ تحقيقي قسم جو تفصيلي پيش لفظ. "شاهہ سچل. سامي– هڪ مطالعو" جي عنوان هيٺ. لکيو. پر اظهار خيال جي آزاديءَ خلاف انهن ڏينهن جي سياسي فضا کي بنهہ تتل ٿامڻي تيل. ڏسي پهرين ترجيح خود ڪتابن جي اشاعت کي ڏني ويئي، ۽ اها تفصيلي لکيت هڪ پاسي رکي، خالص هڪ ادبي ۽ مختصر ٻيو مضمون. ناشر جي "گذارش" طور، ان جي جاءِ تي ڪتب آندو ويو. ان مختصر ادبي مضمون جي افادي حيثيت کي بہ اڄ ساميءَ جي سلوڪن جي هن بہ — جلدائينءَ اشاعت لاءِ اوتري قدر ئي موزون ۽ ضروري سمجهندي، ان جي هن جلد پهرئين ۾ هتي شامل ڪيو ويو آهي.

ساميءَ جي سلوڪن جي هن اشاعت جي پڌري ڪرڻ جو شرف. اسان وٽ وڏيڪ ٻارهن سالن جي مدت کان پوءِ. وري بہ سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت جي ڀاڱي ۾ آيل آهي، جنهن کي اسين پنهنجي سعادت سمجهون ٿا. ان جي هيءَ بہ — جلدائين ترتيب هن طرح ورهايل آهي، جو پهرئين جلد ۾ مٿي ڄاڻايل تہ — ڪتابائين اشاعت جي ادبي نوع جي " گذارش" کان علاوه پروفيسر بي ايچ ناگراڻيءَ جا "بہ لفظ". پروفيسر ايل. ايچ. اجوائيءَ جو "مهاڳ". ۽ شري وان ڏيارام گدومل جو "تاتپرج" اول ڏيئي. پوءِ پروفيسر ناگراڻيءَ جا سهيڙيل ساميءَ جي سلوڪن جا ٽيئي ڀاڱا هڪ هنڌ آندا ويا آهن: ٻئي جلد ۾. ساڳئي انداز سان. ناشر جي گذارشي پهرين لفظن کان پوءِ راقم جي شاهہ. سچل ۽ ساميءَ جي تہ — ڪتابائين اشاعت لاءِ لکيل تفصيلي تحقيقي مضمون کي آندو ويو آهي. ۽ ان کان پوءِ پروفيسر ناگراڻيءَ جو مڪمل عالماڻو تحقيقي "مقدمو" ("سامي صاحب جي جيون چرتر" کان ورتي. "ساميءَ

جي سلوڪن جا ڇاپا" جي عنوانن وارن سيني تاريخي ۽ تشريحي مضمونن سميت)، ۽ ان کان پوءِ ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي جي تيار ڪيل "تحقيق لغات سامي" جو مواد (152 صفحن تي پکڙيل) شامل ڪيو ويو آهي. سلوڪن جي ڪن لفظن جون معنائون جيڪي پروفيسر ناگراڻيءَ جي ٽن ڀاڱن ۾ ۽ "ڪوڙومل سنڌي ساهتيہ منڊل" جي "سامي جا چونڊ سلوڪ" ۾ ڏنل آهن پر ڊاڪٽر سنديلي جي "تحقيق لغات سامي" ۾ اچڻ کان رهجي ويل آهن، ٻئي جلد جي آخر ۾ انهن لفظن جي فهرست، معنيٰ سميت، بہ جدا شامل ڪيل آهي.

آخر ۾، اسان جي فرض ادائيءَ جي ڪوتاهي ٿيندي، جي مجتا ۽ احسانمنديءَ جي هڪ ڳالهہ، سامي جي سلوڪن جي هن بہ – جلدائينءَ اشاعت جي سلسلي ۾، هتي نہ ڪئي وڃي. ۽ اُها ڳالهہ هيءَ آهي تہ جيئن 1978ع ۾ شاهہ – سچل – ساميءَ جي تہ–ڪتابائين اشاعت لاءِ تيئن ساميءَ جي هن خاص اشاعت لاءِ اسان کي سچي گهربل مالي سهوليت ۽ سهائتا، ساڳين انهن پهرين خاطرين جي نشانن تي، "مهتاڻي فائونڊيشن" کان ملي، ۽ پوءِ ئي ساميءَ جي هن اهم ۽ املهہ اشاعت جي پڌرائيءَ جي سرانجامي عمل ۾ اچي سگهي. اسين ان لاءِ ٽرسٽ جي امانتدار پنهنجي سياڳي سجلاڻي نهڻي ۽ نيڪ صفت ياءُ دولت مهتاڻيءَ ۽ سندس ستو ڳٽيءَ شريڪ حيات، دادي ڪملا ديوي، جا هڪ امولڪ انسان آهي ۽ اسان جي مهربان ماءُ سمان آهي، تن جا بيحد ٿورائتا آهيون.

جو وڙ جڙي جن سين سو وڙ سي ئي ڪن!

# "ساميءَ جا سلوڪ"

(ٻن جلدن ۾)

## "ناشر طرفان"

(ٻئي جلد لاءِ)

شاعر، سچا شاعر، "تاريخ جا فرشتا" سڏيا ويا آهن – تاريخ بني نوع انسان جي، پڻ قومن جي، ۽ فرشتا انهيءَ ڪري، جو هو فڪر ۽ جذبي جي پرورش ڪن ٿا ۽ ان طرح سچيءَ انساني زندگيءَ، ۽ پڻ قومي زندگيءَ، کي معنيٰ ۽ معيار بخشين ٿا. سچي سچائي، سچي بلندي، سچي اجلائپ – – انساني تمدن ۽ قومي تهذيبن جي – – انهن کان ملي ٿي، ۽ هو ئي اِن سڀ جا ضامن پڻ آهن.

دنيا جي سيني قومن وانگر، سنڌي قوم پڻ ڀاڳ واري آهي، جو هن وٽ پنهنجا اهڙا شاعر موجود آهن— — ڪلاسيڪي دور جا بہ ۽ جديد دور جا بہ. سندس ڪلاسيڪي دور جي انهن سدا حيات شاعرن جي صف اول ۾ "ساميءَ" جو شمار ٿئي ٿو.

تاريخ جي اِن دور ۾، جيئن سڄيءَ سڌريل دنيا جي ماڻهن ۾ تيئن سنڌ جي ماڻهن ۾ بہ، ٻوليءَ ۽ وطن جي بنياد تي، قبيلائي ۽ مذهبي ويڇا مٽجڻ ۽ گڏيل مفاد جا احساس ابرڻ شروع ٿيا هئا، جن پوءِ، ٻوليءَ جي ادبي اپار سان، قومي جذبن ۽ خيالن جي ميراث طور سنڌن قومي وجود جي اڏاوت جو تاريخي ڪردار ادا ڪيو.

قاضي قادن (وفات 1551ع) ۽ شاهہ ڪريم (وفات 1624ع) کان شاهہ – سچل– ساميءَ (1689ع – 1850ع) تائين، سڄي پنهنجي اِن واڌو ٽن صدين جي دور جي شعر ۾ اسان کي هڪ ئي ڳالهہ، هڪ ئي سبق، پڙهڻ ۽ سمجهڻ لاءِ موجود ملي ٿو — — انفرادي ۽ گروهي (فرقيوار) امنگ ۽ مفاد تي سماجي—اجتماعي امنگ ۽ مفاد جي ترجيح جو سبق. تحقيق، انسان جو سچو اخلاقي ۽ روحاني رويو انهيءَ اجتماعي (قومي—انساني) نيڪيءَ ۽ مفاد جي احساس ۽ شعور ۽ عمل جي حوالي کان سواءِ ڪابہ پنهنجي ٻي معنيٰ ۽ اهميت ڪانہ ٿو رکي. دنيا ۾، مثلن يورپ ۾ ۽ ايشيا ۾، ۽ مخصوصن برصغير هندستان جي ابرندڙ قومي سماجن ۾ مذهبَ، جڏهن ان دور تائين ايندي ايندي، انهيءَ اخلاقي ۽ روحاني تربيت ۽ ترغيب جي پنهنجي اصلي ۽ خاص ڪارج کان هٽي، خودپرستيءَ ۽ تفريق ۽ علحدگيءَ کي فروغ ڏيڻ لڳا، تڏهن جيئن دنيا جي ٻين هنڌن جي تيئن سنڌ جي وطن دوست سنت شاعرن بہ سڄي پنهنجي ان دور ۾ سنڌ جي ماڻهن کي سنڌن پست پئجي ويل مذهبن جي اکري ۽ سطحي اختلافن بدران انهن جو اصلي مقصد ۽ بنيادي روح سڌن سُوڌن پنهنجي دل نواز دوهن، سلوڪن، بيتن، واين ۽ ڪافين ۾، وِرائيَ، ٻڌايو ۽ سمجهايو: هندن کي ائين سندن ويد ٻڌايائون، بلڪ انهن جو "انت" يعني انهن جو اصل ۽ نچوڙ سمجهايائون، ۽ مسلمانن جي آڏو سندن قرآن حڪيم بلڪ ان جو روح يا مغز (تصوف جي اصطلاح ۾) پيش ڪيائون ۽ سمجهايائون.

جيئن يورپ ۾ پاپائيت جي نظام، صدين تائين، انجيل مقدس جي تعليم کي ڪليسا جي ملڪيتَ خاص سمجهيو ۽ پنهنجو پيشو بنايو، ۽ عام ماڻهن کي ان کان محروم رکيو.... تان جو مارٽن ليوٿر سورهين صديءَ جي شروع ۾ پهريون اُن جو ترجمو جرمن ٻوليءَ ۾ ڪري ٻين قومي ٻولين ۾ اُن جي ترجمي جا ۽ پرجهہ پروڙ جا دروازا کوليا. تيئن اسان وٽ برهمنيت "شاستر

ڏيان" کي ۽ ملائيت "قرآني هدايت" کي پنهنجي پنهنجي خاص قابليت ۽ پنهنجو پنهنجو خاص شيوو ۽ شانُ سمجهيو – تان جو هتي سنڌ ۾. ڪجهه پوئيرو پر انهيءَ ئي (سورهينءَ) صديءَ ۾ قرآن مجيد جو پهريون ترجمو فارسيءَ ۾ مخدوم سرور نوح رحه هالائيءَ ڪيو. ان طرح هندن جي ڌرمي ڪتابن. "مهاڀارت"، "رامائڻ" ۽، خاص طور جدا، "ڀاڳوت گيتا" – جا ترجما بہ انهيءَ ئي صدي ءَ ۾ (شهنشاهه اڪبر جي چوڻ تي) هند ۾ پهريون ڀيرو فارسيءَ ۾ ئي ٿيا. البت فارسي، جا حڪمرانن جي بولي هئي، ان ڪري سيني انهن ترجمن مان جيڪو سو پنهنجي قسم جو فائدو انهن ئي ورتو جيڪي حڪمران برداريءَ جا يا سندن صحبتي ۽ حڪمبردار (عامل) هئا. عام خلق تائين، عام خلق جي فائدي وارو انهن جو فيض يا تاثير خير ئي ڪو پهچي ٿي سگهيو ۽ شايد ئي ڪو پهتو. ٻنهي ڌرين جا پنڊت ۽ ملا، پنهنجي آڏو انهن ترجمن جي هوندي بہ، اڳي کان اڳرا هڪٻئي کي خاص پنهنجي پنهنجي سچ جي برتريءَ جي شهه سا خوب ڏيندا رهيا ۽ عام خلق اُهائي اڇاٽپ ۽ ساده خياليءَ ۾ اٽين ڦاٿي رهي جيئن ڪوريَئڙي جي ڄار ۾ ڪا چوڪنيي مک.

تازو، ٺٽي جي هڪ معزز علمي خاندان مان، قاضي ميان علي محمد جي ذريعي، اڪبري دور جي ان هڪڙي ترجمي جو هڪ خطي نقل، 1803ع جو ڪيل، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ کي دستياب ٿيو: جنهن ۾ نقل نويس جي فارسيءَ ۾ ئي لکيل ڪافي هڪ اهم ۽ دلچسپ عبارت جي پڙهڻ جو راقم کي موقعو مليو. مٿي عرض ڪيل چند گذارشن جي حوالي سان اُها عبارت پڙهندڙن لاءِ گهڻن پاسن کان مناسب ۽ وقتائتي سمجهندي، سنڌي ترجمي سان هتي پيش ڪرڻ ضروري ٿي پائيجي:

"بيان ضروري از بنده تهارو مل راقم اين پوران:
ڪ از مردمان ڪهن عاملان هندو...... چنين

معلوم شد ڪ اين پوران اصل در سهسڪرت علم شاستر بود. پس فيضي شاعر ساڪن هندستان ڪ در علم عربي و فارسي وغيره علوم تمام قابل و هوشيار بود. او را خيال خواندن علم عربي شاستر بخاطر آمد. او نزد برهمن بيد خوان در ملڪ هندستان رسيده علم شاستري از او خواند و سهسڪرت نيز آموخت و بطريق شاگرد همه علم شاستري را آموخته قابل گرديد. پس اين پوران را از سهسڪرت در فارسي ترجمه نمود (درسنہ 983 هـ بمطابق 1569ع) ڪ اين حڪايت در همہ اهل هند معلوم است. و عاملان فارسي خوانده هر ملڪ اين ڪتاب را نقل ڪرده بمطالع مي آوردند ونزد بسيار عاملان

اين ملڪ سنده نيز اين پوران موجود است. پس از چند روزها در عهد حکومت سرڪار والا اختيار انگريز صاحب بهادر واقعہ شهر لکهنو مردم هندو اهل هند از سهسڪرت در زبان اردو نوشتۃ ترجمہ ڪرده در مطبع نوشتند. ڪ در تمام هندوستان منتشر شد و بسيار ڪس شايقان خريدند. چون بنده نيز اين را ڪ در اردو ترجمہ بود خريده سربستۃ بمطالعہ آورد. و بنظرم آمد ڪ ترجمہ اين ڪتاب (در فارسي از فيضي) موافق اصل سهسڪرت نمي باشد. و آنچہ ڪ در اردو نوشتۃ اند موافق اصل سهسڪرت مي باشد. و "فيضي، مترجم (در فارسي) ..... ندانيم ڪ از ڪدام سبب در ترجمہ ڪردن مغالطہ نمود و چندين فصل ها را گذاشت و در ترجمہ نياورد ڪ من بنظر نيڪ هريڪ اديها يعني هريڪ فصل را بہ بها گوت اردو مقابلہ.نموده تفاوت ڪسي را بظهور آورد ڪ حيقيت آن در فهرست اين پوران برابر هريڪ اسڪند شرح وار مرقوم ساختۃ نشان دادهہ است. بدين نظر اين بهاگوت صحيح نيست. و ديگر انڪ آنچ در ترجمہ آورده است آن نيز مختصر ڪ برابر سهسڪرت نمي باشد. لهذا بسيار تفاوت درين بهاگوت فارسي است و لايق پاٺهہ ڪردن نيست. مگر ڪسي ڪ بخوشي خاطر خود بخواند او را منع نمي ڪنم. باقي من پاٺهہ سري بهاگوت اردو ميڪند.

— فقط صحي بنده تهارومل ولد چندنمل قوم سهتۃ قصبہ نصرپور. تاريخ سيويم ماه ڪَتي سنبت 1938 مطابق 1803ع اتمام يافت. هرڪ خواند دعا طمع دارم. زانڪ من بنده گنهگارم —

نوشتۃ بماند سيہ بر سفيد. نويسنده رانيست فردا اميد

بيت:

گفتيم بديسر در تو رسم يا بڪعبہ!
گفت مارا بهر مقَام ڪ جوئيد حاظريم.

(سنڌي ترجمو: هن پراڻ جي لکندڙ بندي ٺارومل جو ضروري بيان آهي تہ وڏيءَ عمر جي ماڻهن ۽ هندو عالمن کان ائين معلوم ٿيم. تہ (هيءُ) پراڻ اصل سنسڪرت جي شاستري علم بابت هو. پوءِ شاعر فيضي جيڪو هندستان جو رهندڙ هو ۽ عربيءَ ۽ فارسيءَ جي علمن وغيره ۾ قابل ۽ هوشيار هو. تنهن جي دل ۾ شاستري علم سکڻ جو شوق پيدا ٿيو ۽ هو اتي هندستان ۾ ويدن جي ڄاڻوءَ ڪنهن برهمڻ وٽ پهتو ۽ علم شاستري هن وٽ پڙهيو ۽ سنسڪرت پڻ سکيو. ۽ شاگرد وانگر سڀ شاستري علم حاصل ڪيائين ۽

قابل ٿيو. پوءِ هن هي پراڻ سنسڪرت مان فارسيءَ ۾ ترجمو ڪيو. هيءَ ڳالهه سڄي هندستان ۾ مشهور آهي، ۽ (اتان جي) هر ملڪ جا فارسي پڙهيل عامل هن ڪتاب جو نقل ڪري – ڪرائي پڙهندا رهن ٿا. ۽ هن ملڪ سنڌ جي گهڻن عاملن وٽ بہ هيءُ پراڻ پهتل آهي. ڪافي ڪجهہ وقت کان پوءِ سرڪار والا اختيار انگريز صاحب بهادر جي ڏينهن ۾ لکنو ۾ اهل هند ڪنهن هندو عالم سنسڪرت مان اردوءَ جي لکٽيءَ ۾ ترجمو ڪري ڇاپيو، ۽ ائين اهو هندستان ۾ پکڙيو ۽ گهڻن شائقن خريد ڪيو. هن بندي پڻ اهو جيڪو اردو ترجمو هو سو ورتو ۽ سڄو اهو پڙهيو.... منهنجي نظر ۾ آيو تہ هيءُ ڪتاب (فيضيءَ جو فارسي ترجمو) اصل سنسڪرت جي موافق نہ هو، پر اردوءَ ۾ آندلَ ان اصل سان موافق هو. مترجم فيضيءَ.... خبر نہ آهي تہ ڪهڙي سبب ترجمي ڪرڻ ۾ مغالطي کان ڪجهہ ان جا فصل ڇڏي ڏنا هئا ۽ ترجمي هيٺ نہ آندا هئا. مون پوري ڌيان سان ڀاڳوت جي اردو الٿي جي هر هڪ فصل سان اهو ڀيٽي ڏٺو تہ تفاوت جيڪو هو سو پڌرو ٿي پيو. اها حقيقت مون هن نقل جي فهرست جي حاشيءَ ۾، پوريءَ ڇنڊائيءَ سان لکي ڇڏي آهي. انهيءَ ڳالهہ جي ڪري، هيءَ ڀاڳوت جو فارسي الٿو صحيح ڪونهي. ۽ ٻيءَ هن ڳالهہ ۾ بہ هيءَ اوڻو آهي تہ هيءُ مختصر پڻ آهي ۽ انهيءَ ڪري هن ترجمي ۽ سنسڪرت واري اصل ۾ گهڻو تفاوت آهي، ۽ پاٺ ڪرڻ لائق نہ آهي. پر جيڪڏهن ڪوئي پنهنجي دل جي خوشيءَ سان هيءُ پڙهندو تہ ان جي منع بہ نٿو ڪريان. آءُ (هاڻي) اردو سري ڀاڳوت جو پاٺ ڪندو آهيان. فقط صحي بندو نارومل ولد چندنمل، قوم سهتو، ڳوٺ نصرپور، تاريخ 30 ماهہ ڪتي، سنبت 1938 مطابق 1803ع. پورو ٿيو–

جيڪو پڙهندو تنهن کان دعا جي طمع رکان ٿو، ڇو تہ آءُ بندو گهنگار آهيان. اکر بہ اکر لکيو اٿم، مون لکندڙ کي ٻي ان جي عيوض ڪا طلب ڪانهي.

بيت:

چيم، ”تنهنجي در تي مندر جي وسيلي پهچندس يا ڪعبي جي وسيلي!

چيائين، اسان کي ڪنهن بہ جاءِ تي ڳوليندين، اسين اتي موجود آهيون“)

1803ع ۾ ڀاڳوت گيتا جي فارسي ترجمي جي مخطوطي ۾ لکيل هيءَ عبارت ساميءَ (1743 –1850) جي پنهنجي زندگيءَ جي ڏينهن جي ڳالهہ آهي: ان مان خبر هيءَ ٿي ملي تہ ڪم از ڪم اوستائين ڀاڳوت گيتا سميت هندن جي ٻئي بہ ڪنهن مذهبي پستڪ جو سنڌي ترجمو ٿيل ڪونہ هو. نہ رڳو ايترو پر انهن جا سورهينءَ سترهينءَ صديءَ ۾ ميسر ٿيل فارسي ترجما (قلمي صورت ۾ ) بہ ساڳيا اهي پراڻا پنڊت ۽ ملا ئي پڙهي ٿي سگهيا. ۽ ٻيا فقط

"هندوستان جي ملڪن" ۽ "ملڪ سنڌ" جا "عامل" يعني سرڪاري حڪمبردار، جن کي اڄ جي ٻوليءَ ۾ "آفيسر يا "عملدار" (Bureacrats) تو سڏجي سي ئي پڙهي تي سگهيا. هيءَ صورتحال عام مسلمان خلق سان بہ "هند" توڙي "سنڌ" ۾ عين بين ساڳي هئي. ارڙهين صديءَ جي پوئين اڌ ۾ ئي فقط انهن کي قرآن جي هڪڙي ٿيهين) سيپاري ۽ پنج وقتي نماز جي دعائن جو ترجمو ۽ ان جو دستور نامو سنڌيءَ ۾ دستياب تي سگهيو هو، ۽ سو بہ گهڻن کي؟ عام خلق تہ هونئن ئي اکرن جي سڃاڻپ کان وانجهيل هئي، پر ڇاپڻ جي سهولت بہ، ۽ ان جي وسيلي ڪتابن جي عام اشاعت، جيڪا يورپ کي پندرهينءَ صديءَ ۾ حاصل ٿيل هئي، اها اسان کي هتي اوڻيهين صديءَ جي آخر ۾ بہ مس مس سڄي برصغير هندستان جي ڪن ٻن ڇئن وڏن شهرن ۾ ئي ميسر اچي سگهي هئي. پنهنجي ٻوليءَ ۾تعليم ۽ تدريس ۽ ڪتابي اشاعت جي هن صحرا ۾ اسان جي سنت ڪوين ۽ صوفي شاعرن، جن اسان کي "ويدن جون وايون، سنڌيءَ ۾ سڻايون" ۽ قرآني "آيتون بيتن ۾" ٻڌايون. انهن جا احسان اسين ڪهڙن لفظن ۾، ۽ ڪهڙيءَ عملي موٽ جي صورت ۾ ادا ڪري تا سگهون! هنن اسان کي هڪ قوم هجڻ جو شعور ڏنو. هنن اسان کي انساني — قومي اخلاق جي قدرن سان نوازيو. هنن اسان کي عالمي برادريءَ جي صف ۾ پنهنجي مخصوص شناخت ۽ شان سان بيهڻ لائق بڻايو.

غلاميءَ ۾ ملڪن ۽ قومن جي قسمت ڪيئن تي بگڙي ۽ بطال ٿئي، ان جو مثال برصغير جي قومن ۽ ملڪن مان خاص طرح "ملڪ سنڌ" ۽ سنڌي قوم جي تاريخ ۾ موجود ملي ٿو. اسان جي ويجهيءَ گذريل تارخ جي مغل (ارغون، ترخان ۽ مغل) استبداد جا بہ سؤ سال (1520 کان 1736ع تائين) ۽ ڪجهہ وقفي کان پوءِ انگريز سامراج جي بالادستيءَ جا هڪ سؤ سال (1843ع کان 1947ع تائين) ان سلسلي ۾ اسان لاءِ وڏا سبق رکن تا. مغلن جي خانواداڻي (Dynastic) دور حڪومت ۾ سندن وحشي بيرحم سنبن هينان لتاڙجي اسين بنهہ پٽ پئجي وياسين، پر اسين وڙهندارهياسين ۽ وڙهندي وڙهندي پنهنجي مٽيءَ مان، ۽ پنهنجي شان سان، ايرندا رهيا سين، ۽ پنهنجو قومي وجود بچائي آياسين. وڏيڪ چالاڪ انگريز سامراج جي بيٺڪي (Colonial) طرز حڪومت ۾ اسين هڪ طرح جي پنهنجي اندورني نفاق ۾ ونجي، انهن جا ٻانهن ٻڌا ۽ ٻيجهو ٻڌجي وياسين، ۽ پنهنجي آن ۽ آجپي لاءِ وڙهڻ جو ارادو ۽ امنگ اسان کان ڇڏائجي ويو. "شاهہ — سچل — ساميءَ" جي ٻوليءَ ۾ ڳالهہ جو ڳڻ وساري آقائن جي ٻوليءَ ۽ ان جي تربيت کي سماجي امتياز ۽ ساڻن اختيار حڪومت ۾ شراڪت جو پروانو ڄاڻي. "سرڪار مائي باپ" جي "فيلمستائيءَ"

ڪي پاڻ لاءِ "تڏي ڇانو" سمجهيوسين، ۽ دوئيءَ جي ور چڙهي، بي اونا پنهنجي پاڻ ۾ وڪري ۽ وچڙي، سچو پنهنجو قومي – انساني روح "مايا ۽ ڪايا" جي موهه ۾ ميڙيءَ ۾ لڳائي، سامراج ۽ مذهبيت جي ٻه – مُنهين تفرقيباز سياست جي پر فريب نعرن جي لڙهه لڳاسين، ۽ پٽڪا ٻڌي، پنهنجي قومي وجود جي نفيءَ واريءَ ڳالهه ۾ پاڻ ئي اُن سان شريڪ ٿي بيناسين، ۽ اهو نه ڄاتو سين ته ڪيڏو نه هڪ وڏو اهو قومي جرم هو، جو اسان کان سرزد ٿي رهيو هو! اڄ اسين ڪٿي آهيون؟ ڪير آهي، جو ان جي سزا کان اسان کي بچائي! ڪير آهي، جو اسان کي ڪنڌيءَ لائي!!

برابر، "شاعر – سچا شاعر – تاريخ جا فرشتا سڏيا ويا آهن: تاريخ بني نوع انسان جي ۽ پڻ قومن جي، ۽ فرشتا انهيءَ ڪري، جو هو....، ماڻهن کي، قومن کي خطرن کان آگاهه ڪن ٿا، انهن جي من جا مونجهارا لاهين ٿا، ۽ سندن تتل هانءَ ٺارين ٿا، ۽ ان ڏس ۾ انهن لاءِ هو عمل جون راهون روشن ڪن ٿا – خير ۽ ماڻهپي جون ، اميد جون، محبت جون، ۽ قربانيءَ جون – جن تي هلي، اهي نجات پائين ٿا. دنيا جي بين قومن وانگر سنڌي قوم پڻ ڀاڳ واري آهي، جو هُن وٽ پنهنجا آهڙا شاعر موجود آهن – اسان جي ڪلاسيڪي دور جي انهن سدا حيات شاعرن جي صف اول ۾ "سامي" جو شمار ٿئي ٿو ....." ساميءِ جو دل جان سان مطالعو، اوتروئي جيترو شاهه جو ۽ سچل جو ۽ بين پنهنجن سچن شاعرن جو، انهيءَ ڪري اسان لاءِ اول درجي جي قومي فرضن ۾ داخل آهي.

هيءُ بيو پيرو آهي، جو ان پنهنجي فرض جي بجاوريءَ طور، سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت "ساميءَ جا سلوڪ" شايع ڪري رهي آهي:

پهريون حضرت شاهه عبداللطيف ۽ حضرت سچل سرمست جي رسالن سان گڏ ته–ڪتابائين ايڊيشن (1978ع) جي صورت ۾، ۽ بيو هن پيري الڳ بن جلدن ۾. پهرئين جلد ۾ مهاڳن جي لازمي اڪرن کان سواءِ، ساميءَ جا فقط سلوڪ، تعداد ۾ 2678 آندل آهن، جيڪي پروفيسر بي– ايچ– ناگراڻيءَ جي ٽن ڀاڱن واري ايڊيشن (1955ع، 1958ع، 1960ع) ۾ ترتيب ڏنل هئا. هيءُ بيو جلد سنڌي ڪلاسيڪل شاعرن جي ان ٺمورتيءَ جي ڪجهه گڏيل اڀياس، ۽ پڻ خاص ساميءَ جي سلوڪن جي اڀياس ۽ ساميءَ جي شعري لغات جي اشتقاقي معنيٰ ۽ سمجهاڻيءَ تي مشتمل آهي. هيءُ پهريون پيرو آهي، جو ساميءَ جي لغات کي ائين علمي انداز ۽ اهڙي اهتمام سان پيش ڪيو ويو آهي، جنهن انداز ۽ اهتمام سان استاد محترم ڊاڪٽر ايچ – ايم – گربخشاڻي مرحوم حضرت شاهه لطيف جي لغات کي (1923، 1924ع ۽ 1931ع واريءَ) پنهنجي ٽه–جلدائين ايڊيشن ۾ پيش ڪيو هو. هتي آندل اُن

طرح جي "تحقيق لغات ساميءَ" لاءِ اسين پنهنجي بزرگ دوست محترم ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي مرحوم جا احسانمند آهيون. ساميءَ جي سلوڪن جا لفظي اچار زيرين زبرن سان پهريون ڀيرو پروفيسر ناگراڻيءَ جي ايڊيشن ۾ نروار ڪيل آهن: هتي هن ٻـ–جلدائين ايڊيشن ۾ ان جو اوتروئي، بلڪ ضرورت سارو ڪجهه وڌيڪ ئي، اهتمام ڪيو ويو آهي. ڊاڪٽر سنديلي جي "تحقيقي لغات" ڪي پروفيسر ناگراڻيءَ جي ايڊيشن جي حاشيي ۾ ۽ ڪوڙو مل ساهتيہ منڊل جي "ساميءَ جا سلوڪ" جي آخر ۾ ڏنل معنيٰ وارن لفظن سان پيٽي، چنڊي ڇاڻي، انهن مان رهجي ويل لفظ جدا ڪري، هتي جدا 18 صفحن ۾ ڏنا ويا آهن– تہ جيئن پڙهندڙن کي سلوڪن جي سمجهڻ ۾، اسان جي وس پڄندي، ڪا دقت باقي نہ رهي. ان ڪم ۾، ۽ اڪر اڪر ڪري ۽ وري وري پروفن پڙهڻ جي ڪم ۾ مون سان پياري دوست نور احمد خواجي ۽ منهنجي پياري ڌوهٽي محسن عليءَ جيڪو لاڳيتو ۽ دلي سهڪار ڪيو، ان لاءِ آءٌ تهدل سان سندن شڪر گذار آهيان.

زير نظر ايڊيشن جي هن ٻئي جلد لاءِ منهنجي درخواست تي محترم دوست ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي خاص مضمون "ساميءَ جا سلوڪ هڪ نظر ۾" جي عنوان سان لکيو، جيڪو ابتدا ۾ هتي شامل ڪيل آهي، ان لاءِ آءٌ سندن بيحد ممنون آهيان.

آخر ۾، پر پوري خلوص سان، اسين پنهنجي نيڪدل، صوفي منش، سڀ جي خير گهرندڙ، دادا دولت مهتاڻيءَ جا ٿورائتا آهيون، جن جي همت افزائين ۽ دعائن سان اسين هن اشاعت کي هيءُ ڏسڻ جهڙو ۽ فخر ڪرڻ جهڙو اشاعتي معيار ڏياري سگهيا آيون.

هن ايڊيشن جي ڪمپيوٽرائين اکر–بندي‌ءَ ۽ آف سيٽ ڇپائيءَ ۽ جزبنديءَ جي پختائيءَ، صفائيءَ ۽ سنائيءَ لاءِ اسين پنهنجي نيڪ طبع سچي ساٿيءَ، ميان نور احمد ميمڻ، پروپرائيٽر آزاد ڪميونيڪيشنز، ڪراچيءَ جا ٿورائتا آهيون: سچي هن ڪم ۾ لٿي پٿي سڀ اهتمامي اوڻايون راقم جي جهوليءَ ۾.

اميد آهي تہ ساميءَ جي سلوڪن جي ٻن جلدن جو هيءُ دلڪش ۽ پوري هيج سان ڪولڻ ۽ پڙهڻ جهڙو تحفو اسان جي لائق صد احترام پڙهندڙن کي بہ وڻندو، ۽ دائما سندن روحاني رفيق ثابت ٿيندو. گر قبول افتد زهي عز وشرف.

– محمد ابراهيم جويو

1992ع

(30)

# ”سونهاري جي سونهن“

(لوڪ شاعري)

فقير هدايت علي رَڌُ

## عقيدت جا ٻہ لفظ

اسان وٽ پنهنجي ٻوليءَ جا لفظ ”ڪوتا“، ”ڪَويتا“، ”ڪَوي“، آهن، پر اهي اسين گهڻو ڪم ڪو نہ ٿا آڻيون. ”ساميءَ“ اهو لفظ ڪم آندو آهي:

ويد، پران، قران، ڪَو، سيني ۾ هڪ سُوت،
سمجهي ڏس ”سامي“ چئي، لائي من مضبوط......

”ڪوتا“ ، ”ڪوي“، وغيره ”ڪَوِ“، اصل مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ڪوتڻ، جانچڻ، لهڻ وغيره.

اسان وٽ لفظ ”شعر “،”شاعري“، ”شاعر“ بہ آهن. جيڪي ڌارينءَ ٻوليءَ جا آهن، پر اهي اسين عام ڪم ٿا آڻيون. انهن جي اصل ”شعر“ لفظ جي معنيٰ بہ لڳ ڀڳ اهائي آهي، يعنيٰ ڄاڻڻ، سمجهڻ، پرجهڻ وغيره.

اسان وٽ پنهنجو ٻيو بہ هڪ لفظ آهي، جيڪو پنهنجي لوڪ ”ڪوتا“ جي رچيندڙن لاءِ ڪم ٿا آڻيون. يعنيٰ ”سگهڙ“. شمس العلما مرزا قليچ بيگ لوڪ ڪوتا کي ”جهنگلي طرح جو شعر“ سڏيو آهي يعنيٰ جهنگ جو شعر، اهو شعر جيڪو عام جهنگ جر ۾ اڻ پڙهيل ۽ ٿورو پڙهيل بہ ٻڌن ٿا ۽ ٻڌائين ۽ ڳائين ٿا. ڊاڪٽر ابراهيم ”خليل“ پنهنجي ”رهنماي شاعري“ ۾ سنڌيءَ جي سرتاج شاعر، شاهہ عبداللطيف جي بيتن ۽ واين لاءِ چيو آهي تہ انهن مان ڪيئي بحر ۽ وزن تي ٻڌل نہ آهن، جنهن مان سندن مطلب شايد اهو هو تہ انهيءَ ڪري اهي شعر جي دفعي ۾ نٿيون آڻي سگهجن. شمس العلما دائود پوٽي تہ شاهہ سائينءَ کي هڪ هنڌ ”سگهڙ“ ئي سڏيو آهي.

انهيءَ ڪري لفظ ”سگهڙ“ کي سمجهڻ اسان لاءِ لازم آهي. هيءُ لفظ ”سـُ“ اڳياڙيءَ ۽ ” گهڙڻ“ مصدر مان ”گهڙ“ يا ”گهڙيندڙ“ اسم فاعل جو مرڪب آهي. سـُ اڳياڙيءَ جون ٽي معنائون اسان وٽ عام ٿين ٿيون. جن ٽنهي جو ”سگهڙ“ لفظ ۾ موجود هجڻ ظاهر آهي: سـُ معني سهڻو، سنو ۽ سچو. پهرينءَ معنيٰ ۾ فن جي وصفن جو بيان. ٻيءَ ۾ خيال يا مطلب جي مفيد ياڪارائتي هجڻ ۽ ٽيءَ معنيٰ ۾ خيال يا مطلب جي سچي ۽ صحيح هجڻ جو

مفهوم موجود آهي. ان خيال کان "سگهڙ" جو مطلب ٿيو "سهڻا ٻول، سنا يا ڪارائتا ٻول ۽ سچا ٻول رچيندڙ." ائين سگهڙ جي معنيٰ نہ رڳو ڪوتا جا ٻول پر ڪي بہ سهڻا، سنا ۽ سچا فنپارا رچيندڙ يا تخليق ڪندڙ بہ ٿي سگهي ٿي، ۽ اسين اهو لفظ فنون لطيف جي ٻين دائرن ۾ ڪم ڪندڙن لاءِ بہ استعمال ڪري سگهون ٿا. مثلا راڳين لاءِ، مصورن وغيره لاءِ.

انهيءَ لحاظ کان اسين جڏهن پنهنجي لوڪ شاعريءَ جي رچيندڙن کي "سگهڙ" سڏيون ٿا تہ ان سان اسين انهن جي اوتريءَ ئي بلڪ پاڻ وڏيڪ عظمت جو حق ادا ڪريون ٿا. جيترو اسين کين "شاعر" چئي هوند ادا ڪرڻ چاهيون يا ڪري ٿا سگهون.

زير نظر سنڌي لوڪ شاعريءَ جو ڪتاب "سونهاري جي سونهن" اسان جي هڪ معتبر ۽ محترم بزرگ فقير هدايت علي مرحوم جي "سُگهڙَت" جو مجموعو آهي، جنهن ۾ هن پنهنجي لوڪ شاعريءَ جون تقريبن سيئي صنفون اسان کي ڏنيون آهن: ڏوهيڙا، بيت، ڪافيون سينگار، سہ — حرفيون، هنر، ڳجهارتون، ڏور وغيره ۽ انهن ۾ پاڻ اسان جي دين ۽ دنياَ جي لوڪ روايتن جو بهترين عقيدائي اظهار ڪيو اٿن. پاڻ پنهنجي دؤر جي سنڌي سگهڙن جي صف اول جا سرمورَ هئا ۽ پنهنجيءَ هن املهہ ڏات جي صورت ۾ اسان جي ادبي تاريخ ۾ سدا حيات رهندا.

اسان کي فقير صاحب جي لائق فرزند ميان حسين بخش، جيڪو پاڻ بہ ايرندڙ سگهڙ آهي ۽ پڻ سگهڙن جي مثالي قدر دان ۽ دلي خدمتگار ٻيڙي فقير مرحوم جي پٽ ميان گل محمد، جيڪو بہ پنهنجي لائق پيءُ جي نقش قدم تي هلندي سنڌي ٻوليءَ جي سگهڙن جو اڄ بہ اهڙوئي فدائي ۽ خادم آهي، تن پنهنجن ٻن عزيز نوجوان دوستن جو شڪر گذار رهڻ گهرجي، جن جي همت ۽ ڪوشش سان، سنڌي لوڪ ادب جو هيءَ ٻي بها تحفو هينئن اسان جي هٿن تائين پهچي سگهيو آهي. شال فقير هدايت علي مرحوم جي روح کي خداوند تعاليٰ جي جوار رحمت ۾ مدامي جاءِ نصيب هجي، ۽ سندس هي ٻئي فدائي سدا شاد ۽ آباد هجن ۽ زندگي ۾ پنهنجن نيڪ ارادن ۾ ڪاميابيونَ ماڻين — آمين

- محمد ابراهيم جويو

1993ع

(31)

# ”جيئن مون سمجهيو“

(تصوف تي مضمون)

صوفي لعل محمد شفيع محمد چانديو

## مهاڳ

”سڀ ڪجهه آتجاتل مان آهي ۽ اهو سڀڪجهه سيني جي سامهون آهي. انسان اُن مان آهي ۽ اهو انسان ۾ آهي. ڪيئن آهي! جيئن وڻ ٻج ۾ آهي ۽ ٻجَ وڻ مان آهن. جيئن درياءُ واهڙن ۾ آهي ۽ واهڙَ درياءَ مان آهن. جيئن بحر چشمن ۾ آهي ۽ چشما بحر مان آهن. اهڙيءَ طرح سان اهو انسان ۾ آهي ۽ انسان اُن مان آهن ......(ص 20)

”ٻي انت جي برڪتن جو هيءُ جهان باغ مثل بہ آهي ۽ اِن باغ جي آباديءَ جو چوٻول هميشہ ٻُرندو ۽ وڃندو تو رهي. پر ڪي تورا ماڻهو ئي اُن کي ٻڌڻ ۽ سمجهڻ جي ڪوشش ڪندا آهن.

”هن جهان ۾ هڪ اهڙو مڪان آهي، جنهن ۾ ڪوبہ عذاب ڪونهي، جتي راحت ئي راحت آهي: اهو مڪان آهي محبت ۽ برابريءَ جو. هن جهان ۾ هڪ اهڙو مڪانُ آهي، جنهن ۾ ڪوبہ نقصان ڪونهي، جتي فائدو ئي فائدو آهي: اهو مڪان آهي علم ۽ ان تي عمل ڪرڻ جو. هن جهان ۾ هڪ اهڙو مڪان آهي، جنهن ۾ ڪابہ جهل ڪانهي، جتي آجائي ئي آجائي آهي! اِهو مڪان آهي ويچار جو، من جو ۽ ذهن جو.

”ائين چئي، ڪو درويشيءَ جو، فقيريءَ جو ۽ صوفيت جو دم ڪونہ تو هڻجي. پر هڪڙو – ازم، هڪڙو – واد، هڪڙي – يَت ان سان وٽت ۾، ساز باز ۾، آهي ضرور. چاڪاڻ تہ اهو – ازم، اها – واد، اها – يَت سڀ جي راحت، سڀ جي فائدي ۽ سڀ جي آجائيءَ جو مڪان آهي. يعني پُرش واد جو، انسانيت جو، هيومنزم جو، ۽ اهو سچي جو سچو، ساري جو سارو محبت سان سجايل آهي ۽ ان ۾ اَهنسا آهي، عدم تشدد آهي..... (ص 26– 25)

”ٻي انت جي حساب ۾ هر ماڻهو ٻئي جي برابر آهي. ۽ آزاد آهي. وقت جو وهڪرو، ماضي ۽ حال ۽ مستقبل، سيني لاءِ ساڳيو آهي. قدرت جو ضابطو ۽ اخلاق فقط هڪ آهي ۽ سيني لاءِ ساڳيو آهي، ۽ اهو آهي: ”جو پاڻ

لاءِ تا چاهيو، بين لاءِ بہ سو چاهيو!" ماضيءَ ۾ ائين ٿيو يا نہ ٿيو، حال ۾ ائين آهي يا ناهي، پر مستقبل ۾ ائين ٿيڻ ۽ ڪرڻ اوهان جي پنهنجي هٿن ۾ آهي. جو ڪجهہ ائين ٿيندو ۽ ائين ڪندا، ان جي ڀلائي ۽ چڱائي بہ اوهين پاڻ ڪٽندا ۽ ماڻيندا. قدرت اوهان کان ائين ٿي طلبي، الله بہ انت اوهان کان اِئين ٿو گهري ........ (ص 40)

"انصاف سان هلو، پاڻ پروڙيو، ٻين جو احساس ڪريو. پاڻ کان ڪنهن ڪي گهٽ نہ ڄاڻو، ۽ وقت جو قدر ڪريو! ائين ئي هن ڌرتي ماتا تي اوهان جو هلڻ چلڻ اوهان لاءِ ۽ ٻين سڀني لاءِ چڱائيءَ ۽ ڀلائيءَ جو سبب بڻجڻو آهي ۽ بڻجي سگهندو" ....(ص 41)

عزيز دوست ميان لعل محمد شفيع محمد چانڊئي جو هيءُ ٻيو ڪتاب آهي، جو پڌرو ٿي رهيو آهي. هن ڪتاب جا پروف پئي پڙهيم تہ ڪتابن جو پارکو هڪڙو دوست مون وٽ اچي نڪتو – پڇڻ تي ٻڌايومانس تہ "هيءُ ننڍو ڪتاب ...." گفتو پورو ئي ڪرڻ نہ ڏنائين. چي: "ڪتاب ڪو ننڍو بہ ٿيندو آهي؟ ڪتاب ڀلو ۽ ڊِلو، صحيح ۽ غلط، مفيد ۽ غيرمفيد، يا گهٽ وڌ ائين، تہ ٿي سگهي ٿو. پر "ننڍو" نٿو ٿي سگهي! هن جي هيءَ سچلي ڳالهہ ٻَڌي، چيم، "معافي ٿو گهران، ائين تہ هيءُ هڪ ڀلوڙ ڪتاب آهي، اهڙو ئي جهڙو هن فقير جو پهريون ڪتاب، "ڳالهيون من اندر جون" (1978ع) هو. جيڪو بہ هو تہ ايترو ئي يا ٿورو ڪجهہ وڌيڪ صفحن تي پکڙيل، پر ساهہ سان ساندڻ جهڙو هو. ۽ ڇپجڻ تي پڙهندڙن کي بہ ڏاڍو وڻيو هو: ايتري قدر جو اڄ، سترهن سالن کان پوءِ، پانيان، تہ ٻيهر ڇپائي، هن ئي سندس نئين ڪتاب، "جيئن مون سمجهيو"، سان گڏ ان کي بہ پڌرو ڪرائي ڇڏجي!"

اِن ٿوريءَ ڳالهہ مان هي بہ سمجهي سگهجي ٿو تہ اسان وٽ سنڌي ڪتابنَ جا اشاعتي ذريعا ڪيڏانہ محدود ۽ بي سَتا آهن، جو ڪيئي هيرن جواهرن کان وڌ ملهائتا ڪتاب ٻيهر ڇپائيءَ هيٺ اچي نٿا سگهن! ۽ اِن سبب بہ اسان جي سنڌي علم ۽ ادب جي واڌ تي ڪيترو نہ گهُٽ ۽ سوڙهہ جو عمل حاوي ٿو رهي! پر اسان جي اِن گفتگو مان ايترو سو ٿيو تہ ميان لعل محمد جي ان پهرئين ڪتاب جي اشاعتَ جي امڪاني صورت بہ ڪجهہ روشن ٿي، ۽ هاڻ اميد ڪري سگهجي ٿي تہ ترت ئي اهو بہ ٻيهر پڙهڻ لاءِ ڪتابي دنيا ۾ پهچي ويندو، ۽ پڙهندڙ ڏسندا تہ فقير صاحب جا هي ٻئي "ننڍا" نہ پر "ننڍڙا" ڪتاب ڪيڏا نہ انسان جي فڪري دنيا جا اهم ۽ وڏا ڪتاب آهن!

الله يا خدا – (افسوس! اسان وٽ، اسان جي اسلامي جمهوري پاڪستان

۾. هنن سڀ کان وڏن بن اسلامي لفظن ۾ بہ پسند جا فرق اچي ويا آهن!)– اُن جي واٽ، اُن سان تعلق، اُن جي مرضي، اُن جو ديدار يا وصال، ۽ سڀ کان وڏيڪ اُن جي مدد يا مهرباني، اهي سڀ تمام وڏيون ڳالهيون آهن. پر ڪي اسان ۾ آهن، جي چون ٿا تہ اُنهن سمجهيون آهن! ۽ پاڻئين ٿا تہ ٻين کي بہ سڄيون ساريون ۽ سربستيون، جيئن اهي آهن تيئن، سمجهائي بہ سگهن ٿا! ۽ ان سمجهائڻ جي سلسلي ۾ پوء، شريعت جي دائرن ۾ ڪثرت مذهبن ۽ ڪثرت فرقن، ۽ پڻ "همہ او ..." ۽ " همہ از او ...." جي تصوفي دوئيءَ (Mystical dualism) ۾ پئجي، تضادن جي تخريب جا آڙاهہ ۽ خون آشاميءَ جا هٿيار ايا تي وجن ٿا، ۽ سچي جو سچو انساني سماجُ، اقتدار ۽ دولت جي دام هوس ۾ اڙجي، پرماريءَ ۽ هاراڪاريءَ جي ور چڙهيو ئو رهي!

"جيئن مون سمجهيو" ڪتاب جو درويش طبع ليکڪ اِنهن " سمجهڻ ۽ سمجهائڻ" وارين ڳالهين ۾ پاڻ کي اڻڄاڻ ئو پاڻئين، ۽ چوي: بلڪل ائين جيئن رياضيءَ جا صاحب چون ٿا تہ "انگن" کي تہ اسين سمجهون ٿا پر "نقطو" يا "ٻڙي" اسان جي سمجهڻ کان متي آهي: ٻڙي ناهي، تہ هڪ، ٻہ، ٽي ..... اٺ، نو" بہ ڪونهن – اهڙا ڪونهن جهڙا ٻڙيءَ جي ملڻ سان هجن ٿا. طبعي شيء طور ڪو وجود نہ رکندي، محض هڪ رياضي سُوجهہ (Mathematical Concept) هجڻ هوندي بہ اُها ڏهاڪن، سون، هزارن، لکن، ڪروڙن، اربن، پدمن .... جي لامحدوديءَ کي جنم ڏئي ٿي، ۽ ائين اَلک جو، انحد جو، مانڊاڻ منڊي ٿي ڇڏي.

الله يا خدا سان منسوب ۽ اُن جي وسيلي سان هن سڄيءَ ڪائنات کي بہ ڪجهہ ڪجهہ، گهٽو ڪجهہ، بلڪ ٻي انت ڄاڻندي، خود ان بي انت جي ڄاڻڻ جي ڪا واهہ يا راهہ ڪانهي. چو تہ سواءِ هڪ ذهني سُوجهہ (Intellectual Concept) جي ان جو بہ ڪو طبيعي (Physical) وجود ڪونهي.

ايستائين پهچڻ کان پوءِ، ماڻهو هڪ نهايت نازڪ نقطي تي پهچي وڃي ٿو تہ اُن ذهني (يا روحاني) سُوجهہ يا تصور جو ڪارج (Function) ئي ڪهڙو! هائو، ڪارج آهي. وڏو، ۽ ڪافي ۽ شافي (شافع) ڪارج آهي. ٻيو ڪو هجي نہ هجي، پر پنهنجي ئي اُن تصور جي طفيل، جيئن ٻيءَ طرح پنهنجي عقل ۽ تجربي جي طفيل، هڪ ئي پنهنجي مقصد حيات طور، انسانُ انسانيت سکيو. ۽ "خيرالناس من ينفع الناس" (سڀ کان چڱو انسان اهو جو انسانن سان چڱائي ڪري) جي ڪامل اخلاقي قدر تائين پهتو. ۽ ائين " انساني عمل جي اصول طور ٻين جي ڏيان يا خيال رکڻ" (Regard of others as the principle.)

of Human Action) جو ڪلي قاعدو قبوليائين.

دنيا ۾، پنهنجي مختصر عمر دوران، جيڪڏهن ڪو اهل شريعت يا اهل طريقت، يا ڪو عقل ۽ فهم جو صاحب، يا اهڙي ڪا ٻي دعوي رکندڙ ڪو شخص انهيءَ اخلاقي قدر يا انساني عمل جي قطعي اصول يا ماڻ تي نٽو هلي، تہ ان لاءِ خدا يا الله، ايشور يا گاڊ (God) جو ڪو تصور، ۽ نہ ئي ڪو هُن جو انساني عقل ۽ تجربو ئي ڪنهن ڪم جو ٿيو. اهڙن ئي پنهنجن جولاني اڏمن ۽ جمالياتي خيالن جي اثر هيٺ سنڌ جي هڪ خود خيال فقير پنهنجي ڪلام ۾ چيو آهي: ”عشق سارو اسلام، مذهب محبت عين مبارڪ!“

اسان جي پياري دوست ميان لعل محمد فقير بہ هن پنهنجي ننڍڪڙي ڪتاب ۾، شروع ڪان پڇاڙيءَ تائين، اِن ئي پنهنجيءَ هڪ ئي امولڪ ڳالهہ کي، ورائي ورائي، ٻين ٻين لفظن ۾، ۽ پنهنجي من جي هر وڏيءَ ۽ ننڍيءَ موج ۾ ايندي، ۽ اڏام ۾ اڏامندي، پنهنجن پڙهندڙن جي آڏو رکيو آهي. سنڌ جي امر استاد لطيف جي چواڻيءَ:

اکر پڙهي هيڪڙي، ٻهون جي نہ ٻجهن
کوهہ ڪبو کي تن، سڄي سٽائي ڳالهڙي!

شال اسين لطيف سائينءَ جي ان گفتي، ۽ سنڌ جي درويشن جي هنن حق جي ڳالهين کي، وڏيڪ ٻيءَ ڪنهن گهڻ ۾ پوڻ بدران، هنئين سان هنڍايون، سمجهون ۽ انهن تي عمل ڪريون.

- محمد ابراهيم جويو
1996ع

(32)

# ”ڏونگرُ سي ڏوربنديون“

(خطن جو مجموعو)

ڊاڪٽر دُرّشهوار سيد

## پيش لفظ

ڊاڪٽر دُرّشهوار سيد، سنڌ جي اها باوقار، حوصلہ مند ۽ ساجاهہ وان نياڻي هئي، جنهن نہ رڳو پنهنجي خاندان جو پر سموريءَ سنڌ جو، سنڌ ۾ ۽ سنڌ کان ٻاهر، نالو روشن ڪيو. هن جو والد محترم سنڌ جي اها عزت لائق شخصيت هو، جنهن جو جديد سنڌ ۽ ان جي جديد قومي شعور جي تعمير ۾ لازوال ڪردار هو.

ڊاڪٽر درشهوار سيد، پنهنجي والد جي تربيت هيٺ رهي، انهن جي سپاجهائپ ۽ سادگي، سيرت ۽ ڪردار واري بلندي ۽ علم ۽ عمل وارا گڻ حاصل ڪري، سچ پچ پاڻ کي سنڌ جي سرزمين جي هڪ مثالي گڻوان، سپاجهي ۽ عالِم عورت ثابت ڪيو.

باوجود خانداني رسمن جي قيد ۾ جڪڙيل سماج جي رڪاوٽن جي، هن سدوريءَ ۽ سلڇڻي نياڻيءَ، صرف ۽ صرف پنهنجي والد محترم جي محبت، رهبريءَ ۽ ساٿ سان، سنڌ يونيورسٽيءَ کان ڏورانهين انگلنڊ جي سَسڪس يونيورسٽيءَ تائين جو علمي سفر طئي ڪيو، ۽ وڏيءَ محنت، اورچائيءَ ۽ همت سان، پيءُ جي خواهش جو احترام رکندي، سنڌ جي صوفين جي عالمي پيغام “Universal Message of Soofis of Sindh” جهڙي هڪ دلپذير ۽ اعليٰ موضوع جو انتخاب ڪيو، ۽ سالن جي پورهئي ۽ ڏاڪڙن، ۽ علمي وسيلن ۽ خود پئسي جي محدوديت جي باوجود، سنڌ جي ان ”پهرينءَ نياڻيءَ“ هئڻ جو شرف حاصل ڪيو، جنهن شاهہ لطيف جي فڪر عظيم ذريعي سنڌ جي صوفين جي جامع پيغام تي سچ پچ جي ڊاڪٽريٽ جي ڊگري حاصل ڪئي.

لائق پيءُ ۽ سدوريءَ ڌيءُ جي خطن جي هن مجموعي جي مطالعي مان لائق پڙهندڙ بخوبي محسوس ۽ معلوم ڪري وٺندا تہ سنڌ جي هن پرعزم نياڻيءَ، پنهنجي علم جي تڪميل لاءِ ڪيڏيءَ نہ جاکوڙ ۽ ذهن جي ڪيڏيءَ نہ

يڪسوئيءَ ۽ همه گيريت کان ڪم ورتو آهي. مختلف ادارن ۾ داخلا جا ڏکيا مرحلا، استادن ۽ علمي رهبرن (guides) جي علمي فيض جو استفادو، ڇپيل ۽ اڻڇپيل ڪتابن ۽ دستاويزن جي تلاش ۽ انهن جو تفصيلي ۽ باريڪ مطالعو. مختلف ٻولين جي ڄاڻ جي حاصلات. ۽ تصوف. ويدانت ۽ يورپ جي mysticism بابت مذهبن ۽ فلسفن جي اڀياس، ايم.اي.، ايم فل. ۽ پي. ايچ. ڊي جي علمي ۽ مطالعاتي تقاضائن جو پورائو- اهي ڏکيا ۽ اڻاوا لڪ هئا، جيڪي سن جهڙي ڪُنڊائتي ڳوٺڙي ۽ پيراڻي/سيداڻي گهر جي نياڻيءَ کي نه رڳو لنگهڻا پيا، پر سنڌيءَ جي مقبول محاوري موجب "ٽڪر ٽاڪڻا" پيا. ان سڄي سفر ۾ جيڪا رهنمائي سيد اعظم، سائين جي.ايم.سيد. پنهنجي نياڻيءَ جي ڪئي، سا سچ پچ تہ والدين لاءِ هڪ سبق، هڪ مثال، آهي.

جي جِي درشهوار جا هي سادا، ناهه نُوهه کان آجا، ٻنهه گهريلو ۽ ٻنهه پنهنجائپ وارا خط پڙهي، جتي هِن پختي عزم ۽ ارادي واريءَ نياڻيءَ جي مستقل مزاجيءَ کان متاثر ٿيڻو پوي ٿو، اتي علم جي راهه ۾ رڪاوٽن جي ڄاڻ پڻ ملي ٿي، ۽ اُتي اسان جي ملڪ جي ادارن، استادن ۽ شاگردن جي ابتر حال جو نقشو بہ اسان جي اکين آڏو ڦري اچي ٿو، ۽ معلوم ٿئي ٿو تہ منزل جي حاصلات لاءِ رڳو جذباتيت ۽ هلڪي نعري بازي ضروري نہ آهي، پر ان لاءِ اولالعزميءَ، ڄاڻ ۽ محنت ۽ خالص محنت جي ضرورت آهي.

اسان جي هن مانيڻي ۽ معصوم شخصيت جي مالڪ نياڻيءَ جا هي خط انهن شاگردن لاءِ سچ پچ گائيڊ بُڪ جي حيثيت رکن ٿا، جيڪي علم جي حاصلات لاءِ پرڏيهه پڙهڻ جا خواهشمند آهن. ڊاڪٽريٽ جون ڊگريون تہ سنڌ ۾ سوين ماڻهن حاصل ڪيون هونديون پر باهرينءَ دنيا ۾ علم جي ڊاڪٽر ٿيڻ لاءِ جنهن ذهني ولوڙ ۽ جسماني پورهئي ۽ جنهن رولڙي ۽ ويچارپ مان ماڻهوءَ کي گذرڻو پوي ٿو، ۽ ان لاءِ جنهن متوازن خود اعتماديءَ ۽ باوقار خودداريءَ سان حالتن کي منهن ڏيڻو پوي ٿو، ان جو سڄو پچو نقشو هنن خطن ۾ موجود آهي.

هن مجموعي جو پهريون خط، جيڪو مادر علمي سنڌ يونيورسٽي، ڄامشوري مان 28 نومبر 1972ع تي، يعني اڄ کان پورا 26 سال اڳ، جي جِي درشهوار پنهنجي والد محترم کي لکيو هو. اهو خط پڙهي، محسوس ٿئي ٿو تہ اسان جي استادن ۽ شاگردن جو معيار ۽ ذهني سطح اُتي ئي بيني آهي، خط ۾ لکي ٿي:

"انهن نوجوانن جو ذهن ڪڏهن بالغ ٿيندو، ڪجهہ چئي نٿو سگهجي. ڪهڙي منهن سان هنن ۾ اميدون رکجن، جيڪي سڄو سال ڪلاسن جو منهن ڪونہ ڏسن. امتحانَ ۾ استادن کي روالور ڏيکاري، ڌمڪيون ڏئي، آرام سان

ڪاپي ڪري، پوزيشن ڪڻن ۽ فرسٽ ڪلاس پاس ٿين! پوءِ انهن جي قابليت جو اندازو خود لڳائي سگهون ٿا. انهيءَ جي باوجود افعالن جا سنا هجن ته به چڱو.

”ٻئي طرف استاد هر حالت ۾ پنهنجا دقيانوسي عقيدا شاگردن تي مڙهڻ جي ڪوشش ۾ آهن! جي ڪو نه مڃين، ته ڊگريءَ تان هٿ کڻي – جيئن 14 سالن کان پوءِ مس مس وڃي الانا صاحب کي ڊگري ملي آهي! جن جي نظر ۾ ڌرتيءَ سان محبت ۽ ڌرتيءَ جي ساراهه ڪفر آهي، ۽ ٻئي طرف virtues صرف ۽ صرف مسلمانن جي ميراث آهن جيڪي ٻئي ڪنهن به مذهب جي پوئلڳن ۾ ٿي نٿا سگهن! سواءِ سندن گروهه جي مُلن جي. ٻيا هنن جي نظر ۾ سڀ پٽڪيل آهن. تعليم نه ٿي، هڪ تماشو ٿيو. اهڙن استادن ۽ شاگردن سان گڏ ڪم ڪرڻ لاءِ يا هنن جهڙو ٿيڻو پوي يا چرين جي اسپتال ۾ اڳ ئي روم رزرو ڪرائي ڇڏجي!“

ڇا، اڄ به ساڳي حالت نه آهي؟ استاد مارون ڪائين پيا. تعليمي ادارن ۽ هاسٽلن کي چوڌ ديوارين ڏئي جيل خانا بنايو ويو آهي، شاگردن ۽ استادن کان رينجرس پوليس وارا تلاشي وٺي پوءِ ڪين اندر داخل ٿيڻ ڏين ٿا! جتي تعليم جي محافظ رينجرس ۽ پوليس هجي، استاد شاگردن کان ڊڄن ۽ شاگردَ پنهنجن هيٺن تي آڪرا ۽ پراون ڏاڍن جا غلام هجن، اتي تعليم جو معيار ڪيئن بلند ٿيندو! جتي درسگاهن ۾ آزاد سوچ اختيار ڪرڻ جو حق نه هوندو ته ڪٽر پنٿي استادَ لائق ۽ ذهين شاگردن کي لازمي طرح 14 سالن ۾ ڊگريون ڏيندا. ۽ چاپلوس ۽ ”تون مون کي حاجي چئه. مان توکي قاضي چوان“ قسم جي شاگردن کي ٻن ٽن سالن اندر ڊگريون ملي وينديون. ۽ پوءِ ڊگرين جي پَرِيُن وارا ڊاڪٽر جيڪو ذهني علاج هن ابوجهه ۽ وهمن ۾ ورتل غلام قوم جو ڪندا، ان جي نتيجي کان باخبر آهيون.

اهڙيءَ طرح جي جي درشهوار علم جي حاصلات لاءِ جڏهن پرڏيهه لاءِ اُسهي هئي، ته هن جو مطمع نظر صرف ڊگري نه هو. پر هُن جو مقصد علم جي حاصلات هئي، پوءِ اهو علم انگلنڊ ۾ ملي يا ايران ۾، آمريڪا ۾ ملي يا انڊيا ۾. هر هنڌ هُن ڪوشش ڪئي ۽ پنهنجي وسيع نظر، وسيع القلب ۽ عالم والد کان وک وک تي رهنمائي حاصل ڪئي، ۽ جڏهن علم حاصل ڪري موٽي، ته مانَ ۽ مريادا سان ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ اچي استاد ٿي.

ولايت ۾ تعليم دوران تصوف ۽ شريعتي مذهبن جي تقابلي جهڙي وسيع ۽ گنجلڪ موضوع جي اڃايل لاءِ هِن ذهين، حساس ۽ باصلاحيت نياڻيءَ کي ڪهڙيءَ طرح لئبررين پيٽيون پيون، ڪهڙن ڪهڙن استادن جي ليڪچرن ۾ شريڪ ٿيڻو پيو، ان جو سچو نقشو هنن خطن مان ملي وڃي ٿو. پر باوجود ان

جي سندس ڄاڻ اڻپوري ۽ تشنہ رهجي وڃي ٿي. تہ پنهنجي عالم پيءُ کان خطن ذريعي رهنمائي حاصل ڪري ٿي ۽ سندس عظيم محسن، عظيم پيءُ، هڪ عظيم استاد بنجي، سندس رهنمائي ڪري ٿو ۽ کيس سمجهائي ٿو تہ کيس ڪهڙا ڪهڙا ڪتاب پڙهڻ گهرجن. ان مان سائين جي.ايم.سيد جي علمي برتريءَ ۽ وسيع مطالعي جي ڄاڻ پوي ٿي تہ جتي انگلنڊ جا قابل استاد درشهوار جي رهنمائي ڪرڻ ۾ قاصر رهن ٿا، اتي سائين جي.ايم.سيدُ جِي جِيءَ نہ رڳو رهنمائي ڪري ٿو، پر کيس گهربل ڪتاب هتان هُتان هٿ ڪري موڪلي ٿو. ائين ڄڻ تہ اسان جي هيءَ سلڇڻي ۽ محنتي نياڻي تطرفو علم، يعني ذاتي مطالعي، استادن جي رهبري ۽ والد جي سڪيا وسيلي، حاصل ڪري ٿي. ان مان ڄاڻ پوي ٿي تہ اسان جي ملڪ ۾ ڊگري وٺڻ ڪيتري آسان آهي ۽ ٻاهر ڪيتري مشڪل ۽ ڏکي آهي!

هنن خطن مان درشهوار جو پنهنجي والد بزرگوار لاءِ جيڪو احترام ۽ پيار جهلڪي ٿو، اهو مثالي آهي. هڪ ڀيري سائين جي . ايم. سيد تي ڪنهن نامراد خوني حملو ڪيو هو. ۽ سائين خوش قسمتيءَ سان بچي ويو هو. ۽ اها خبر پرڏيهہ ۾ اخبار ذريعي پهتي تہ جي جيءَ جي جذباتي ڪيفيت ڪهڙي ٿي، ان جو اندازو سندس خط جي هن اقتباس مان ٿئي ٿو:

"لنڊن جي اخبار........ ۾ خبر شايع ٿي تہ ويرين توهان تي وار ڪري پنهنجي ويرن ۽ ذلالت جو مظاهرو ڪيو!

"چڱا ڪن چڱائيون، مَنا يون مَنن،
جو وڙ جڙي جن سين سي وڙُسي ئي ڪن!"

خبر پڙهڻ کان پوءِ سمجهہ ۾ نہ پئي آيو تہ مون کي روئڻ کپي يا توهان کي نئين زندگي ملڻ تي کلڻ ۽ خوشيون ڪرڻ! پهرين خيال آيم تہ شايد خدا سائينءَ کي اسان ڌيئرن جي حال تي رحم اچي ويو. وري سوچيم تہ اها منهنجي ڪوتاهہ نظري ۽ خودغرضي ٿيندي، جو اهو سوچيان! ورنہ توهان جي زندگي تہ سنڌ ۽ سنڌي قوم لاءِ ايتري ئي اهم آهي جيتري اسان لاءِ - جن جي طرفان ۽ جن جي خاطر توهان ڪيتريون نہ تڪليفون برداشت ڪندا آهيو!" (12 فيبروري 1976ع)

هنن خطن مان جتي درشهوار جي پنهنجي والد لاءِ بي انتها پيار ۽ احترام جهلڪي ٿو، اتي سائين جي.ايم.سيد جو پنهنجي نياڻيءَ لاءِ اٿاهہ محبت ۽ رهبرانہ رويو بہ ايري اچي ٿو. جڏهن درشهوار پنهنجي ماءُ جي وفات تي پريشان ٿي وڃي ٿي تہ کيس ان ڏک برداشت ڪرڻ لاءِ جيڪو عالمانہ خط لکي ٿو، سو پڙهڻ جهڙو آهي:

”زندگي هڪ روشنيءَ جي جهلڪ وانگر آهي. جڏهن ڏيو يا بتي وسامي ٿي تہ جڻ هئي ڪانہ. اهي ڏک ۽ ارمان سڀ ائسوسئيشن جي ڪارڻ آهن. جي زندگيءَ جي سمورن دکن جو ڪارڻ ٿين ٿا. مهاتما گوتم بہ اهڙيون حالتون ڏسي ۽ ان سان جي دک پيدا ٿين ٿا تن مان ڇوٽڪاري حاصل ڪرڻ لاءِ ورهين جا ورهيہ بن ۾ رهي، ڌيان ۽ فڪر بعد، زندگيءَ جي اسرار کان واقف ٿيو هو. جنهن بعد کيس معلوم ٿيو تہ دک سڀ لاڳاپن جي ڪارڻ پيدا ٿين ٿا. انهن جي چار مان آزادي حاصل ڪرڻ صحيح علم جو مقصد آهي. جنهن کي ”ٻڌي“ سڏيو اٿن. توکي فلسفہ روح مذهب جي پڙهڻ لاءِ ان ڪري موڪليو اٿم تہ تون اُن يزدان جي راز کان واقف ٿين. ”بيدل“ سائين فرمائي ٿو:

سـڪ رمـز وجـود وجـاوڻ دي

نهيـن حـاجت پڙهـڻ پڙهـاوڻ دي

هاڻ جي تون، جنهن کي علم حقيقي يا روحاني رمزون معلوم ڪري، ماٺهن کي ان مان واقف ڪرڻ لاءِ موڪليو اٿم. سا لاڳاپن جو شڪار ٿي، دک جو اظهار ڪنديءَ تہ اسان جو ڪهڙو حال ٿيندو؟..... توکي ٻڌ، مهاوير، ڪرشن، محمد صلعم، رومي، شاهہ لطيف ۽ سچل جي علمن جو ڪسٽوڊين (محافظ Custodian) ٿيڻ لاءِ چيل آهي. جي تو بہ ڪمزوري ڏيکاري تہ هيڏي ساري سنڌي قوم جو ڪهڙو حال ٿيندو. جي دکن ۽ دردن ۾ پيڙجي رهيا آهن!“
(10 ڊسمبر 1976ع)

ان کان اڳي، 20 نومبر 1976ع جي خط ۾ مرحومہ جي ذاتي عظمت ۽ حرمت جو ذڪر ڪندي، پنهنجيءَ ڏکياريءَ ڌيءَ کي آٿت ٿا ڏين:

”.... ماٺهين وڏي خوش قسمت عورت هئي، جنهن ٿي موتيءَ جا داڻا ڏيئون، بہ صالح فرزند ۽ 17 پوٽا ۽ پوٽيون ڇڏي، سک کي لٽون هٽندي، چڙهندي سج. جيئن هن دنيا مان لاڏاڻو ڪيو. سهاڳڻ ٿي گذري. اسان سيني صبر ۽ تحمل سان اهو صدمو برداشت ڪيو آهي. تون بہ اميد تہ اهڙيءَ طرح Stoical fortitude (صبر جميل) سان ان کي برداشت ڪنديءَ..“

هيءَ سنڌ جي بي بها ۽ بي بدل نياڻي، سنڌ جو وڏو اثاثو (asset) هئي. هن جي پي.ايچ.ڊيءَ جي ٿيسز جي اهميت محسوس ڪندي، سنڌي ادبي بورڊ ان کي انگريزيءَ ۾ ڇپايو ۽ ان جو اردو ترجمو پڻ تازو ڇپجي چڪو آهي.

جي جي درشهوار جي ڪمٽمينٽ (سرسيتائيءَ)، محنت ۽ اورچائيءَ جو اندازو اَن مان لڳائي سگهجي ٿو تہ پاڻ ٽن سالن لاءِ لطيف چيئر، ڪراچي يونيورسٽيءَ جي چيئرپرسن بڻي، تہ ان مختصر عرصي ۾ ڪيڏو نہ معيار جو

ڪم ڪري ڏيکاريائين. ان جو ثبوت سندس هينئين سهيڙيل ۽ شايع ڪيل ڪتابن مان ملي ٿو:

(1) شاهه لطيف ۽ سنڌي موسيقي
(2) شاهه لطيف تي تحقيق
(3) شاهه لطيف بابت ببليوگرافي
(4) شاهه جو رسالو (ڇئن زبانن ۾) جلد_1
(5) ڪشف الابيات (ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي جي سهيڙيل ڪتاب جي تدوين)
(6) تحقيق جو طريقه ڪار

هن اعليٰ پايي جي محقق ۽ عالم خاتونءَ جا سمورا خط، جيڪي هُن پنهنجي والد محترم ڏانهن لکيا، ۽ سندن والد جي سمورن جوابي خطن کي جيڪڏهن مڪمل صورت ۾ ترتيب ڏئي ڇپائجي ها، ته اسان کي اجا وڌيڪ حاصلات ٿئي ها. مون کي پڪ آهي، سندس بقايا خط به وڏو اثاثو آهن، جن جو ڇپجڻ به ضروري آهي. نهروءَ جا ڌيءَ ڏانهن خط ۽ پُٽي جا بينظير ڏانهن خط به تاريخي حيثيت رکن ٿا، پر هنن خطن جي نوعيت ۽ اهميت نرالي آهي، جو ته هي خط بطرفا آهن، يعني ڌيءُ جا پيءُ ڏي خط ۽ پيءُ جا ڌيءُ ڏي خط - ان ڪري هنن خطن جي اهميت ۽ افاديت بيٺي آهي.

هي خط، سنڌي زبان ۾ خط نويسيءَ جو هڪ منفرد ۽ نادر نمونو آهن، جن جي اڀياس مان زندگيءَ جي مختلف شعبن سان واسطو رکندڙن کي رهنمائي ۽ رهبري ملي سگهي ٿي.

آخر ۾، سائين جي.ايم.سيد جا هي لفظ، اسان جي هن عظيم نياڻيءَ لاءِ وڏ ۾ وڏ خراج به آهن ته "تنهنجي تعليم جي ڪاميابي، منهنجي زندگيءَ جي مشَن جي سرانجاميءَ جو واڌارو آهي!" سائينءَ جي مشَن جي وارث هن سنڌ جي سدوريءَ نياڻيءَ جا هي خط سچ پچ ته اسان لاءِ وڏيَ وٿ آهن.

- **محمد ابراهيم جويو**

10 آگسٽ، 1998ع

حيدرآباد

(33)

# ”ريگستاني رھاٽيون“

(لوڪ شاعري)

## صوفي شاھنواز مُھراڻي

### مھاڳ

سنڌي لوڪ ادب، خاص طور سنڌ جي ٻھراڙين ۾، جھڙو اڳي تھڙو اڄ بہ عام سرجي، ٻُڌجي ۽ ڳائجي ٿو. قوم جي مائيتي ٻوليءَ جو ھيءُ معجزو ايتري قَدر اَتل، اَٽَٺ ۽ عظيم آھي جيتري قدر سڄي انساني عالَمَ جي ٻين محترم ۽ معتبر قومن جي ٻوليءَ لاءِ ٻڌو، پڙھيو ۽ مڃيو ويو آھي.

اسان وٽ سنڌ جي جَھرَ جھنگ ۾، ريگستاني ٿوڙي ٿاڪرو علائقن ۾، ھر ھنڌ - ڪٿي ڪچھرين ۾ ڳجھارت، ڏور، ڳالھين ۽ ڪھاڻين ۽ داستان گوئيءَ جي طور، تہ ڪٿي سَوڻن سانڻن ۽ شادين، ميل ملاقات ۽ سير سفر جي موقعن تي ڳيچن سَھرن، پھاڪن ۽ چوڻين، بيتن ۽ ڪافين جي طور تي سنڌي ٻوليءَ جو ھيءُ املھ ورثو ڪم ايندو، گڏ ٿيندو ۽ وڌندو ويجھندو ٿي رھي ٿو.

اھڙيءَ روءِ لوڪ ادب جو ھڪ جھجھو ذخيرو، ھوائي نہ پر جائيتيءَ صورت ۾، اڻ پڙھيل ۽ اڌ پڙھيل، پر سُرت، ساجاھ ۽ سمجھہ رکندڙ ماڻھن، جن کي عام طور تي ”سُگھڙ“ چئون ٿا، تن وٽ ملي ٿو. اھو نہ فقط ڪين برزبان ياد ھوندو آھي، پر قوم جي غير دستوري سڪيا ۽ تربيتي سرشتي ھيٺ، وٺائڻ سيني بہ سيني، ھڪ نسل کان ٻئي نسل ڏانھن منتقل ٿيندو رھي ٿو.

نئين دور جي تازه بتازه ھَلَ ھنگامن ۽ ونڊر ورونھہ جي بدلجندڙ تقاضائن ماڻھن جي مزاج ۾، وقت جي گھرجن پٽاندر، گھڻي ڪجھہ تبديلي آندي آھي. اِن طرح اڄ جي پاپ ميوزڪ، ڊش اَئنٽينا ڪلچر سان گڏ گلوبلائيزيشن جي نالي ۾ ڌارين ثقافتن جي يلغارَ ماڻھن جي سوچڻ جا انداز ڪافي ڪجھہ بدلايا آھن. پر پوءِ بہ، جيئن تہ مجموعي طرح سنڌي قوم جي مزاج جو محور اڄ بہ سنڌي ٻولي ۽ سنڌ جا ماڻھو پاڻ ئي آھن. تنھنڪري شھرن ٿوڙي ٻھراڙين ۾ واقع ٿيندڙ ڪچھرين ۽ ميل ميلاپ جي رس چس جو لطف ئي ڪجھہ اوڙ قسم جو آھي، جنھن مان نہ فقط ماڻھو لطف اندوز ٿئي

ٿو، بلڪ چند گهڙين لاءِ مشيني زندگيءَ جي هڻ وٺ ۽ هلاڪتن، پنهنجي ڏکن ڏاکڙن، سُورَن ۽ پيڙائن وغيره جهڙا غم غلطان ڪري انهن ۾ لـينُ ٿي، پنهنجائپ جو هينئين ڏڍُ ۽ خوشي ماڻي ٿو. ۽ اهڙيءَ ريت وري هڪ نئين امنگ ۽ اتساهه سان زندگيءَ جي چئلينجن کي منهن ڏيڻ لاءِ نوان نوان ادم ۽ اڏما کڻي، ميدان ۾ لهي ٿو ۽ تيز رفتار ترقيءَ ۾ دنيا سان وک ۾ وک ملائي اڳتي وڌي ٿو.

سنڌ ڌرتي نهايت آڳاٽي وقت کان وني هڪ شاهوڪار تهذيب جو مرڪز رهي آهي. سڄيءَ دنيا جا عالم ۽ ڏاها اڄ اِن ڳالهه جي ساک ڏين ٿا ته دنيا جا قديم ترين علم، عقل ۽ ڏاهپ جا صحيفا، ويدن جي صورت ۾ هِن ڌرتيءَ تي ئي لکيا ويا هئا. جن ۾ شامل ڳالهيون اُن دور جي ساڌن ۽ سنتن، درويشن ۽ عام نيڪدل ماڻهن کي برزبان ياد هونديون هيون. اسان جي قديم تهذيب ۾ "لوڪ يَت" مَتي وارا ماڻهو به ملن ٿا ته "چار واڪ" جي عقيدي وارا به. جيڪي ڳوٺ ڳوٺ، وستي وستي، واهڻ واهڻ ۾ وڃي، ناٽڪَ رنگَ رچائيندا هئا ۽ پنهنجي دور جا مقبول عام قصا، ڪهاڻيون ۽ داستان وغيره ٻڌائي نه فقط ماڻهن لاءِ ذهني وندر جو سامان مهيا ڪندا هئا، بلڪ کين ڄاڻ جا، عقل ۽ ڏاهپ، سُرت ۽ ساڃاهه جا ڳُڻتا ٻڌائي سندن ذهني آبياري ڪرڻ سان گڏوگڏ کين نئين جاڳرتا لاءِ اتساهيندا هئا. ائين بعد واري دور ۾ ڀَٽَ، ڀَرڙا، ڀَوايا، ميراثي ۽ چارڻ ۽ سڀ جو پلو گهرندڙ پيرسن مايون ۽ مرد ملن ٿا. ويجهي ماضيءَ ۾ اسان کي اهڙا راڳي به ملن ٿا جيڪي ڳوٺ ڳوٺ، شهر شهر وڃي "ڀڳت" وجهندا هئا. ۽ اهڙيءَ ريت اسان جي تاريخ اها شاهدي به ڏئي ٿي ته هن خطي ۾ جڏهن به ڪي سماج سڌارڪ تحريڪون هليون يا سماجي براين خلاف جُهد ٿيو، ته ان قسم جي لوڪ ترجمانَ ۽ هڪ نه ٻئي درد جي دوا رکندڙ ماڻهن انهن تحريڪن ۾ زور شور سان حصو ورتو ۽ ماڻهن ۾ نئون جذبو ۽ نئون روح ڦوڪي سماج کي سڌارڻ ۾ مددگار ثابت ٿيا. سنڌ جا سگهڙ جيڪي اڄ به اسان وٽ ڪيئي آهن. انهيءَ تسلسل جو حصو آهن، جيڪي اهڙي نوع جي لوڪ ادب جي تسلسل کَي ڳنڍيندا ۽ جيئاريندا پيا اچن. انهن جي سگهڙائپ پرين ڳُڻتن کي سچ پچ ته وڏي محنت ۽ جفا ڪشي ڪري، ڪشالا ڪڍي به، ڇپرائي پڌرو ڪرڻ گهرجي ته جيئن اهو اَمُلهه خزانو نه فقط هميشه لاءِ محفوظ رهي بلڪ اِن طرح سنڌي ادب ۽ سَيپتا جي پختگيءَ ۽ وسعت ۾ پڻ پختگي ۽ واڌارو اچي.

هيءَ ڪتاب "ريگستاني رهاڻيون" اهڙين ئي ڪاوشن جو هڪ ڳِـتڪو

آهي جيڪو گهڻو ڪجهه جهجهو ۽ وڏيڪ جاندار بہ ٿي سگهيو ٿي، جنهن کي سيد غلام مهدي شاهہ راشديءَ سهيڙي ۽ صوفي شاهنواز مهراڻي ترتيب ڏيئي، ڪتابي صورت ۾ آندو آهي. ان ۾ ”ناري ريگستان“ جي سُگهڙن جي عوامي ڪلام کي شامل ڪيو ويو آهي، جيڪا هڪ جَسُ جوڳي ڪوشش آهي. ڪتاب جي پهرئين ڀاڱي ۾ ”ناري“ بابت ڪجهہ بنيادي معلومات ڏنل آهي، گڏو گڏ ڪتاب ۾ شامل سگهڙن جي ڳوٺن، شهرن، وستين جو مختصر ذڪر بہ ڪيل آهي. ناري ريگستان جي ٻوليءَ ۽ پوشاڪ ۽ اتي رهندڙ ڪن ذاتين بابت مختصر احوال سان گڏ. هن ڪتاب ۾ ڪافيون ۽ بيت شامل ڪيا ويا آهن. جن ۾ سينگار جا بيت، آجيان جا بيت، ڏور بيت، هُنر بيت، تڏي جا بيت، مارئيءَ جا بيت وغيره شامل آهن. جهڙوڪ، حمد، نعت، مناجات، قصيدا، پروليون، شعر، ڳجهارتون، ڪافيون، ٽيهہ اکري، نصيحت آميز نقطا، پهاڪا ۽ ٻيو بہ ڪيترو ئي ڪم وارو مواد شامل آهي. هاڻي مدار آهي پڙهندڙن تي تہ ڪو ڪيتريءَ دل سان ۽ ڪهڙي ذوق سان انهن تي نظر ٿو وجهي. هر سگهڙ جي ڪلام کان پهرين هن جي زندگيءَ جو مختصر ڪان مختصر احوال بہ ڏنل آهي، جنهن سان پڙهندڙن کي ان سگهڙ بابت هڪ حد جي ڄاڻ بہ ملي ٿي.

سنڌي سگهڙن جي عوامي ڪلام کي ڇپرائي پڌري ڪرڻ بابت هن کان اڳ ۾ بہ ڪافي ڪوششون ڪيون ويون آهن. خاص ڪري سنڌي ادبي بورڊ طرفان لوڪ ادب جي سلسلي ۾ ڇپرائي پڌرو ڪيل لڳ ڀڳ چاليهن جلدن تي ٻڌل تحقيقي ڪم تہ خاص ذڪر جوڳو آهي. ان کان علاوه انفرادي طور تي بہ ان سلسلي ۾ ڪم ٿيندو رهيو آهي. هنءَ ڪتاب جي اشاعت ان ڏس ۾ پنهنجيءَ جاءَ تي هڪ وک وڌيڪ اڳيري ليکبي- جنهن لاءِ لکندڙن ۽ پڙهندڙن جي حوالي سان ائين ئي چئي سگهبو تہ ”گر قبول اُفتد زهي عزو شرف.“

- محمد ابراهيم جويو
2000ع

(34)

# ” ذلفيءَ جي پيڙا “

(آخري باب)

فوجي قبضي کان شهادت تائين

## ليکڪ : اسٽئنلي وولپرٽ

### ترجمو

4 ۽ 5 جولاءِ جي وچ واريءَ رات جي انڌاھيءَ ۾، پاڪستاني فوج جنرل ضياءَ الحق جي سرواڻيءَ ۾ مسٽر ذوالفقار علي ڀٽي جي چونڊيل حڪومت ختم ڪري، ملڪ ۾ مارشل لا نافذ ڪيو.... ” پاڪستان قومي اتحاد (PNA) “ جي اڳواڻن سميت مسٽر ڀٽي ۽ سندس وزيرن ۽ پارٽي اڳواڻن کي پڻ نظربند ڪيو ويو. ٻئي ڏينھن شام جو جنرل ضياءَ الحق ھڪ نشري تقرير وسيلي قوم کي خطاب ڪندي، ملڪي حالتن تي روشني وڌي، ۽ پنھنجن دل گھرين ارادن جو ذڪر ڪيو.... حڪومت ختم ڪرڻ، اسيمبلين ٽوڙڻ ۽ آئين کي معطل ڪرڻ جا عذر پيش ڪيا.... ۽ چيف ماشل لا ائڊمنسٽريٽر جي حيثيت سان قوم سان واعدو ڪيائين تہ ”..... منھنجو فقط ھڪ ئي مقصد آھي تہ ھن سال آڪٽوبر مھيني ۾ آزاد ۽ انصاف واريون چونڊون ڪرايان.... چونڊن پڄاڻان حڪومت جون واڳون چونڊيل عوامي نمائندن حوالي ڪيون وينديون... انشاالله!.... آءٌ سُنھنَ ساک سان اوھان کي پڪ ڏياريان ٿو تہ آءٌ پروگرام ۽ واعدي تان نہ ڦرندس.“

مسٽر ذوالفقار علي ڀٽي کي ڪوه مريءَ جي سڀ کان شاندار ”ريسٽ ھائوس“ ۾ نظر بند ڪيو ويو....12 جولاءِ تي جنرل ضياءَ، جنرل چشتيءَ سان گڏجي، ساڻس ملاقات ڪئي. جنرل ضياءَ .... (ڀٽي صاحب کي) چيو تہ ڪيس ” ڪجھ ڏينھن لاءِ عارضي طرح نظربند ڪيو ويو آھي....“

14 جولاءِ تي جنرل ضياءَ پنھنجي پھرينءَ پريس ڪانفرنس کي خطاب ڪندي، ھڪ دفعو ٻيھر ورجايو تہ ” منھنجي شروع کان وٺي اھا نيت رھي آھي.... اِھا روايت رھي آھي تہ .... فوج سياست ۾ ٽنگ نہ اڙائي،

سياستدانن کي سندن معاملا پاڻ ئي نبيرڻ ڏنا وڃن. اسان تي فقط پنهنجون آئيني ذميواريون ۽ آئيني فرض عائد ٿيل آهن: جهڙوڪ حڪومت جي مدد ڪرڻ وغيره.... بدقسمتيءَ سان، جيئن اسان ڏٺو آهي، ته جڏهن ڪوئي ماڻهو عوامي دولت يا جائداد کي لٽي يا تباه ڪري رهيو آهي ته اُن خلاف قدم کنيو وڃي....اسان سيني سرڪار تي زور پريو هو ته خدا جي واسطي مسئلن کي سياسي اصولن تحت نبيريو.... ملڪ جو مستقبل ۽ اُن جي تقدير سياستدانن جي هٿ ۾ آهي. آءٌ تمام شريف ماڻهو آهيان.... آءٌ پنهنجي عقيدي، جنم ۽ عمل ۾ هڪ سچو مسلمان آهيان.... اسان جا ڪنهن به گروه خلاف بدخواهيءَ واراڪي به ارادا هرگز نه آهن.... عدالتون اجا تائين ڪم ڪن پيون ۽ سياستدانن خلاف عدالتن ۾ وڃڻ کان اسان ڪنهن کي به جهليو يا روڪيو ناهي. پوءِ هرو پرو ڪجهه ماڻهو مون مان يا هٿيار بند فوجن مان اها توقع ڇوٽا رکن ته ڪجهه سياستدانن کي سوريءَ تي ٽنگيو وڃي؟ هرويرو آءٌ ئي ڇو؟ ڇا، اهو معاملو مون کان وڌيڪ عوام جو مسئلو ناهي؟ اهو انهن کي ئي نبيرڻ گهُرجي. جيڪڏهن ائين آهي ته پوءِ ڪين ئي ڪجهه ڪرڻ گهُرجي.“

”ڪجهه ماڻهن“ جن ”چند سياستدانن“ کي ڦاهيءَ تي ٽنگڻ گهريو ٿي، بيشڪ ذوالفقار علي ڀٽو انهن سيني ۾ سرفهرست هو. پر ماڻهن کي سياسي اپيل ڪرڻ مان ضياءالحق جي اِها مراد هئي ته هُن پنهنجي لاءِ جيڪا نهنائيءَ ۽ يورڙائيءَ واري فضا، جنهن سبب دنيا گهڻي ياڳي اهو وساري ڇڏيو هو ته جنهن آئين جي پاسداريءَ ۽ تحفظ جو هُن قسم کنيو هو، تنهن جي آرٽيڪل ڇهين جي سڌي سنئين خلاف ورزي ڪندي هُن آمراڻا اختيار زوريءَ پنهنجي هٿ ۾ ڪري ورتا هئا. نه فقط اُن فضا کي قائم رکجي، پر اهو به ته هُو پنهنجو پاڻ کي جيڪڏهن هڪ حليم يا رحمدل نه ته به هڪ بي تعصب ماڻهوءَ جي ويس ۾ پيش ڪري سگهي. ڦاهيون ”عدالتن“ يا ”عوام“ پاران ڏنيون وڃن. ”جيڪڏهن ائين ئي ڪرڻو آهي ته ...... “ هُن هاڻ آهستي آهستي انهن بابت وڌيڪ نرمائيءَ سان چيو: ”پر آءٌ انهن کي ائين نه ڪرڻ لاءِ سمجهائيندس. هن وقت جنهن ڳالهه جي اسان کي ضرورت آهي. سا آهي نين چوندن لاءِ هڪ پرسڪون، پُر اَمن ۽ سازگار ماحول تيار ڪرڻ جي. نئين قانون ساز اسيمبليءَ اچڻ کان پوءِ، پلي ته ڪٿي ڪير به حڪومت نَاهي، اِهو ڪم انهن کي ئي ڪرڻ گهرجي!“

ڦاهيون ڏيڻ وارو ڀوت جنرل ضياءَ جي ذهن تي تمام گهڻيءَ شدت سان سوار هو، ڇو ته اهڙي مقدس ۽ تڪڙي ڪم ڪرڻ ۾ سندس مرشد، جنرل فيض علي چشتي، ناڪام ويو هو. اِنهن ”حرامين“ (ڪي جيئن پوءِ ضياءُ انهن کي

سمجهندو هو. ۽ ذلفي پنهنجي ئي سنگت جو نالو ڪٺي چوندو هو عدالتن ۾ وڃي وڃڻ. مارشل لا هيٺ هلندڙ فوجي عدالتن وسيلي ڪين تڙي ڪڙي ڦاهيون ڏيڻ وارو ڪم هاڻي ڪجهه ڪجهه بيزار ڪندڙ ڏکين مرحلن وسيلي، آهستي آهستي، ڪرڻو هو. ۽ تيستائين اهو عمل سڄيءَ دنيا ۾ پڪ سان " نا انصافيءَ جون دانهون " اُڀاريندو. هڪ دور انديش جنرل ڪي معاملي جي اڳ پٺ ڏسڻي هئي ۽ پنهنجي پاسن تي پردو وجهڻو هو. پلمانسيءَ جو ويس ڍڪائڻو هو. انهيءَ ڪري، ضياءَ صلاح ڏني تہ " نئين اسيمبلي وجود ۾ اچڻ کان پوءِ، ۽ جيڪو بہ حڪومت جوڙي، انهن کي اهو ڪم ڪرڻ ڏيو...." ۽ جڏهن هُن پنهنجي چپن تي شاطر مرڪ آندي تہ سندس ڪيترائي ڏند ظاهر ٿي پيا هئا..... ۽ " جيستائين عوامي نمائندن جو تعلق آهي، اهو اوهان تي ڇڏيل آهي تہ اوهين مٿن نظر رکو تہ اُهي ڪوئي ائڪشن يا قدمَ کڻن ٿا، يا نہ؟ پر، جيستائين چوندن ڪان اڳ واري دور جو تعلق آهي، اسين هرو ڀرو ڇو ڀلا ڪنهن هڪ شخص يا ڪنهن پارٽيءَ لاءِ ڪي مشڪلاتون پيدا ڪيون ۽ بيءَ لاءِ نہ ؟" بيشڪ " اُهي " (نوان چوندبيل عوامي نمائندا ) "پڪ سان" ڪو "ائڪشن " کڻندا. هرو ڀرو هينئر ڪان ئي "هڪ شخص" يا " هڪ پارٽيءَ" لاءِ ڇو ڀلا فڪرمند ٿجي! ضياءَ جي غير معمولي سياسي سگهہ نہ فقط ٺٺنڪنءِ ٽوپن مان ورتل هئي، هيبت جهڙا اُهي پيانڪ هٿيار سندس حڪم جي اشاري جا منتظر هئا، پر سندس اُهو روپ جيڪو سياسي مارا ماريءَ ۾ پوءِ هميشهہ رهيو، تنهن هُن جي پيشہ ورانہ ۽ ذاتي خصوصيت جي نمائندگي تي ڪئي، بلڪل ائين جيئن في الحال فوج اُن ۾هن جو تحفظ ۽ دفاع ٿي ڪيو....

" اسين غاصب يا غدار هئاسين ۽ اسان آئين جي خلاف ورزي ڪئي آهي، يا نہ؟ تنهن ڳالهہ جو فيصلو اسان جا عمل ۽ اقدام ڪندا. " جنرل ضياءَ چيو. "هڪ ڀيرو، خدا تعاليٰ جي فضل و ڪرم سان، عام چوندون ٿي وڃن، ۽ نيون اسيمبليون وجود ۾ اچي وڃن، پوءِ اهي پاڻهي اِنهن سيني معاملن بابت ويهي ويچار ڪنديون... اسان جو مقصد صاف سٿرو ۽ بلڪل واضح آهي. اسين آڪٽوبر ۾ آزاد ۽ انصاف واريون چوندون ڪرائڻ گهرون ٿا..... تاريخ جو اعلان مون چاڻي ٻجهي اِن لاءِ نہ ڪيو آهي جو ٿي سگهي ٿو تہ ڪي ضروري فيصلا ڪرڻا پون. "

اُن ڏينهن، جڏهن ضياءَ پنڊيءَ ۾ پريس ڪانفرنس کي خطاب ڪيو هو، ذلفيءَ کوهہ مريءَ مان روسي ۽ چيني ايلچين ڏانهن بہ انتهائي ڳجها ۽ وڏيءَ اهميت وارا خط لکيا هئا. اُهي ٻَئي خط هُن اسلام آباد ۾ موجود لاڳاپيل

ملڪن جي سفارتخانن ۾ پنهنجي ذاتي ملازم هٿان موڪليا هئا. " منهنجي علم ۾ اها ڳالهه آئي آهي تہ منهنجي حڪومت جو تختو اونڌو ڪندڙن چيني سفير کي ٻڌايو آهي تہ انهيءَ ڪاروائيءَ جو هڪ ڪارڻ اهو هو تہ آءُ سوويت يونين واري بلاڪ ۾ وڃڻ وارو آهيان." ذلفيءَ عظيموف کي لکيو. "سوويت اڳواڻ پڻ ڄاڻندا هوندا تہ مون لاڳاپيل اختيارين کي سينٽو (CENTO) ڇڏڻ بابت پنهنجي فيصلي کان اڳ ۾ ئي آگاهہ ڪري ڇڏيو هو. قومي اسيمبليءَ جو اجلاس نائين جولاءِ تي ٿيڻو هو. بغاوت اُن کان چار ڏينهن اڳ ٿي آهي! جيستائين معاهدي جو تعلق آهي، اُن تي وڏ ۾ وڏ ٻن ڏينهن ۾ صحيحون ٿي وڃن ها."

چيني سفير کي بہ هن لڳ ڀڳ ساڳيو خط لکيو هو، پر هُن اهو بہ کولي لکيو هو تہ "اها ڳالهہ چڱيءَ طرح واضح ٿيڻ گهرجي تہ منهنجي پرڏيهي پاليسيءَ ۾ پيپلز ريپبلڪ آف چائنا هڪ مرڪزي حيثيت والارينڊڙ ملڪ هو.... ڌرتيءَ تي موجود ڪابہ طاقت اسان جي لاڳاپن کي لوڏي يا نقصان پهچائي نہ ٿي سگهي. اها ڳالهہ باهمي دلچسپيءَ ۽ سڄي علائقي لاءِ نهايت ئي اهم آهي. جيستائين سينٽو (CENTO) جو تعلق آهي، مون گذريل سال توهان جي رهنمائن کي ورجائي ٻڌايو هو تہ اهوCENTOکي ڇڏڻ ۽ غيرجانبدار تحريڪ جي ڌارا ۾ شامل ٿيڻ بابت منهنجوفيصلو بنان ڪنهن ٻئي ملڪ جي پاليسيءَ جي اثر قبول ڪرڻ جي، فقط ۽ فقط قومي سوچ جي بنياد تي ٻڌل هو (سينٽو CENTOسينٽرل ٽريٽي آرگنائيزيشن Central Treatry Organisation 1955ع ۾ قائم ٿي هئي، جنهن جو مقصد وچ اوڀر ۾ روسي پيشقدميءَ کي روڪڻ هو. آمريڪا نواز هن آرگنائيزيشن جا بنيادي رڪن برطانيہ، ترڪي، ايران، عراق ۽ پاڪستان هئا. 1979ع ۾ ان جو هيڊڪوارٽر انقره، ترڪيءَ ۾ هو. هن وقت هيءَ آرگنائيزيشن ختم ٿي چڪي آهي.- مترجم جو نوٽ.)..... پاڪ چيني دوستي، قراقرم کان بلند ۽ بحر اوقيانوس کان وڌيڪ اونهي آهي."

ضياءُ15 جولاءِ تي ٻيهر مريءَ ويو، ۽ اُتي اصغر خان سان ملڻ کان اڳ هن مُفتي محمود، نصرالله خان ۽ غفور احمد سان هڪ ڪلاڪ کان بہ وڌيڪ دير تائين ملاقات ڪئي. هن " پاڪستان قومي اتحاد " جي اڳواڻن کي ٻڌايو تہ فوج جاسوسي ڪري اهو معلوم ڪيو آهي تہ 5 جولاءِ تي لاهور ۾ پاڪستان پيپلز پارٽيءَ هڪ "هٿيار بند جلوس" ڪڍڻ جو منصوبو جوڙيو هو. اهو ئي سبب آهي جو "فوج" ملڪ کي گهرو ويڙهہ (Civil War) کان بچائڻ خاطر اُن ڏينهن صبح سويل ئي ائڪشن ڪنيو هو. هو پوءِ پنهنجي ساٿي نويڪلائيءَ ۾ ملاقات ڪرڻ هليو ويو، پر ڪيس هُن کي ٻڌايل اها آڪاٽي نہ ٻڌايائين. البت

ذلفيءَ ضياءَ کي اهو ياد ڏياريندي. تہ آئين هر انهيءَ آفيسر لاءِ جيڪو اُن کي رد ڪري يا آئيني حڪومت جو ڏنڊي جي زور تي تختو اونڌو ڪري، تنهن لاءِ ”موت جي سزا“ تجويز ڪري ٿو. سندس بابت پنهنجيءَ سوچ جي هڪ جهلڪ ڏيکارڻ ۾ ويرم ئي ڪانہ ڪئي! البت، سندس اها ڳالهہ مشڪل سان ئي اِن قسم جي ٿي سگهي ٿي جيڪا ڪيس ضياءَ جو پيارو ڪري سگهي! تنهن هوندي بہ اها ظاهر ڪري ٿي تہ ذلفيءَ ڪيترو نہ جلد اهو اندازو لڳائي ورتو هو تہ سندس پنهنجو بہ ڪهڙو حشر ٿيندو. پر هو ڪيڏو نہ بي ڊپو ماڻهو هو! ڪوئي ڪيس بي عقل بهادر بہ چئي يا سمجهي سگهيو ٿي! پوءِ سندس خدمت چاڪريءَ وارو ”ذاتي عملو“ بہ ئي ڏينهن ئي هٽايو ويو. جيڪا هُن لاءِ هڪ هلڪي سيکت هئي. ليڪن مريءَ جي پهاڙين تي ريسٽ هائوس ۾ گذاريل طوفاني جولاءِ ۾ ذلفيءَ ڪڏهن اهو تصور بہ نہ ڪيو هوندو تہ ڪو سندس عظيم الشان حڪومت ۽ شان شوڪت وارا ڏينهن ختم ٿي ويا هئا. ۽ پڻ آئيندي جي انهن ڏينهن بابت تہ هن لاءِ تمام وڏن ڏکن ڏاکڙن ۽ خطرن وارا ڏينهن هاڻي ڪان ئي شروع ٿي چڪا هئا. اها ڳالهہ هن جي وهم گمان ۾ ئي نہ هئي.

فيڊرل سيڪيورٽي فورس (ASF) جي اڳوڻي ڊائريڪٽر مسعود محمود، جنهن کي 5 جولاءِ کان بين جي پيٽ ۾ وڏيڪ سٺي آرامده تنها نظربنديءَ هيٺ رکيو ويو هو، تنهن کي جهجها ڪاغذ ڏنا ويا. ۽ کيس چيو ويو هو تہ ” لکُ !“ جيڪي ڪجهہ ياد اٿئي! احمد رضا قصوريءَ جي والد جي گهات ۾ ٿيل ”قتل“ سميت اڳوڻي وزير اعظم کيس ” غيرقانوني ڪم“ ڪرڻ لاءِ جيڪي ”حڪم“ ڏنا هجن، سي ”لکُ“! مسعود کي بہ رستا اَچيا ويا هئا. هڪ اهو تہ هُو ڪنهن ڪيس جا اهڙا ڪاغذ پَٽَ ٺاهي ڏئي، جيڪي سندس اڳوڻي سربراهہ کي ” قاسي ڏيڻ “ ۾ مددگار ثابت ٿين. تنهن لاءِ هو ” سرڪاري شاهد “ ٿي، موتمار / گهاتي ڳالهين جي ساک ڏئي پنهنجي جان بچائي، يا تہ وري پاڻ ڦاهيءَ تي چڙهي. ضياءَ جي ماڻهن. پهرينءَ ئي سياهہ رات کان جڏهن کيس پڪڙي آيا هئا، اها ڳالهہ مٿس ”ظاهر“ ڪري ڇڏي هئي. ۽ مسعودُ ضياءَ کي پنهي کان بهرحال وڏيڪ بهتر نموني سڃاڻندو هو. ڇاڪاڻ تہ مسعود ۽ ضياءَ ٻئي مارشل آرٽ ۾ سٺا تربيت يافتہ هئا. ضياءَ وانگر مسعود پڻ هڪ ”مومن“ ۽ ”شريف“ ماڻهو هو. جنهن وٽ ذلفيءَ جي ايماني سياءَ ۽ پاڻ سان ذلت آميز سلوڪ، سبب ڪائنس نفرت ۽ ذڪار ڪرڻ جا بہ ڪيترائي جواز موجود هئا. تنهن کان علاوه مسعود اهو پڻ چاتو ٿي تہ ”قيدين“ کي ”دلائي ڪئمپ“ آزاد ڪشمير، يا لاهور جي پراڻي قلعي ۾ ڇو ۽ ڇالاءِ ”قيد“ ڪيو ٿي ويو، يا

ماڳهين کين "نيڪال" ڪيو ٿي ويو. تنهنڪري مسعود هر ڏينهن گند جي پهاڙ کي وڏيڪ اونهو ڪوئيندي سڄو سارو هڪ مهينو ڏاڍو مصروف گذاريو. جيڪو جلد ئي سندس پراڻي آقا، جنهن لاءِ هن لکيو ته " سندس زندگيءَ ۾ آيل انتها درجي جو حريص انسان " هو. اُن کي دفع ڪرڻ لاءِ استعمال ٿيندو. مسعود ڪاغذ جي پنن تي لکيو: " جڏهن ذلفيءَ جو پنهنجن پراڻن يارن مان ويساهه کڄي ويندو هو. کيس (يعني مسعود کي) انهن جي "سنيال لهڻ " جو حڪم ڏيندو هو. مسعود جي خيال موجب کين رستي تان "هٽائڻ" لاءِ اهو واضح "پيغام " هوندو هو. "چام صادق علي هڪ ڪوئو آهي"، ذلفيءَ کيس هڪ ڀيري ٻڌايو هو. مسعود پراڻيون ڳالهيون ياد ڪندي لکيو: " چا تون ڪا اهڙي ٻلي ڳولي سگهندين، جيڪا هن جي "سنيال" ڪري سگهي" مسعود لکيو ته هن سُتت ئي پنهنجي دوست چام صادق عليءَ کي اِن ڳالهه جو اطلاع ڏنو. جيڪو ٻئي ڏينهن ڪراچيءَ کان لنڊن لاءِ روانو ٿي ويو هو.

وزيراعظم جو هيلٿ سيڪريٽري، افضل سعيد خان پڻ گرفتار ڪيو ويو هو. هُن کي پڻ جهجها پنا ڏنا ويا هئا ته اُن ماڻهوءَ کي ڦاهي ڏيارڻ ۾ مدد ڪري، جنهن جو هو گهڻي عرصي تائين پڳمٽ يار هو. ۽ ناڻي متعلق تمام نازڪ معاملن جهڙوڪ وزير اعظم جي صوابديدي اختيارن جي استعمال لاءِ رکيل رقم مان، جيڪا "مخفي " فنڊن ۾ رکيل هئي، تمام وڏي رقم خرچ ڪرڻ ۾ خدمتون سرانجام ڏنيون هئائين، انهيءَ مان گهڻي تڻي رقم "اليڪشن ورڪ " لاءِ استعمال ٿي هئي. سٺ سالن جو افضل سعيد جيڪو پنهنجو پاڻ کي "ايماندار ۽ ديانتدار" هئڻ سان گڏوگڏ تمام وڏو ديندار سڏرائيندو هو. سو وضاحت ڪندي لکي ٿو ته "سندس ذمي ڪم رکندڙ" اڳوڻو وزيراعظم ڪيڏو نه "سخت" طبيعت جو هوندو هو. پنهنجي سيڪريٽريءَ جي ڪم ڪار ۾ ڪا به "دير" برداشت ڪري نه سگهندو هو. کيس ڪڏهن به معاف نه ڪندو هو- ايتري قدر جو ڪنهن معمولي يا ننڍڙي ڪوتاهيءَ تي به نه. اها ڪا عجب ۾ پوڻ جهڙي ڳالهه نه هئي ته هو پڻ دولت ڦٻائڻ ۽ قتل جهڙن ڪيسن ۾. جيڪي سڄي ساري سانوڻيءَ رُت سان پريل اونهاري دوران سندس مغز ۾ ويهاريا ويا هئا. سرڪاري شاهد ٿيڻ لاءِ راضي ۽ تيار ٿي ويو هو. ته جيئن گهٽ ۾ گهٽ هڪ ٻيو ڦاهيءَ جو تختو ذلفي پٽي لاءِ تيار ڪري سگهجي.

مصطفيٰ کر به 24 جولاءِ تي مريءَ واري رسٽ هائوس کان لاهور جي ڪورٽ هائوس ۾ پنهنجي شاهدي ڏيڻ لاءِ پهچي ويو. سندس ڪيترن ئي "اختلافن"بابت تمام گهڻو چوٻول هو. جيڪي کيس پنهنجي پراڻي "يار" کان

انهن ڏينهن ڪان هئا. جڏهن ذلفيءَ ڪيس پهريون پيرو پنجاب صوبي جو گورنر مقرر ڪيو هو.

پوءِ جڏهن کر کي وزيراعليٰ بنايو ويو. تڏهن منجهن اهي اختلاف "وڏندا" ويا. ايتري قدر جو اُهي "اختلاف" بنهه "ناقابل برداشت" بڻجي ويا هئا. کر لاهور هاءِ ڪورٽ ۾ وضاحت ڪندي چيو: " اهو درست آهي تہ جڏهن ڪو بہ ماڻهو مسٽر ڀٽي سان اختلاف ظاهر ڪندو هو تہ ڪيس جيل ۾ بند ڪيو ويندو هو. ۽ ذاتي پسند يا ناپسند جي بنياد تي سياسي مخالفن خلاف انتقامي ڪارروايون ڪيون وينديون هيون. تنهن هوندي بہ ڪڏهن ڪڏهن هُو برداشت پڻ ڪندو هو." عجب جهڙي ڳالهہ هيءَ آهي تہ ذلفي کر کي "پنهنجو بروٽس" (My Brutus) سمجهندو هو! تنهن هوندي بہ هُن پاڪستان ۾ رهڻ کي ترجيح ڏني ۽ ذلفيءَ بابت اُهو سڀ ڪجهہ ٻڌائڻ لاءِ، جيڪو ڪجهہ هن ڄاتو ٿي، اٿي کڙو ٿيو! درحقيقت، ٻئي ڪنهن بہ "ياءُ" کان وڌيڪ هو انهيءَ جلد ٿي سڀ – کان – وڏي – ڏوهاري – بڻجندڙ – ماڻهوءَ بابت " ڪيتريون ئي ڳالهيون " ڄاڻندو هو.

هُن پنهنجي ڇهينءَ زال ۽ سندن تازي ڄاول ڌيءَ سان گڏ چند مهينن ۾ لنڊن وڃڻ واري آڇ قبول ڪئي: " اسين پنهنجي جلاوطنيءَ بابت ڪنهن فرشتي کي بہ نہ ٿي ٻڌائي سگهياسين." سندس هاڻي اڳوڻيءَ زال آهي ڏينهن ياد ڪندي چيو: "اهو شرم هو يا ڊپ جنهن لاهور هاءِ ڪورٽ ۾ شاهدي ڏيڻ کان پوءِ بہ مصطفيٰ کر کي اونداهين ۾ لڪڻ ۽ ايڏو خاموش رهڻ تي مجبور ڪيو؟ گهٽ ۾ گهٽ هاڻي هُو پنهنجي جلد ئي ڦاهيءَ تي چاڙهيو ويندڙ سياسي گروءَ جي اکين ۾ اکيون وجهي ڏسي نہ سگهندو."

" اڄ هڪ ڀيرو ٻيهر اعلان ٿو ڪريان تہ چونڊون "انشاالله" آڪٽوبر ۾ ٿينديون." جنرل ضياءَ 27 جولاءِ 1977ع تي قوم کي پڪ ڏياري.

"دنيا هن عظيم قوم بابت ساک ڏيندي تہ اُن پنهنجا نمائندا آزاد ۽ انصاف وارين چونڊن ۾ چونڊيا آهن. جيڪا ڳالهہ اڳتي هلي هڪ قومي حڪومت، جنهن کي پاڪستان هٿيار بند فوجون اقتدار منتقل ڪنديون، قائم ڪرڻ ۾ مدد ڏيندي.....انهن چونڊن وسيلي جيڪي نمائندا چونڊجي ايندا تن کي پاڪستان جي خدمت ڪرڻ واري جذبي واري ڳالهہ پنهنجي دل ۾ ويهارڻ گهرجي– اُهي جيڪي اقتدار جي هَوَس کي پوري ڪرڻ لاءِ چونڊن ۾ حصو نٿا وٺن..... جيستائين جمهوريت جي بحاليءَ بابت منهنجن خيالن جو تعلق آهي، منهنجو ايمان آهي تہ گذريل ٽيهن سالن اندر هن ملڪ ۾ جمهوريت کي وڌڻ ويجهڻ جو موقعو نہ ڏنو ويو آهي. سچ آهي. هتي جمهوريت بابت گهڻو ڪجهہ

ڳالهايو ويو آهي، پر انهيءَ ڪي استحڪام بخشڻ لاءِ ڪي بہ مثبت قدم نہ کنيا ويا آهن.... انهيءَ جي باوجود. منهنجو پختو ايمان آهي تہ جمهوريت جو نازڪ ٻوٽو نہ فقطَ هن ملڪ ۾ پاڙون جهليندو. پر آهستي آهستي وڌي هڪ وڏو وڻ پڻ بڻجندو. "انشاالله".

هن پوءِ ووٽرن کي اپيل ڪندي چيو تہ اُهي فقط اهڙن اميدوارن کي پنهنجا ووٽ ڏين جيڪي " سچا پاڪستاني ۽ مومن هجن."

ضياءَ جو شروع وارو غير سياسي روپ هاٿي ڇٽيءَ طرح بگڙجي چڪو هو. ۽ پنهنجي ديس واسين کي اهو خبردار ڪرڻ تہ اُهي ڪنهن بہ"لوپ لالچ " جي غلام يا اقتدار جي بکئي کي بيهر نہ چونڊين. تنهن مان ظاهري طرح سندس مُراد هئي ذلفي پٽو يا سندس پارٽي. جمهوريت جو ٻوٽو. هڪ ڏهاڪي کان بہ وڌيڪ عرصي تائين قائم رهندڙ ملٽري راڄ واري پاڪستان جي سرزمين ۾ پنهنجين پاڙن هڻڻ لاءِ اجا بہ وڌيڪ "نازڪ" حالت ۾ رهيو. تنهن هوندي بہ خدا تعاليٰ جي "فضل و ڪرم" سان. هٿيار بند فوجن پاڪستان ۾ "امن ۽ آشتيءَ " واري فضا قائم ڪئي آهي. ضياءُ اهو ٻڌائيندي خوش ٿي رهيو هو. هُن اڳتي چيو تہ " هڪ يا ٻن ڏينهن ۾ " هُو سڀني سياسي قيدين کي حفاظتي قيد مان آزاد ڪري ڇڏيندو. پر پهرين آگسٽ کان وٺي رمضان جي آخر تائين فقط " محدود سياسي سرگرمين " جي اجازت هوندي، " سياسي گڏجاڻين. جلسن جي اجازت نہ هوندي. " "سياسي بيانن" يا اخبارن جي اشاعت تي سندس مڙهيل شروعاتي مارشل لائي بندش جاري رهندي. هُن هر ڪنهن کي خاموش ڪرڻ رکڻ ٿي چاهيو.

28 جولاءِ تي ضياءَ جنرل چشتيءَ سان گڏجي ڪوهہ مريءَ ويو. جتي ٻنهي ڄڻن پٽي صاحب سان ملاقات ڪئي ۽ کيس ٻڌائون تہ هو آزاد آهي. 29 جولاءِ جي صبح جو ذلفيءَ کي هيليڪاپٽر ذريعي پنڊيءَ آندو ويو. هڪ خاص جهاز ۾ لاڙڪاڻي ڏانهن وڃڻ کان اڳ هُن چشتيءَ سان گڏجي چانهہ پيتي. هوائي جهاز مان لهي جڏهن هُن ڳوٺ جي ڌرتيءَ تي پير رکيو. تہ سندس مداحن جي وڏي حشام اُبي ڏارينڙ نعرن سان سندس پرجوش آڌرڀاءُ ڪيو. اُنهن مان اڪثريت اهڙن ماڻهن جي هئي، جيڪي سندس هڪ جهلڪ ڏسڻ واسطي سڄي رات جاڳيا هئا. پنهنجي محبوب قائد عوام کي هٿ لائي ڇهڻ لاءِ ماندا هئا. ضياءَ کي ڇڙ ڏيارڻ يا کيس مونجهارن ۾ ڦاسائڻ لاءَ هن 5 جولاءِ کان وٺي نہ تہ ڪجهہ چيو هو ۽ نہ ئي ڪجهہ ڪيو ۽ نہ ئي خدا جو نالو وٺي کي بيشمار بندگيون ڪيون. پر ضياءَ خدا جي نالي ۾ بيشمار آيتن جو عربيءَ ۾ ورد ڪيو

تہ جيئن ڀُٽي جي شهرت، سندس اهو جذباتي پيار جيڪو انهن لکين ماڻهن جو ساڻس هو جيڪي ڪيس ووٽ ڏيندا هئا. تنهن پيار کي ختم ڪري سگهجي. ضياءَ جي هزارين حيلن حربن جي باوجود، سندن پنهنجي "محبوب قائد عوام" لاءِ پيار ڏينهون ڏينهن وڌندو رهيو ۽ اڄوڪي ڏينهن لاءِ تہ اهي متس پنهنجون جانيون گهورڻ لاءِ بہ تيار هئا- اُن وقت، جڏهن مارشل لا پنهنجي پوري جوين تي هو! اهو سڀڪجهہ ڪيئن ممڪن هو؟

ضياءُ انهن سيني ڳالهين جي باوجود ماڻهن لاءِ هڪ "بالو پالو" ماڻهو هو. پر ذلفيءَ سان جيڪي نفرت ڪندا هئا سي تمام اعليٰ تعليم يافتہ، شاطر دماغ، مهذب، علم ۽ فلسفي جا عالم ۽ سائنس ۽ آرٽ جا ماهر، جديد ذهن جا ماڻهو هئا. اُنهن پاڪستان جي ٻنهہ غريب ۽ محنت ڪش طبقي، ڳوٺن توڙي شهرن ۾ رهندڙ ماڻهن سان سندس صوفياڻو لڳاءُ ڏٺو هو. قاتل ڪپڙن ۾ ڏٻرين پوڙهين عورتن سان، ريشمي ساڙهين پهريل حسين ۽ نوجوان عورتن، جن مان سندن عياش دلربائيءَ جي جهلڪ نظر ايندي آهي، تن سيني جو هُن سان هڪجهڙو ورتاءُ، اها ڳالهہ حد کان وڌيڪ "مُنجهائيندڙ"، ۽ گهڻن ئي ماڻهن لاءِ "اڻ - تيڻي" ڳالهہ هئي. "سائين، هُو تہ هڪ شهزادو هو - شهزادو." هڪ اعليٰ تعليم يافتہ صحافيءَ راءِ ڏيندي چيو، " توهين ڏسو، هُو هٽ جو سخي، سڪُ ورهائيندڙ، نجات ڏياريندڙ! مان نٿو ڄاڻان تہ اها ڳالهہ توهان کي ڪيئن سمجهايان." لاهور ۾ رهندڙ هڪ چمڪندڙ اکين واري "نوجوان" ماڻهوءَ جنهن جو هاڻي ڀٽي جي پارٽيءَ مان ويساهہ بہ ختم ٿي چڪو آهي، تنهن نهايت شائستگيءَ سان اهو ٻڌائڻ کان پوءِ تہ ڪيئن هُن اِن پارٽيءَ جي سحر کي ٽوڙي ڇڏيو، هُن پنهنجو ڪنڌ ڌوڻيو ۽ چيائين ، " بهرحال، ڀٽو ئي هو جنهن اسان کي اُتي ڪڙو ٿيڻ ۽ ظلم خلاف احتجاج ڪرڻ سيکاريو!"

۽ ذلفي هاڻي هڪ پيرو پيهر آزاد هو، آخرڪار آزاد. هڪ ڀيرو ٻيهر اُنهن ماڻهن منجهہ هو، جيڪي کيس پيار ڪندا هئا ۽ متس گهور ويندا هئا. اُن ڏينهن ڪابہ ملٽري طاقت ماڻهن جي هشام کي المرتضيٰ ڏانهن وڃڻ کان، يا جڏهن هُو چند ڏينهن بعد پنهنجي ٻئي گهر 70 ڪلفٽن ڏانهن موٽيو، ڪراچيءَ جي مک ريلوي اسٽيشن تي موجود ڏهن لکن کان متي ماڻهن کي جيڪي اُتي سندس آڌرڀاءُ ڪرڻ لاءِ انتظار ڪري رهيا هئا. روڪي يا ڪنٽرول ڪري نہ سگهي هئي.

"ريلوي اسٽيشن ۽ اسان جي گهر کان جيڪو اڌ ڪلاڪ کن جو سفر هو تنهن کي طئہ ڪرڻ لاءِ منهنجي بابا کي ڏهہ ڪلاڪ لڳا هئا." بينظير، جيڪا

اُتي سندس انتظار ڪري رهي هئي، تنهن ياد ڪندي چيو. ” سندس ڪار جڏهن 70 ڪلفٽن پهتي تہ اُها ڇٻي تي ڇڪي هئي. اُن کي ڪيترين ئي رهڙون رسيل هيون. منهنجا پائر، پيڻ ۽ آءٌ پاڻ ماڻهن جي پيهہ پيهان ۾ ڇپچي وڃڻ جي ڊپ کان ٻهرئين دروازي تائين ئي نڪري نہ سگهيون سين جو ڪيس ملون ۽ واڌايون ڏيون.“

ضياءَ هربل چڙواڳ ۽ بي ضابطي ماڻهن جي سمنڊ جي ڇولين بابت ٻڌو پئي، جيڪي هاڻي تولن جي صورت ۾ پنهنجي قائد عوام کي ٻڌڻ ۽ ڏسڻ لاءِ ڪراچيءَ توڻي لاهور ۽ لاڙڪاڻي وڃي رهيا هئا. هُن پڪو پهہ ڪيو تہ ڪيس جلد ئي ڦاهيءَ تي ٽنگيو وڃي، ٻيءَ صورت ۾ ڪيس ان ڊپ اچي ورايو تہ جيئن ئي هُو ٻيهر وزيراعظم چوندجي آيو تہ ڪيس ڦاهيءَ تي ٽنگي ڇڏيندو. ضياءَ جي ” سَرَل “ ذهن ۾ پڻ اها ڳالهہ واضح ٿي ويئي تہ ڀٽو ۽ سندس پارٽي آزاد ۽ انصاف وارين چوندن ۾ هڪ ڀيرو ٻيهر اڪثريت ماڻي وٺندي.

ضياءَ پنهنجي هڪ سُني ۽ پروسي جوڳي دوست مولي مشتاق حسين کي ڪنيو. جنهن کي هُن 31 جولاءِ تي لاهور هاءِ ڪورٽ جو چيف جسٽس مقرر ڪيو هو. ۽ پهرينءَ آگسٽ تي ڪيس پنجن ججن تي ٻڌل اليڪشن ڪميشن جو چيئرمين مقرر ڪيو هئائين. جسٽس حسين تڏهن اعلان ڪيو تہ عام چوندون 28 آڪٽوبر تي ٿينديون ۽ اُنهن چوندن لاءِ نامينيشن فارم پرڻ وارو مرحلو 7 آگسٽ کان شروع ٿيندو. ذلفيءَ مولوي مشتاق جي پيٺ ۾ جونيئر ججن کي لاهور بئنچ تي مقرر ڪيو هو، تنهنڪري هن سنت ئي ڄاڻي ورتو تہ ضياءَ پاران مقرر ڪيل اليڪشن ڪميشن وارو چيئرمين مستقبل ۾ قومي اتحاد خلاف فارم پرڻ ۽ پولنگ جي جهيڙن وغيره ۾ مشڪل سان ئي سندس يا سندس پارٽيءَ جي حق ۾ وڃي.

هُن اجا تائين جنهن ڳالهہ کي محسوس نہ ڪيو هو سا البت اها هئي تہ مولوي مشتاق پاڻ هاءِ ڪورٽ جي اُنهيءَ پئنل جي صدارت ڪندو، جيڪا جلد ئي ڪيس موت جي سزا ٻڌائيندي.

14 آگسٽ 1977ع تي پاڪستان جي ٽيهين آزاديءَ واري ڏينهن جي موقعي تي جنرل ضياءَ قرآن پاڪ مان هڪ آيت سڳوريءَ جو حوالو ڏيندي هڪ ڳنڀير وارننگ سان قوم کي خطاب ڪيو، جنهن جو ترجمو ڪندي هُن چيو: ” جڏهن اسين اول انهن ۾، جن کي زندگيءَ جون نعمتون عطا ڪيون ويون آهن، هڪ واضح حڪم موڪليون ٿا ۽ پوءِ بہ جيڪي ماڻهو اُنهيءَ حڪم جا مُنڪر ٿين ٿا، تنهنڪري انهن خلاف .... واعدو سچو ثابت ٿئي ٿو: پوءِ اسين انهن کي

بلڪل ئي تباهه ڪري ڇڏيون ٿا. اها آيت سڳوري اڄ به منهنجي ذهن ۾ سپ ڪان مٿيري آهي، "جنرل ضياءَ وضاحت ڪندي چيو، " انهيءَ آيت پڙهڻ مان منهنجو مقصد فقط توهان کي خدا جو خوف ڏيارڻ ۽ نااميدي پيدا ڪرڻ ناهي، پر منهنجي مراد هن ملڪ کي بچائڻ، انَ کي سگهارو بنائڻ جي ضرورت تي زور ڏيڻ آهي.... اسين انهيءَ غلط فهميءَ ۾ مبتلا آهيون ته هيءُ ملڪ خدا تعاليٰ پاران اسان لاءِ هڪ سوکڙي آهي ۽ اهو ئي هن کي بچائڻ لاءِ ذميوار آهي. آءُ هڪ ڀيرو ٻيهر اوهان کي ياد ڏيارڻ گهران ٿو ته خدا تعاليٰ فقط انهن جي مدد ڪري ٿو جيڪي پنهنجي مدد پاڻ ڪن ٿا. "

هو"سادڙو" سپاهي، هڪ "مومن" مسلمان پڻ هو، ۽ روزانو قرآن پاڪ جي تلاوت ڪرڻ وقت ، انهيءَ جي آيتن سڳورين تي ڳوڙهو سوچ ويچار پڻ ڪندو هو. هُو پاڻ به " خدا جي قهر "کان تمام گهڻو ڊڄندو هو. ۽ هاڻي هڪ ڀيرو ٻيهر اهو ٻڌي ۽ ڏسي رهيو هو ته "قائد عوام " ڪيڏي نه ڪرشمائي شخصيت ۽ نهايت ئي مقبول شخص هو- اُهو ماڻهو جنهن جو هُن فقط مهينو ڪن اڳ ڊوڪيبازيءَ ۽ ويساهه گهاتيءَ سان رات جي اونداهيءَ ۾ تختو اونڌو ڪيو هو! هُو، ضياءُ الحق، ڪنهن به غلط فهميءَ ۾ مبتلا نه هو. برابر، هيءُ ملڪ " خدا تعاليٰ پاران عطا ڪيل هڪ تحفو" آهي، ۽ تنهنڪري، هُن انهيءَ ضرورت کي هاڻي محسوس ڪيو ته هو پنهنجو پاڻ کي اها ڳالهه " ياد ڏيَاري" ته " خدا تعاليٰ فقط انهن جي مدد ڪري ٿو جيڪي پنهنَجي مدد پاڻ ڪن ٿا. " جن ماڻهن کي "زندگيءَ جون بيشمار نعمتون عطا ڪيون ويون هيون." ۽ جن انهن تي هَٿَ ۽ وڏائي ڏيکاري، " لاڙڪاڻي جو راجا" تن سڀني مان " بدترين هنيلو" هو، جيڪو اڃا به "مُنڪر" هو. تنهنڪري ضرور به ذوالفقار علي ڀٽي کي " بلڪل تباهه" ڪري ڇڏڻ فرض الاهي هو! ضياءُ هاڻي اُهو ماڻهو نه رهيو هو، جيڪو ڪنهن سختيءَ کان ڀڄي، يا ڪنهن ماڻهوءَ کي "بلڪل " تباهه ڪرڻ کان گهبرائي.

" ڪنهن به حڪومت جي ڪارڪردگيءَ جو ڪاٿو لڳائڻ لاءِ انصاف جي اها تقاضا آهي ته... انَ جون سنايون ۽ پڻ اوڻايون، ٻئي نظر ۾ رکيون وڃن." ضياءَ اڳتي چيو:" سوچڻ جي ڳالهه اها آهي ته هن ملڪ جا غريب شهري انَ سياسي افراتفريءَ ۾ ڪتي ٻيڻل آهن ... انهن جي روزمره جي زندگيءَ بابتَ ڪير فڪرمند آهي؟ ڪير انهن کي هن ڊپ ۽ ڊاءَ واريءَ دنيا مان ٻاهر ڪڍندو؟" پاڻ تاقيل چيف مارشل لا ائڊمنسٽريٽر جي پريشان حال ذهن ۾ به "ڊپ ۽ ڊاءَ" تمام گهڻا هئا. جنهن پنهنجا جنرل ۽ چيف آرمي اسٽاف وارا لقب

بہ قائم رکيا هئا. جن بنهي عهدن تي کيس اُنهيءَ وزيراعظم ترقي ڏني جنهن کي هن " دشمن وطن " ڄاڻي گرفتار ڪيو هو ۽ اُهو تہ اجا بہ ايترو طاقت وارو هئيلو، نافرمان ۽ ناشڪرو هو.

15 آگسٽ تي فيڊرل انويسٽيگيشن ايجنسي (F.I.A) جنهن کي گذريل ڏيڍ مهيني کان اُن " نافرمان، منڪر ۽ خدا دشمن" جي جانچ جوئيچ ۾ مامُور ۽ مصروف رکيو ويو هو. تنهن ذوالفقار علي ڀٽي تي پهرين " تهمت" اها مڙهي تہ هُن 1972ع ۾ جماعت اسلاميءَ جي ميمبر ڊاڪٽر نظير احمد کي قتل ڪرڻ جي ڪم جي سڌي ذميداري پاڻ متن رکي هئي. جنهن جي طبعي موت بابت اجا تائين ڪوبہ فيصلو تي نہ سگهيو هو. هاڻي ڀٽي ۽ مصطفيٰ کر، تڏهوڪي پنجاب جي گورنر، بنهي تي الزام هئا تہ انهن سازشون ڪري مسٽر نذير احمد کي " قتل " ڪرڻ جا حڪم جاري ڪيا هئا. پر اُهو ڪيس ايترو تہ پراڻو هو، جو F.I.A پاڻ بہ ڄاتو ٿي تہ انهن الزامن کي ثابت ڪرڻ نهايت ئي " مشڪل " ٿيندو. تنهن کان علاوه، کر اهو واعدو ڪندي لندن ڏانهن ڀڄي وڃڻ لاءِ تيار هو تہ اليڪشن ۾ حصي ونڻ لاءَ وري ڪڏهن بہ ملڪ واپس نہ موٽندو. ۽ چشتيءَ ضياءَ کي تمام سختيءَ سان صلاح ڏني هئي تہ کيس وڃڻ جي اجازت ڏني وڃي. ضياءَ کي کر ۾ ڪڏهن بہ ڪا خاص دلچسپي نہ هئي، ۽ هو اُن کي ايترو ڏڪار جهڙو بہ نہ سمجهندو هو، جيترو ذلفي ڀٽي کي. کر هن کي (يعني ضياءَ کي) "پولٽري جهڙو" ڪڏهن بہ ڪونہ ڪونيو. يا سندس وڏن ڏندن بابت ڪڏهن بہ متسں ڪا چٽر ڪانہ ڪئي هئي. کر کيس هڪ پيرو بہ " غداري" ڪرڻ جي ڏوهہ ۾ " ڦاهي" تي چاڙهڻ جو دڀ نہ ڏنو هو. فقط ڀٽي ئي اها جرئت ڪئي هئي تہ هو جڏهن بہ "واپس" اقتدار ۾ آيو تہ "ائين" ڪندو. تنهنڪري، نذير واري قتل کي ضياءَ جي "انصاف " واريءَ ڪمان ۾ ٻيءَ ڏوريءَ تي رکيو ويو. پر ٻئي پاسي، نواب قصوريءَ جو "قتل" ثابت ڪرڻ ۾ ڪافي سولو پئي لڳو، جيتوڻيڪ ان لاءِ مسعود محمود کي آزاد ڪرڻ ضروري هو. ضياءَ مسعود کي ڪڏهن بہ ناپسند نہ ڪيو هو. 21 آگسٽ تي لاهور هاءِ ڪورٽ جي هڪ ڊويزن بينچ وٽ نواب محمد احمد خان قصوريءَ کي "گهات لڳائي قتل ڪرڻ" بابت ڀٽي خلاف شهادتون بہ ٻڌجي رهيون هيون.

اُنهيءَ ئي آگسٽ ۾ جنهن مجموعي ذلفي ڀٽي جو آذرياءُ ڪيو هو سو پاڪستان جي تاريخ ۾ ڪڏهن بہ ڪنهن پاڪستاني سياستدان جي استقبال لاءِ گڏ ٿيل مجمعي کان هر صورت ۾ وڏو هو. ۽ هاڻ تہ هن کي اڳي کان بہ وڌيڪ گهڻو ساراهيو ويو ۽ پيار پئي ڪيو ويو- پنجاب جي دل شهر لاهور ۾ پڻ

اوترو ئي جيترو ڪيس ڪڏهن سڄيءَ سنڌ ۾ ساراهيو ۽ پيار ڪيو ويندو هو. اها ڳالهه هاڻ جنرل ضياءَ تي پڻ واضح ٿي چڪي هئي. جيستائين ذلفيءَ جي مقبوليت جو تعلق هو، فوجي بغاوت ۽ ضياءَ جي قرآني، اخلاقي ۽ مقدس ڳالهين تي بدل بي سُري راڳ وارين ڳالهين تہ ذلفيءَ جي مقبوليت ۾ اضافو ئي ڪيو .... لاهور کان اسلام آباد ۽ راولپنڊيءَ تائين فضا "جيئي ڀٽو" ۽ "ڀٽو زنده آباد" جي اپ ڏارينڊڙ نعرن سان گونججي رهي هئي، ايتريقدر جو اهي نعرا جنرل هيڊ ڪوارٽر (G.H.Q) جي انتهائي مخفي ڪمرن ۽ وزير اعظم سيڪريٽريٽ جي ديوارن ۾ داخل ٿي ويا هئا جتي بيشمار "خفيہ فائيل" وڏي محنت ڪري گڏ ڪيا پئي ويا. سن 1978ع ۾ اڇي ڇپائي (White Paper) جا پنج وڏا ۽ ڳرا جلد فقط، اهو ثابت ڪرڻ لاءِ ڇپايا ويا تہ زلفي ڀٽو ڪهڙي قسم جو ماڻهو هو. هن سرڪاري خزاني مان ڪيتري دولت چوري ڪئي هئي، ڪيترا قانون ۽ قائدا، ڪيترا حڪم ۽ احڪام هن نظر انداز ڪيا هئا. انهن کي ٽوڙيو هو ۽ پنهنجي اقتدار جي بک ۾ وڏي پئماني تي انهن جو ناجائز استعمال ڪيو هئائين. تنهن هوندي بہ انهن سيني ڳالهين پاڪستاني ماڻهن جي دلين ۽ سندن روين ۾ هن جي سياسي اثر رسوخ ۽ ساک کي ختم نہ ڪيو هو. مردن، عورتن، ٻارڙن، هر عمر جي ماڻهن ۽ سڄي ملڪ جي ڳوناٺن ۾ هو اڄ بہ سندن "محبوب قائد عوام" هو- پاڪستان جو پنهنجو مائوزي تنگ ۽ قذافي ۽ ان ديس جو سڀ کان وڌيڪ مقبول ليڊر.

24 آگسٽ تي ضياءَ اعلان ڪيو تہ مارشل لاءِ لاهڻ ۽ چونڊن ٿيڻ کان اڳ ۾ سابق وزيراعظم ۽ سندس حڪومت پاران ڪيل"بيقائدگين" بابت سندس حڪومت جون "تحقيقاتي رپوٽون" عوام آڏو پيش ڪيون وينديون. سيني ڳالهين هوندي بہ، هن پنهجو واعدو ورجايو تہ "چونڊون آزاد ۽ انصاف واريون، پروگرام موجب، آڪٽوبر ۾، ضرور ٿينديون!"

ضياءَ 28 آگسٽ تي منجهند جو اڌائي وڳي ٻيهر ڀٽي سان ملاقات ڪئي. جنرل چشتي اليڪشن سيل جي چيئرمين طور اتي موجود هو. "اسين مسٽر ڀٽي جي انتظار ۾ ٻاهر ويٺا هئاسين" چشتيءَ ياد ڪندي چيو. "مون ڏٺو تہ سندس چهري جو رنگ اڏاٽل هو..... اسين اندر وياسين ۽ جنرل ضياءَ کيس اسان سان گڏجي چانهہ پيئڻ لاءِ عرض ڪيو. هن انڪار ڪندي چيو تہ کيس روزو هو..... مسٽر ڀٽي ضياءَ کان پڇيو تہ آڪٽوبر اليڪشن بابت ڪهڙي پيش رفت ٿي آهي. جنرل ضياءَ وراڻيو تہ هو جمهوريت جي بحاليءَ لاءِ پنهنجين ذميوارين جي ادا ڪرڻ لاءِ تيار هو..... پوءِ هن مون کان پڇيو تہ

اليڪشن سيل ڪيئن پيو ڪم ڪري..... مون جواب ۾ چيو تہ اسين جولاءِ کان پوءِ فقط چند سياسي اڳواڻن سان مليا آهيون..... جڏهن مون غلام مصطفيٰ جو نالو ڪنيو تہ مسٽر ڀٽي پنهنجي ڳالهہ ڪندي چيو تہ هن ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي اليڪشن سيل سان ملاقات ڪرڻ جو اختيار نہ ڏنو آهي!" ضياءَ سان بہ ڪلاڪ ملاقات بعد زلفي لاڙڪاڻي موٽيو. انهيءَ ملاقات ۾ هن ڪر جي غداريءَ بابت چاٽي ئي ورتو هو. پنهنجيءَ پَـر ۾ هن اهو پڻ محسوس ڪري ورتو هو تہ ضياءُ خود پنهنجي غداريءَ بابت پريشان هو. ۽ پيپلز پارٽيءَ جي مقبوليت ۾ آيل تازي لهر ڪيس چوندن ملتوي ڪرڻ جو جواز مهيا ڪيو هو.

30 آگسٽ تي ضياءَ چئن رٽائر ڪيل ججن کي قائل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ اهي ڪيس "اپيل" ڪن تہ چيف مارشل لا ائڊمنسٽريٽر جي حيثيت سان عام چوندن ڪرائڻ کان اڳ مسٽر ڀٽي جي وزير اعظم جي اعليٰ عهدي تي فائز ٿيڻ دوران ڪيل "ڏوهن" خلاف هن تي ڪيس داخل ڪري ۽ ڪيس سزا ڏئي! ساڳئي وقت قومي اتحاد (P.N.A) ڀٽي جي پرڏيهي پاليسيءَ کي اهو واعدو ڪندي اختيار ڪري ورتو تہ اها انهيءَ "مثبت ۽ غير جانبدار پاليسيءَ" تي عمل پيرا ٿيندي، "سيني مسلم ملڪن" سان ڪيل معاهدن کي مضبوط ڪندي ۽ پاڪستان ۾ انهن ٻاهرين رياستن کان مالي سيڙپ قبولڻ کي "اولين ترجيح" ڏيندي جيڪي فرانس کان نيوڪليئر توانائي جي واڌاري لاءِ پاڪستان سان تعاون ڪندا.

پهرين سيپٽمبر تي ضياءَ هڪ ٻيءَ پريس ڪانفرنس جو اهتمام ڪيو. جنهن ۾ هن پنهنجي ان ارادي جي پڻ تصديق ڪئي تہ فرانس سان پروسيسنگ پلانٽ بابت ڪيل اڳينءَ حڪومت جي "معاهدي سان ٻڌل" رهندو. هن چين کي پڻ "ياءُ" ڪوٺيو. ۽ سعودي عرب ۾ ڪيل پنهنجي گذريل " عمري جو بہ ذڪر ڪيو ۽ چيائين تہ "شاهہ خالد وڏي فراخدليءَ سان مون سان پنهنجي انهيءَ خواهش جو اظهار ڪيو آهي تہ ڀٽي ٻچاڻان آءُ سندس جاءِ والاريان." ضياءَ انهيءَ پريس ڪانفرنس ۾ اهو تاثر ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي تہ هو ڀٽي جي نقش قدم تي هلي رهيو آهي..... هو ڊنل ۽ هيسيل هو. البت ڪيترائي فوجي ۽ ڪجهہ ملا ۽ گهٽ ۾ گهٽ هڪڙو مولوي "جج" سندس عزت ڪندا هئا ۽ ڪيس ساراهيندا هئا. ليڪن لکين پاڪستانين ضياءَ الحق کي سندس حياتيءَ ۾ ڪڏهن بہ دلين ۾ جاءِ نہ ڏني ۽ نہ ئي جڏهن هو گذاري ويو تہ لڙڪ وهايا. جيئن انهن ذوالفقار علي ڀٽي لاءِ وهايا هئا.

3 سيپٽمبر 1977ع تي چئين وڳي صبح جو آرمي جي ڪمانڊوز 70

ڪلفٽن جي اوچين ديوارين کي گهيرو ڪري، ان جي ٻاهرئين لوهي دروازي کي ٽوڙي وڌو. ۽ پوءِ ٻه ماڙ خوبصورت گهر جي اڳين ۽ پوئين دروازن تي ان وقت تائين نڪا نوڪي لائي ڏنائون، جيسين ننڊ ۾ ستل نوڪرن اهي کوليا. فوجي جٿا مٿي ڏاڪڻين تي چڙهندا ويا. ۽ بندوق جي نوڪ تي معصوم ٻارڙن ۽ سندن والدين کي ڊيڄاريندا رهيا. پٽي خاموشيءَ سان وهنجڻ کان پوءِ ڪپڙا پاتا ۽ پوءِ هو ضياءَ جي (F.I.A) جي ڊائريڪٽر سان گڏجي ڪاري رنگ جي ڪار ۾ وينو. اتان پوءِ آرميءَ جي هڪ وڏي اٿالي موٽائي ڪيس ڪوهه مريءَ ۾ انهيءَ هنڌ آندو، جتي ڪيس پنجين جولاءِ جي صبح جو آندو ويو هو.

زلفيءَ بعد وارا ڏهه ڏينهن گرفتاريءَ هيٺ اٿي گذاريا. 13 سيپٽمبر تي لاهور هاءِ ڪورٽ ۾ "قتل" جي ڪيترن ئي الزامن ۽ ٻين "وڏن گناهن" جي شنوائيءَ کان اڳ هن ضمانت تي نڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. اهي ڪيس هن خلاف پنجاب جي ايڊووڪيٽ جنرل داخل ڪيا هئا. يحييٰ بختيار هن پيري سندس ڪابہ مدد ڪري نہ سگهيو. جيتوڻيڪ زلفيءَ پنهنجي پراڻي دوست ۽ اڳوڻي اٽارني جنرل کي لاهور هاءِ ڪورٽ ۾ پنهنجي پاران "حاضر ٿيڻ" لاءِ چيو هو. "مون چيو، نہ سائين"، يحييٰ ياد ڪندي چيو. مولوي مشتاق مان، جيڪو چيف جسٽس هو، جيئن ڪيس انصاف پرئي ڪيس جي اميد نہ هئي، تيئن آءٌ بہ سمجهان ٿو. ۽ ڄاڻان ٿو، تہ پنهنجي زندگيءَ جي سڄي ڪئريئر ۾ بحيثيت هڪ جج مولوي مشتاق هڪ بہ ڪيس جو فيصلو ميرٽ تي ناهي ڪيو. هڪ بہ نہ! تنهنڪري مون ڪيس چيو تہ آءٌ حاضر نہ ٿيندس..... مون پنهنجو پاڻ کي پري رکيو."

"هٿيار بند فوجون ئي.... فقط هڪ پائدار ادارو آهن" ڇهين سيپٽمبر 1977ع تي "يوم دفاع پاڪستان" جي موقعي تي جنرل ضياءَ قوم کي ياد ڏياريندي چيو. "اهي حب الوطنيءَ جي اعلي ترين جذبي سان سرشار آهن.... قومي سرحدن جي حفاظت ڪرڻ واسطي..... (پر) منهنجا هم وطنو، مون کي اهو بہ چوڻ جي اجازت ڏيو تہ ڪو بہ ملڪ فقط جاگرافيائيءَ حدن جي حفاظت ڪرڻ سان قائم نہ ٿو رهي. ان جي نظرياتي سرحدن جي حفاظت بہ ڪرڻي آهي. ٻيءَ صورت ۾ هيءُ ملڪ انتشار ۽ مونجهارن ۾ ڦاٿڪي ويندو. ماضيءَ ۾، هٿياربند فوجن ملڪ کي اندروني انتشار کان بچائڻ لاءِ ٻنان ڪنهن هبڪ جي، انهن سيني ذميدارين کي نباهيو آهي جيڪي مٿن عائد ٿيون ٿي. اهو انهيءَ جذبي جي ڪري ئي هو. جو گهرو ويڙهه ۽ مونجهارن کان بچائڻ خاطر ملڪ ۾ مارشل لاءِ لڳايو ويو...."

ضياءُ، جڏهن ڪيس ڪنهن بهاني ڪنهن ميڙاڪي کي خطاب ڪرڻ جو ڪوئي جواز ملندو هو، تڏهن هر پيري هو پنهنجي طرفان ڪيل فوجي بغاوت کي جائز قرار ڏيڻ جو ورد ڪندو هو. هو اجا بہ انهيءَ ڳالهہ تي بضد هو. پر چوندن کي اجا مهيني کان بہ گهٽ وقت هو تہ هن انهيءَ سڄي ڪيل کي ختم ڪري ڇڏيو، ائين بهتر انداز ۾ تہ انهن کي ملتوي ڪرڻ جو اعلان ڪيائين: "آءٌ چيف آف آرمي اسٽاف ۽ چيف مارشل لا ائڊمنسٽريٽر جي حيثيت سان، پنهنجي ديس واسين کي يڪ ٿو ڏياريان تہ خدا تعاليٰ جي فضل ڪرم سان ..... هتياربند فوجون آزاداڻين ۽ منصفاڻين چوندون ڪرائڻ وارو واعدو پورو ڪنديون...."

"آءٌ ڪنهن ماڻهوءَ کي هڪ ليڊر طور اجايو مٿي ڪري بيهارڻ کي نفرت جي نگاهہ سان ڏسان ٿو." جنرل ضياءَ هڪ سعودي پريس ايجنسيءَ جي خاطرءَ کي انٽرويو ڏيندي چيو. جنهن ڪجهہ ڏينهن اڳ سندس انٽرويو ورتوهو. "جيڪڏهن توهين اسلام ۽ انسانيت جي خدمت ڪرڻ گهرو ٿا تہ اها خدمت هڪ نماڻي ۽ نهٺي ماڻهوءَ طور ڪريو..... مسلمانن ۾، اسين سيئي پاڻ ۾ برابر آهيون..... نہ ڪ ليڊرَ يا اڳواڻَ". اها سندس پنهنجي نوعيت جي پهرين کُلي قبوليت هئي تہ هُو ذلفي ڀُٽي سان ڪيتريءَ حد تائين "نفرت" ڪندو هو. پر اُن سعوديءَ ڪائنس پُڇيو تہ "جيڪڏهن هڪ ٻي عرب اسرائيل جنگ لڳي ٿي پوي تہ اسلامي سربراهي ڪانفرنس جي چيئرمين طور هُو پاڪستان لاءِ ڪهڙي ڪردار کي ڏسڻ پسند ڪندو؟" ضياءَ چيو، "اسين عربن ۽ فلسطين جي مڪمل طرح اخلاقي ۽ مادي مدد ڪنداسون."

13 سيپٽمبر تي لاهور هاءِ ڪورٽ جي جسٽس K.M.A صمدانيءَ ڀُٽي جي ضمانت منظور ڪئي. اَنهيءَ ڳالهہ ضياءَ کي تمام گهٽي ڇڙ ڏياري، جنهن کي هاڻي اِن ڊپ اچي ورايو تہ هُو هاڻي پنجاب هاءِ ڪورٽ تي بہ اعتبار نہ ٿي ڪري سگهيو، جيتوڻيڪ مولوي مشتاق اَنهيءَ جو چيف جسٽس هو. جسٽس صمداني، البت، هڪ سنڌي هو. ضياءَ چاتو ٿي تہ خدا اُنهن جي مدد ڪري ٿو، جيڪي "پنهنجي مدد پاڻ ڪن ٿا" انهيءَ جو مطلب هاڻي اهو ٿي ٿيو تہ ملڪ جو انتظام هلائڻ جو ڳرو وزن ڪڻڻ سان گڏ ڪيس هاڻي "اَنصاف" ڏيارڻ وارو ڪم پڻ پنهنجي ذمي ڪڻڻ گهرجي. ذلفي ساڳئي وقت پنهنجي ڳوٺ روانو ٿيو. پهريائين ڪراچيءَ ۾ 70 ڪلفٽن تي ۽ پوءِ لاڙڪاڻي، جتي مير مرتضيٰ ۽ ممتاز پٽو سندس انتظار ڪري رهيا هئا. ضياءَ ٻين سيني سياسي اڳواڻن کي پنڊيءَ ۾ ملاقات لاءِ گهرايو تہ جيئن ڪين ۽ پڻ ٻاهرينءَ دنيا کي پنهنجي سچن

پڇن سياسي ارادن ۽ "نمائيءَ" بلند خياليءَ بابت ڇڪمو ڏئي سگهي.

"مون ارادو ڪيو تہ اوهان سان گڏجي ڪا ڪچهري ڪرڻ مناسب ٿيندو، جنهن ۾ ايندڙ چونڊن بابت خيالن جي ڏي وٺ پڻ ڪجي." ضياءَ چيو. پنهنجيءَ ڳالهہ تي زور ڏيندي هُن چيو تہ " ذاتي طور تي مون کي سيني سياسي پارٽين جي سياسي اڳواڻن لاءِ عزت آهي. مون کي پنهنجي طور تي ڪنهن سان بہ پسند يا ناپسند واري ڳالهہ ڪانهي. نہ ئي اِن ڳالهہ جو ڪو ڪارڻ آهي جو مارشل لاءِ ڪنهن ڌر لاءِ طرفدار بڻجي. تنهن هوندي بہ، جيئن تہ مون ايندڙ چونڊن منعقد ڪرائڻ جي ذميداري قبولي آهي، انهيءَ عمل لاءِ قائدا قانون جوڙيا ويندا، اوهين سڀئي معزز آهيو. اوهين پنهنجي مرضيءَ موجب جيترو ٿي سگهي، هڪ طاقتور چونڊمهم هلائي سگهو ٿا. پر انهيءَ ڳالهہ جو خيال رکو تہ پنهنجي مخالفن کي حد جي اندر نشانو بڻائيندا. آءٌ توهان کي پڪ ڏياريان ٿو تہ حڪومت سيني سان هڪجهڙو ورتاءُ ڪندي، سواءِ انهن جي جيڪي قانون کي پنهنجي هٿن ۾ کڻندا...چونڊون..... پروگرام موجب 18 آڪٽوبر 1977 تي ٿينديون."

هاڻي هُن آخرڪار هڪ ڏينهن، مهيني ۽ سال جو اعلان ڪري ڇڏيو. هُو "سچو کيل ختم" ڪرڻ لاءِ تيار هو.

ذلفيءَ 13 سيپٽمبر تي جيل مان آزاد ٿيڻ وقت خبردار ڪيو هو تہ "حفاظتي قانون يا مارشل لا تحت منهنجي نظربنديءَ جو حڪم نامو تيار ڪيو ويو آهي." هُن انهيءَ رات بيگم نصرت ڀٽو جي نالي هڪ خط لکي ڪيس پنهنجي گرفتاريءَ جي صورت ۾ پارٽيءَ جو عارضي چيئرمين مقرر ڪيو. انهيءَ خط ۾ جيڪو سندس بقول آخري خط هو جيڪو هُن آزاديءَ واريءَ حالت ۾ پنهنجي زال کي لکيو هو. هُن پارٽي هلائڻ جا پنهنجا سڀئي اختيار ڪيس سونپيا هئا. زلفيءَ کي ڊپ هو تہ ضياءَ هاڻي پنهنجو پاڻ کي قائم دائم رکڻ جو فيصلو ڪري ورتو آهي، ۽ سوچيائين تہ "چونڊون جيڪڏهن ملتوي ڪيون ويون تہ ملڪ لاءِ اُن جا نهايت ئي اڳرا نتيجا نڪرندا ۽ ملڪ کي انتهائي بد ترين حالتن کي منهن ڏيڻو پوندو." هُن اڳواڻ ئي سمجهي ڇڏيو هو تہ ضياءَ پيپلز پارٽيءَ کي ورهائڻ ۽ ڇڙوڇڙ ڪرڻ لاءِ پنهنجا پورا وَس ڪندو. هُن خبردار ڪيو تہ "هڪ مڪروهہ سازش تي ڪم اڳ ئي شروع ٿي چڪو آهي" ۽ اهو تہ ضياءُ "اسلام جي نالي کي استعمال ڪندي ۽ پنهنجي پسند جا اسلامي قانون لاڳو ڪري، پنهنجي حيثيت کي برقرار رکڻ" جا جتن ڪندو. ضياءَ اڳ ۾ "چوريءَ" جي ڏوهہ ۾ هٿ ڪپڻ جي سزا ۽ زِنا جي ڏوهہ ۾ سنگسار ڪرڻ

جي سزا ۽ ٻيون ڪيتريون ئي عرب جون روايتي سزائون ملٽري لا ڪوڊ جي حصي طور رائج ڪيون هيون.

جيتوڻيڪ ذلفيءَ انهيءَ ڳالهه تي پنهنجي "اعتماد" جو اظهار ڪيو ته "جنرل پنهنجي ئي عوام ۽ جمهوري قوتن خلاف هارايل جنگ وڙهي رهيا آهن. جيڪي نيٺ کين شڪست ڏينديون." ليڪن هُن ان ڳالهه جي "اڳڪٿي" ڪرڻ جي همت نه ڪئي ته اها جنگ "ڪيترو عرصو" وٺندي. هُن کي اِهو ڪڏهن گمان ۾ به نه هو. ايتريقدر جو پنهنجي انتهائي مايوس ڪُن لمحن ۾ به نه. ته ضياءَ جو اقتدار هڪ ڏهاڪي (ڏهه سالن) کان به وڌيڪ عرصي تائين هلندو. ذلفيءَ کي پنهنجي مقبوليت جي خبر هئي ۽ سندس خيال هو ته جيترو عرصو هُو آزاديءَ سان دورا ڪندو. ضياءَ پاران ڪيس ڦاهي چاڙهڻ واري ارادي ۾ ڪمزوري اچي ويندي. ۽ اِهو ته هڪ ماڻهو آخر ڪيس ڪيئن دٻائي ڌمڪائي مارائي سگهندو. يا انهيءَ ماڻهو سان هو ايتري تائين حساب ڪندو. جنهن ڪيس اونداهين مان ڪڍي ايترو مٿي آندو هو. هڪ ماڻهو. جنهن جي "نوڙت ۽ نهنائيءَ" تي نه فقط ذلفيءَ کي وري وري اعتبار پئي آيو پر هن ٺلهي ليکي ائين ئي پئي سمجهيو ته ضياءَ جي ذهن. ادراڪ ۽ شخصيت جي اِهائي ڪا اصل تصوير هئي!

"آءُ ذاتي طرح اهو نه ٿو مڃان ته ڪو هو ڪيس ڦاهي چاڙهيندا." ممتاز ياد ڪندي چيو. "پر هُن پاڻ ائين سمجهيو آهي. جيڪا ڳالهه شروع کان وٺي ئي مايوس ڪُن آهي. اسين اَن رات ساڳئي وقت لاڙڪاڻي مان گرفتار ڪيا ويا هئاسون. اسان کي سکر نيو ويو." 16 ۽ 17 سيپٽمبر جي آڌيءَ رات جو ڪمانڊوز جي هڪ ڪمپنيءَ ڪارين ٻلين وانگر المرتضيٰ جي اوچين ديوارن کي اورانگهي. اندر داخل ٿي. سپني چوڪيدارن کي سندن رڙين ڪرڻ کان اڳ ئي ڌڪ هڻي بيهوش ڪري وڌو. سامهين مک دروازي تي رائفلن جا بَٽ هڻي. ڌمچر مچايو ويو. "اِنهن کي چئو ته دروازي پٽڻ جي ضرورت ڪانهي." ذلفيءَ پنهنجي پٽ کي چيو. چند ئي گهڙين کان پوءِ ڪيس ممتاز پٽي سان گڏ سنڌ جي اونداهيءَ رات ۾ سکر جيل نيو ويو. ممتاز ته گاڏيءَ ۾ ئي آرام جي ننڊ سمهي پيو. پر ذلفيءَ آرام نه ڪيو ۽ نه ئي ٻئي ڏينهن. جيئن ئي سنڌ جي چراٽيون ڏيندڙ آسمان تي ريٽي رت وانگر سج ابريو. هُن پڇيو ته ڪيس ڪهڙي "ثواب" جي ڪري گرفتار ڪيو ويو آهي. حالانڪ هو لاهور هاءِ ڪورٽ جي ضمانت تي تازوئي آزاد ٿيو آهي. ته ڪيس ٻڌايو ويو ته "مارشل لاءِ" تحت. ان جواب مان هُن ڄاڻي ورتو ته ڪم لهي چڪو آهي. سندس اوج جا ڏينهن پورا

تي چڪا هئا.... انهيءَ پرهه ڦٽيءَ جي ڀاڪ متس اِهو واضح ڪيو ته ضياءُ هاڻ ڪيس ڪڏهن به آزاد نه ڪندو.

”تون سمهي ڪيئن رهئين؟“ ذلفيءَ پنهنجي سوٽ ممتاز کان پڇيو. ”ڇا تون اهو سمجهي نه ٿو سگهين ته تون ۽ مان اوڏانهن پيا وڃون جتان پيهر ڪڏهن به هي ٻاهرين دنيا ڏسي نه سگهنداسين.“

”ڏس، آءٌ ڇا ٿو ڪري سگهان؟“ ممتاز ٿڌائيءَ سان وراڻيو. ”جيڪڏهن آءٌ بيهوش ٿي ڪري پوندس ۽ رڙيون ۽ دانهون ڪرڻ شروع ڪندس تڏهن به اهي مون کي ڇڏيندا ته ڪونه!“ قسمت سان ٻنهي مان ممتاز بچي ويو. ۽ اڄا زنده آهي. ضياءَ ڪڏهن به ممتاز پٽي سان ايتري نفرت نه ڪئي هئي، جيتري ڪيس ذلفيءَ سان هئي. آخر ممتاز هن لاءِ ڇا ڪيو هو؟ ممتاز ته کيس ڪڏهن ڇهن وڏيڪ سينيئر جنرلن مٿان ترقي ڏيئي چيف آف آرمي اسٽاف ڪونه بڻايو هو!

”تون سڄي رات ننڊون ڪندو رهيو آهين“. ذلفيءَ چيو. پنهنجي ٽڪل مغز کي ڏنڊوڙيندي ذلفيءَ ملٽريءَ جي حراست ۾ گرفتار پنهنجي ڏيرج واري ساٿيءَ کي بي اعتباريءَ وچان چيو: ”تون ته ماڳهين انهيءَ صورتحال ۾ ڇڙئين به ڪونه!“ انهيءَ ڳالهه سچ پچ ته کيس عجب ۾ وجهي ڇڏيو! 17 سيپٽمبر جي صبح جو نائين وڳي ضياءَ جا ڪمانڊوز اڳوڻي وزير اعظم ۽ سنڌ جي اڳوڻي گورنر– وزيراعليٰ کي الڳ الڳ ڪارن ۾ وٺي ڪراچيءَ روانا ٿي ويا. تان جو جنهن ڪار ۾ ممتاز ڀٽو سوار هو سا ”ڍهي پئي“. اهي ”ٻيهر گڏجي“ چند ڪلاڪن لاءِ انهيءَ واحد طويل روڊ تان پاڪستان جي پهرئين گاديءَ واري شهر ڏانهن وڃڻ لڳا. جنهن کي ٻَنهي ڄڻا ڪيتري ئي عرصي کان پنهنجو ”گهر“ سمجهندا هئا. هاڻي ڪراچي، جيڪا پنجاب جي ڪنور. تنها جيل نما قلعي، ڪوٽ لکپت، جيڪو لاهور شهرکان ڪيترائي ميل پري هو، اُن ڏانهن ويندي محض هڪ اسٽاپ هئي.

”ملٽريءَ جي مداخلت ڪرڻ جو مقصد هو ته ملڪ کي گهرو ويڙهه کان بچايو وڃي.“ ضياءَ انهيءَ ڏينهن منجهند جو هڪ پريس بيان ۾ اها ڳالهه ورجائي، ”ٻيو هيءُ ته پاڪستان ۾ جمهوريت کي ترقي وٺرائڻ واري مقصد خاطر آزاداڻيون. منصفاڻيون ۽ غير جانبداراڻيون چونڊون منعقد ڪرائڻ.... انهيءَ اوکي گهڙيءَ ۾ مون سيني سياسي اڳواڻن سان ٻنان ڪنهن مت ڀيد جي پنهنجي پاران حتي المقدر مروت ۽ شائستگيءَ جو مظاهرو ڪيو آهي. انهيءَ حقيقت جي باوجود ته ڪنهن کي اقتدار تان هٽايو ويو آهي يا ڪير اقتدار ۾ اچڻ لاءِ ڪوششون ڪري رهيا هئا..... مون عوام کي پڻ پنهنجن ارادن کان

آگاهه ڪيو ته آءٌ ڪنهن به ڌر جي طرفداري نه ڪندس..... اهي ڳالهيون فقط منهنجي نيڪ عقيدي ۽ نيڪ ارادن کي ظاهر ڪن ٿيون..... ڪيترين ئي سنگين بي قائدگيون ٿيون آهن. انهن حڪمرانن کان جن گذريل ساڍا پنج سال، ست ڪروڙ عوام جي تقدير تي قابض رهي، حڪمراني ڪئي آهي. پر اڃرج جهڙي ڳالهه آهي......" ويچاري پاڪباز نماڻي جنرل وڌيڪ وضاحت ڪندي چيو. "اهي عمل عوام جي نظرن کان اِن ڪري ڍڪيل ڇپيل رهيا. جو حقيقتن کي ڄاڻي ٻُجهي لڪايو ويو ۽ حڪومتي پاليسين کي يڪطرفو وڌائي چڙهائي پيش ڪيو ويو. "وڌيڪ قابل توجهه هي ته "اجا به هاڻي بدقسمتيءَ سان بيشمار ثبوت عوام جي نظرن کان اوجهل ٿي ويا آهن!" بيشڪ. سندس لک ٿورا جو هُن انهن کي "پڌرو" ڪيو!

"ملڪ ۾ سيئي شهري ادارا (ملٽري نه) رٿابنديءَ سان تباهه ڪيا ويا. سرڪاري نوڪريون سياسي بنيادن تي ڏنيون ويون..... سرڪاري فنڊ ذاتي عياشين ۽ پارٽي مفادن لاءِ استعمال ڪيا ويا. قانون تي هلندڙ شهرين جي حياتيءَ، ملڪيت ۽ وقار کي غير سلامت بنايو ويو. سياسي مخالفن ۽ اختلاف رکندڙن کي تباهه ڪرڻ واسطي قديم زماني وارا، غير انساني ۽ بربريت وارا طريقا استعمال ڪيا ويا. طبقاتي نفرت جي جراثيمن جي پرورش ڪئي وئي..... مارچ 1977 ۾ منعقد ڪرايل چونڊون بوگس هيون..... ۽ پيپلز پارٽيءَ جي اميدوارن جي مدد لاءِ سرڪاري فنڊ..... ۽ سرڪاري ادارا استعمال ڪيا ويا.

"اسان جي ملڪ جي سياسي صورتحال انهيءَ نقطي تي پهچي چڪي آهي جو مون اوهان کي خطاب ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. "هي سڀ ضياءَ پاڪستاني عوام کي پهرين آڪٽوبر تي ٻڌايو.

"اوهان کي منهنجي پهرين تقرير ياد هوندي جنهن ۾ مون غير مشروط طور تي اوهان سان واعدو ڪيو هو ته نيون چونڊون آڪٽوبر ۾ ٿينديون....آءٌ اڄ به انهيءَ ڳالهه تي قائم آهيان ته بِنهه ڪنهن نازڪ وقت کان سواءِ فوج کي اقتدار جون واڳون سنڀالڻ نه گهرجن..... حڪمراني ڪرڻ جو حق فقط عوام کي حاصل آهي، جيڪي پنهنجي چونڊيل نمائندن وسيلي حڪومت هلائيندا...... پر ڇا اهو مناسب ٿيندو ته گذريل ٿن مهينن دوران جيڪو وهيو واپريو آهي تنهن کي "جمهوريت" ڪوني سگهجي ٿو؟..... هر هڪ ماڻهو پنهنجي مخالف جي ڪردار ڪشيءَ ۾ ملوث آهي. ايتري قدر جو جن ماڻهن جا عمل ۽ ڪردار قانون جي عدالتن ۾ زير تفتيش (جاچ هيٺ) آهن تن کي به سياسي بحث مباحثي جو حصو بڻايو ويو آهي...ڇا اِهو ئي ڪردار آهي

جيڪو سياسي جماعتون جمهوريت جي بحاليءَ واسطي اسان تي ظاهر ڪن ٿيون؟ اسان کي چونڊيل ادارن جي لاءِ وڏي عزت آهي، پر آءٌ انهن جي صدقي ملڪ کي مصيبت جي منهن ۾ ڏيڻ جي اِجازت نٿو ڏئي سَگهان..... اڄ بدقسمتيءَ سان حالت اها آهي، جو عام شهري ڊپ ۽ ڳڻتيءَ ۾ مُبتلا آهي ۽ بي يقينيءَ جو شڪار آهَي."

ها، آخري جملو سچ هو، انهيءَ جو ڪارڻ بلڪل ائين واضح هو جيئن رڪو ۽ ڪارين اکين وارو اُڻ مُرڪندڙ چهرو جيڪو پاڪستان ٽي وي اسڪرين تان اُن گهڙيءَ نظر تي آيو ۽ اهي وڏا ڏند جن منجهان اهي دڪدائڪ لفظ ايڏي دبدبي سان چيا پئي ويا.

"منهنجا مخالف اهو ڊنيورو پٽيندا تہ اقتدار جونشو هرڪنهن ماڻهوءَ تي اثر ڇڏي ٿو." عين اِئين ضياءَ بلڪل ٺي اهو صحيح سمجهي ورتو هو، ۽ جڏهن نيٺ هُن پنهنجي فيصلي جو اعلان ڪيو هو تہ جيستائين "احتساب جوعمل" مڪمل نہ ٿو ٿئي اُن وقت تائين چونڊن کي ملتوي ڪري قوم جي سياست کي "پاڪ" ۽ "صاف سٿرو" بڻائڻ ضروري هو. پر احتساب هڪ جاري رهندڙ عمل آهي ۽ ضياءَ گهٽ ۾ گهٽ ايترو ضرور پڙهيو هو، جو اها توقع رکي سگهي تہ لکيل پڙهيل ماڻهو اهو ثابت ڪرڻ لاءِ تہ ڪنهن بہ فوجي حڪمران رضاڪارانہ طور تي اقتدار ناهي ڇڏيو، تاريخ جو سبق ياد ڏياريندا ۽ اُن مان مدد وٺندا.... "پر آءٌ انهن جي سوچڻ جي انهيءَ طريقي ڪار ۾ ڪو نہ الجهندس ۽ نہ ئي ڪا متا ڪُٽ ڪندس..... مون پنهنجي بزرگ ساٿين سان صلاح مشورا ڪيا آهن. آءٌ خدا تعاليٰ کان دعا ٿو گهران تہ هو مون کي ملڪ جي بهترين مفاد ۾ ڪو فيصلو ڪرڻ جي توفيق ڏئي...." ضياءَ هاڻي اهو پڻ اعلان ڪيو تہ "سيني ڏوهاري ماڻهن" جا ڪيس فوجي عدالتن بدران عام عدالتن ۾ هلايا ويندا. پوءِ پهرين آڪٽوبر تي، قائم مقام چيف جسٽس مشتاق حسين سنڌي جج صمدانيءَ کي لاهور بينچ مان بدلي ڪري ڇڏيو ۽ ضياءَ پاڻ سپريم ڪورٽ جي باهمت، خودمختيار چيف جسٽس يعقوب علي خان کي 22 سيپٽمبر تي رٽائر ٿيڻ لاءِ دباءُ وڌو ۽ انهيءَ جي جاءِ تي پنهنجي دوست شيخ انوارالحق کي 23 سيپٽمبر 1977 تي مقرر ڪيائين. انوارالحق جي ڪا بہ قانوني تربيت ورتل نہ هئي. پر "عدالتي نوڪريءَ" ۾ هُو هڪ ائڊمنسٽريٽر طور چور دروازي مان داخل ٿيو هو. پهريائين کيس ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ طور مقرر ڪيو ويو هو ۽ پوءِ ترقي ڏياري کيس لاهور هاءِ ڪورٽ پهچايو ويو هو ۽ پوءِ پنهنجي "گروءَ" ۽ پراڻي دوست، چيف جسٽس ڪارنيليئس A.R.Cornilious جي "خاص ٽورن" سان سپريم ڪورٽ تائين رسايو ويو هو.

چيف جسٽس يعقوب علي خان جي زوريءَ رٽائر ٿيڻ کان ٿي ڏينهن اڳ هُن بيگم نصرت ڀٽو کي سپريم ڪورٽ جي چيف جسٽس جي حيثيت ۾ اها اجازت ڏني هئي تہ هوءَ پنهنجي مڙس جي نظربنديءَ کي آئيني طور چئلينج ڪرڻ لاءِ سپريم ڪورٽ ۾ هڪ رٽ پٽيشن داخل ڪري. هوڏانهن ضيائي آپيشاهيءَ پاران ذلفي ڀٽي تي جيڪي بيشمار "الزام" لڳايا ويا هئا تن مان هڪ اهو بہ هو تہ هُن "عدليہ جو ايمان ۽ ان کي تباهہ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هُئي."

"هڪ اهڙو شخص جنهن آئيني ڍانچي کي جوڪم رسايو ۽ اوڙاهہ ۾ بوڙي ڇڏيو. جيڪو ملڪي آئين کي ڏکار منجهان پُراڻو مدي خارج قانون" ڪوٺي ٿو. تنهن کي اخلاقي طرح عدليہ بابت ڳالهائڻ نہ گهرجي." ڀٽي وراڻيو هو. "هڪ آزاد عدليہ فقط آئين جي ڇانو هيٺ ڪم ڪري سگهي ٿي ۽ نہ ئي ڊيُوڪ آف ويلنگٽن جي بندوق جي پاڇي ۾. هڪ آزاد عدليہ عوام پاران چونڊيل انتظاميہ ۽ انهن پاران چونڊيل قانون ساز اسيمبليءَ سان گڏوگڏ پنهنجو وجود برقرار رکي سگهي ٿي. پر عوام جا اڳواڻ جيلن ۾ بند آهن. اسيمبليون..... قبرستان وانگر خاموش بڻجي چڪيون آهن. ڇا ڪنهن اجڙيل باغ ۾ ڪو گل ٽڙي سگهي ٿو؟ آءٌ 1973ع واري آئين جو ليکڪ هئس ..... اڳرائي ڪندڙ جو اهو پنهنجي نوعيت جو منفرد مثال آهي. هُو اڳرائيءَ جو شڪار ٿيندڙ تي اڳرائي جا الزام پيو ٿو مڙهي. مدعا عليہ (ضياءَ) پاڻ اڪيلي سر پنهنجي پنجين جولاءِ 1977ع واري غير قانوني عمل وسيلي..... عدليہ کي تباهہ ڪيو آهي. قانون جي حڪمرانيءَ جي بحاليءَ ۽ پاڪستان کي بچائڻ لاءِ واحد رستو اهو ئي آهي تہ سندس 5 جولاءِ واري عمل کي يڪسر رد ڪيو وڃي.... انهيءَ کي درست قرار ڏيڻ وارو هر عمل..... اسان کي.....موت جي اوڙاهہ ۾ نيندو."

ضياءَ کي شڪست ڏيڻ بابت ذلفيءَ کي سڀ کان وڏي اميد اها هئي تہ هو سپريم ڪورٽ مان ڪيس کٽي ويندو. ڇاڪاڻ تہ هُن ڄاتو ٿي تہ انهيءَ فيصلي سان 5 جولاءِ جي آڌيءَ رات جو جڏهن هن فوجي بغاوت ڪئي هئي، تڏهن جنرل ضياءَ پاران "آئين تباهہ ڪرڻ وارن ڪنيل سيني قدمن جو آئيني جواز ختم ٿي ويندو."

اي.ڪي. بروهيءَ پاران 26 آڪٽوبر تي وفاق پاران جاري ڪيل جواب جي جواب ۾ 31 آڪٽوبر تي ذلفيءَ پنهنجي ترميمي بيان ۾ ائين چيو هو. ان جواب ۾ ذلفيءَ الزام لڳايو هو تہ ضياءَ جي "شخصي عناد ۽ مون سان دشمنيءَ، ڄاڻي ٻجهي ڪري ڪوڙن ۽ بدنيتيءَ تي ٻڌل ٻنهي نيچ قسم جي

الزامن ۾ انهن جو سفارتخانن ۾ بين الاقوامي پريس وسيلي سڄيءَ دنيا ۾ ايڏي وڏيءَ پروپيگنڊا دنيا ۾ پاڪستان جي اميج کي ناقابل تلافي نقصان پهچايو آهي...... چوندن جي ملتوي ڪرڻ سان، ”ضياءَ مون سان پنهنجي ذاتي دشمنيءَ کي پاڪستان سان دشمنيءَ ۾ تبديل ڪيو آهي ...... هو ڀٽو- فوبيا ۾ مبتلا ٿي پيو آهي.“ ذلفيءَ انهيءَ ڳالهہ تي زور ڏنو تہ ”خدا اسان سان گڏ آهي ڇو تہ اسين حق جي راهہ تي ۽ عوام سان گڏ آهيون.“

ذلفيءَ جي ڏکهي ۽ جذباتي انداز ۾ دليلن سان ڏنل جواب واضح ڪيو هو تہ ”شراب پيئڻ ڪو چڱو ڪم ڪونهي، پر آزاديءَ جي متوالن جو رت پيئڻ بنهہ بد ترين عمل آهي..... مدعاعليہ (ضياءَ) پنهنجون اوٺايون ڇو تو لڪائي؟..... ڇا اُردن ۾ سندس ادا ڪيل ڪردار کي واڪاڻي سگهجي ٿو؟ جڏهن 1970ع جي سياهہ سيپٽمبر ۾ فوج فلسطين تي گوليون وسايون هيون..... برگيڊيئر ضياءُ اَن وقت اُردن جي شاهي فوج ۾ شامل هو..... ممتاز علي ڀٽي ۽ عبدالحفيظ پيرزادي جون اوٺايون، بلڪل ائين ئي خسيس آهن جيئن اُهي پاڻ بي وفا آهن...... ۽ اُهي، ضياءَ جي پيٽ ۾، درويشن جون اوٺايون لڳن ٿيون.....“ ذلفيءَ واضح ڪيو.

”مارشل لاءِ ٿاڪ منجهند ۾ هڪ اونداهو آهي، اهو نہ تہ ڪو دستور آهي ۽ نہ ئي ڪو نظام.... اها لاقانونيت واري حالت اسان کي پٽني، جهنگ جي قانون طرف گهلي ويندي. جتي ”ڏاڍو سو گابو“ وارو اصول، رائج هوندو ۽ فقط ڏاڍو ئي جي سگهندو. اسان جا گهٽا ٽٽا ماڻهو ڪمزور ۽ پٽني پيل آهن. اُهي اهڙي جوڙجڪ (Set-up) ۾ برباد ٿي ويندا. طاقت، اگهاڙي ۽ حيوانيت واري طاقت، آڪڙيل، ڦوندڙ ۾ پريل ۽ پاگل طاقت اسان جي عزت ۽ آبروءَ جي ڪَسوٽي نٿي بڻجي سگهي...... هن سڄوريءَ عدالت کي ماٺ هرگز نہ ٿو ڪرائي سگهجي. ان جا اختيارات اها تقاضا ڪن ٿا تہ اُها آئين ۽ قانون جي بالادستي قائم رکندي..... مارشَل لا ۽ هڪ نئون ضابطو يا دستور اُهي اصلاح آهن جيڪي پاڻ ۾ ٺهڪي بيهي نہ ٿا سگهن..... غور ڪريو تہ پاڪستان کي ڪيترو نقصان پهچي رهيو آهي. ڇا لڪين ماڻهو ائين ئي ان دهشت واريءَ حالت ۾مري ويندا؟ ڇا انهن کي ڪَوڙا ڦٽڪا هڻي ماريو وڃي؟..... ماءِ لارڊس! انصاف اوهان جي هٿن ۾آهي، ماريو يا جيئاريو...... ماڻهن جي آواز کي خاموش ڪرايو ويو آهي. اڄ توهان جي هٿن ۾ جيڪو قلم آهي، سو تلوارن کان بہ وڌيڪ طاقتور آهي.“

نوجوان ذلفيءَ جو آواز بيهر گونجي رهيو هو. هڪ فراخدل، جوشيلو، آزاد

خيال پئو. پنهنجين تمام تر خوبين سان، جنهن شايد معجزاتي طور تي نئون جنم ورتو هو، هن پنهنجي ديس جي اعليٰ ترين عدالتي بينچ آڏو ڪيڏو نه وڏو چئلينج پيش ڪيو هو، ۽ پاڪستان جي سپريم ڪورٽ ڪي هڪ فوجي حڪمرانيءَ مٿان هڪ شهري حڪومت جيڪا مارشل لا ۽ آمريت بدران چونديل عوامي نمائندا هلائيندا هجن، تنهن جي فضليت ۾ پنهنجي ايمان هئڻ جي دعويٰ رکڻ جو ڪيڏو نه هڪ سونهري موقعو مليو هو. جيڪڏهن يعقوب علي خان کي عدالت جي چيف جسٽس جي حيثيت ۾ ڪم ڪرڻ ڏنو وڃي ها ته هو پڪ سان سيني سياسي نظر بندن کي آزاد ڪندي، فوجي بغاوت کي منسوخ ڪندي، پنهنجي ساٿين سان گڏجي هڪ تاريخي فيصلو ڪري وجهي ها. پر يعقوب کي زبردستيءَ رٽائر ڪيو ويو.

چيف جسٽس ايس انوارالحق فيصلو محفوظ رکيو، جنهن جو اعلان 10 نومبر 1977ع تي ڪيو ويو. وفاق پاران اي-ڪي بروهي حاضر ٿيو ۽ دليل ڏيندي چيائين ته 7 مارچ 1977ع وارين چونڊن ۾ پيئي پاران ”وڏي پيماني تي ڪرايل ڌانڌلين جي نتيجي ۾ قائم ٿيل سندس حڪومت کي جيڪا ڪجھ آئيني جائزگي اڳ ۾ حاصل هئي، سا ختم ٿي وئي.“ چيف جسٽس مسٽر بروهيءَ سان سهمت ٿيو. ”پوءِ جيڪي وڏي پيماني تي وڳوڙ“ ٿيا تن مسٽر پيئي کي ملڪ تي حڪمراني ڪرڻ واري حق ڪان لادعوا هجڻ جي ڳالھ کي ثابت ڪيو آهي. ۽ اها ته فقط فوج جي مهرباني هئي جنهن 5 جولاءِ تي وقتائتو قدم کڻي ”خانہ جنگيءَ جهڙي پوت“ کي ٽاريو آهي.“ ضياءَ جي اٽارني جنرل، شريف الدين پيرزادي، بروهيءَ پاران داخل ڪرايل بيان جي اهو دليل ڏيندي حمايت ڪئي ته ان ڏينهن وارو ضياءَ جو ائڪشن ڪا فوجي ”بغاوت“ نه هئي پر سندس اهو عمل پراڻي رومي رياست جي ”نظريہ ضرورت“ تحت ”جائز“ هو. اهوئي واحد ”مناسب“ طريقو هو، انهيءَ ”غاصب“ کي بيدخل ڪرڻ جو، جنهن عام چونڊن ۾ وڏي پيماني تي ڌانڌليون ڪرائي ناجائز طريقن سان اقتدار حاصل ڪيو هو..... جنرل ضياءَ بلڪل اهو واضح ڪري ڇڏيو هو ته هن جيڪو فوجي اقدام ڪيو هو. تنهن پٺيان سندس ڪي بہ ”سياسي ارادا“ نہ هئا. سندس نئين چونديل چيف جسٽس فيصلو ڏنو ته مارشل لاءِ نافذ ڪرڻ جا مقصد محض اهي هئا تہ اهڙيون حالتون پيدا ڪيون وڃن، جن ۾ ”آزاد ۽ انصاف واريون“ چونڊون منعقد ڪرائي سگهجن. آئين کي منسوخ ڪرڻ جو سندس ڪو بہ ارادو نہ هو. البت، انهيءَ جا فقط ڪجھ حصا، هاڻي رياست جي ضرورت موجب ”معطل“ ڪيا ويا آهن. ان ريت، پاڪستاني سپريم ڪورٽ جي نون ميمبرن بيگم نصرت ڀٽو پاران پنهنجي مڙس ۽ سندس ساٿين

کي جيل مان آزاد ڪرائڻ بابت داخل ڪيل درخواست کي "اتفاق راءِ" سان "خارج" ڪري ڇڏيو. ڇاڪاڻ ته اها "ٻڌڻ جوڳي" نه هئي.

ذلفيءَ خلاف احمد رضا قصوريءَ کي قتل ڪرڻ جي سازش وارو ڪيس هڪ مهيني کان لاهور هاءِ ڪورٽ ۾ اماڻيو ويو هو. جتي قائم مقام چيف جسٽس مولوي مشتاق حسين ان ماڻهوءَ سان پنهنجي شخصي عناد کي لڪائڻ جي ڪوشش نه ڪئي، جنهن صدر ۽ وزير اعظم طور مولويءَ لاءِ ناپسنديدگيءَ ۽ ڌڪار جا ساڳيا ئي جذبا رکيا تي. ضياءَ ڪيس لاهور هاءِ ڪورٽ جي سرواڻيءَ ڪرڻ لاءِ چونڊيو هو ۽ مولوي مشتاق چار ٻيا جج ڪنيا، جن سڀني بابت هُن محسوس ڪيو هو ته اُهي سندس رازدان ثابت ٿيندا. فيڊرل سيڪيورٽي فورس (F.S.F) جي ڊائريڪٽر جنرل، مسعود محمود سميت پنج ميمبرن تي پڻ ساڳيو مقدمو قائم ڪيو ويو هو. پر ڀٽي کي "وڏو ملزم" ڪوٺيو ويو. مسعود محمود کي فريادي شفيق انورَ "سرڪار" جو پهريون شاهد تي ڪوٺيو، جنهن پنهنجي آڪاٽي ٻڌائڻ ۾ پورا پَنج ڏيهن عدالت جو وقت ورتو. مولوي مشتاق قصوريءَ سان رس پريو ورتاءُ ڪيو، اَن جي ڀيٽ ۾ هُو ڀٽي سان سدائين اگرو تي مخاطب ٿيندو هو. مسعود جي شاهديءَ به هفتا ورتا. پر جيئن ته "مک سرڪاري شاهد" مسعود اڪيلو ئي ذلفيءَ ڀٽي جو تعلق "قتل" سان ڳنڍي تي سگهيو: فقط ڪيس ئي وزيراعظم کان F.S.F جي بين "سازشين" تائين "احڪام" پهچائڻ لاءِ مليا هئا. ذلفيءَ جي سيڪريٽريءَ ۽ سيڪيورٽي آفيسر، سعيد احمد خان، پڻ هڪ شاهد طور ان ڳالهه جي تصديق ڪئي. اَن کي پڻ سندس اِنهن ثبوتن جي صدقي طور، جن هڪ وزيراعظم کي ڏوهاري تي بنايو، جنهن جي هُن ڪيترائي سال سندس سڀيئي "پيغام" پهچائيندي، انتهائي وفاداريءَ سان خدمت ڪئي هئي، جان جي اَمان بخشي ويندي. مسعود شاهدي ڏني ته ڀٽي ۽ سعيد احمد ٻنهي ڄڻن ڪيترائي ڀيرا ڪيس ياد ڏياريو ته انهيءَ "ڪم سان لڳو رهه". هن پنهنجي F.S.F مددگار ميان محمد عباس تي نظَر تي رکي ته هو قصوريءَ کي ترت "لاش" طور نيم مرده "ڀٽين سان ٻڌل جسم" طور آڻي سندن آڏو پيش ڪري. ميان محمد عباس پاڻ اصل ۾ "نشاني باز" نه هو پر هُن مسعود جون هدايتون وري پنهنجي بين ماتحت F.S.F جي اهلڪارن کي اِهو واعدو وٺندي پهچايون ته "متان کان آيل انهن موتمار حُڪمن" تي صحيح معنيٰ ۾ عمل ڪيو وڃي.

"جيتوڻيڪ مون کي هڪ مک مجرم، مها ڏوهي ڪوٺيو وڃي ٿو،" ذلفي بعد ۾ سپريم ڪورٽ آڏو پاڻ کي ڏوهي قرار ڏيڻ خلاف دليل ڏيئي رهيو هو.

"پر. جيڪڏهن انهيءَ ۾ ڪنهن به قسم جو تعلق يا تسلسل آهي ته "اهو بنهه نازڪ يا گهاٽو تعلق يا تسلسل منهنجي ۽ مسعود جي بحث تي مدار رکي ٿو. بيو ته سعيد احمد مسعود محمود کي ياد ڏياريندي چيو آهي ته مون چيو هو..... ٿيون، جيڪڏهن منهنجي اها نيت هجي ها ته به اُها پنهنجيءَ مرضيءَ واري، ۽ آزادانه هجي ها. جيڪڏهن آءٌ هن عدالت ۾ آڏو اهو ثابت ڪرڻ ۾ ڪامياب به وڃان ٿو ته انهيءَ معاملي ۾ منهنجو ڪو به تعلق نه آهي! نه، منهنجي اها نيت هجي ها ته به اُها پنهنجيءَ مرضيءَ واري آزادا نه هجي ها..... بعد ۾ چا ٿيو. تنهن سان منهنجو ڪهڙو واسطو! ان ۾ مان ملوث ڪيئن ٿيس..... هڪ موقعي تي ائين چيو ويو ته گناه جو ارتڪاب ڪرڻ ۾ پڪ سان مسعود محمود جي پنهنجي نيت هوندي، ان تي رياستي وڪيل چيو هو ته سندس اڏ ڪيس ثابت ٿي چڪو آهي! ڪنهن خلاف؟ ٿي سگهي ٿو ته مسعود محمود جي خلاف، ٿي سگهي ٿو ته ڏوهه باسيندڙ شريڪ مجرم خلاف؟ پر مون خلاف نه، هرگزنه."

بئريسٽر پتو گرجي رهيو هو. هُن اهو نه وساريو هو ته هُن لنڪنس ان (Loncolins Inn) ۾ چا پڙهيو هو." رڪارڊ جي درستگيءَ خاطر مان چوڻ چاهيندس ته جيڪڏهن اسين اهو مڃون، جيئن والنگٽن ڪيس ۾ هو، ته مُون بندوق ڪنئي، مون پنهنجي زال تي گولي هلائي. تڏهن به اهو قانون جو ذمو آهي ته ثبوتن سان انهيءَ ڳالهه کي ثابت ڪري، جيڪڏهن ثبوت نه ٿا ملن ته ڪيس ڊهي پوندو. تنهنڪري اِهو چوڻ ته اڌ ڪيس ثابت ٿي چڪو آهي، اِها ڳالهه قانون جي ٻولي چئي نه ٿي سگهجي."

پر ذلفيءَ خود، بذات خود چاتو ٿي ته 1978ع جي ڊسمبر جي ٽڏ ۾ اِن قسم جا عمدا انگريزي قانون جا نقطا سندس تقدير لاءِ ڪجهه نه ٿي ڪري سگهيا، جيڪا ضياءَ الحق جي هٿن ۾ هئي، جنهن 16 سيپٽمبر 1978ع تي پنهنجو پاڻ پاڪستان جي صدر هئڻ جي دعويٰ ڪئي هئي. سندس وائيٽ پيپرن پاڪستان کي بوڙي وڌو هو. ضياءَ پنهنجي اڳوڻي صدر-وزير اعظم کي کلئي عام "قاتل" ڪوٺي رهيو هو. غير ملڪي عملدارن ۽ صحافين کي صدمي تي صدمو پهچائڻ تي ضد بڌي بيٺي رهيو هو، جيڪي مشڪل سان مڃي سگهيا ٿي ته هي ڪو انهيءَ ماڻهوءَ خلاف ڳالهائيندو، جيڪو الزام هيٺ آهي، جنهن جو مقدمو اجان هلئو آهي. "مون پنهنجي اکين سان ثبوت ڏٺا آهن." ضياءَ چيو، "پنّي جي مخالفن بابت تحقيقي رپورٽون هيون، ڳجها فائيل هئا. جن جي حاشين تي هُن لکيو هو، "هُن کي دفع ڪريو." انهن

فاعلن مان ڪو هڪ بہ فائيل ڪڏهن ظاهر نہ ٿيو. تنهن هوندي بہ انهيءَ ڳالهہ کي مڃڻ جو بہ ڪو جواز موجود ڪونهي تہ ڪي اهڙي قسم جا فائيل نہ هئا! اهو مخصوص محاورو "هن کي دفع ڪريو" ڀٽي جي وڏيڪ مهذب انٽيليجنس جي پيٽ ۾ ضياءَ جي فوجي ذهن ۾ گهٽي عرصي کان گونجڻ لڳو هو. جيڪڏهن ذلفيءَ زندگيءَ ۾ ڪڏهن بہ اهي لفظ عوامي مسئلن کان علاوه، يا ناگواريءَ وارين حالتن ۾ ڪنهن ماڻهوءَ لاءِ استعمال ڪيا بہ هوندا تڏهن بہ هُن ائين لڪت ۾ ڪڏهن بہ نہ ڪيو هوندو.

بينظير، جيڪا پوريءَ سچائيءَ سان هاءِ ڪورٽ ۾ پنهنجي والد جي ڪيس ۾ شريڪ ٿيندي هئي، تنهن کي اڪثر اها خبر پهچائي ويندي هئي تہ تحقيقات ڪندڙ پوليس ڪارتوسن جا جيڪي ڪوبا قصوريءَ جي گهات واري هنڌ وٽان گڏ ڪيا آهن، تن مان ڪو هڪ بہ F.S.F جي هٿيارن لاءِ جيڪي خيال ڪيو پيو وڃي تہ قتل ڪرڻ ۾ استعمال ڪيا ويا هئا، نهڪي نہ پيو اچي، ۽ هوءَ ڊوڙندي ڊوڙندي ڪيس اها وڏي "خبر" ٻڌائڻ وئي..... "بابا، اسان کٽي ورتو آهي" اسان کٽي ورتو آهي! ڪيس ڪارتوسن بابت رپورٽ ٻڌائيندي مون چيو. مان سندس چهري تي چانيل قهر واري جهلڪ کي بہ وساري نہ ٿي سگهان. جڏهن هُن منهنجي جوش خروش کي ڏنو. "تون نٿي سمجهين، پنڪي"، هن نرمائيءَ سان چيو، اِهي مون کي مارڻ ٿا چاهين. انهيءَ ڳالهہ سان کهڙو فرق پوي ٿو تہ تون يا پيو ڪو ماڻهو کهڙا ثبوت ڪٽي اچي ٿو. اِهي مون کي هڪ اهڙي قتل ڪيس ۾ قتل ڪندا. جيڪو مون نہ ڪيو آهي."

بيشڪ، مولوي مشتاق ۽ سندس فل بئنچ، ذلفي ڀٽي کي قتل ڪرڻ جو "خطاوار" يا "ڏوهاري" ثابت ڪيو، جيئن مٿس الزام هو. ۽ مارچ 1978ع ۾ ڪيس"موت" جي سزا جو حڪم ٻڌايو ويو. ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ هڪ برطانوي رپورٽر ضياءَ کان پڇيو، "ڇا مسٽر ڀٽي کي ڦاهي چاڙهيو ويندو؟" جنرل انهيءَ تي تبصري ڪرڻ کان اهو چئي انڪار ڪيو تہ "معاملو اجا ويچار هيٺ آهي، پر آءٌ جنهن ڳالهہ تي زور ڏيان ٿو سا اها آهي تہ انصاف لازمي طرح سان ٿيڻ گهرجي ۽ منهنجي ايمان موجب ڪو بہ ماڻهو قانون کان مٿيرو ناهي، پوءِ اهو مسٽر الف هجي يا بي هجي يا جنرل ضياءَ الحق پاڻ، انصاف ٿيڻ گهرجي." ضياءَ کان سندس "آزاد چونڊن" ڪرائڻ بابت پڇيو ويو ۽ اهو پڻ تہ ڇا اهي منعقد ٿينديون؟ تہ هن وراڻيو: "اسين پابند آهيون، ملڪ ۾ سياسي عمل شروع ڪرڻ لاءِ هر لحاظ کان پابند آهيون، ۽ انهيءَ لاءِ پهريون بنيادي قدم چونڊون آهن...... اسين سڀئي ڪوشش ڪري رهيا آهيون تہ هڪ اهڙو وايو منڊل پيدا ڪجي جنهن

۾ اسين، آزاد ۽ انصاف واريون چونديون ڪرائي سگهون.“

ذلفيءَ پنڊيءَ ۾ پنهنجي بدبوءِ دار، اونداهي ڪال ڪوٺڙيءَ مان، جنهن کي هاڻي ڊانو ويو آهي، ضياءَ کي لکيو:

”سياست زندگيءَ جو روح آهي. ماڻهن سان منهنجو ازلي عشق آهي، مون لاءِ سياست ۽ عوام هڪ ئي شيءِ جا ٻہ نالا آهن..... تون يا تنهنجي ٽولي کي ڪوبہ حق نہ ٿو پهچي تہ اوهين منهنجي وطن جي پيارن ماڻهن سان منهنجو روحاني ۽ لازوال تعلق ٽوڙي ڇڏيو. فقط عوام کي ئي اِهو حق حاصل آهي. عوام سان ازلي رشتو منهنجي ميراث جو اَڻ ٽُٽ حصو آهي. منهنجو خون پاڪستان جي خون ۾ شامل آهي. آءٌ ان جي مٽيءَ جو حصو آهيان، ان جي هڳاءَ جو حصو آهيان، عوام جا ڳوڙها منهنجا ڳوڙها آهن، سندن خوبصورت چهري تي مرڪ منهنجي مرڪ جو حصو آهي..... منهنجي تقدير جو فيصلو عوام جي هٿن ۾ آهي، فقط عوام کي ئي اهو حق پهچي ٿو تہ اهي مون سان پنهنجو سبنڌ وڌيڪ مضبوط ڪن يا هميشہ لاءِ ختم ڪري ڇڏين.

”ڇا اوهان اڃا بہ ڪجهہ بہ نہ ڪيو آهي؟ پر ڇا ڇا نہ اوهان ڪيو آ!“ يقينن اوهان جي بي عقل ۽ بي سُرت انتقام جي اڄ ڪڏهن بہ پوريءَ طرح لهڻ واري نہ آهي. ڇا اوهان جي بک اوائلي دور، وحشاڻي دور واري بُک آهي. جيڪا ايڏي اَڻ مِٽ، اَڻ ڪُٽ ۽ نہ ڊاپجڻ جي آهي، جو اها لهي ئي نہ ٿي!.... جڏهن اوهين پنهنجو پاڻ کي اسلام جي مجاهد هجڻ تي تمام گهڻو فخر ڪريو ٿا، اوهين ڪنهن سان بہ سچا آهيو؟ اوهان اسلام جي مقدس اصولن مان ڇا پرايو آهي؟ ڇا اسلام اوهان کي پنهنجو ڪنيل قسم ٽوڙڻ سيکاري ٿو، ڇا اسلام اوهان کي چوي ٿو تہ...... پنهنجي محسن جي خلاف جڙتو ڪيس گهڙي ۽ ڪيس پنهنجي زهرناڪ تير جو نشانو بڻايو.....

”منهنجو اسلام ۽ غريبن جو اسلام، ۽ پاڪستان جي پيڙيل عوام جو اسلام اسان کي ڪشاده دلي ۽ سچائي، نيڪ نيتي ۽ نمڪ حلالي سيکاري ٿو. اسلام انصاف جي بالادستي سيکاري ٿو.....

”آءٌ اوهان مان ڪهڙي انصاف جي اميد رکي سگهان ٿو؟ سازشي فرد جنهن هٿيارن جي زور تي پنهنجي محسن وزيراعظم کي اقدار کان محروم ڪيو آهي، سو ئي هُن جي خلاف ججن کي عدل ڪرڻ کان روڪي رهيو آهي، گذريل ڇهن مهينن کان وٺي..... اوهان جي مطلق العنان راڄ جو هڪ هڪ منٽ، هر هڪ ڪلاڪ، ۽ هر هڪ ڏينهن مون خلاف اوهان جي نفرت ۽ دشمنيءَ

جا زنده ثبوت آهن.... منهنجي اذيت، منهنجي پيڙا جنهن جونندي ڪنڌ جي موجوده همعصر تاريخ ۾ ڪوبہ مثال نہ ٿو ملي، اهو عوام جي ڄاڻ جومعاملو آهي. توهان پنهنجي انٽرويوئن ۾ جن خيالن جو اظهار ڪيو آهي..... پرڏيهي اڳواڻن کي جيڪي ڪجهہ چيو آهي، سو پڻ منهنجي علم ۾ آهي، حساب ڪتاب جو ڏينهن هر فرد لاءِ مقرر ٿيل آهي. آءٌ تو جهڙي هڪ طاقتور جنرل کان حساب نٿو وٺي سگهان. پر قيامت جي ڏينهن واري حساب ڪتاب کان اڳ مون کي ڪوبہ شڪ ڪونهي تہ توکي..... شهباز قلندر جي در تي گهلي آندو ويندو. انهيءَ خون جي بدلي لاءِ جيڪو تو وهايو آهي.... آءٌ هڪ بزدل ماڻهو چئبس جيڪڏهن توکي اهو نہ ٻڌايان تہ منهنجو عوام ڪيڏو نہ پڪو پهہ ڪري وينو آهي، ان ڏينهن جي باک ڏسڻ لاءِ، پرپات ڏسڻ لاءِ. توکي ڪا غلط فهمي نہ ٿئي. آءٌ توکي ڏيچارڻ لاءِ ڌمڪي ڏيڻ جي پوزيشن ۾ نہ آهيان، آءٌ تہ فقط توکي اها سُڌ ڏيڻ چاهيان ٿو. تو اسان جي عوام جي نازڪ ۽ نفيس جذبن کي انتهائي بيدرديءَ سان ڪچليو آهي، پيرن ۾ لتاڙيو آهي، ۽ انهن جي ازلي دشمنيءَ کي اڀاريو آهي.

”جنرل، مهرباني ڪري اقتدار جي نشي ۾ مست ٿي حدون نہ اورانگهہ. مون کان هن ملڪ جي عوامي زندگي گذارڻ جو حق کسڻ جو توکي ڪوبہ اختيار ڪونهي، اهڙي انتهائي قسم جي فيصلي ڪرڻ جو توکي ڪوبہ حق ڪونهي..... تون دل سان سوچ، جي توکي دل آهي. تون سمجهين ٿو تہ..... تون ننگيءَ ارهہ زورائيءَ وسيلي ملڪ جي هڪ اڳوڻي چونڊيل صدر ۽ وزيراعظم ۽ عوام جي حقيقي اڳواڻ کي عوامي زندگيءَ کان ڌڪي ٻاهر ڪڍي ڇڏيندين، اها تنهنجي بيهودي سوچ آهي.... شروع کان وٺي آخر تائين سڄو منصوبو گمراهہ ڪن آهي، اسين هڪ ڏينهن ضرور ملنداسين. هينئر تون منهنجو پيڇو ڪري رهيو آهين، ان وقت تائين ترس، جڏهن آءٌ تنهنجي پنيان هوندس.“

ذلفيءَ ضياءَ ڏانهن اهو آخري خط پنهنجي موت کان ڪجهہ ڏينهن اڳ ڪال ڪوٺڙيءَ مان لکيو هو. ڪيس جواب ملڻ جي ڪا اميد نہ هئي، نہ ئي ڪيس ڪنهن ماڻهوءَ مان رحم واري ڪنهن آخري عمل جي توقع هئي، جنهن چيف آف آرمي اسٽاف جي حيثيت ۾ وزيراعظم ڀٽي جي خدمت ڪئي هئي. ان وقت هُن کي ذلفيءَ مان ڪڏهن بہ اهڙو ڊپ نہ هو، پر هاڻي جڏهن ذلفي جيل ۾ بند هو، تڏهن ڪانئس هو ڊڄڻ لڳو هو. ضياءُ بحيثيت چيف، ذلفيءَ کان فقط پنهنجي عهدي لاءِ زير بار هو، ٿورائتو هو. پر ”صدر“ جي حيثيت ۾

جنهن آئين کي منسوخ ڪري سڀئي اختيار پنهنجي هٿ وس ڪيا هئا. ٻين لفظن ۾ ڦٻايا هئا. ڪيس هُن جي زندگيءَ سان وير تي پيو هو. سبب ڪٿي ڪھڙو به هجي، ضياءُ ڪيس ڪڏهن به معاف نه ڪندو.جيتوڻيڪ هن ابوظهبيءَ جي شيخ سميت عرب رياستن جي ڪيترن ئي سربراهن سان قسم کڻي واعدو ڪيو هوته هو ائين ڪندو.

آڪٽوبر 1977ع ۾ جڏهن ذلفي پٽي جو آخري ڪيس شروع ٿيو. تڏهن سپريم ڪورٽ ۾ نَوَ جج هئا. ان وقت عدالت پٽي جي اپيل ٻڌڻ لاءِ تيار هئي. انهيءَ فيصلي اچڻ کان اڳ، جسٽس قيصر خان رٽائر ٿي ويو ۽ جسٽس وحيدالدين گهٽو "بيمار" ٿي پيو ۽ بينچ ۾ شامل ٿيڻ کان قاصر هو. يحيىٰ بختيار کي شروع شروع ۾ اميد هئي ته هاءِ ڪورٽ جي فيصلي جي "برخلاف" هيءُ فيصلو 4 جي ڀيٽ ۾ 5 جي اڪثريت سان سندن حق ۾ ويندو. هن نه فقط انهن ٽن ججن جسٽس دراب پٽيل، جسٽس صفدر شاهه ۽ محمد حليم پر جسٽس وحيد الدين ۽ جسٽس قيصر خان کي به ڳڻيو. ليڪن پوين ٻن ججن جي وڃڻ سبب 6 فيبروريءَ 1979ع تي چيف جسٽس انوارالحق فيصلو لکيو. جنهن تحت لاهور هاءِ ڪورٽ جي فيصلي (۽ موت جي سزا) کي ٽن جي ڀيٽ ۾ چار جي تمام ساديءَ اڪثريت سان درست قرار ڏيندي اپيل ڊسمس ڪئي ويئي.

چيف جسٽس انوارالحق پنهنجي "ڪاسٽنگ ووٽ" واري فيصلي، جنهن ذلفي پٽي جو موت آندو. لکڻ لاءِ فل سائيز جا 800 صفحا ڪم آندا. هن لاهور هاءِ ڪورٽ جي ڪيس ۾ تيل سيني "غلطين" ۽ "قانون برخلاف" ڳالهين کي اهو چئي خارج ڪري ڇڏيو ته انهن جو فيصلي سان ڪو به تعلق نه هو. تنهن هوندي به سڀ کان وڏيڪ سوچ ۾ وجهندڙ ڳالهه اها هئي ته جن ڇئن ججن پٽي کي قاسيءَ جي سزا ڏني، سي سڀ جا سڀ پنجاب مان هئا. باقي ٽن ججن جن ڪيس آزاد ڪرڻ جي حق ۾ فيصلو ڏنو. سي پنجاب مان نه هئا. آءٌ ڏهاڪو سال پوءِان وقت رٽائر تيل جج انوارالحق کان انٽرويو وٺڻ لاءِ سندس گهر لاهور ويس، پر هن پنهنجي فيصلي يا "پٽي بابت پنهنجن تاثرن" بابت ڪجهه فقط انهيءَ کان علاوه جيڪو ڪجهه هُن پنهنجي لکيل فيصلي ۾ لکيو هو، ڪجهه به ٻڌائڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. هُن مون کي چيو ته "جيڪڏهن توهان سپريم ڪورٽ جي هڪ جج جي حيثيت ۾ منهنجي تربيت يا اهليت بابت ڄاڻڻ چاهيو ٿا ته توهان کي اسان جي عظيم جج ڪارنيلئس وٽ وڃڻ گهرجي، جيڪو منهنجو استاد هو. هو تمام پوڙهو ماڻهو آهي ۽ ايترو ته بيمار ٿي چڪو آهي،

جو پنهنجي بستري تان اٿي به نه ٿو سگهي. هو فئليٽي هوٽل (Falettis Hotel) ۾ رهي ٿو ۽ پڪ سان اوهان سان ڳالهائڻ پسند ڪندو."

مانـائٽو رٽـائر ٽيـل جـج، جيڪوڪـڏهن هـڪ عظيـم الشـان ۽ مشـهور شخصيت هو ۽ هاڻي لاهور شهر اندر بري حال ۾، هڪ تباهہ ٿيل هوٽل ۾، درحقيقت پنهنجي موت جي بستري تي هو. پر وري به هو هڪ ملاقاتيءَ ڪي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو هو ۽ هڪ ڪلاڪ گذريل ڏينهن جون ڳالهيون ياد ڪندو رهيو. بستري تي ستي ستي "چين سموڪنگ" ڪندو رهيو، جنهن لاءِ هن چيوته "اهو ئي منهنجو واحد سڪون آهي." هن قانون بابت ٿورو گهڻو ڳالهايو، پرمسٽر ڀٽي لاءِ يا ان نهايت ئي بدنام مقدمي بابت پنهنجي "راءِ" ڏيڻ جي همت نه ڪري سگهيو سواءِ هنن لفظن جي: "مون کي پڪ آهي ته انهن صحيح فيصلو ڪيو هوندو." موڪلائڻ کان اڳ، مون کائنس پڇيو ته "جيڪڏهن هو لاهور ۾ جمي ها ته؟" هن وراڻيو: "نه، نه، ڏسو، آءٌ پارٽ ۾ ڄائس، هڪ هندستاني عيسائي هئس. ورهاڱي وقت آءٌ هندستان ۾ عدالتي نوڪريءَ ۾ هئس ۽ منهنجن ڪن مسلمان دوستن پاڪستان اچڻ لاءِچيو، اهي بلڪل درست هئا. آءٌ انديا ۾ ڪڏهن به چيف جسٽس بڻجي نه سگهان ها، ڪڏهن به نه. توهان ڏسو، پوءِ جڏهن آءٌ هتي آيس، مون فيصلو ڪيو ته پنجابين بابت منهنجي ذهن ۾ بيشمار ڳالهيون آهن، تن ڪي وساري ڇڏيان. ۽ لاهور ۾ رهي پوان، ڇاڪاڻ ته توهين هڪ سنڌيءَ تي اعتماد نه ٿا ڪري سگهو."

آهہ، اجا هڪ بيءَ طرح سياست! صوبائي جهيڙو ۽ بي اعتمادي. قديم جاگرافيائي، تاريخي رنجشون ۽ مُرڪون، ۽ ڊپ ڊاءَ (taboos and terrors)، واقعا ۽ حادثا گذري ويا. پر ورثي ۾ مليل ڪراهتون ۽ رنج، بغض سان ڀريل دلين ۾، سدا ساوا ٿيا بيٺا آهن. پنجابين کي سنڌين تي اعتبار ڪونهي، بلوچ وري بنهي بابت شڪي آهن ۽ اترئين - الهندي سرحدي صوبي جا اڌ کان گهڻا قبائلي ٻئي اڌ تي فاير ڪرڻ لاءِ هر وقت ڀريل رائيفلن سان تيار رهن ٿا، ته پوءِ اُها ڌرتي، پاڪ آستان، جنهن کي پاڪستان چيو ويو، سا ڪٿي آهي ۽ جنهن لاءِ هڪ قائد زندگي ڏني ۽ ٻئي کي 4 اپريل 1979ع تي پاڪ قتيءَ کان اڳ ڦاهيءَ تي ٽنگيو ويو؟

"جيترو عرصو مارشل لاءِ جاري رهندو، پاڪستان جي جمار اوتري ئي گهٽبي ويندي." ذلفيءَ پنهنجي ڪال ڪوٺڙيءَ مان لکيو: "سرحد ۽ بلوچستان کان اڳ ئي سنڌ ان کي خدا حافظ چوندي. هندوستانين جنتا پارٽيءَ جي وزيراعظم چوندڻ لاءِ به رهنما چوندئا. هڪ هو جئہ پرڪاش نارائڻ ۽ ٻيو هڪ

سنڌي هو، آچاريا ڪرپالاڻي، ايل-ڪي-آڏواڻي پڻ هڪ طاقتور ماڻهو آهي. سندن زندگيءَ جو خواب اهو آهي تہ سنڌ واپس ورتي وڃي. شاھ لطيف جي سنڌ، ڪراچي بندر، تباھ ڪيل ۽ "ذليل" سنڌ، صوفين جي سنڌ، سنڌ جي هندن هميشہ "صوفي پنٿ" کي هندن ۽ مسلمانن وچ ۾ هڪ پُل سمجهيو آهي..... پاڪستان تمام تيزيءَ سان ٽٽي رهيو آهي. يورپ ۾ "ننڍيون ننڍيون رياستون" ٺهن پيون. هتي بنگلاديش ٺهندا. اهوعمل حرڪت ۾ آهي. ضياءَ جي بي وقوفين جي مهربانيءَ سان اِهو عمل تيز ٿي رهيو آهي..... جيڪڏهن آءٌ پاڪستانجوحصوناهيان، ان صورت۾ سنڌ بہ پاڪستان جوحصو ناهي..... منهنجون پاڙون هن ڌرتيءَ ۾ تمام اونهيون آهن،انهن سيني کان اونهيون جيڪي مسرحد پار کان ڪن مشڪلاتن يا مشڪلن جي ڊپ کان هيڏانهن پڄي آيا آهن.... منهنجو بڻ بنياد ۽ سياسي شهرت تارن ۾ لکيل آهي....اسٽيج تي موجود هر اداڪار لاءِ آخري ڏينهن ضرور اچڻو آهي. انهيءَ اڻ مٽ قانون ۾ ڪنهن بہ قسم جي بي قاعدگي ڪانهي، ڪابہ وٿي ڪانهي، ڪابہ استثنيٰ ڪانهي. هڪ غاصب جي آخري ڏينهن کان پوائتا ڏينهن ڪنهن جا ٿي نٿا سگهن، انهيءَ ماڻهوءَ جا آخري ڏينهن جنهن پنهنجي محسن جي پٺيءَ ۾ خنجر هنيو. ڏيڍ سال کان وٺي آءٌ تنهائي ۾ رکيو ويو آهيان...... هوا جي تازي جهوٽي يا سج جي ڪرڻي واسطي بہ مون کي ڪال ڪوٺڙيءَ مان ٻاهر نٿو ڪڍيو وڃي. آءٌ شاھ لطيف جو راڻو آهيان، انهيءَ حوالي سان آءٌ نہ فقط لاڙڪاڻي جو راڻو پر سڄي پاڪستان جو راڻو آهيان ۽ جيڪڏهن گهڻو وقت پاڪستان جونہ، تہ بہ سنڌ جو پڪ سان.....اسين تباهيءَ جي ڪناري تي بيٺا آهيون." سچ لهي چڪو هو ۽ آخري اپيل رد ٿي چڪي هئي ۽ ذلفيءَ ڄاتو ٿي تہ هن لاءِ واھ نہ هئي، نہ وسيلو ۽ نہ ئي "صدارتي معافي". جيتوڻيڪ حقيقت ۾ هن ڌرتيءَ تي موجود هر قوم جي هر رهنما (پارٽ کان سواءِ) هن لاءِ ضياءَ کي "رحم" جون اپيلون ڪيون هيون.

"اسان جا سيئي وسيلا، سيئي ذريعا اسان کان کسيا ويا آهن. يا بي اٿر ڪيا ويا آهن، پر اسين پنهنجي رت جي آخري ڦڙي تائين وڙهنداسون...... اسين آخري فتح ضرور ماڻينداسين." ذلفيءَ پنهنجي ڪال ڪوٺڙيءَ مان وڏي واڪي چيو، "ضياءُ...... بدحواس ٿي چڪو آهي..... اسان جو هڪ تمام عجيب ۽ غريب ماڻهوءَ سان واسطو پيو آهي. هڪ ڪوڙي، منافق ۽ دغاباز ماڻهوءَ سان، هو بنھ هڪ بدانديش ۽ ابهرو ماڻهو آهي."

ضياءَ مون کي ٻڌايوهو، "يا سندس ڳچي هوندي يا منهنجي." روئداد خان (تڏهوڪي وزير) ياد ڪندي ٻڌايو. "هن چيو هو، مون هن کي ڏوهي نہ

ٻڌايو، ۽ جيڪڏهن اهي ڪيس ڏوهاري قرار ڏين ٿا، ته يا خدا، آءٌ ڪيس نه ڇڏيندس!" گهرو معاملن جو تڏهوڪو سيڪريٽري، جنرل روئداد خان ڪيترين ئي رحم جي اپيلن کي ڳڙڪائڻ (ضايع ڪرڻ) جو ذميوار هو. جيڪي سڄيءَ دنيا مان حڪومتن جي سربراهن پاڪستان ڏانهن اماڻيون هيون. انهن اپيلن کي فقط چند صفحن تائين مختصر ڪري صدر ضياءَ کي پيش ڪيون ويون ته جيئن ڪيس اهي "پڙهڻ" ۾ آساني ٿئي، پر انهي "عمل" گهڻو وقت ورتو. يا ضياءَ کي ائين لڳو. جيڪو ڦاهيءَ ڏيڻ لاءِ بنهه "بيتاب" هو. تنهنڪري هن روئداد کي ايوان صدر ۾ گهرائي چند پڇا ڪئي، هڪ ڏينهن پڇيائين، "اوهين ايترو وقت ڇو ٿا وٺو؟" "ڇاڪاڻ ته هُن کي اُن وقت تائين ڦاهيءَ تي نٿو لٽڪائي سگهجي جيستائين انهن رحم جي اپيلن جي آخري اپيل سوڌو رد ٿيڻ کان اڳ متن دل سان غور نٿو ڪيو وڃي."

"آءٌ حفيظ پيرزادي سان گڏجي جيل ويس ۽ اسان کي آفيسر انچارج ٻڌايو ته "اڄوڪي ڏينهن اوهين جيترو وقت چاهيو ساڻس گڏ رهي سگهو ٿا، اها اوهان جي ساڻس آخري ملاقات آهي." يحيىٰ بختيار ياد ڪندي چيو: "فيصلو ٿي چڪو هو پر اڃا تائين اُن جو اعلان نه ڪيو ويو هو، ۽ چوڪيدار الرٽ هئا." ٻئي ڏينهن جيل چوڪيدار جي حڪمن جي باوجود، يحيىٰ پنهنجي ڪمزور ۽ بيزار ٿيل دوست کي ڏسڻ لاءِ هڪ پيرو ٻيهر ويو: "اسان گڏجي چانهه پيتي..... هو دلي طرح مايوس ٿي چڪو هو."

"مون ڪيس وڏيءَ پيڙا ۾ ڏٺو." پنهنجي والد سان پنڊيءَ ۾ ڪال ڪوٺڙيءَ ۾ هفتيوار ملاقات کان پوءِ بينظير جيل اختيارين کي لکيو، "مهارن ۾ زخم (انفيڪشن) ٿي پيا هئا، جيڪي رت ۾ پونءِ سان پريل هُيون.... سندس وات سڄُيل هو ۽ هُو پنهنجي رومال سان هر هر رت ۽ پونءِ اگهي رهيو هو. جيڪڏهن مهارن جي زخم کي صاف ڪرڻ تي تڪڙو ڌيان نه ڏنو ويو ته رت ۽ پونءِ..... سندس رت جي دوري ۾ شامل ٿي ويندي." بينظير جي اپيل سبب پاڪستان جي مشهور ترين ڏندن جي ماهرن مان هڪ، ڊاڪٽر نيازي، جيڪو هڪ ڏهاڪي کان به وڌيڪ عرصي تائين ذلفيءَ جو ذاتي ڏندن جو ڊاڪٽر به هو، تنهن کي اجازت ڏني وئي ته هو هڪ مقرر وقت کان پوءِ پنهنجي سيءِ کان وڌيڪ شهرت يافته مريض جو معائنو ڪري. هو انهيءَ سخت سور مان سندس جان ڇڏائڻ ۾ ناڪام رهيو، جنهن جو ڪارڻ ٿي سگهي ٿو ته "لب لبو" يا جيري جي بيماري هجي جنهن ذلفيءَ کي آخري سالن ۾ ستايو هو. "اسان ڪوشش ڪئي هئي ته ڪيس انهيءَ ننڍڙيءَ ۽ اذيتناڪ ڪال ڪوٺڙيءَ

مان آزاد ڪرايون." نيازيءَ ياد ڪندي چيو. "پر..... ضياءَ کي اميد هئي تہ هو اتي فطري موت مري ويندو...... ڪيس اها بہ خبر هئي تہ هو ڪيترو نہ گهڻ ڪاڏو ڪائي تو."

بيگم نصرت ۽ بينظير کي سهالا پوليس "ڪئمپ" ۾ نظرند رکيو ويو هو. جيڪا پنڊيءَ جي ڊسٽرڪٽ جيل کان ڪيترائي ميل پري هئي. 3 اپريل 1979ع تي ڦاهي گهاٽ جي چڪاس ورتي وئي. انهيءَ صبح کين غير متوقع طور تي باهر آندو ويو ۽ پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جي چيئرمن سان سندن آخري ملاقات ڪرائڻ لاءِ راولپنڊيءَ جي ڪاري جيل ڏي نيو ويو هو. جنهن جون هينئر اهي بـَـئي سياسي ۽ خانداني وارث آهن. تمام گهڻو ڏورانهون، ڏکڻ طرف، سنڌ جي دل لاڙڪاڻي ضلعي ۾، فوجين ڀٽي جي اباڻي گهر ۽ اباڻي قبرستان ڳڙهي خدابخش کي گهيري ۾ آندو. جتي ڀٽي خاندان جون گهڻ ۾ گهڻ ڇهہ پيڙهيون انهيءَ تهذيب جي رت-رڱيل زمين ۽ ڪٽ ڪاڌل مٽيءَ ۾ دفن ٿيل آهن، جنهن جون سنڌي پاڙون پنج هزار سال اڳ جي هڪ شهري سماج "موهن جو دڙو" تائين پهچن ٿيون.

4 اپريل 1979ع تي صبح جو ٻين بجي، ذوالفقار علي ڀٽي کي سندس ڪال ڪوٺڙيءَ کان راولپنڊيءَ جي ڪاري جيل واري قلعي ۽ ڦاهي گهاٽ ڏانهن نيو ويو ۽ ڪنڌ ۾ ڦاهي وجهي اُن وقت تائين لٽڪايو ويو جيستائين سندس موت جي تصديق نہ ڪئي وئي.

"تہ! هڪ رڻ منهنجي ڳلي کي ڦاڙي نڪري ويئي." بينظير انهيءَ سياهہ ترين گهڙيءَ بابت لکيو. "بابا! بابا! آءٌ تڏي تي پيس، ايتري تڏي، جو گرمائش جي باوجود، ڏڪڻيءَ کي روڪي نہ سگهيس. منهنجي امڙ ۽ مون وٽ هڪٻئي کي ڏيڻ ڏيڻ لاءِ ڪجهہ بہ نہ هو."

صبح جو ڇئين وڳي ذلفيءَ جي لاش کي چڪلالہ هوائي اڏي تان لاڙڪاڻي موڪليو ويو. جتي انهيءَ رات ۾ مينهن وٺو هو. جيڪو ٻنهہ اڻ منداڻتو هو. ذلفيءَ جي پهرين زال، سندس سوٽ، شيرين، کي پرياٽ مهل، پر واري ڳوٺ نئين ديري منجهان، ڳڙهي خدابخش آندو ويوهو- ممتاز جي عزيزن ۽ نوڪرن سان شامل ٿيڻ لاءِ، سر شاهنواز ڀٽي جي پرسان، ڀٽي ذات وارن پاران تازي کوٽيل قبر تي. آسمان ۾ اوپر طرف کان ڳاڙهيون بتيون ٻريون، ٻہ فوجي هيليڪاپٽر ڀٽي جي ڳوٺ پرسان لٿا. سپاهين تمام ڦڙتيءَ سان هڪ ائمبولنس گاڏيءَ ڏانهن ڪفن منتقل ڪيو، جيڪا لاش کي قبرتائين پهچائڻ لاءِ تيار ۽ انتظار ۾ بيٺل هئي. هوائي اڏام وقت نہ تہ بيگم نصرت ڀٽو ۽ نہ ئي بينظير

ڪي اطلاع ڏنو ويو. تہ جيئن اهي دفن وقت شاهد رهن. نہ ئي هن جي ٻئي ڪنهن اولاد کي خبر هئي تہ سندن "بابا" مري چڪو آهي. ٻَئي ڇوڪرا لنڊن ۾ هئا ۽ سَني (صنم) هارورڊ (يونيورسٽي) ۾.

لاڙڪاڻي ۾ پيءُ جي خانداني ملازم نور محمد جنهن کي اجازت ڏني ويئي هئي تہ هو پنهنجي قائد کي دفن ڪرڻ ۾ مدد ڪري، سو بعد ۾ پنهنجي ساروڻين ۾ چوي ٿو تہ "سندس چهرو..... هڪ موتيءَ وانگر ٻهڪي رهيو هو. هو سورهن ورهين جو لڳي رهيو هو. سندس چمڙي مختلف رنگن جي نہ هئي، ۽ نہ ئي سندس اکيون يا زبان ٻاهر نڪتل هئي، جيئن ٻين ماڻهن جي تصويرن ۾ مون ڏٺو هو. جن کي ضياءَ سر عام ڦاهيءَ تي لٽڪايو هو..... مون پيءُ صاحب جو چهرو اولهہ طرف ڦيريو، مڪي طرف..... سندس ڪنڌ ڀڳل نہ هو. البت، سندس ڳلي تي سرڪاري نپي وانگر عجيب قسم جا ڪارا ۽ ڳاڙها داغ هئا.

امڪاني فسادن ٽيڻ کان ڊڄندي، ضياءَ اهو سڄو "ڪم" پرهہ ڦٽيءَ کان اڳ "مڪمل" ڪري ورتو. پاڪستان ۾ ڦاهيءَ ڏيڻ بابت جيل جي مروج قانون جي ابتڙ، اُن ذلفي پيءُ جي قتل جو حڪم آڌيءَ رات ڏنو. ۽ پوءِ ايڪيهن مهينن ۾ پهريون ڀيرو ضياءَ سک جو ساهہ کنيو. هُو پنهنجي تابعدارن ۽ همراز ماڻهن کي خوشيءَ مان ٻڌائيندو هو، "حرامي مري ويو!"

بينظير پنهنجيءَ آتم-ڪٿا ۾ لکيو: "ٻن سالن تائين، مون پنهنجي بابا تي ضياءَ جي فوجي حڪومت پاران لڳايل هٿ ٺوڪين الزامن خلاف وڙهڻ کان علاوه ٻيو ڪجهہ بہ نہ ڪيو.... اجا ڪالهہ (3 اپريل 1979) تائين بہ مون کي اهو يقين نہ ڏياريو ويو تہ ڪو جنرل ضياءُ سچ پچ بہ منهنجي والد کي قتل ڪري ڇڏيندو." 26 سالن جي عمر ۾ بينظير پنهنجي والد وانگر اڳواڻيءَ وارو ذمو پنهنجي سر تي کنيو. پهريان پنهنجي پارٽيءَ جي اڳواڻيءَ جو. ۽ پوءِ پنهنجي قوم جي رهنمائيءَ جو. ايندڙ "چونڊون" جن بابت ضياءُ اجا تائين واعدو ڪندو پيو اچي تہ هو "جلد ئي" اُنهن جو اعلان ڪندو. پاڪستان پيپلز پارٽي پڪ سان بيگم نصرت ڀٽو جي چيئرمئنيءَ هيٺ وڙهندي، پر بينظير پنهنجي والد جي سچي پچي ۽ لائق سياسي وارث آهي. ۽ هوءَ جتي بہ وئي آهي يا خطاب ڪيو اٿس، ماڻهن جوش مان "جيئي ڀٽو!" جا نعرا هنيا آهن. اها ڳالهہ ڪنهن معجزي کان گهٽ ڪانہ هئي، گهٽ۾ گهٽ گهڻن سنڌين لاءِ. جنهن ماڻهوءَ لاءِ ضياءَ ۽ سندس ساٿارين سڄيءَ دنيا کي ٻڌايو هو تہ "ڀٽو مري ويو آهي." انهن وٽ پيءُ ٻيو "جنم" ورتو هو ۽ اهو بہ "وڌيڪ خوبصورت".

پٽو زنده آهي. اها هڪ سياسي جنگ هئي جنهن سڄي پاڪستان کي، ڪراچيءَ کان پشاور تائين، لاڙڪاڻي کان لاهور تائين، پوري ملڪ کي وڪوڙي ورتو هو. نَومبر ۾ آخرڪار ضياءَ "واعدو" ڪيل عام چونڊن جي تاريخ جو اعلان ڪيو، البت فقط ملتوي ڪرڻ لاءِ. "هر پيري" وانگر هن پيري به جيئن جيئن مقرر ڪيل وقت ويجهو ايندو ويو. "مومن" جنرل صدر تي واضح ٿيندو ويو ته هو آزاد ۽ منصفاڻين چونڊن ۾ ذلفي پٽي خلاف ڪڏهن به ڪاميابي ماڻي نه سگهندو جيڪو پنهنجي بهادر ڌيءَ بينظير جي روپ ۾ "زنده" هو.

17 آگسٽ 1988ع تي جنرل ضياءُ الحق پنهنجي اعليٰ ڪمانڊ جي اڪثر آفيسرن، آمريڪي ايلچي آرنلڊ رافيل ۽ برگيڊيئر جنرل هربرٽ واسم سان گڏ هڪ بدنصيب جهاز جي حادثي ۾ جلي مري ويو، جيڪو بهاولپور ايئربيس تان اڏام ڪان ترت ئي پوءِ ڪري تباهه ٿيو هو. ڪجهه مهينا پوءِ نگران صدر غلام اسحاق خان جي نگرانيءَ ۾ سڄي پاڪستان ۾ عام چونڊون منعقد ڪرايون ويون. ۽ جلد ئي بينظير پٽو وزير اعظم جي حيثيت ۾ پنهنجي عظيم والد جي آفيس ۾ پير رکيو. ذلفي پٽي جي پيپلز پارٽيءَ جي پهرينءَ حڪومت جو "پُنر جنم" ٻن سالن کان به گهٽ عرصي تائين هليو. آگسٽ 1990ع ۾، فوج جي مڪمل حمايت سان، صدر غلام اسحاق خان، وزير اعظم بينظير پٽو جي حڪومت "ڊسمس" ڪري ڇڏي، ۽ سال جي ختم ٿيڻ کان اڳ نئين چونڊن جو اعلان ڪيائين، جيڪي پيپلز پارٽيءَ هارايون.

اڄ به لکين پاڪستانين، نه فقط سنڌين پر پنجابين، بلوچن ۽ پٺاڻن ۾ پڻ، اها ڳالهه هڪ اٽل سچ جيئن ذهن نشين ٿيل آهي ته " شهيد ذوالفقار علي پٽي کي ڦاهي تي هرگز نه چاڙهيو ويو هو، " هُو مري نه ٿو سگهي. " ذلفي پٽو زنده رهندو. " ۽ " سدا جيئندو، " آهي ائين چون ٿا.

- محمد ابراهيم جويو

2002ع

(35)

# ”اڳتي قدم“

(رسالي جا ٽي پرچا)

## شيخ اياز

### پبلشر جو نوٽ

اياز سان منهنجي غائبانہ ڄاڻ 1938ع ڌاري ۽ روبرو ملاقات 1941ع جي آخر ۾، منهنجي پياري دوست جمال صديقيءَ جي وسيلي. ڪراچيءَ ۾ ٿي. جمال ۽ اياز وڏي ۽ سڌريل شهر شڪاربور جا هئا، ۽ آءٌ ننڍي سادي شهر تيرٿ لڪيءَ جي لڳ سنڌوءَ جي ڪپ سان ڳوٺ ”آباد“ جو رهندڙ، نيٺ ڀهراڙيءَ جو هوس.

سال 41 – 1940ع ۾ آءٌ بمبئيءَ جي وڏي ننگر مان بي.ٽيءَ جي ٽريننگ پوري ڪري. ڪراچيءَ جي سنڌ مدرست الاسلام ۾، جتي آءٌ پڙهيو بہ هوس ۽ پوءِ ماستر بہ مقرر ٿيو هوس، موٽي اچي دخلڪار ٿيو هوس. اياز ۽ جمال ڊي.جي. سنڌ ڪاليج، ڪراچيءَ، ۾ بي.اي. لاءِ داخل ٿيا هئا.

بمبئيءَ مان آءٌ ڪامريڊ ايم.اين. راءِ سان متعارف ۽ سندس ريڊيڪل ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ ڪان متاثر ٿي موٽيو هوس. ڪراچيءَ ۾ ناگيندر ناٿ وياس نالي هڪ گجراتي برهمڻ نوجوان جي تحريڪ ۽ اڳواڻيءَ ۾ ريڊيڪل ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ جي سنڌ شاخ قائم ٿي چڪي هئي، جنهن سان آءٌ ۽ منهنجا دوست–گجراتي ڳالهائيندڙ بوهرا جماعت جو احمد اي. جيواجي، مزدور ليڊر ڪونڪني خطيب، ۽ اياز، جمال ۽ ٻيا ساٿي وڃي شامل ٿياسين. وياس هڪ وڏي سيٺ جو پٽ هو، ۽ پيار جي شادي هڪ پڙهيل ڳڙهيل سُشيل اڇوت ڇوڪريءَ سشيلا سان ڪئي هئائين ۽ ان سبب پيءُ جي گهر مان تڙجي نڪتل هو: احمد اي. جيواجيءَ ڪان بہ سندس اعتقادي ۽ نيٺ مذهبي پيءُ ڪجهہ رنل هو ۽ احمد پاڻ بوهرا جماعت جي هڪ روشن ذهن سڌارڪ حاتم علي علويءَ جي زير اثر پنهنجي ”آڳي قدم“ نالي پريس مان ”آڳي قدم“ جي ئي نالي سان ماهوار گجراتي رسالو ايڊٽ ڪندو، ڇاپيندو ۽ شايع ڪندو هو:

۽ اياز ۽ جمال ٻيئي پنهنجي الهڙ جوانيءَ جي ڀرپور پيار جا چپيت ڪاڌل هئا. شعر ۽ شاعريءَ سان دل هين ۽ علم جي نئين روشنيءَ جي ڪجهه سرس چُڪي ٻيتل ۽ وڌيڪ ان جا پياسي هئا: ٻيا سڀ اسان جا ڪامريڊ بہ ريڊيڪل پارٽيءَ ۾ آهڙائي پنهنجي پنهنجي نوع ۾ "حال کان ناراض ۽ بهتر مستقبل لاءِ اتساهيل" جيءَ جَليا اچي گڏ ٿيا هئا.

1942ع ۾ اسان ريڊيڪل پارٽيءَ جي آواز طور انگريزيءَ ۾ هفتيوار اخبار, "فريڊم ڪالنگ" (Freedom Calling) جي نالي سان ڪڍي هئي, جنهن ڪي ڪامريڊ وياس ايڊٽ ڪندو هو, ۽ جنهن ۾ وقتي آءٌ بہ لکندو هوس, گمنام ٿي ۽ ڪڏهن پنهنجي نالي سان بہ. ٻي مهاڀاري لڙائي (1945-1939) جاري هئي, ۽ اسان لاءِ, ڪميونسٽ پارٽي آف انڊيا جي پيٺ ۾, شروع کان ئي اها اٽنٽي فاشسٽ (Anti-Fascist) جنگ هئي. اسين ان لڙائيءَ ۾ سرڪار جي حمايت ۾ هئاسين, ۽ سرڪار جي قائم ڪيل نئشنل وار فرنٽ ۾ شامل هئاسين. اسان جو آزاديءَ ۽ جمهوريت لاءِ فڪري خواب تہ طرفو هو: سيڪيولزم, نئشنلزم ۽ سوشلزم, جنهن جي ساڀيان لاءِ اسان هن دنيا ۾, هن ڌرتيءَ تي حق, نيڪيءَ ۽ خير جي جنت بنائڻ ٿي گهري.

ڪامريڊ ايم.اين. راءِ ان سياست جي فڪري سلسلي کي هيومنزم (Humanism) جو نالو ڏنو هو.

1946ع ۾ مون کي پهريون پٽ منور علي ڄائو, جنهن جو پهريون نالو لاڏ پئي "منور اختر" رکيوسين. مون سندس ماءُ کي شاديءَ جي نشانيءَ طور سونا ايرنگ نهرائي ڏنا هئا, جن تي پنهنجي سياسي انا جي تسڪين لاءِ ڪميونزم جو علمي نشان "ڏاٽو ۽ مترڪو" حبَڙيل هوا منهنجي سياسي اعتقادپڻي جو ان دور ۾ اهو رنگ هو!

ان ئي سال مون بہ ڪتاب لکيا: هڪ ايم.اين راءِ جي ڪتاب Historical Role of Islam جو سنڌي ترجمو: "اسلام جو تاريخي ڪارنامو." ۽ ان هڪ ئي پنهنجي تحرير جي نہ ڇپجڻ جو. بلڪ هتان ئي نڪري وڃڻ جو, مون کي سڄي عمر بيحد افسوس رهيو آهي:

ٻيو ڪتاب...... Save Sindh Save the Continent انگريزيءَ ۾ لکيم (جنهن جو ٻيو ڇاپو تازو جنوري 2001ع ۾ بہ شايع ٿيو آهي). ان جي جزا طور ئي مون کي سنڌ مدرسي جي ملازمت تان سُتت ئي دستبردار ٿيڻو پيو هو.

1946ع ۾ ئي اسين (وياس, مائي سشيلا, اياز, ۽ ٻيا ڪجهه ساٿي) پراڻي هڪ باربردار لاري, ڀاڙي ڪري, سنڌ اسيمبليءَ جي چونڊن ۾ ريڊيڪل

پارٽيءَ پاران بيهاريل اميدوار. ڪامريڊ حڪيم عبدالغفور جان سرهنديءَ جي ورڪ لاءِ عمر ڪوٽ – سامارو – ڪپرو تڪ ۾ ويا هئاسون. ۽ سڄو مهينو ٿر جي پٽن تي اياز جو گيت ”اوباڻي، او راڄ دروهي، پارت ۾ بلوي جا باني“ ڳائيندا رهياسون. جنهن لاءِ اياز پوءِ پنهنجي ڪتاب ”ساهيوال جي ڊائري“ (1968) ۾ لکيو هو ته ”ان ۾ ڪمر آندل بولي ابراهيم جي صحبت جو اثر هئي.“ ۽ بيو گيت، جو گڏجي اتي اسان ڳايو ٿي، سو هو ڊاڪٽر اقبال جي ”جس کيت سي دهڪان ڪو....“ جو سنڌي ترجمو، ”جنهن کيت مان هاريءَ کي ميسر نه ٿئي داڻو، تنهن کيت جي هر ڪڻڪ جي تيلي کي جلايو!“

هن ئي 1946ع جي سال جي آخر ۾ اسان دوستن صلاح بيهاري ته سنڌيءَ ۾ ڪوئي ترقي پسند، وطن دوست رسالو شايع ڪجي. اياز تيستائين ايل.ايل.بي پاس ڪري چڪو هو ۽ ڪراچيءَ کي ڇڏي، شڪارپور ۽ سکر ۾ پرئڪٽس ڪرڻ جا سانباها ڪري رهيو هو. فيصلو اهو ٿيو ته رسالي جو نالو ڪامريڊ احمد اي جيواجيءَ جي گجراتي رسالي ”آگي قدم“ جي نالي پنيان سنڌيءَ ۾ ”اڳتي قدم“ رکجي. ۽ پوءِ اهو رسالو شڪارپور مان جاري ٿيو، ۽ ٽي مهينا– آگسٽ، سيپٽمبر ۽ آڪٽوبر– جا، لاڳيتو شايع ٿيو ۽ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پهتو ۽ مقبول ٿيو.

پنجونجاهه سالن کان پوءِ اڄ اسان لاءِ ڪيڏي نه خوشيءَ جي ڳالهه آهي ، جو 2 مارچ 2001ع تي، شيخ اياز جي انهترئين جنم جي ڏينهن تي اسين ”اڳتي قدم“ جا نڪتل اهي ٽيئي پرچا گڏي، ڪتابي صورت ۾ شايع ڪري رهيا آهيون.

شيخ اياز فائونڊيشن طرفان اسين اُن جا ميمبر، ۽ آءٌ پاڻ به جناب ڊاڪٽر انور فگار هَڪڙي جا ٿورائتا آهيون، جنهن ”اڳتي قدم“ جي ٽنهي پرچن جو مواد گڏ ڪري، پيش لفظ لکي، ۽ ان سلسلي ۾ جدا لکيل ۽ ڪتاب ”شاعر جي خوابن جي خوشبو“ ۾ شايع ٿيل پنهنجي مطالعاتي مضمون سميت، اسان کي هن طرح ”اڳتي قدم“ کي شايع ڪرڻ جو موقعو فراهم ڪيو. آءٌ سندن هن سون جهڙيءَ راءِ سان سورهن آنا متفق آهيان ته ” 1947ع ۾ ”اڳتي قدم“ جي اشاعت سنڌ ۾ ترقي پسند تحريڪ جي هڪ بنيادي ڪوشش هئي.“

**– محمد ابراهيم جويو**

2000-2-27ع

(36)

# ”تصوف جو پيغام“

(مضمون)

## صوفي لعل محمد شفيع محمد چانديو

### مهاڳ

نيڪدل، درويش صفت، دوست عزيز، سائين لعل محمد ولد شفيع محمد چانديي جو پهريون ڪتاب ”ڳالهيون من اندر جون“ 1978ع ۾، ۽ ٻيو ڪتاب ”جيئن مون سمجهيو“ 1996ع ۾ شايع ٿيا. هيءُ سندن ٽيو ڪتاب ”تصوف جو پيغام“ سال 2002ع جي پيشڪش طور حاضر خدمت آهي.

تصوف جي سڃاڻپ ۽ وصف مشڪل بہ آهي، طويل بہ آهي، ۽ آسان ۽ مختصر بہ آهي – جيئن پاڻ بہ هن ڪتاب ۾ هڪ هنڌ چيو اٿن. لطيف سائينءَ تصوف جي سمجهاڻي اسان کي ٿورن لفظن ۽ سوليءَ سنڌيءَ ۾ هيئن ڏني آهي:–

صوفي لا ڪوفي، ڪونہ پائيس ڪير؟
منجهان ئي منجهہ وڙهي پڌر نہ آهس پير،
جنين ساڻس وير، تئي تنين جو واهرو.

صوفيءَ صاف ڪيو، ڏوئي ورق وجود جو،
تهان پوءِ ٿيو، جيئري پسڻ پرينءَ جو.

صوفي چائين سڏ ڪرين، صوفن ايءَ نہ صلاح،
ڪاتي رک ڪلاهہ، وجهہ اجلي آڳ ۾.

ڪتابن ۾ آيل آهي تہ هر مذهب پنهنجو پنهنجو تصوف رکي ٿو، جيئن يهودي، هندي، پارسي، عيسائي، ۽ اسلامي تصوف، وغيره. ابتدا ۾ سڀ مذهب، پوءِ سندن تصوف بہ، سماج جي اصلاحي يا انقلابي تبديل جا داعي ٿين ٿا، ۽ ان حيثيت ۾ اهي تجرباتي، متحرڪ ۽ تخليقي هوندا آهن. اڳتي وڃي اهي منظم صورت وٺندا آهن، ۽ مٿن مستقل مفاد رکندڙ ڪو گروهہ، ڪي قبيلا يا ڪا قوم قابض ٿئي ٿي، ۽ اُن حالت ۾ اهي پنهنجي اصلاحي يا

انقلابي مقصدن کي پاسيرو ڪري، محض رسوماتي طور طريقن ۽ ڪريا ڪرمي، بند ٿيل ۽ بينل نظامن جي صورت ۾ رهجي وڃن ٿا.

اسلامي تصوف جي ابتدا پهرين صدي هجريءَ جي آخر ڌاري ٿي، جڏهن مسلمانن ۾ گهرو اختلافن ۽ ڪتابي ۽ اکري مباحثن ۾، ۽ ملڪان ملڪ فتوحات ۽ بي انداز غنيمت جي مال ۽ دولت سبب، اخلاقَ ۽ عملَ بنهي جي پستي ۽ غربت، خاص طرح سندن اميرن ۽ حاڪمن ۽ انهن سان لاڳاپيل مذهبي پيشوائن ۾، حدون پار ڪري، عام ٿي ويئي هئي. عبادتون ۽ مذهبي طور طريقا تہ باقي هئا ۽ انهن تي زور بہ گهڻو هو، پر ماڻهن جي زندگين تي انهن جو اثر فقط نالي ماتر ئي وڃي رهيو هو. اُن دور جي هڪ برگزيده ۽ مشهور شخصيت، حضرت حسن بصريءَ، اهڙي ماحول جي رد عمل طور هڪ اهڙي چرڪائيندڙ ڳالهہ چئي، جيڪا اڳتي هلي، اسلامي تصوف جي فڪر ۽ عمل جي سَنَد ۽ ان جو بنياد ثابت ٿي. پاڻ چيائون تہ: ”اصل نيڪي روح جي نيڪي آهي، سچيءَ نيڪيءَ جي هڪ داڻي جو وزن، نمازن ۽ روزن کان هزار ڀيرا وڌيڪ آهي.“

پارسي مذهب جي باني زردشت، هند جي ٻڌ ڌرم جي باني گوتم ٻڌ، عيسائي مذهب جي باني حضرت عيسيٰ مسيح عليہ السلام ۽ اسلام جي باني حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم جي تعليم ۾ خير، حق ۽ حسنُ – اُنهن جي پروڙ، تلاش ۽ حاصلات – انساني نيڪيءَ جي ازلي ۽ ابدي قدرن يا مقصدن طور مجيل آهن، جن کان هر گز پهلو تهي ڪرڻي ڪانهي، بلڪ انهن سان عقيدت، وفا ۽ محبت جو ناتو جوڙي رکڻو ۽ نباهڻو آهي. گوتم ٻڌ جي ڳالهہ کي پاسي رکي، چئي سگهجي ٿو تہ مذهبن جا باني اُن بنيادي فڪري ۽ عملي ناتي کي وڏائي ڪائنات جي خالق ۽ پالڻهار سان بندن جي محبت جو ناتو چون ٿا. بڇڙو يا پاسو ڪرڻو هو تہ انهن قدرن جي ابتڙ بينل فساد، ڪوڙ ۽ بدعملي، جيڪي بديءَ جا عنصر هئا، تن کان ڪرڻو هو. نيڪيءَ جي قدرن سان محبت ۽ وفا خدا سان محبت ۽ وفا جو اظهار هو. بني نوع انسان سان، ڌرتيءَ جي ساهوارن سان ۽ ڪائنات جي قدرتي مظهرن سان محبت ۽ سچائي خدا سان بندن جي محبت ۽ سچائيءَ جو اظهار هو. ”حقوق العباد“ جي ادائگيءَ ۾ ئي ”حقوق الله“ جي ادائگيءَ جو راز سمايل هو. گوتم ٻڌ جيڪو تَنَ مَنَ ڌَنَ جي تَپسيا ۾، دنيا کي ترڪ ڪري، انسانن کان منهن موڙي، خدا کي ڏسڻ لاءِ ڳري ڪندا ٿي ويو هو، تنهن خدا کي ڪٿي، نہ ڏسي، موٽي ڌرتيءَ سان پنهنجي ناتي نباهڻ لاءِ انسانن جي دنيا ۾ انهن ئي قدرن خاطر پنهنجي فرض ادائيءَ لاءِ باقي حياتي وقف ڪري ڇڏي، ۽ سچيءَ پنهنجي ڌرمي سکيا جو حاصل

ماڻهوءَ کي ماڻهن سان ۽ هر جيوَ سان ۽ پڻ سڄي برهمانڊ سان لاڳاپي، پريم ۽ نيڪيءَ جي سبق ۾ ڏنائين، ۽ اهوئي هڪ ويا ڪياڻ هُو آخري دم تائين ڏيندو رهيو.

اسلامي تصوفُ ٻهرين صدي هجريءَ کان پوءِ جي صورتحال ۾، مسلمانن کي مذهب جي ڏيکاءَ کان ۽ ان جي ظاهر جي وڏاءَ کان ۽ سندن حاڪمن ۽ مذهبي پيشوائن کي دولت جي هَوَسَ ۽ اقتدار جي حرص کان باز رکڻ ۽ اسلام ۽ مسلم دنيا کي پنهنجي اصلاح ۽ پيشقدميءَ لاءِ ڪمربستہ ٿي، عمل پيرا ڪرڻ لاءِ اٿيو هو. پر ان ۾ تصوف واري عشق الاهيءَ جي ميٺ منٿ ۽ مُهابو ۽ ان جي تلقينِ يا تبليغ نيٺ بہ مسلمان اميرن ۽ عمائدين مذهب کي اسلامي تعليم جي روح، يعنيٰ بندن جا حق سڃاڻندڙَ، انسان دوست تعليمَ ۽ عملَ ڏانهن موڙي نہ سگهي. حالات جي ناسازگاريءَ ۽ حاڪمن ۽ مذهبي پيشوائن جي دٻاءَ آڏو بيوس ٿي، منصور حلاج جهڙا باغي ڪُهائي ۽ ابن سينا ۽ ابن رشد جهڙا آزاد خيال ڪفر جي فتوائن جي منهن ۾ ڏياري، اسلامي تصوف جو اُهو ٻهريون اُڀارُ ماٺو ٿيو، بلڪ شڪست کائي، انَ، عشق الاهيءَ جي انتهائيت ۽ دنيا کان لاتعلقيءَ يا بيزاريءَ جو چوغو پائي، گوشہ نشينيءَ ۾ ذاتي يا انفرادي عافيت ڏٺي. اصلاحي گرم جوشيءَ کان محروم اُن ڪيفيت ۾ آيل اسلامي تصوفَ ۾ پوءِ مذهب جي فقهي شريعتن جيان الڳ الڳ "طريقا"، "سلسلا" ۽ "حلقا" وجود ۾ آيا، ۽ درگاهن ۽ سجاده نشينُن جي ادارن جا ڪيئي نلها ۽ بي روح نظام قائم ٿيڻ شروع ٿي ويا.

تقريبن ڇئن صدين کان پوءِ (پنجين ۽ ڇهين صدي هجريءَ ۾) اسلامي تصوف جون ٽي متبرڪ هستيون پيدا ٿيون – امام ابو حامد غزالي (ٻارهين صدي عيسويءَ ۾)، محي الدين ابن عربي (1165ع) ۽ مولانا جلال الدين رومي (1207ع ۾)، جن اسلامي تصوف جي بوٽي ۾ تازو ساهہ وڌو ۽ نئون روح ڦوڪيو، ۽ اُن جي يڪطرفي انتهائيت جي جاءِ تي ڳالهہ جي ٻئي پاسي کي بہ سامهون آندو– جيئن محبت الاهيءَ سان گڏ محبت نوع انسان جو تصور– اوتري ئي، جي اُن کان وڌيڪ نہ. دنيا کان بيزاريءَ جي جاءِ تي "في الدنيا حسنت" جو تاڪيد. سهل پسنديءَ جي توڪل پسندي ۽ تقدير پرستيءَ جي جاءِ تي خودداري ۽ خودياوري– "ليس للِ انسان الاما سعيٰ" يعني انسان جي پاڻ وهيڻائي، علم سان گڏ عمل، قول سان گڏ فعل جي ذميواريءَ جو فرض ۽ احساس، "اڄ" جو احساس ۽ شعور– وقت جي قدرشناسي، اخلاق، زهد ۽ تقوا جي انفرادي نوعيت بدران اُن جي اجتماعي منفعت جي تنبيهہ ۽ اهميت، شعائر مذهبيءَ جي ظاهر ادائگيءَ کان وڌيڪ انهن جي اصل مقصدن

جي تعميل ۽ پيرويءَ جو خيال ۽ ڪوشش، نالي ماتر، ۽ ڏيک جي نيڪيءَ بدران روح جي نيڪيءَ، اصل نيڪيءَ، سچي نيڪيءَ جي تڙپ – ”اندر جي اجار“، ملت جي شيرازي ۾ ويڇن، تفرقن ۽ خلفشار بدران باهمي تعاون ۽ باهمي اعتماد جو اتوٽ ڳانڍاپو، وغيره.

مولانا جلال الدين روميءَ کي جن پڙهيو آهي، اهي ٻڌائي سگهن ٿا ته پاڻ ڪيتري نه ڪليل نموني پنهنجي شهره آفاق ديوان ۽ مثنويءَ ۾ اهي حقيقتون ۽ حق جون ڳالهيون بيان ڪيون اٿن. متحرڪ ۽ عملي زندگيءَ جي حڪمت جا بنيادي راز هُن صوفين جي ڪنهن خاص ”ڪلاهه“، ڪنهن خاص سلسلي، حلقي يا نظام لاءِ ئي ڪونه ٻڌايا. ”ڪلاهن“ کي اجلي باهه ۾ وجهڻو هو، جيئن سنڌ جي لطيف رحه پوءِ چيو. ڳالهين ۽ حقيقتن جا اهي پاسا هُن هڪ عام انسان جي پروڙ لاءِ، ۽ خاص و عام جي عمل لاءِ جيئن ”حضرت موسيٰ ۽ ساده ذهن نيڪدل ريڍار“ جي تمثيل ۾، سنڌيءَ طرح پوري تفصيل ۽ دلي درد سان سمجهايائون:

وحي آمد سُوي موسيٰ از خدا، بنده مارا زما کردي جدا
توبراي وصل کردن آمدي، يا خود را از بهر بريدن آمدي
هر کسي را سير تي بنهاده ام، هر کسي را اصطلاحي داده ام
هنديان ر اصطلاح هند مدح، سنديان را اصطلاح سند مدح
ما زبان را ننگريم و قال را، مادرون را بنگريم و حال را
ملتِ عشق ازهمہ دينها جداست، عاشقان را ملت و مذهب جدا ست.

يا

در زمين و آسمان و عرش نيز، من نگنجم اين يقين دان اي عزيز
در دلِ مؤمن بگنجم اي عجب، گر مرا جوئي در آن دلها طلب.

يا

گفت پيغمبر بہ آواز بلند، با توکل زانوي اشتر ببند
گر توکل ميکني در کار کن، کشت کن پس تکيہ بر جبار کن
اندرين ره مي تراش ومي خراش، تادمِ آخر دمي فارغ مباش

يا

علم و حکمت زايد ازلقمۂ حلال
عشق و رقت زايد از لقمۂ حلال

يا

جهد کن تا مست و نوراني شوري

یا

راهِ راست کار و مکسب کردن ست

یا

صوفي ابن الوقت باشد اي رفيق
نيست فردا گفتن از شرط طريق

یا

نقشِ حق را به امر حق شكن
بر زجاجهٔ دوست سنگِ دوست زن

یا

اي خنک عقلي كه باشد بي غبار

یا

وقتِ خلوت نيست، اندر جمع آي

یا

حاصل عمرم سه سخن بيش نيست
خام بُدم پخته شدم، سوختم

یا

بانگ مظلومان ز هر جا بشنوند
آن طرَف چون رحمت حق مي دوند

آن ستونهاي خلل هاي جهان
آن طبيبانِ مرض هاي نهان.

محض مهر و داوري و رحمتند
همچو حق بي علت و بي رشوتند.

هر كجا درديست دوا انجا رود
بركجا پستيست آب آنجا دود.

چرخ را در زيرِ پا آر اي شجاع
بشنو از فوقِ فلک بانگِ سماع.

يا

دوئي از خود دور كردم يكي ديدم دو عالم را
يكي جويم يكي دانم يكي بينم يكي خوانم

يا

از كفر و اسلام برون صحرائيست
مارا بميانِ آن فضا سودائيست
عارف چون بدان رسيد سر را بنهد
نہ كفر نہ اسلام نہ آنجا جائيست.

دوست مهربان سائين لعل محمد جي مهرباني، جو پنهنجي هن ڪتاب لاءِ بہ مهاڳ جا ٻہ اکر مون کان لکايا اٿس. هن ڪتاب ۾ بہ، جيئن پنهنجن اڳين ٻن ڪتابن ۾، پاڻ لاءِ " تعليم يافتہ نہ هئڻ" جي ڳالهہ ڪئي اٿس تہ وٽس "گهڻا خيال يا اهڙا ڪي اعليٰ ادبي لفظ نہ آهن، جي هر ڳالهہ تي روشني وجهي سگهن." مولانا روميءَ ڪي پڙهندي، "علم ۽ تعليم" بابت بہ اُن مرد خود آگاهہ جا ڪي املهہ ماڻڪن جهڙا شعر مون ڏٺا، جي اِن حوالي تي مناسب ۽ تز لڳن ٿا — فرمائين ٿا:

علم چون بردل زند ياري شود، علم چون بر تن زند باري شود

[ علم جڏهن دل سان لڳل ۽ دلبند آهي تہ ساٿي آهي، علم جو ڏيکاءُ ٿو ڪجي تہ بار ٿو بڻجي]

ليک چون اين بار را نيکو کشي، بار برگيرند و بخشندت خوشي

[اُن بار جو، جي خيرات ڪندين، تہ بار تنهنجو ٻيا کڻندا ۽ توکي خوشي بہ بخشيندا]

هين مکش بهر هوا اين بارِ علم، تا شوي راکب تو بر رهوارِ علم

(جي چاهين علم جي گهوڙي تي سوار ٿين، تہ اِن بارَ جو وڪرو نہ ڪر)

مگر کن در راه نيکو خدمتي، تا نبوت يابي اندرِ اُمتي

[امت جي نبوتَ (امت ڪي خوش خبري ڏيندڙ) جو درجو ماڻڻ چاهين تہ هر حال ۾ نيڪيءَ جي راهہ ۾ اِها (علم جي بار برداريءَ جي) خدمت ڪندو رهہ]

ائين هيءَ ڳالهہ مولانا جلال الدين روميءَ سچ پچ تہ تمام وڏي ڪئي. ۽ ڪنهن تنگ نظر، خودبين، خاص ڪنهن دستاربنديءَ جي وٽ ۾ ورتل ملي کي اڄ بہ شايد ڏکي لڳي. پر اُهو مولانا رومي "هست قران در زبانِ پهلويءَ" واريءَ مثنويءَ جو مصور ٿي هو، جو اها "نبوت جي ڳالهہ" ائين ڪري ويو! جنهن دور

۾ ائين چيائين.اهو سڄيءَ مسلم دنيا لاءِ دور بہ اُهڙوئي قيامت خيز ۽ ات ڏکيو هو. عيسوي سن جون ٻارهين ۽ تيرهين بہ صديون اولهہ کان صليبي جنگين جون صديون هيون ۽ ٻارهين صديءَ جي مسلم دنيا تہ اتر – اوڀر کان پڻ وحشي چنگيزي حملہ آورن جي صورت ۾ "قهر خداونديءَ" جي زد ۾ ورتل رهي. امام غزالي ("احياي علوم الدين" جي معرفت جو صاحب)، محي الدين ابن عربي (اسلامي تصوف جي وحدت الوجود جو باني) ۽ مولانا رومي، ٽي ئي اُنهن ٻن صدين جي صليبي جنگين ۽ خونخوار لٽيرن منگولن جي ڪاهن واري انهيءَ قيامت صغرا واري دور ۾ موجود هئا. ۽ مسلم دنيا جي فڪري رهبريءَ جو ڳرو بار مٿن ئي آيل هو. ۽ اهو بار هنن شعوري طور برسر قبوليو بہ هو. پر افسوس صد افسوس، جو مسلم دنيا ۾ سندن اٿاريل اُهو اصلاحي آواز ان دور جي "دور ازڪار رفتہ" حڪمران مسلم ملوڪيت ۽ ان جي پرجهلائو مسلم جاگيرداري معاشري ۽ مفادي هوڏ تي ٻيٺل مسلم ملائيت ۽ مشائخيت خلاف مزاحمتي تحريڪ جي صورت اختيار نہ ڪري سگهيو. صليبي جنگين جي سبق آموز نتيجن ۾ يورپ هو، جو 15 صدي عيسويءَ تائين پنهنجي طويل وسطي اونداهي دور مان ڦٽڪي ڦٽڙي نڪري چڪو هو، ۽ پوءِ 50 – 1500 جي اڌ صديءَ ۾ ان مذهبي اصلاحي تحريڪ (Reformation) ، 17 صديءَ تائين جديد بيداريءَ (Penaissance) جي فڪري انقلاب ۽ 18 صديءَ تائين سماجي – سياسي فڪر جي روشن ضميريءَ (Enlightenment) جي تاريخ ساز نعمتن سان فيضياب ٿي چڪو هو. ۽ حقيقي معنيٰ ۾ ملوڪيت (Monarchy) ۽ ان جي پر جهلائو پاپائيت (Papacy) ۽ جاگيرداري نظام (Feudalism) جي غلاميءَ جي ڳ – منهينءَ بلا مان آزاد بہ ٿي چڪو هو.

ٻئي طرف، "وچ – اوڀر" ، ۽ "وچ – ايشيا" جي سڄي مسلم دنيا هڪ طرف کان يورپ مان لوڏجي ۽ ٻئي طرف کان وحشي منگولن مان مار کائي، ائين چٿجي تہ ڏڌهن بہ هوبهو، ويندي اڄ جي ايڪيهين صديءَ جي ابتدا تائين بہ، ملوڪيت ۽ ان جي جاگيرداري نظام جي غلاميءَ مان ۽ مذهب جي روح کان خالي ملائيت ۽ روايت زده پيري مريديءَ جي تاريڪ ضميريءَ جي چادر ۾ ٻوساٽيل اڌ – مُئي لاش جيئن لتاڙبي رهي ۽ لتاڙبي آئي آهي – اجا تائين انهيءَ هڪ خوش – خياليءَ ۾ مگهن تہ اُن تيرهين صديءَ جي آخر وارا اهي وحشي درندا منگول نيٺ بہ "دين اسلام جي اعليٰ اثر هيٺ "مشرف بہ ايمان" ٿيا هئا! هائو، برابر ٿيا هئا! ۽ پوءِ اليءَ ورتل اهي ساڳيون منگولي ٻگهڙن جون لوڌيون، اُني جي چيريل ۽ چيٿڙيون تيل مسلم قومن کي اتي ڇڏي، اسان جي وطن عزيز، "هندستان"، ڏانهن اٿليا ۽ هتي اڇي صدين تائين حڪومت

ڪيائون، ڪشت و خون جون نديون وهايائون ۽ اڪيچار مال ۽ دولت جا انبار لٽيائون – تان جو ڏور يورپ جي انگريزن اچي ڪين گهٽيو ۽ سو گهو ڪيو. انهن ئي انگريزن جي اوڙ بٽيل اڄ هتي اسين آهيون، جي وٺ ئي نتا ڏيون – هڪبئي جي دهشت گردين جا خود شڪار ۽ خود ئي اُن جا سرپر ست ۽ رکوالا بڻيا. جاهل طالبان ۽ انهن جي اجهل استادن واري اسلام جي نالي ۾ نهال ٿيا ۽ آڪڙيا پيا ٿا هلون. انهيءَ آسري ۾ تہ اهوئي ساڳيو صليبي جنگين وارو اولهہ يورپ ۽ ان جو هڏ رت ۽ هڏ ڏوکي آمريڪا اسان کي بچائيندو ۽ پنهنجي غلاميءَ جي ڇانوَ ۾ وٺندو ۽ جيئڻدان ڏيندو!

مولانا رومي پاڻ فارسي ٻوليءَ جو هڪ منفرد الهامي شاعر هو– شاعريءَ لاءِ سندن چوڻ آهي تہ "جزويست از پيغمبري". پاڻ ئي اسان جي وطن پاڪ. سنڌ. کي قدرت طرفان خاص "سيرت" (سپيتا) حاصل ڪيل ۽ ان جي خاص "اصطلاح" (ٻوليءَ) جو مالڪ سڏيو اٿس.

هر ڪسي را سير تي بنهاده ام
هرڪسي را اصطلاحي داده ام
هنديان را اصطلاح هند مدح
سنديان را اصطلاح سند مدح

اسين پنهنجي سنڌي قوم ۽ سنڌي زبان جي ان خوش قسمتيءَ تي شڪر ڪريون ٿا. اسان جا سچا شاعر – اڳوڻا توڙي هاڻوڪا – شاهہ لطيف کان اڳ جا. شاهہ لطيف پاڻ ۽ ڪانئن پوءِ ايندي شيخ "اياز" تائين. ۽ اسان جا اڄوڪا سچلا ۽ سچلا شاعر. ۽ پڻ عام ماڻهو – پڙهيل. اڌ پڙهيل. اڻ پڙهيل – هندو. مسلمان ۽ ٻيا (رنگ. نسل. عقيدي جي فرق جي لحاظ کان سواءِ) قومي لحاظ کان اسين سڀئي روميءَ. لطيف. سيد اعظم جي ايم سيد ۽ پنهنجي جديد قومي شاعر. شيخ اياز. جي مذڪور اسلامي تصوف جي رنگ ۾ رڱيل آهيون. ۽ ان کي عالمي مذهبن جي خير. حسن ۽ حق جي قدرن جو مرڪب سمجهون ٿا. ۽ ان طرح اسين سڀ انساني عالم جي ڪثير قومي حقيقت کي تسليم ڪندي. اقوام عالم کي. ۽ انهن جي شراڪت ۾. پنهنجي پاڻ کي. جامع انساني خوشحاليءَ لاءِ باهمي تعاون سان ۽ باهمي امن ۾ رهڻ گهرون ٿا ۽ رهڻ جو پابند سمجهون ٿا:

سائين. سدائين ڪرين. متي سنڌ سڪار
دوست مٺا دلدار. عالم سڀ آباد ڪرين!
(شاهہ)

حضرت شاهه عبداللطيف رحه پنهنجي همراز، همخيال، رهبر ۽ رفيق راهه – توڙي جو تاريخ ۾ اڳ آيل – مولانا رومي رحه جي فڪر جو سنڌ جي تصوف تي آيل گهري ۽ گهاٽي اثر کي هيٺينءَ طرح پنهنجي شعر جي انمول موتين جي لڙهيءَ ۾ پوئي پيش ڪيو آهي:

طالب ڪَثَرَ، سُونهن سَرَ، ايءَ روميءَ جي روءِ،
جَنين ڏٺي جُوءِ، تَنين ڪچيو ڪين ڪِي،

طالب ڪَثَرَ، سُونهن سَرَ، ايءَ روميءَ جي راحتَ،
جَنين ڏٺي سَتَ، تَنين ڪچيو ڪين ڪي.

طالب ڪَثَرَ، سُونهن سَرَ، اَندر روميءَ راءِ،
ماڙهو اِتِ ڪياءِ منڊُ نه پَسين مَنديو.

طالبَ ڪَثَرَ، سُونهن سَرَ، روميءَ چيو آهي،
تاڙي جي لاهي، ته مَنجهين مشاهدو ٿئي.

طالب ڪَثَرَ، سُونهن سَرَ، ايءَ روميءَ جي رهاڻ،
پهرين وڃائڻُ پاڻِ، پَسڻ پو" پرينءَ کي،

طالب ڪَثَرَ، سُونهن سَرَ، ايءَ روميءَ جي اوطاق،
جي پيچي دَرَ فراقَ، ته منجهين مشاهدو ٿئي.

اسان جي دوست محترم صوفي لعل محمد چانڊيي پنهنجي هن صاف سٿري، سنڌي سادي ڪتاب ۾ سنڌ جي اسلامي تصوف کي ائين بيان ڪيو آهي جيئن ان کي ذاتي طور سمجهيو اٿن ۽ آزمايو اٿن – بي لالچ سوچ ۽ "بي غبار عقل" جي آڌار تي، سنڌي معاشري جي اصلاح، سلامتيءَ ۽ خوشحاليءَ لاءِ، تخليقي ۽ متحرڪ فڪر ۽ عمل جي هڪ روشن راهه جي صورت ۾: تحقيق، ائين هرگز نه جيئن اهو اڄ سنڌ جي اڪثر پيرن ۽ مشائخن جي درگاهن تي انهن جي سجاده نشينن جي افعالن ۾ ۽ هاڻي ته سرڪاري طرح محڪمي اوقاف طرفان روا رکيل تقريبات جي صورت ۾، پڌري پٽ، اتي ڏسجي ٿو – بينل، پاروتن ۽ سينورجي ويل بند تلاٽن مثل – نه ڪنهن جي پيئڻ جا نه ڌوئڻ جا، رڳو ئي اهڙا، جي لَتجي وڃن ته بهتر. اسان جي نيڪدل دوست، صوفي

لعل محمد. پنهنجي . . كتاب ۾ هڪ جاءِ تي، صوفي ازم کي "انسانيت" جي هم معنيٰ تصو . . دي، بلڪل ائين ئي چيو آهي: "تاريخ ۾ تصوف تي انسانيت جي نا .شنائيءَ . ڪنورتا جا ڪارا ڪڪر شامل رهيا آهن ۽ هاڻي بہ رهندا اچن ٿا پر ان جي باوجود دنيا جي هر دور ۾، هر هنڌ ۽ هر ڪنهن مذهب جي اندر پلمانسائيءَ ۽ انسانيت جو، نبار تصوف جو، پرچار ۽ عمل ٿيندو اچي ٿو. ۽ اهو فقط ان ڪري، جو ان تي هلڻ کان سواءِ انسان ذات لاءِ ٻيو ڪوبہ رستو نہ آهي......منهنجي سمجهہ مطابق صوفي ازم جي رهت يا ويچارُ سچي جو سچو اڳرائيءَ جو مخالف ۽ سانت صلح، عدم تشدد ۽ محبت جو پيغام آهي." (ص 18) ٻيءَ جاءِ تي حضرت عيسيٰ عليہ السلام جو حوالو ڏيندي، سندن مشهور قول ورجايو اٿن تہ "پنهنجن پاڙيسرين سان محبت ڪريو جيئن توهين پنهنجو پاڻ سان ڪندا آهيو!" (ص 19)

ڪتاب ۾ ٻيءَ هڪ جاءِ تي پاڻان سوال اٿاريندي تہ "علم تصوف ڇا آهي؟" پاڻ ئي ان جي جواب طور لکن ٿا تہ اهو يعني جواب "ڏکيو بہ آهي تہ سولو بہ آهي. ڏکيو ان ڪري تہ ماڻهو ڪنهن نہ ڪنهن قدر ناجائز خواهش ۽ وڏائيءَ ۾ ورتل آهي، ان ڪري تصوف جي تعليم يعني هڪٻئي سان صحيح انساني رهت سهت جي ڳالهين ڏانهن ڌيان يا ويچار نٿو ڪري، ۽ سولو بہ انهيءَ ڪري آهي. جو دنيا جي اٿل پٿل ۾ هر هڪ شيءِ جي نتيجن ۽ اثرن کي ڏسڻ ، سمجهڻ ۽ پرکڻ ۽ ان تي صحيح عمل ڪرڻ ئي تصوف آهي. ۽ اهو بہ سچ آهي تہ دنيا ۾ ڪوبہ علم ۽ ڪنهن جو بہ علم ڪافي نہ آهي. علم تصوف يعني "بني نوع انسان جو هڪٻين سان امن ۽ خير ۽ ڳنڍجي گذاري جو علم" وسيع ۽ وسيع کان وسيع تر ٿيندڙ علم آهي، ان ڪري ان ڳالهہ بابت ماڻهوءِ کي ايتري انتها ۾ حيران ٿيڻ بہ نہ گهرجي. باقي جيترو ڪو سمجهي ٿو يا وڻس آهي، يعني رڳو هيتري تائين تہ "جيئن آءٌ ٻين سان هلندس تيئن ئي ٻيا مون سان هلندا" – ان تي ئي هر ماڻهو عمل ڪري، ٻين کي فائدو پهچائڻ کان پهرين پاڻ نہ فائدو وٺي يا ڪٽي، تہ اها انسان ذات لاءِ اتم کان اتم چڱائي بہ آهي ۽ سچيءَ کان سچي رهبري ۽ نيڪي بہ آهي." (ص 53)

پنهنجيءَ هن مختصر پر سچيءَ، صاف ۽ اهم تصنيف ۾ پاڻ جيڪي عنوان قائم ڪري ڳالهہ ڪئي اٿن، سي ئي سندن هن نيڪ عمل کي ۽ سندس احساس ۽ ڄاڻ جي ان "بار جي خيرات" کي مخصوص ۽ وڏي درجي ڏيڻ لاءِ ڪافي آهن. اول پڙهندڙ سان ٿورن لفظن ۾ پنهنجو ۽ پنهنجي موضوع سخن جو ڀرپور تعارف ڪرائيندي، پهريون عنوان "مادو ۽ روحانيت" بحث هيٺ آندو

اتن. ان ڪان پوءِ بيا اهڙائي اهم عنوان قائم ڪيا اٿن، جيئن ”وجود، فطرت ۽ تضاد“، ”سائنس ڪٿان شروع ٿي!“ ”مذهب ۽ معاشرو“، ”هڪ بيجا دعوا“، ”طاقت جو جواب طاقت سان!“ ”خير ۽ شر“، ”سماج يا معاشرو“، ”زندگيءَ جي تيز رفتاري“، ”فطرتي گهرج ۽ ناجائز خواهش يا سڌ“، ”فطرت تي انحصار“، ”حڪمرانن جو نظريو ۽ تصوف جو پيغام“، ”بي پايان وحدت“، ”پيري ۽ مريدي“، ”ماڻهوءَ جو عقيدو“، ”صوفي ڪير آهي“، ”قوتي لهرا ۽ انهن جا اثر“، ”ذاتي مشاهدو“، ”قوت غيب يا اتفاقي رهبري“، ”من جي لهر يا ويرو“، ”صوفي ازم تي ٿورا سوال جواب“، ”سهڻي صلاح“، ”من ۽ پران“، وغيره.

ائين ڪتاب جي مهربان مصنف، اسان جي هن معصوم طبع بزرگ شخص، حضرت رومي رحہ جي لفظن ۾، پنهنجي ”دل سان لڳل، ساٿيءَ، دلبند علم، “جي بار جو خيرات ڪندي، محبت جي تحفي طور مفت ۾ ائين آڇي، اهو بار ورائي اسان تي وڌو آهي، ۽ ائين مولانا روم جي ئي لفظن ۾ ”پنهنجي علم جو ڪڌهن وڪرو نہ ڪندي، پاڻ علم جي گهوڙي تي سوار ٿي، نيڪيءَ جي راهہ ۾“ هن اسان سنڌي ڳالهائيندڙ، پڙهندڙ ۽ سمجهندڙ ”ماڻهن جي خدمت جو فرض ئي بجا آندو آهي.“

پاڻيهاري سيڪا جا سر گهڙو پري،
ڪا لئہ سندي سجڻين، ڪا پورهئي ڪاڻ پري!

پنهنجي طرفان اسين هاڻي اميد ئي ڪري سگهون ٿا تہ لائق صد احترام مصنف جي هن حسن خدمت جو ضرور اسان وٽ جوڳو قدر ٿيندو.

-- **محمد ابراهيم جويو**
2002ع

(37)

# ” آڪَ جون ڦلڙيون، پيچ پني“

(شعري مجموعو)

## شيخ اياز

### پيش لفظ

جديد دور جي باڪمال امر شاعر شيخ اياز جي ترقي پسند سنڌي شعر جي اشاعت جو سلسلو سنڌي ادبي بورڊ جي تماهي ادبي رسالي ”مهراڻ“ (سيارو نمبر-1955ع) سان شروع ٿيو. راقم ڏانهن ان دور جي پنهنجي هڪ ذاتي خط ۾ لکيو هئائون:

”ادا ابراهيم، تنهنجو خط مليو، پر هن مهل تائين نہ تہ جلد جا سيمپل موڪليا (پنهنجي اردو شعر جو پهريون ڪتاب ”بُوي گل نالہ دل“ ڇپايائون ٿي، ان لاءِ جلد جو نمونو ڏسڻ ٿي گهريائون)، نہ سنڌي ادب تي ڪتاب ئي موڪليا. تو مون سان انهيءَ ڏينهن، جي ڳالهيون ڳالهايون، انهن تي مان تہ ڳنڍ ڪٽي ٻڌي آهي. ٿوري وقت ۾ پنهنجي نظم ۽ نثر جي انتخاب جو هڪ ضخيم ڪتاب توکي ڏئي سگهندس.....سَو ڪن شاهہ جي اسٽائيل ۾ جديد موضوعات تي بيت لکيا اٿم، جي ڏسندين تہ ڪافي پسند ايندءِ. توکان موڪلائڻ کان پوءِ ٿيهہ ڪن غزل ۽ نظم بہ لکيا اٿم، جن ۾ سنڌي ادب جي روايات کي مدنظر رکي، ڪافيءَ ۽ غزل کي نهايت قريب آڻڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم- مثلن:

قيد هستيءَ کي ڪيئن ڍاهيان مان!
ماُرئيءَ جي پڪار آهيان مان!

ڪنهين سان تہ اوريان، ڪنهين سان تہ اوريان،
رموزِ حقيقت مگر هوريان هوريان

ڏيـــان آڳ گرنـــار ڪـــي گـــاهي گـــاهي،
وري ســـر وڍايـــان وري ڇنـــگ چوريـــان.

خبر نہ آهي تہ اِها جدت توکي پسند آهي يا نہ!

- تنهنجو مخلص، اياز"

ترت ئي پوءِ ٻيو خط لکيائون:

"ادا ابراهيم. ڪجهہ بيت ۽ هڪ گيت "مهراڻ" جي بهار نمبر لاءِ موڪليان ٿو. هڪ ٻن ڏينهن اندر هڪ افسانو "سکر براج جي ٻَتيُن هيٺان" (جي عنوان سان) بہ موڪليندوسانءِ. اڌ لکي ڇڏيو اٿم.....تنهنجو مخلص اياز"

اياز جا اهي سنڌي بيت .

"اچـــي اوت شـــراب، اتـــم اج ازل جـــــي،
سندم روح رباب، سـِـڪي پيـو ڪنهـن سـُـرلاءِ"-

جي ابتدا سان، ۽ گيتُ

"گذري وئي برسات، تو بن گذري وئي برسات"

جي ٻول سان "مهراڻ" جي ان پهرئين پرچي ۾ پڌرا ٿيا. سندن هيءَ پهرين پيشڪش هيٺئين مختصر نوٽ سان پهتل هئي، سو اهو بہ، شاعر جي تعارفي نوٽ طور، مهراڻ جي شعري حصي ۾ مُهڙ ۾ شايع ٿيو:

"ڪجهہ وقت اڳ، مان اردوءَ کي پنهنجي خيالات جو ذريعي اظهار ان ڪري بڻايو، جو مون سمجهيو تہ اردوءَ سنڌيءَ کان وڌيڪ وسعت ٿي رکــي، ۽ منهنجي خيالات جي پيچيدگي ۽ گهرائي ان ۾ چڱيءَ طرح سمائجي سگهندي. پر گذشتہ وئڪيشن ۾ مان بہ سو کن بيت لکيا آهن سنڌيءَ ۾، جن مان مون کي يقين ٿي چڪو آهي تہ جيڪي مان پنهنجي مادري زبان ۾ لکي ٿو سگهان، سو ڪڏهن بہ ٻيءَ ڪنهن زبان ۾ نہ لکي سگهندس. ڪيترين پلڻ پنڪڻ بعد، مان سنڌيءَ ۾ پنهنجي لاءِ بهترين ذريعي اظهار ڳولي ڪڍيو آهي، جو بيت ۾ لکي سگهبو! اهو گيت، غزل يا نظم ۾ بہ ڪڏهن نہ اچي سگهندو.

- شيخ مبارڪ اياز"

1960ع ڌاري، ادبي ماهنامي "روح رهاڻ" جو مهورت ٿيو. تہ ان ۾ بہ اياز جي شعري توڙي نثري مواد کي خصوصي جاءِ ملي، ۽ ملندي رهـِـي. اياز

جا مشهور ٿي شعري ڳٽڪا- "جل جل مشعل جل!"، "هي گيت اجايل مورن جا" ۽ "رت آئي ڳاڙهن ٻيرن جي" – ٻه هڪبئي پنيان ماهنامي "روح رهاڻ" ۾ شايع ٿيا. ان کان پهرين، اياز جو پهريون شعري مجموعو "ڀونئر ڀري آڪاس" 1962ع ۾، ۽ ٻه ڪتاب - هڪ شعر جو ٻيو نمبر مجموعو "ڪلهي پاتم ڪينرو" ۽ ٻيو خطن جو مجموعو (نثري)، "جي ڪاڪ ڪڪوريا" جي نالي سان - 1963ع ۾ پڌرا ٿيا. هي ٽيئي ڪتاب - ٻه شعر جا 1964ع ۾ ۽ نثري ڪتاب 1968ع ۾ ادبي مخالفن جي تاريڪ خيال، متعصب، چغلخوريءَ جو ٻـَڪ ٻڌيا ۽ وقت جي سرڪارين جي عتاب هيٺ آيا ۽ ضبط ٿيا. ان ئي سلسلي ۾ اياز کي ٽي ڀيرا - 1965ع ، 1968 ۽ 1970ع ۾ – سکر، لاهور ۽ ساهيوال جي جيلن ۾ گهارڻو پيو. سنڌي ادب جي هن اندروني خلفشار سبب پورا ست سال، يعني 1963ع کان 1970ع تائين، ٻيو اياز جو نثر توڙي شعر ۾ ڪتاب ڪونه ڇپيو. ادبي رسالن ۾ سنڌس تخليقون، لڳاتار ۽ ثابت قدميءَ سان، خاص طرح"مهراڻ"، "روح رهاڻ" ۽ ٻين رسالن ۾، ڇپبيون رهيون.

1964ع جي آخر ڌاري هڪ خط ۾ لکيائون:

"ادا.... تنهنجو خط پڙهي، جواب ڏئي رهيو آهيان. ڪتاب "اڪ جون قلڙيون..." ترتيب ڏئي، صفحا هٽي، ربانيءَ هٿ موڪل. انهن نظمن ۾ ... ڪ ڇتو پاڏيا جي نظم جو ترجمو آهي، جنهن تي صفحو نه هٽڻو پوندو ۽ نه (سنڌ ۾) ان کي پهريون ڏيڻو پوندو.... بيماريءَ ڪافي ڪمزور ڪري ڇڏيو آهي، پريشان به ڏاڍو آهيان.... هيترين پريشانين جي باوجود رت ڏئي لکجي ٿو. سوَن سوئرن ۽ ڪتن جي نرغي سان منهن ٿو ڏجي، پر پوءِ به هن ٻي حس ملڪ ۾ ڪنهن رد عمل جي صورت نظر نٿي اچي. ڪيترو نه آزمائيندڙ آهي اهو ايندڙ صديءَ جي نسل لاءِ لکڻ! ڪيڏو نه ڏڪائيندڙ آهي اهو حقيقت جي منهن ۾ تڪ هڻي، ڪنهن خواب پنيان ڊوڙڻ! اڪيلا ته پهاڙ به اباٽڪا ٿي پوندا هوندا! اڪيلائي ته خدا به برداشت نه ڪري سگهيو، ۽ هيءَ ڪائنات جوڙيائين. پر اسان وٽ ڪائي "ڪن فيڪون" ته ڪانه آهي. ڪير ڄاڻي ته جو اسين چاهيون ٿا، سو وجود ۾ ايندو به يا نه... – تنهنجو اياز"

ڇتو پاڏيا جي نظم جي ائين نشاندهي ڪري ۽ ان کي سڄي ڪتاب جي شروع ۾ پيشوا نظم طور ڏيندي، اياز پنهنجيءَ هن ڪاوش، "اڪ جون قلڙيون پيچ پني" جي سماجي ڪارج کي علامتي انداز سان سمجهائڻ ۽ اجاگر ڪرڻ ٿي گهريو - اهڙو منهنجو ويچار آهي. هن مجموعي تي پنهنجو تفصيلي مطالعو موقعي سارو الڳ لکڻ جو به ارادو اٿم.

ترت ئي پوءِ جدا هڪ خط ۾ "اڪ جون ڦلڙيون..." لاءِ هيٺيون پيش لفظ لکي موڪليائين - ائين چئي تہ "هڪ صفحي جو پيش لفظ موڪليان ٿو، جي توکي پسند نہ اچي تہ ٻيو لکي موڪليندو سانءِ." مون کي اهو واقعي بہ پسند نہ آيو هو، جو لفظي ساخت ان جي ڪافي سخت ۽ تلخ هئي. پانئجي ٿو تہ ائين ٻڌايو يا لکي بہ موڪليوهئومانس.

اياز جو "اڪ جون ڦلڙيون..." لاءِ پيش لفظ:

"تون ان کي پڙهين يا نہ پڙهين، ساراهين يا ننديں. مون کي ان جي پرواهہ نہ آهي. تو دَور دَور ۾ مون سان دشمني ڪئي آهي، مون کي وهُ پياري آهي، سوريءَ تي چاڙهيو آهي، جيئري جلايو آهي. مان توکي چڱيءَ طرح سڃاڻان ٿو، اي همعصر! تون غلط ٿو سمجهين تہ هي ڪلام مون تو لاءِ لکيو آهي. هي ڪلام مون انهي تعصب کان آزاد انسان لاءِ لکيو آهي، جو توکان مون کان پوءِ ايندو، ۽ ضرور ايندو، جو ان کي پڙهي هيئين سان هنڊائيندو ۽ منهنجيءَ مٽيءَ مان جام جوڙي انهن مان ميخانا سجائيندو. تاريخ گواهہ آهي تہ تون فاني آهين، مان باقي آهيان، ۽ فنا کي بقا سان هميشہ بغض رهيو آهي ۽ ان جي خلاف فتنہ انگيزي ڪندي رهي آهي."

اڳتي ٻئي خط ۾ لکيائون:

"ادا .... "اڪ جون ڦلڙيون..." تي مهاڳ لکڻ لاءِ رسول بخش پليجي کي چَوُ... رٻانيءَ کي چوُ تہ مون سان فون تي ڳالهائي.... مان هتي اڪيلائيءَ مان نهايت تنگ ٿيو آهيان. - تنهنجو اياز"

"اڪ جون ڦلڙيون، پيچ پنيءَ" بابت اياز جو لکيل باقي مون وٽ هڪڙو ئي خط آهي، جنهن ۾ لکيائون:

"سکر، 13 فبروري (اياز اڪثر پنهنجي خانگي خطن ۾ تاريخ واضح لکڻ جو خيال نہ ڪندو هو)... ادا سائين، اميد تہ تو "اڪ جون ڦلڙيون..." نظر مان ڪڍيو هوندو. جيترو جلد ٿي سگهي، پنهنجي مشوري سان رجسٽر پوسٽ ذريعي موڪلي ڏي، ۽ ٻن سو ڪاپين (ڊيمي سائيز) لاءِ پنو بہ وٺي موڪل. ڪتاب شايد وڌ ۾ وڌ بہ سو صفحا ٿي ٿئي! ڪوشش ڪري بهترين فارين پيپر وٺندا. پر جي نہ ملي تہ بهترين پاڪستاني ڪاغذ وٺندا.... - تنهنجو اياز"

"اڪ جون ڦلڙيون..." بابت متينءَ خط و ڪتابت مان محسوس ٿيندو تہ اياز ڪيترو آتو هو تہ ڪتاب نڪري، ۽ ڪيترو اتاولو هو تہ جلد نڪري! پر افسوس ائين نہ ٿي سگهيو. شاعريءَ سان ڪامل لڳاءَ ۽ ادب سان اٿوت وفا

جي عيوض ۾ ڪيس 1965ع ۾ پهريون پيرو جيل وڃڻو پيو. اتان نڪرڻ سان سائين جي ايم سيد جي اپاريل "بزم صوفياءِ سنڌ" ۽ "ائنٽي ون يونٽ تحريڪ" سان هم خياليءَ بلڪ روز و شب عملي شموليت جي پاداش ۾ بيهر ۽ ٽيهر قيد و بند جون آزمائشون سهڻيون پيس. ساڳئي وقت هڪ طرف ادبي اختلافن سبب اٿيل عدالتي جهمگٽن ۽ ٻئي طرف سندن بين تازه تر ڪتابن جي تيز ۽ لڳاتار اشاعت ڪاريءَ ۾، "اڪ جون ڦلڙيون..." جي اشاعت جو ڪم پاسيرو ٿي، ڏيان تان لهي، افسوس ته مُرڳوئي التوا جي ور چڙهي ويو.

اياز جي هيءَ شاعرانه ڪاوش "اڪ جون ڦلڙين، پيج پني" نثري نظمن جو مجموعو آهي، جنهن ڪي خيال جي رخ پيران، ٽن حصن ۾ ترتيبيو اٿن: "واڳهه نُک"، "ڪيچان ته ڪافر ٿيان" ۽ "سيني تي سنگرام". مون سندن هن اشاعت جي ٻئي حصي مان ستٽ مختصر نثري نظم (ٻن صفحن ڪن جي مواد جا)، نازڪ مزاج صاحبانِ شريعت جي صحت جو لحاظ رکندي، رهائي ڇڏيا آهن: مون کي خاطري آهي ته اياز پنهنجي عمر جي آخري سالن ۾ پاڻ به ائين ئي ڪرڻ مناسب ڄاڻي ها.

هن مجموعي جي اشاعت سان اياز جي خالص شعري تخليق جي اشاعت ۾ هيءُ ايڪٽيهون ڪتاب ليکجي سگهندو.

– محمد ابراهيم جويو

19 ڊسمبر، 2002ع

(38)

# ”4 مارچ ۽ اڄ جي سنڌ“

(مضمون)

## سهيڙيندڙ: اعجاز قريشي

### پيش لفظ

مانائتي اداري ”منچر پبليڪيشن، دادوءَ“، 4 مارچ 1967ع جي واقعي بابت ڪتاب ترتيب ڏيئي هڪ تاريخي ڪم ڪيو آهي.

اسان جي شاعر شيخ اياز جي لفظن ۾، ”4 مارچ سنڌ جي مئي ڊي (May Day)“ آهي. سنڌ جي محب وطن شاگردن اڄ کان 36 سال اڳ، سنڌ، سنڌي زبان، سنڌي اختيار اعليٰ، حق خودارادیت، سنڌي تعليم ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ جي معاملن ۾ مرڪز يعني پنجاب زده نظامت جي مداخلت ۽ بينڪي رويي ڪي للڪاريو هو. هي واقعو، ايوبي ڏهڪاءَ ۽ بربريت واري دؤر ۾ ٿيو هو. جڏهن بنگال ۽ بلوچستان جي ”عوامي قيادت“ جيلن ۾ بند هئي، پشتونخواه جو عظيم محب وطن اڳواڻ بادشاهه خان پنهنجي همه وطنن جي بي شعوريءَ جو ڏک نه سهي، افغانستان هليو ويو هو. سنڌ جو ”قومي رهبر“ سائين جي ايم سيد نظر بند هو. شيخ اياز ۽ سندس ست جي شاعرن جي شاعري عتاب هيٺ هئي، سنڌ جو ”قومي تشخص“ ختم ڪيو ويو هو ۽ سنڌ جو نالو ونڻ ”ڪاريهر تي پيپر پوڻ“ جي برابر هو. نصاب ۾ سنڌ کي ”سابق سنڌ“ سڏيو تي ويو. ڪا منظم سياسي پارٽي ميدان ۾ نه هئي، سنڌ هاري ڪاميٽي ۽ ان جو سدابهار اڳواڻ حيدر بخش جتوئي سرڪاري ڪارندن جي نظر ۾ ”ناپسنديده“ شخص هو. ان وقت سنڌ يونيورسٽيءَ جي شاگردن، ”قومي شعور“ ۽ ”قومي بڌيءَ“ جو مظاهرو ڪندي، جنهن جوانمرديءَ سان قومي شعور ۽ جمهوريت جي دشمن سرڪار ۽ ان جي سنڌ ۾ وڏي ڪارندي مسرور حسن ڪمشنر سان مهاڏو ڏنو، اهو معرڪو سنڌ جي تاريخ ۾ ”قومي هلچل“ جو وڏو موڙ آهي. جيئي سنڌ تحريڪ، سنڌي عوامي تحريڪ ۽ سنڌ جي قومپرست ۽ ترقي پسند شاگردن جي جماعتن منظم شڪل ۽ پارٽي حيثيت، اصل ۾ هن واقعي کان پوءِ حاصل ڪئي. هي واقعو سائين جي ايم سيد جي سالن جي محنت، ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ جي جدوجهد ۽ سنڌ جي روشن ضمير، ترقي

پسند محب وطن اديبن ۽ دانشورن جي خوابن جي ساپيان بنجي آيو.

هيءُ واقعو ڪنهن اوچتي رد عمل جو اظهار نہ هو. نہ ئي ڪنهن ”فرد واحد“ جي خلاف ڪو اوچتو اپار هو. هن واقعي جي پنيان سنڌي ٻوليءَ ۽ تعليم خلاف ٿيندڙ سازشن ۽ سنڌ جي قومي وجود کان انڪار وارين ڪوششن تي سنڌ جي نوجوانن جي برهميءَ جو هڪ اهڙو اظهار هو. جيڪو طوفان جي صورت وٺي رهيو هو.

سنڌ جي قومي جدوجهد جيڪا ڪراچيءَ جي ڪسجڻ ۽ سنڌ کي مغربي پاڪستان جي ”يڪي صوبي“ (ون يونٽ) ۾ مدغم ڪري، ان جي وجود کي ختم ڪرڻ خلاف، انفرادي ۽ اجتماعي ڪوششن سان سلهاڙجي، هڪ منظم تحريڪ ڏانهن وڌي رهي هئي، 4 مارچ جو واقعو ان جي لاءِ سنگ ميل ثابت ٿيو.

جيڪي ماڻهو هن واقعي کي رڳو ڪمشنر مسرور حسن جهڙي ڪاموري خلاف رد عمل ۽ حسن علي عبدالرحمان وائيس چانسلر سنڌ يونيورسٽيءَ جي حمايت جو مظاهرو سمجهن ٿا، تن کي ياد رکڻ کپي تہ ڪمشنر مسرور حسن سنڌ اندر ”ايوب شاهيءَ“ جو هڪ مضبوط ٿنڀو هو. جنهن کي خبر هئي تہ سنڌ جي قومي ڪارڪنن، محب وطن اديبن ۽ شاگردن سنڌي ٻوليءَ خلاف ”شريف ايڊيوڪيشن ڪميشن“ جي سازش ختم ڪرائي هئي، جنهن کي ڄاڻ هئي تہ ون يونٽ خلاف سڄي پاڪستان ۾ سگهارو آواز ۽ تحريڪ فقط سنڌ هلائي هئي: جنهن کي خبر هئي تہ ٽڪا خان حيدرآباد جي مارشل لائڊمنسٽريٽر، سنڌ يونيورسٽيءَ جي رجسٽرار آغا تاج محمد مرحوم اڏو اعلان ڪيو هو تہ ”اسان جا ٻار سنڌي نہ پڙهندا“: ۽ علامہ آءِ آءِ قاضيءَ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ان سرڪاري مداخلت خلاف احتجاج طور اڳتي هلي وائيس چانسلريءَ تان استعيفا ڏئي ڇڏي هئي: علامہ صاحب نہ رڳو مارشل لاءِ ائڊمنسٽريٽر جو اهو حڪم نہ مڃيو هو، پر هن مارشل لا وارن جي هڪ حمايتي پروفيسر احمد مختيار کي رٽائر ٿيڻ کان پوءِ سندن خواهش موجب، وڌيڪ عرصي لاءِ ملازمت ۾ بہ نہ رکيو هو.

ڪمشنر مسرور حسنُ مادري ٻولين خلاف سازش طور ويهاريل ”شريف ايڊيوڪيشن ڪميشن“ ۽ برگيڊيئر ٽڪا خان جو تسلسل هو. حسن علي عبدالرحمان، سنڌ يونيورسٽيءَ کي خودمختيار درسگاهہ بنائڻ جو حامي هو ۽ هن ان ۾ ڪمشنر ۽ ڪنهن ٻئي ڪاموري جي مداخلت برداشت نہ پئي ڪئي. هن ڪمشنر مسرور حسن جي لاڏلي ۽ هڪ سرڪاري انفارمر شاگرد، طاهر، کي نقل ڪيس مان آجو ڪرڻ کان پڻ انڪار ڪيو هو.

لياقت ميڊيڪل ڪاليج جي ڪرنل نجيبُ، مسرور حسن جي محڪمانہ شهہ ۽ مداخلت تي سنڌي شاگردن سان دولاب ۽ ٻيائيءَ جو سلوڪ ڪري رهيو هو.

يونيورسٽيءَ جي انجنيئرنگ ڪاليج ۾ داخلا لاءِ ٻهراڙيءَ جي وڏيڪ ڪوٽا جي ابتڙ. ڪمشنر مسرور حسنُ پنهنجي حمايتي غير سنڌي شاگردن کي داخلائون ڏياري. تعليمي ادارن ۾ باقاعدي سرڪاري دخلڪاريءَ جو ٻج وجهي رهيو هو. هن ٿي سنڌي - غير سنڌي تضاد ۽ سنڌ جي تعليمي ادارن ۾ باهمي عداوت جي ٻج ڇٽڻ جي ڪوشش ڪئي. جنهن کي سنڌ يونيورسٽيءَ ۽ ٻين ڪاليجن جي لائق سربراهن ناڪام بنايو. ڪمشنر مسرور حسنُ پنجابي مستقل مفاد جي نمائندي جي حيثيت ۾ سنڌ اندر "مستقل آباد مائٽهن" ۾ سهڪاري اتحاد جو مخالف هو. نتيجي طور هن تعليمي ادارن ۾ سرڪاري دخل اندازيءَ کي باقاعدي جنم ڏنو. سنڌ جي باشعور شاگردن اِن قسم جي سرڪاري بدعمليءَ کي، سنڌ جي وسيع پس منظر ۾ ڏنو تہ کين اها تعليمي ادارن ۾ مداخلت، سنڌ جي تعليمَ، سنڌي زبانَ، سنڌ جي سياستَ ۽ سنڌ جي اقتدار اعليٰ خلاف هڪ سازش نظر آئي. ان تي سنڌي شاگردن جو رد عمل هڪ فطري قدم هو. ۽ سندن جدوجهدَ اَن ڏهڪاَءَ ۽ بربريت واري دوُر ۾ جمهوريت، سچي پڇي جمهوريت، ۽ قومن جي جمهوريت ڏانهن هڪ اڳڀرائي ۽ پيش قدمي هئي.

4 مارچ جي جدوجهد ۽ اُن جي متاثر نوجوانن کي سنڌ جي محب وطن ۽ روشن ضمير اديبن ۽ وچئين طبقي جي فردن جي حمايت حاصل هئي - خاص ڪري کين مرحوم محمد ميمڻ وڪيل، محترم رسول بخش پليجي ۽ حميد سنڌيءَ جهڙن نوجوان وڪيلن ۽ عبدالستار پيرزادي ۽ ٻين برجستہ وڪيلن جو قانوني سهڪار بہ حاصل هو، جن جو ڪردار بہ وساري نہ ٿو سگهجي. هتي آءُ هن شاگرد تحريڪ جي مک اڳواڻ ۽ روح روان محترم يوسف لغاري کي جس ڏيڻ کان سواءِ نٿو رهي سگهان.

اسان جي نوجوان شاگردن جي هيءَ بهادرانہ جدوجهد سنڌ جي تاريخ جو هڪ سونهري باب آهي، ۽ اِن باب جو مواد اسان جي پياري پاءُ، اعجاز قريشيءَ، سهيڙي، ڪتابي صورت ۾ اسان جي اڳيان پيش ڪيو آهي. جنهن لاءِ کيس شاباس ۽ جس ڏيان ٿو. اعجاز قريشي خود بہ 4 مارچ جي جدوجهد جو هڪ متحرڪ ڪردار هو، ۽ اڄ تائين هو سنڌ جي مسئلن لاءِ جاکوڙيندو رهي ٿو ۽ سندس من ۾ پنهنجي وطن لاءِ جيڪو پيار آهي، سو سندس هن وقتائتي قدم ۽ هن پورهئي مان ظاهر آهي.

**- محمد ابراهيم جويو**

20 فيبروري 2003ع

# سنڌي ادبين جي سهڪاري سنگت

ءِ سنڌ ايڊيوڪيشن ٽرسٽ، قاضي پاڙو، گاڏي کاتو، حيدرآباد

## وٽ وڪري لاءِ موجود

| ڪتاب جو نالو | | قيمت |
|---|---|---|
| 1. خط ٻن اديبن جا | محمد ابراهيم جويو<br>۽ عبدالقادر جوڻيجو | 80 روپيه |
| 2. بوند لهرون سمند | نارايڻ شيام | 10 روپيه |
| 3. جاڙا چنڊ | الطاف عباسي | 20 روپيه |
| 4. مونجهارو | مراد علي مرزا | 10 روپيه |
| 5. جنسار | قاضي فيض محمد | 10 روپيه |
| 6. ادب ٻولي تعليم | محمد ابراهيم جويو | 250 روپيه |
| 7. نيڻ نڊ اکوڙ | تاج صحرائي | 60 روپيه |
| 8. اڳتي قدم | شيخ اياز | 60 روپيه |
| 9. اڪ جون ڦلڙيون | شيخ اياز | 60 روپيه |
| 10. سامي ويس سلوڪڙا | شيخ اياز | 40 روپيه |
| 11. خط ٻن استادن جا | محمد ابراهيم جويو<br>غلام علي چنا | 60 روپيه |
| 12. جر ۾ ٿو جرڪان | شيخ اياز | 150 روپيه |
| 13. ڳالهيون ڪتابن جون (جلد-1) | محمد ابراهيم جويو | 125 روپيه |
| 14. اڃو نه نئين سنڌ جي تعمير ڪريون | پروفيسر اعجاز قريشي | 100 روپيه |

| ڪتاب جو نالو | | قيمت |
|---|---|---|
| 15. ڪتي نہ پڄبو تڪ مسافر | شيخ اياز | 150 روپيہ |
| 16. **SAVE SINDH SAVE THE CONTINANT** by: Muhamad Ibrahim Joyo | | 150 روپيہ |
| 17. **Water Requirement of Riverain area of Sindh** by: M.H. Panhwar | | 50 روپيہ |
| 18. هوءَ جا تمڪي باهڙي | محمد ابراهيم جويو | 150 روپيہ |
| 19. مان ورڻو هان، | | 70 روپيہ |
| 20. مختلف موضوعن تي پمفليٽ | | |

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڃُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گَڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَمر- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ "منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)